# تاريخ
# مظهرشاهجهاني

يوسف ميرڪ بن مير ابوالقاسم "نمڪين"
(سنڌي ترجمو)

•

## نياز همايوني



سنڌي ادبي بورڊ
حيدرآباد سنڌ
١٩٧٩ع

تاريخ

# مظهر شاهجهاني

فارسي تاليف

يوسف ميرڪ بن مير ابوالقاسم "نمڪين"

( ١٠٤٤هه بکر )

●

تصحيح، مقدمه، حاشيه

سيد حسام الدين راشدي

●

سنڌي ترجمو

نياز همايوني

●

پيش لفظ ۽ فرهنگ

محمد حسين پنهور




سنڌي ادبي بورڊ

حيدرآباد سنڌ

1979ع

پهريون ايڊيشن        مارچ 1979ع        ڪاپيون 1000

قيمت: ويهه رپيا
**[Price. Rs. 20.00]**

TARIKH MAZHAR-E-SHAH JAHANI:
[An Account of Mughal Rule in Sindh under Nawab Ahmed Beg Khan (1038-1039 A. H) in Sindhi]

**Written by:** Yusuf Mirak Bin Abul Qasim 'Namkeen'

**Edited by:** Sayed Husamudin Rashdi.

Glossary and Foreword by:
Mohammed Hussain Panhwar.

Translated from Persian into Sindhi
by: Niaz Humayuni.

**Published by:** The Sindhi Adabi Board
P. O. Box 12, Hyderabad, Sind, Pakistan.
First Edition: 1979.

# فهرست

## حصو ٻيو

هن ڪتاب جا شروعاتي ١-٠٤، صفحي ٣٨٧ کان ٤١٤ تائين، فوٽا، شجرا،
نقشو ۽ ڪوَر سنڌي ادبي بورڊ پرنٽنگ پريس، ٽلڪ چاڙهي حيدرآباد سنڌ ۾
ڇپيو ۽ باقي مواد صفحي ٥ کان صفحي٣٨٦ تائين اسٽار پرنٽرس، ٻاٽيخان
جي چاڙهي حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو ۽ ظفر حسن سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ
ان کي ڇپائي پڌرو ڪيو.

# پيش لفظ

مظهر شاهجهاني سنڌ جي سترهين صدي واري شروعاتي دؤر جو جڻڪ هڪ گزيٽيئر آهي جنهن ۾ انتظامي سرڪارين پرڳڻا، شهر، ڳوٺ، رستا، قبيلا، فصلن جا قسم محصولن جا انگ اکر، عوام ۽ حڪومت جا هڪٻئي سان لاڳاپا وغيره بيان ڪيل آهن. پر اها معلومات ترتيب وار ڏنل نه آهي، خاص ڪري جاگرافي جا ماڳ ۽ نالا ته گهڻي هنڌن ۽ بابن ۾ منجهائيندڙ آهن. اها ڪمي محسوس ڪندي "سنڌي ادبي بورڊ" مون تي انهيءَ دور جي جاگرافيائي ڏسڻي مرتب ڪرڻ جو ڪم رکيو پر مون خيال ڪيو ته هن باري ۾ رکيو جاگرافيائي ڏسڻي ڪارائتي نه ٿيندي ان ڪري اهو ڪم ٻن حصن ۾ ورهائڻو پيو.

الف - انتظامي يونٽ.

ب - شهرن ۽ ڳوٺن جي نالن جي جاگرافيائي ڏسڻي.

پهرين حصي ۾ ڪن مشهور شهرن، ڳوٺن ۽ قبيلن جا نالا ڏنا ويا آهن. اهو ڄاڻائڻ ضروري آهي ته جاگيرداري نظام جي اوائلي دور ۾ قبيلا سماج جو هڪ اهم حصو هئا، انهيءَ اهميت جي ڪري جيڪي قبيلا مختلف پرڳڻن ۾ رهندا هئا اهي ئي انتظامي يونٽن: يا سرڪارين "ننڍي"، "سيوهڻ" ۽ "بکر" هيٺ ڏيکاريا ويا آهن. تنهن زماني ۾ سڀيءَ ڪي سرڪار جي نه پر هڪ پرڳڻي جي حيثيت حاصل هئي ۽ اهو پرڳڻو بکر جي تابع هو. پر وري به الڳ حيثيت هئس. نالن جي جاگرافيائي ڏسڻي واري حصي ۾ اهم شهر، ڳوٺ الهن جا اصلي ماڳ، هاڻوڪا نالا ۽ هنڌ بيان ڪيا ويا آهن ان بابت به نقشا تيار ڪري ڏنل آهن جن ۾ انتظامي يونٽن جا شهر، ڳوٺ ۽ قبيلا يعني سرڪارين ۽ پرڳڻا ڏيکاريل آهن اهي انتظامي يونٽ سدائين ساڳيا

نہ رهيا هئا. 1009ھ (1600ع) کان اڳ ڳاهه، جونيجا ۽ خطي جو اڌ بکر جي سرڪار جو حصو هئا. انهن جو سيوهڻ جي سرڪار سان ڪو تعلق نہ هو. پرڳڻن جي انهيءَ حدبندي جو بنياد سنڌ ۾ دراصل سمن جي صاحبي دوران پيو هو.

مون جاگرافيائي ڳالهين جي ڇڪاس جو ڪم انگلنڊ ۾ رهڻ وارهيہ اڳ شروع ڪيو هو، انهيءَ ڪاوش ۾ مون کي ڪافي حد تائين مقامي ڄاڻ حاصل ٿيي آهي. هن ڏس ۾ آئون انهن سڀني دوستن ۽ بزرگن خاص ڪري محترم جي. ايم. سيد ۽ پنهنجي ماروٽ قمرالدين ٻهنور جو ٿورائتو آهيان جن جي مڪاني ڄاڻ مون لاءِ مددگار ثابت ٿي.

3- آڪٽوبر 1978ع
حيدرآباد سنڌ

-ايم. ايچ پنهور

# الف ـ سترهين صديءَ ۾ سنڌ جا انتظامي يونٽ
## بکر سرڪار ـ آٺ پرڳڻا

تي ساڄي ڪپ تي، پنج کاٻي ڪپ تي

### ساڄو ڪپ

**1- جتوئي پرڳڻو**

هن پرڳڻي ۾ جتوئي، ٻُرڙدي، ڪوراڻي، دُرِدشت ۽ لورلائي قبيلا آباد هئا جيڪي سڀئي بلوچي نسل جا هئا. شاهه بيگ سنڌ ن پائيتاليهه ڳوٺ تباهه ڪري ڇڏيا هئا(1).

پيو قبيلو مهرن جو هو، مهرن جي موجودگي ڏيکاري ٿي ته انهيءَ علائقي ۾ اوپارئون جيڪب آباد ضلعو، سکر تعلقو، گهوٽڪي ۽ ميرپور ماٿيلي جا اولاهان حصا اچي ٿي ويا. تڏهن درياهه هاٺوڪي وهڪري کان الهندي پاسي وهندو هو ۽ ڪشمور توڙي سکر تعلقن جا حصا ساڄي ڪپ تي اچي ٿي ويا.

لاڪيار جو ڳوٺ ساڄي ڪپ تي هوندو هو.

### کاٻو ڪپ

**1- ماٿيلو پرڳڻو**

ماٿيلو مکيه شهر هو جنهن ۾ هڪ پراڻو قلعو هو هن پرڳڻي ۾ سَهرن ۽ ڏاريجن جا قبيلا رهندا هئا. اهي قبيلا هڪ صديءَ کان انهيءَ علائقي ۾ رهندا ٿي آيا، اهي شاهه بيگ ۽ شاهه حسن ارغون سان وڙهيا هئا، پوءِ وري ترخانن سان به وڙهيا. سترهين صدي جا ٻيا مشهور شهر آپاوڙو، گنجاپو ۽ لانگاهن جي ريڙي هئا، جيڪي سڀئي مير ابوالقاسم جي جاگير ۾ اچي ٿي ويا.

**2- آروڙ پرڳڻو**

**3- فتح پور پرڳڻو**

هن ۾ گهوٽڪي ۽ ماٿيلي جو وارياسو حصو اچي ٿي ويو.

---

(1) معصومي ص ص 124-125

### 2- چانڊڪا پرڳڻو

بکر سرڪار جو اهو سڀ کان وڏو پرڳڻو هو، منجهس وسندڙ قبيلا: سميجا، ٻُڪيجا (ٻُکهيا) سانگي ۽ ابڙا هئا. پيو اهم قبيلو منديجي (مديجي) جي شيخن جو هو الهيءَ علائقي ۾ ڪافي پيلا هئا. انهن قبيلن کان سواءِ جابلو قبيلا جهڙوڪ: منگسي، لاشاري، دردشت، ديناري، رند، ڊومبڪي ۽ ٻڙدي به رهندا هئا جيڪي سڀئي بلوچ سڏائيندا هئا. هنن جو ڳوٺ مير ابڙي واري واهه جي ڪپ تي هو جيڪو سندن ئي کٽايل هو.

منهه ۽ ٻوٺي پٺي ابڙن جا مشهور ڳوٺ هئا جيڪي لنڊي ابڙي ٻڌايا هئا.

### 3- ٽکر پرڳڻو

پنڃجي هن پرڳڻي جومکيه شهر هو. پرڳڻي ۾ وسندڙ قبيلا سميجا، ٻڪيجا، (ٻکهيا) ۽ لاکيار هئا. ٽکر پرڳڻي جا اهي رهواسي بلڪل جاهل هوندا هئا.

### 4- ڪاڪڙي پرڳڻو

کنب، ديجار بحيره (ٻچيري) اهي شهر اتر نواب شاهه ۽ ڏکڻ خيرپور ضلعن ۾ هوندا هئا اتي سنگيڄن جا قبيلا رهندا هئا.

### 5- دربيلو پرڳڻو

هن پرڳڻي ۾ دربيلو ۽ ڪاڪڙي مشهور شهر هئا هي پرڳڻو درياهه جي ٻي ڪپ تي چانڊڪا پرڳڻي جي سامهون هوندو هو. اهي ٻئي علائقا چانڊڪا، دربيلو ۽ ڪاڪڙي، مير معصوم جي جاگير ۾ اچي تي ويا. هتي سهتا، راڄپر ۽ ٻهڻ قبيلا رهندا هئا.

## سبي پرڳڻو

(سبي پرڳڻو جو وڏيڪ سنڌ صوبي جو حصو هو. بکر سرڪار جي تابع هو پر هتي الڳ گورنر مقرر ڪيل هو ان ڪري هن پرڳڻي کي انهي سرڪارن کان الڳ حيثيت ڏني ويئي آهي. هن ۾ هاڻوڪا سبي ۽ ڪڇي ضلعا اچي ٿي ويا.)

1- سبيءَ ۾ ڪانگلومريٽ (Conglomerate) پٿرن مان ٺهيل هڪ قلعو هوندو هو اهو قلعو هينئر موجود ناهي پر اتي پيل پٿرن ۽ مٽيءَ جي مٿاهين دڙي مان ڊٺل قلعي جي چوديواري جا ڪي نشان ملن ٿا.

2- انهي زماني ۾ بولان نئن پٽ وهندي هئي جنهن جي پاڻيءَ ۾ زهريلو مادو هوندو هو. ان جي پئڻ سان ماڻهو بيمار ٿيي پوندا هئا بعضي مري به ويندا هئا. پر اڪبر بادشاه جي دور ۾ انهيءَ نئن پنهنجو وهڪرو ڪن هنڌن تان بدلائي ڇڏيو ۽ زهريلي پاڻيءَ جا ذريعا پري رهجي ويا. اڄ به انهيءَ پراڻي نئن جي پيٽ جا نشان سبي ۽ ڍاڍر جي وچاڳ ۾ ڏسي سگهجن ٿا.

3- بولان نئن پنجاهه ميل ڏکڻ ۾ ساراواڻ جي زمينن کي سيراب ڪندي هئي ۽ اڇيل پاڻي وڃي منڇر ڍنڍ ۾ پوندو هو. بولان جو اهو وهڪرو 1932ع ۾ ايف بي بند ٻڌڻ تائين قائم رهيو ان کان پوءِ به بولان نئن جو پاڻي وقت بوقت منڇر ڍنڍ تائين پهچندو رهي ٿو.

4- سبيءَ جي پرسان چٽ ۽ ڪهيرن جا ڳوٺ آباد هئا جتي ڪپهه جو ڏهي جنس وارو فصل ٿيندو هو. ليڪڪ جي چوڻ مطابق ر

انهيءَ فصل جسي پوني جي ڏکهائي سان پير جو وڻ بہ مقابلو نٿي ڪري سگهيو سا ڳالهہ غلط آهي.

5- ڪندا واهہ جو شهر سبي ارڳٽي ۾ هو، ڪندا واهہ جي پرسان ڪرر پاڻيءَ جو چشمو آهي اهو چشمو سترهين صديءَ ۾ بہ هوندو هو.

6- ڪندا واهہ جون پر واريون زمينون موڙاهہ يا موج واهہ مان آباد ٿينديون هيون اهو واهہ (سليمان) جبلن جي ستين حصي مان نڪرندو هو اڄ بہ اتي ساڳي نموني جا واهڙ موجود آهن جيڪي اولهہ وارن جبلن جو پاڻي ڪنيو اچن ٿا. ڪندا واهہ ۾ رهندڙ قبيلا لاشاري، منگسي، رالد ۽ ديناري هئا.

7- بارڪان جو شهر بکر، سيتاپور ۽ سبيءَ جي وچ تي هوندو هو، بارڪان لورالائي جي اوير ۾ آهي تنهن زماني ۾ بارڪان جو شهر پلن گهوڙن جي ڪري مشهور هوندو هو جيڪي عراقي نسل جي گهوڙن ڪان گهٽ نہ هوندا هئا. انهي خصوصيت سيتاپور کي ديري غازي خان ضلعي جو هڪ اهم شهر بڻائي ڇڏيو. ٿوريئي عرصي ۾ اهو شهر تمام گهڻو وڌيو ۽ وڌيو پر شايد سنڌو درياهہ جي ڪاٽ جي ڪري جلد ئي پنهنجي اهميت وڃائي ڇڏيائين.

8- بولان لڪ جي وهڪري واري احوال مان سڌ پوي ٿي تہ اها لڪ سبي ۽ پاٽ جي وچ ۾ يا پاٽ جي ڏکڻ تائين پن ستون ميلن جي ڊيگهہ ۾ وهندي هئي ۽ درياهہ ۾ وڃي ڇوڙ ٿي ڪيائين. ليڪ جي اندازي پٽاندر سبيءَ جي ريگستان جي ويڪر هڪ سؤ چاليهہ ميل ذري گهٽ درست آهي ڇوجو اهو ريگستان اتر ڪان ڏکڻ تائين جبلن ڪان هاڻوڪي جيڪب آباد شهر تائين ڦهليل آهي.

9- آراڙي هڪ ننڍو ڳوٺ هو جو بولان لڪ جي ڪپ تي هو.

10- سمن جي صاحبي کان وٺي سبي جو ٻرڳڻو سنڌ جو حصو هو. ارغون ٻڻ ان کي فتح ڪيو هو ۽ پوءِ پٺاڻن جي هڪ قبيلي (ٻني) وري ارغونن کان ان کي هٿ ڪيو، جن کان ابوالقاسم نمڪين 1013هه (......ع) ڌاري فتح ڪيو. سن 1740ع تائين اهو ٻرڳڻو سنڌ جو حصو رهيو ۽ پوءِ نادرشاهه ايراني اهو ٻرڳڻو قلات جي خان کي منتقل ڪري ڏنو.

---

# ٺٽو سرڪار—چار پرڳڻا

ٻه ساڄي ڪپ تي، ٻه ڪاٻي ڪپ تي

## ساڄو ڪپ

### 1- نصرپور پرڳڻو

هن پرڳڻي ۾ وسندڙ قبيلا سوڍا، سميجا، ڪيهر سميجا، سانڊ سميجا، جوڻيجا سميجا، ڪيريا ۽ دل سميجا هئا. نصرپور جون ٻه سب ڊويزنون سماواتي ۽ هالا هيون. نصرپور پرڳڻي ۾ هالن ۽ نئين (هالن کان هڪ ميل پري هالن جيڏو) عطاولي ڪيهر (جنهن کي مؤلف هالن کان آٺ ميل پري لکيو آهي، حقيقت ۾ اهو هالن کان چوڏهن ميل پري آهي) ۽ وينجهر جا ڳوٺ اچي ٿي ويا. پهريان سمن جو ڳوٺ سماواتي سب ڊويزن ۾ هوندو هو.

هاڻوڪي ٿرپارڪر جو ريگستان نصرپور پرڳڻي کان جدا هوندو هو جنهن ۾ عمرڪوٽ به اچي ٿي ويو. انهيءَ ريگستان ۾ سعدڳڙهه نالي هڪ مضبوط قلعو هوندو هو

## ڪاٻو ڪپ

### 1- ٺٽو پرڳڻو

ٺٽي جو شهر ۽ پرڳڻي جي ڪافي اراضي ڪاٻي ڪپ تي هوندي هئي جنهن مان سڌ پوي ٿي ته درياهه جڪو ٺٽي ۽ مڪلي ٽڪرين جي اتر پاسي وهندو هو سو گجي ۽ ٺٽي جي هاڻوڪي رستي کي وچان پار ڪري وهندو هو ۽ گجي کان ٻه ميل پري وهندو هو، پرڳڻي جا ڪجهه حصا ٽڪرين تائين ڦهليل هئا جتي کهيري، ڪرمتي، بلوچ، نوڪيا جيڪي باغي هئا ۽ محال ڪوهستان ۽ ساڪري تعلقي جي ڏکڻ اولهه ۾ رهندا هئا. اها آبادي مغل حڪومت جي تابع هئي.

### 2- چاچڪان پرڳڻو

هن پرڳڻي جا رهاڪو سدا سنواتا هئا پر ميندرا قوم وارا سرڪش هئا جن کي ٺٽي جي

جيڪو قاسم خان ارغون جي قبضي
۾ هو ۽ پوءِ سمن جي هٿ ۾
آيو. مغلن سان مقابلي دوران سما
پناهه وٺڻ لاءِ انهيءَ ريگستان
ڏانهن رُخ رکندا هئا.

سترهين صدي ۾ ايرندي پراڻ
کي نهر سالگرو سڏيندا هئا
جيئن هڪ صدي پوءِ به ان تي
اهو نالو پيل هو.

چاڪر هالا سب ڊويزن:

چاڪر هالا جا قبيلا جيڪي
جبلن ۾ رهندا هئا شورا، سميجا دل،
پير بلوچ هئا جيڪي سڀئي سرڪش
هوندا هئا ۽ حڪومت جا باغي هئا.
ميدانن جا رهاڪو پليجا، هالا ۽
لاريجا هئا جيڪي پنهنجون ڍلون
باقاعدگي سان حڪومت کي
ڏيندا هئا. کوهيار ۽ وڏڪار
ڳوٺ جبلن ۾ هوندا هئا.

چاڪر هالا:

سن کان ٻه ميل پرتي ٻهڻ
لالي هڪ بندرگاهه هوندو هو جو
ٻهڻ کان ڏيڍ ميل پري هوندو
هو. سن هالوڪي شهر کان چار
ميل پري اوپر پاسي هو. خاصاڻي
شورن ۽ سن جي وچ ۾ ارڙهن

گورلر مظفر معموري جي ڏينهن
۾ عبدالباقي جاگيردار سڏو ڪيو
هو. سوڍا ۽ سميجا جيڪي نصرپور
جي قبيلن سان گڏيل هئا اهي
پڻ چاچڪان ۾ رهندا هئا ۽
عبدالباقي جي هٿان مات کائڻ بعد
صلح سان رهڻ لڳا.

ميلن جو مفاصلو ٿيندو ۽ اهو شهر هاڻوڪي مالجهند جي اوله ۾ آهي. انهيءَ لاءِ (خاصائي شورن) وارو قبيلو اچا سوڌو اتي رهي ٿو.

لهمردي قبيلو انهيءَ پرڳڻي يعني اتر سحال ڪوهستان جي چاڪر هالا جي ٽڪرين ۾ سيوهڻ پاسي آباد هو.

چاڪر هالا ۾ وسندڙ ٻيو قبيلو پيرن جو هو لهه اويس قرلي، چچ هالا جو هڪ ڪوٽ هو جنهن ۽ ليرون ڪوٽ (هاڻوڪي حيدرآباد) جي وچ ۾ نهمردي رهندا هئا.

نصرپور، پدا پور ۽ خاصائي شورا سترهين صدي جا مشهور شهر هوندا هئا.

## 2- ليرون ڪوٽ پرڳڻو

هن پرڳڻي ۾ مشهور ڪوٽ شورا ۽ شال هوندا هئا، شال ڪونڙيءَ جي ويجهو هو ۽ هن وقت سال سڏجي ٿو.

# سيوھڻ سرڪار ــ ٺو پرڳڻا

## ڇھ ساڄي ڪپ تي، ٽي کاٻي ڪپ تي

### ساڄو ڪپ

#### 1ـ باغبان پرڳڻو

ھن پرڳڻي ۾ رھندڙ قبيلا ملڪ، ڀنور، ابڙا، سميجا، جوڻيجا، ٻريا ۽ ٻکيجا (ٻگھيا) ھئا جيڪي سيٺي صلح پسند ھئا ۽ ٽيا جيڪي سرڪش ۽ حڪومت جا باغي ھئا. اھي ڪنڌڪوٽ، ڇني ۽ ٽيھن جي ڳوٺن ۾ رھندا ھئا.

ڦلجي ۾ ھڪ قلعو ھو جو ھاڻي موجود ناھي اھو ڳاج جي ٻوڏن سبب نابود ٿي ويو. انھيءَ ساڳئي علائقي ۾ مھا ڍنڍ (جيڪا ھاڻي جا ڪپاري سڏجي ٿي) ھوندي ھئي جنھن ۾ مڇي جام ھولدي ھئي انھي مڇيءَ کي پرڪاين (پوپري) سڏيندا ھئا.

ٻاٽ:

ھن ڳوٺ ۾ خوجا رھندا ھئا ھاڻي منجھس جوڻيجا، قاضي، انصاري ۽ چنا رھندا آھن. مھيري

### کاٻو ڪپ

#### 1 جوڻيجن جو پرڳڻو

ھي پرڳڻو سيوھڻ تعلقي ۾ ممڪن آھي تہ دادو تعلقي جي سامھون سنڌو درياھ جي کاٻي ڪپ تي ھو. انھي پرڳڻي ۾ رھندڙ قبيلا ڪوريجا، ڀنور ۽ شيخ ھئا. جيڪي صلح پسند ھئا ۽ سميجا ٻکيجا (ٻگھيا) حڪومت جا باغي ھئا. اھا سب ڊوبزن ڦاڙھي، ھرڻ ۽ روجھہ جي شڪارڪري مشھور ھئي. ھن پرڳڻي جون نامياريون ڍنيدون ـ ويڙنجھر، ڪاڏوھر (قاضي احمد ۽ سڪرلنڊ جي وچ ۾) ۽ ريل ھونديون ھيون. چانڊڪا وانگر اھو بہ ھڪ وڏو پرڳڻو ھوندو ھو. سمن جو مشھور ڳوٺ ٻاٻري جيڪو ڪڇيري جي پرسان ھو تنھن کي ڀنورن ۽ ڪوريجن اجاڙي ڇڏيو ھو. ڪڇيرو موري جي پرسان آھي.

درياھ جي ساڄي ڪپ تي ھاڻ جي پرسان ھڪ بندر ھوندو ھو. باغبان ۾ ٻيا قبيلا ٻکيجا، جوڻيجا، ٻريا، ڏل، ڪيبر، اوٺا، لاکيار، راڄپر ۽ ٻهڻ ھوندا ھئا.

2– نيرون جو قلعو پرڳڻو

ھن کي اڳ ۾ واھري جيامي سڏيندا ھئا. قلعي ۾ ھڪ ڪاريز مان پاڻي ايندو ھو جنھن کي وري چار شاخون (واھ) ھئا جن مان ھڻ (تعلقي جوھي جي الھندي ميدان) واريون زمينون آباد ٿينديون ھيون.

اوائل ۾ نيرون ماڇين جو ڳوٺ ھوندو ھو پر جڏھن انھن ڍل ڏيڻ کان انڪار ڪيو تہ بختيار بيگ ترڪ کين ماري ميڃائي ڀنورن جي حوالي ڪيو ۽ مٿين جٺني واھن تي ڀنورن جا چار سردار موسو، عيسو، داؤد ۽ جلال آباد ٿيا. ليڪ ڪاريز باٻت غلط لکيو آھي تہ انھيءَ مان چٺني واھن کي پاڻي ملندو ھو. اھا نئين ڳاج ھٺ گھرجي ۽ چارئي ڳوٺ جوھي ۽ سيوھڻ تعلقن جي سرحد تي منڇر ڍنڍ جي پرسان

2– خطو پرڳڻو

ھي پرڳڻو ڏکڻ دادو ۽ اتر سيوھڻ تعلقن جي سامھون ھو، منجھس رھندڙ قبيلا ھالي پوٽا، شيخ، سميجا ۽ سميجن جي اصل جا ٻيا قبيلا ٻريا، سميجا ٻکيجا، راھوجا، ڪوريجا، ترڪ، ڏيٽا، پلي ۽ لاکا ھئا. سميجن ڏاھرين کان سواءِ اھي سڀئي صلح پسند (ڍل پريندڙ) ھئا. ٻيا قبيلا لاکا ۽ ھالي پوٽا ھئا.

ڪي مشھور ڳوٺ:

ميراڻ ڳوٺ جھانگيرآباد کان پاو ڏھ ميل پري ھو. جھانگيرآباد لاکاٽ پرڳڻي ۾ ھو جو درياھ جي ٻي پاسي سيوھڻ جي سامھون ھو ۽ ٻجڙيءَ تي ڏيڙاڻ صاپو، وينجھڙو، ڪانڌڙي ۽ جانھري وارا ڳوٺ ۽ وينجھڙي جو قلعو ڍنڍ تي ميڙاڻ کان اٺ ڏھ ميل پري ھئا.

3– لاکاٽ پرڳڻو

اھو پرڳڻو لکي ۽ سن جي سامھون سنڌو درياھ جي کابي ڪپ تي ھو، مشھور ڳوٺ ڳجر درياھ جي کابي ڪپ تي سن

هئڻ ڪهرجن. شمشيرخان اوزبڪ
ليرون پرڳڻو باغبان پرڳڻي کان
الڳ ڪري سيوهڻ پرڳڻي سان
ڳنڍي ڇڏيو هو اهو پرڳڻو احمدبيگ
جي ڏينهن ۾ ويران ٿي ويو.

3- ڳاها پرڳڻو

هن پرڳڻي جا مشهور ڳوٺ
ڪنور ۽ ٻهڻ هئا منجهس آباد
قبيلا پهنور جيڪي حضرت محمد
(صلعم) جن جي دائي حليما جا
پونير آهن (هي چوٿي سترهين
صدي جي آهي جيڪا وقت سان
ڪڏ ڦرندي رهي ٿي) ۽ پيا ڪوريجا،
سميجا، ڪيجا سميجا ٿيبا راهپوتا،
پٺان، سيد ۽ شيخ هئا. آبادي جو
وڏو حصو پهنورن ۽ سميجن جو
هو. چانڊين جو قبيلو باغبان جو
مشهور قبيلو هو جيڪو اولاهين
ٽڪرين (جوهي تعلقي جي ڪاڇي)
ڏانهن رهنه و هو سندن نسل جون
شاخون گورا چانڊيا (اڇي چمڙيءَ
وارا) ۽ ڪارا چانڊيا (ڪاري چمڙيءَ
وارا) سڏجڻ ۾ ٿيي آهون. اهي
سرڪش هوندا هئا ۽ پٺ، اڪبرآباد
کان وٺي ڳاهن جي پرڳڻن تائين
ڌاڙا هڻندا هئا. سامٽياڻي ڳوٺ يا
جي سامهون هوندو هو ۽ درياهه
کان مٿي سيل جي مفاصلي
تي هو.

انهي زماني ۾ لاڪات جا پيا ڳوٺ:

(1) ڏيڙان سوري تعلقي ۾
قاضي احمد جي مٿان ۽ سيوهڻ
کان سورهن ميل پري هولدو
هو جتي ڏاريجا رهندا هئا.

(2) ميئجهارو سيوهڻ کان
چوويهه ميل پري هوندو هو
جتي منهيجا رهندا هئا.

3- ڪاڙڪ سيوهڻ ۽ هڪ
پي ڳوٺ منهيجا کان ٽيويهن
ميلن جي مفاصلي تي هولدو هو.

4- صايو يا سابو هتي راهوجن
۽ فيروزيجن جا قبيلا رهندا هئا
اهو ڳوٺ هن وقت شايد صابو
راهو آهي.

5- پرهيازي هي ڳوٺ سيوهڻ
۽ پين ڳوٺن راهوجن ۽ فيروزيجن
کان اٺاويهه ميل پرتي هو.

6- لڳر نصرپور ۽ لاڪات
پرڳڻي جي دنگ تي هڪ ڳوٺ
هوندو هو.

7- جهانگيرآباد گجر جي
پرسان هڪ ڳوٺ هو جنهن ۾
مير ابوالبقا جو اڏايل قلعو هو.

ته باغبان جي پرڳڻي ۾ هو يا ڳاهن
جي پرڳڻي ۾ جنهن جي سرحد باغبان
پرڳڻي سان ملندي هئي.

4- بوبڪ پرڳڻو

هن علائقي ۾ خلجي (جيڪي
مخدوم جعفر جا پوئير آهن)
سميجا دل، سميجا ٻکيجا (ٻگهيا)
خوجا (نو مسلم) پچا جيڪي ٻڻ
سميجا هئا. ڀنور ۽ هندو
رهندا هئا.

5- سيوهڻ حويلي پرڳڻو

هن جي ڏاکڻين ٽڪرين ۾
لهمردي ۽ نوحاڻي بلوچ رهندا
هئا. نوحاڻي بلوچ جابلو پيچرن
۾ لهمردين کي اک ۾ رکندا هئا.
ٿلتي جو شهر ساڄي ڪپ تي
آباد هو ۽ کهڙي سب ڊويزن
۾ هو اهو پتو لڳو ٿو پوي. اهو
ڳوٺ ڏاهري ڳوٺ جي سامهون
هو جو وري خطي پرڳڻي ۾
شامل هو. ديهه ڳوٺ سيوهڻ پرڳڻي
۾ درياهه جي ڪپ تي هوندو
هو جنهن ۾ هڪ قلعو ٻه هو.
ايڙهي جو ڳوٺ سيوهڻ جي پرسان
هو ساڳيءَ ريت ليرون ڪوٺ
(پرالو ٽالو منچر) ۽ انهيءَ پاسي

لاڪات پرڳڻي ۾ خاص ڪري
هالي پوٽا، انڙ، سنيارا ۽ لاڪا
قبيلا رهندا هئا. انڙن جي نسل
جون ٻه ڳهٽيون شاخون هيون
جيڪي راهو، ڏاهري ۽ سالد
ٽالي سڏبيون هيون.

سنيارا نسل جون شاخون
منهيجا، فيروزيجا، ڪيريا ۽
منگوانا هيون. هن پرڳڻي ۾
ڪافي ڍنڍون هيون ۽ شڪارگاهه
به هوندا هئا. اها ايراضي اڀرندي
ريگستان تائين ڦهليل هئي جو
جيسلمير جي پٽن جي ٽالي سان
سڃاتو ٿي ويو. سنڌ جي ريگستان
وارو حصو سوڍن راجپوتن جي
قبيلي جي قبضي ۾ هو، جيڪي
ڳهڻو ڪري مغل گورنرن جي
تابع نه هئا؛ جيڪڏهن تابع هئا
ته رکو ٽالي ماتر، ان حالت ۾
جڏهن نئين جو گورنر وڌيڪ
طاقتور هوندو هو.

هو منڇر ڍنڍ تي سورهن ڳوٺ
آباد هئا. الهي ڏنل مان ٻيهه،
ڪمون، لوڙهه، مڇي، تڏن جو
گاهه ڏير ۽ پيو گاهه ٿين جنهن
جي سنگن مان پوري ٺاهيندا هئا
ڪير (شايد لوڻ) گهوڙن جو
گاهه، پوپري مڇي، آڙين وغيره
جي پيداوار ٿيندي هئي. هن
پرڳڻي جون مشهور ٽڪريون
نئين جبل ۽ نالي سڏبيون هيون.

## 6- سن پرڳڻو

هن سب ڊويزن ۾ وسندڙ
قبيلا سيد، لاڪا ۽ ڪوريجا هئا.
جيڪي سڀئي صلح پسند هئا ۽
مانجهند، ڪماڻ، ڇچر ۽ ڳاهيجا مڙئي
باغي قبيلا هئا. سيدن جا ڳوٺ
سن، آمري، ۽ ٽتي ولي محمد هئا.
الهن سين شاه حسن ارغون جي
خلاف همايون بادشاه جي مدد
ڪئي هئي.

ٽتي ولي محمد، آمري جي
ريلوي اسٽيشن کان اوپر طرف ڏيڍ
ميل پرتي آهي.

سميجن ۽ جابلو قبيلن آمري
۽ ٽتي کي لٽي ڦري خالي ڪري
ڇڏيو هو.

پيا مشهور ڳوٺ، ارد بيلا ۽
جيسر وٽ هئا جيڪي ترتيب وار
لاڪن ۽ ڪوربجن تباهه ڪري
ڇڏيا. ٿهمردي الهنڊي وارين
ٽڪرين ۾ رهندا هئا. سندن ڳوٺ
ڪاليو جبل، هارون، ڇول ۽
لاشاري ٽڪرين ۾ هوندا هئا. پيا
قبيلا دل، دماوتي ۾ ۽ شال يا
سال ڪونڙي جي پرسان رهندا
هئا اهي اصل باغيان پرڳڻي
جا هئا.

## ب ـ جاگرافيائي ڏسٽي

1- اڳھم: چاچڪان ڀرڳڻي جو هي شهر سترهين صدي ۾ اڳهاماٺي سڏبو هو. اهو شهر ستين صدي عيسوي ۾ راءِ ۽ برهمڻ گهراڻن جي زماني ۾ بہ موجود هو. هي حيدرآباد جي ڏکڻ ۾، اٺيھہ ميل ٻري ماتلي تعلقي ۾ آهي جتي هاڻي ٿوري آبادي رهي ٿي، ان کي اڄ بہ اڳهاماٺي سڏين ٿا. شاه بيگ ارغون 930ھ (......ع) ۾ هتي فوت ٿيو هو. مير علي شير قانع جي لکت موجب اهو شهر ارڙهين صديءَ ڌاري بہ موجود هو هن وقت هڪ ننڍي ڳوٺ جي صورت ۾ آهي (1).

2- اروڙ يا الور: سنڌ جي گاديءَ جو اڳوڻو هنڌ جو ڪهڙو ڪري موسيڪنس (Musicanus) جي گاديءَ جو ماڳ پڻ هو جنهن کي سڪندر اعظم 325 ق.م. ڌاري شڪست ڏني هئي ۽ هن شهر تي قبضو ڪيو هئائين. ان وقت کان شهر جي چوڌاري هڪ قلعو هو ڀر شاه بيگ ارغون 1524ع ۾ بکر جي لئين قلعي اڏائڻ لاءِ اهو پراڻو قلعو ڊهرائي ڇڏيو. هي قديمي شهر اڄڪلهہ ننڍي واهڻ جي حالت ۾ موجود آهي. منجهس مغلن جي جوڙايل مسجد بہ ڏٺي وڃي ٿي. پالنجي ٿو تہ هي شهر ٻارهين صدي ڌاري درياهہ جي وهڪري ۾ لاٿڻ ڪري ڦٽي ويو هو. اهو شهر روهڙيءَ کان پنج ميل ٻرتي ڏکڻ کان ڏکڻ-اوڀر پاسي ٽيهين درجن جي ڪنڊ تي آهي. سترهين صدي ۾ ان کي بکر صوبي جو هڪ پرڳڻو ليکيو ٿي ويو (2).

---

(1) فرشتہ (بمبئي 1832) جلد ٻيو ص 621، طبقات اڪبري جلد ٽيون ص 250، معصومي ص 126-127، چچ نامون ص 156.

(2) متن ص 195 ۽ ص 5، طاهري ص 25-26 ۽ ص 84، معصومي ص 8-9-10-15-16-17-18-20-21-23-24-27-29-69-124-132-

(باقي حاشيه ص 26 تي)

3- انون ٻيلو: هي ٻيلو سيوهڻ پرڳڻي ۾ هو هن ۾ سرمي ۽ ٽامي جون ڪاٺيون هوندي يون هيون.

4- آمرڪوٽ: تاريخ طاهري ۾ اهو نالو امرڪوٽ ڄاڻايل آهي ۽ مظهر شاهجهاني ۾ اهو نالو ڪوٽ ٿو ملي ترخان نامي ۾ اهو عمرڪوٽ لکيل آهي ساڳيءَ ريت معصومي ۾ عمرڪوٽ لکيو آهي. جيئن ته هن مسودي جو مواد ٻوري دور سان واسطو رکي ٿو تنهنڪري پڪ ناهي ته ٻرائن متنن ۾ اهو لفظ 'ع' سان اچاريل آهي يا 'الف' سان ـ ؟

5- آراضي: ڀنورن جو هي ڳوٺ اڪبرآباد جي پرسان نيرون ڪوٽ پرڳڻي ۾ هو.

6- آبڙيچا: هي ڳوٺ هالا ڪنديءَ جي پرسان هو ۽ اڃا تائين هالن لڳ موجود آهي.

7- آرد ٻيل: سيوهڻ پرڳڻي ۾ هو، پر اڄڪلهه موجود ناهي.

8- آراڙي: ڳاهن واري پرڳڻي ۾ سيوهڻ کان پنجهه ميل ۽ جبلن کان پاويهه ميل پرتي هڪ وستي هوندي هئي.

9- عزيزاڻي: سيوهڻ کان ٽيهه ميل ۽ جبلن کان سورهن ميل پرتي هڪ ڳوٺ هو.

10- آمري: احمد بيگ هتي هڪ قلعو اڏايو هو. اهو ڳوٺ ليڪ جي زماني ۾ ڦٽي ويو هو.

11- ٻوبڪ: هي شهر اڃا سوڌو موجود آهي. هيناهين هنڌ هنڌ ڪري هرسال ٻوڏ ۾ اچي ٿي ويو جنهنڪري ماڻهو پنهنجي

---

263-242. طاهري جو اهو چوڻ ته درياهه جو پيٽ سيف الملوڪ جي ڪاني ڪرامت سان رخ مٽائي ويو هو، نهايت عجيب ٿيو لڳي. درياهه پيٽ اهيءَ ڪري مٽايو جو بکر جي اندرئين ڀاڱي (Gorge) ۾ وجي ٿيو هو: سوڀراج نرملداس H.S-16 جلد ٻئون ڀاڱو ٻهريون ۽ ٿيو ص 1 ۽ ص 5.

چوپائي مال سميت جبلن ڏانهن لڏي ويندا هئا. انهيءَ لڏ پلاڻ ۾ هڪ پيري لوهڙيا ڪانئن ساڻيا چار هزار چوپايو مال ڦري ويا هئا. انگريزن جڏهن منڇر ڍنڍ تي بند ٻڌرايو تڏهن شهر کي ٻوڏ کان بچاءُ ٿيو.

12- ٻاغبان: اڄ تائين ڏسجي پيو ان لاءِ لکيل آهي ته هي سيوهڻ کان چوٽيتاليهه ميل پري هو، حقيقت ۾ اهو فاصلو چوڏهه ميل هئڻ کپي.

ٻوبڪ پرڳڻي جون زمينون: درياهه جي اٿل تي آباد ٿينديون هيون؛ ڇاڪاڻ ته ٻوبڪ جو پرڳڻو درياهه سان دنگئي هو. هتي هر سال ٻوڏ اچڻ ڪري ماڻهو پنهنجو چوپايو مال ڪاهي الهندي واسي جبلن ڏانهن هليا ويندا هئا.

13- ٻاجارا: سيوهڻ پرڳڻي جي اولاهين حصي ۾ سيوهڻ ۽ جبلن کان ٻارهن ميل پرتي هڪ ڳوٺ انهيءَ نالي سان آباد هو.

14- ٻيڻڙو: سيوهڻ شهر جي اتر، سيوهڻ پرڳڻي ۾ هو.

15- ٻيلي شيخ سمون: درياهه جي ڪاهي ڪپ تي پر سيوهڻ پرڳڻي ۾ هوندي هئي.

16- داديجي واهه: لار ڳوٺ جي پرسان ٻوبڪ پرڳڻي ۾ هڪ وستي هئي.

17- نارنگ: قلعي جي صورت ۾ شايد ٻوبڪ پرڳڻي ۾ هو ان ڏانهن نار کان رستو ڦٽي وڃو.

18- دولت آباد: شايد سنڌو درياهه جي ڪاهي ڪپ تي پر سيوهڻ پرڳڻي ۾ هڪ ڳوٺ هو.

19- ديهه ڳوٺ: سنڌو دريا جي ڪاهي ڪپ تي پر سيوهڻ پرڳڻي ۾ هو.

20- ڪرنگ: دريبلي پرڳڻي ۾، دريبلي شهر جي اتر ۾ هو شايد ڳڙنگ نالو هجيس.

جيسلمير جون پٽون: نواب شاهه ۽ سانگهڙ ضلعن جي اوڀر واري ريگستان کي جيسلمير جون پٽون سڏيو ويندو هو، ڏکڻ ۾ وري اهو ريگستان عمرڪوٽ جي پٽن نالي مشهور هو.

21- جسروت: اهو ڪوٽ سيوهڻ پرڳڻي ۾ هوندو هو. هڻ وقت موجود ناهي.

22- جهانگارا: سيوهڻ پرڳڻي جي الهندي پاڱي ۾ سيوهڻ کان ڇهه ميل ۽ جبلن کان ڏهه ميل پرتي هوندو هو هن وقت سيوهڻ جي اولهه ۾ ڏهه ميل ڪن پرتي آهي.

23- جنداڻي: نصرپور کان ڏهه ٻارهن ميل پرتي هڪ ڪوٽ هوندو هو اهو ڪوٽ ارڙهين صديءَ ۾ ٻڏي ويل ٿو ڏسجي.

24- جونيجا: خطي پرڳڻي ۾ درياهه جي ڪاهي ڪپ تي سيوهڻ کان ٽيهن ميلن تي هڪ ڪوٽ هوندو هو.

25- جهيجا يا ٻوهري جهيجا: انهن جو ڪوٽ نصرپور پرڳڻي ۾ هوندو هو جنهن کي اڳڪاهه اڏيرو لال سڏيو ويو ٿو. ٻوهري ۾ هن وقت ٻوهريون مشهور آهن جو اڏيري لال جي پرسان پيو پٽجي. هتي جاني بيگ هڪ قلعو اڏايو هو. هي اهو ئي هنڌ آهي جتي اڪبر بادشاهه جي فوجن خان خانان ۽ خان زمان (شاه قاسم خان مرزا جاني بيگ جي سپهه سالار) جي وچ ۾ لڙائي لڳي هئي (1).

26- ڪچي: سيوهڻ کان نارنگ ڏانهن ويندڙ رستي تي سيوهڻ کان ڏهه ميل پري سيوهڻ ۽ نار جي وچ تي ليرون ڪوٽ پرڳڻي جو هڪ ڪوٽ هو.

27- ڪاڪي جو ڪوٽ: سنڌو درياهه جي ساڄي ڪپ تي سيوهڻ شهر جي پرسان ۽ سيوهڻ پرڳڻي ۾ هڪ پٽڻ هو جنهن ۾ هڪ ننڍو قلعو به بيان ڪيو وڃي ٿو.

(1) بيگلار نامه ص 232، طاهري ص 180، معصومي ص 252.

28– ڪاليو جبل: سيوهڻ ارڳڻي ۾ ڪارچٽ (ڪارچٽ) جي پرسان هولدو هو.

29– ڪروتي: ڳاهن جي ٻرڳڻي جو هڪ ڳوٺ جنهن جو هينئر ڪو نالو نشان ڪونه آهي.

30– ڪائي ۽ ليئنگ جا چشما: جبلن ۾ سيوهڻ کان اٺاويهه ميل پري هتا ۽ هاڻ به موجود آهن ۽ به ميل ڪن ٻرتي ٿيندا. سره ۽ گدب اجا سوڏا جابلو چشمن تي موجود آهن. لوحاڻي بلوچ ان وقت کان وٺي ان پاسي رهندا اچن ٿا. اج به ٻڍر ۽ چمونءَ جا وڻ اتي موجود آهن.

31– ڪجي: هي ڳوٺ سيوهڻ ٻرڳڻي جي اولهه ۾ سيوهڻ شهر ۽ جبلن کان ڏهه ميل پري الهيءَ نالي سان مشهور هو.

32– ڪاهي ماجوبي: سيوهڻ کان چار ميل اولهه تي ۽ لڪي جبلن جي قطار کان به ميل ٻري سيوهڻ ۽ يڳي ٽوڙهي جي وچ ۾ ٻراڻي لڪي، سيوهڻ روڊ تي هڪ ڳوٺ هو. ممڪن آهي جتان ٻراڻو رستو درياهه کان پار ٿي جبلن ۾ وڃي پوي ٿو، سو اهو ئي هنڌ هجي. هي ڳوٺ سمن تباهه ڪري ڇڏيو هو پر وري سيد جلال ان کي ٿئين سر آباد ڪيو ۽ شمس ڪمال پور نالو رکيائين. هينئر ان ڳوٺ جو نالو نشان ڪونهي.

33– ڪپڙوت: سيوهڻ ٻرڳڻي ۾ سيوهڻ شهر جي اتر ۾ هو.

34– لاڪات: هن نالي هڪ ڳوٺ لاڪات ٻرڳڻي ۾ درياهه جي ڪاهي ڪپ تي هولدو هو جتي شير خواجا هڪ قلعو جوڙايو هو اهو ڳوٺ سيوهڻ کان سورهن ميل ٻرتي ۽ تلٽيءَ کان ڇهن ميلن جي فاصلي تي هو. انهيءَ نالي واري ديهه اج به موجود آهي.

35– لنجار: سنڌو درياهه جي ڪاهي ڪپ تي پر سيوهڻ ٻرڳڻي ۾ هو.

36- لڪي: هي ڳوٺ اڳ آباد هو پوءِ ويران ٿي ويو. هتي پاڻيءَ جا چشما هئا جتي هندو زالين مردن اگهاڙا ٿي وهنجندا هئا. مرزا جاني بيگ سندن اوگهڙ ڏسڻ لاءِ هتي هڪ حجرو ٺهرايو هو جنهن ۾ ٽي ڄڻا ويهي اهو نظارو ڪري ٿي سگهيا. هن وقت الهيءَ هنڌ تي هڪ مسجد آهي. چون ٿا ته جبلن ۾ ڇهه ميل پري حضرت هارون نبيءَ جي قبر هئي پر ان جو پتو پئجي نه سگهيو آهي. اهو ڳوٺ هن پرڳڻي ۾ بيان ڪيو وڃي ٿو.

37- منڌپڄي: سيوهڻ کان ٻه ميل پري جبلن ۾ هڪ لنگهه هو.

38- مهري: اڄڪلهه الهيءَ شهر جي ڪا خبر لڳي پوي اهو سيوهڻ پرڳڻي ۾ هو.

39- مها ڍنڍ: کهڙو ڪري اها جاڪپاري ڍنڍ هئي جنهن مان مارئي ٽالي هڪ واهه لڪري مارئي ديهه ڏانهن ٿي ويو. اهي دادو تعلقي ۾ ابراهيم ڪچي ۽ پياري ڳوٺ ريلوي اسٽيشن جي وچ تي آهن. مارئي هڪ ميل جي فاصلي تي آهي، جاڪپاري مارئيءَ کان ٽي ميل پري ٿيندي. اهي مڙئي باغبان پرڳڻي ۾ هئا.

سترهين صدي ۾ مغل گورنر هر سال منڇر ڍنڍ جي مڇي جو نيلام ڪندا هئا. اهو رواج اڄ سوڌو هلندو پيو اچي.

40- منڇر ڍنڍ: سترهين صدي ۾ ڪپڙوٽ، سنڪپور ۽ پرڻن جي وچ تي هوندي هئي. ان جي پکيڙ سٿس بند ٻڌجڻ کان اڳ وڏي هوندي هئي.

41- نوحاڻي بلوچ: بوبڪ پرڳڻي ۾ سيوهڻ کان اٺاويهه ميل پري اولهه تي ان چشمن ڪاڻي ۽ ليٺگ تي رهندا هئا جيڪي اڄ به موجود آهن. الهيءَ هنڌ اڃا تائين پپر ۽ ڄمون جا وڻ بيٺل آهن.

42- لار: بوبڪ پرڳڻي ۾ پير گاج جي پرسان قلعي جي کهيري ۾ هڪ ڳوٺ هو. قلعي جي پيت ڍهميرخان جوڙائي هئي. اهو ڳوٺ

جبلن جي هنج ۾ ڳاج جي ڪپ تي سيوهڻ کان چوڏهن ميل پرتي هو.

43- ليرون قلعو ۽ ٻرڳڙو: قلعو سيوهڻ کان پنجاهه ميل پري سڌو جبلن ۾ هو جبلن جي ٻچاڙيءَ کان ٻرڳڙو شروع ٿئي ٿيو جنهن ۾ منڇر ڍنڍ اچي ٿي وڃي ۽ سيوهڻ کان ٻه ميل پري ٻرڳڙو پورو ٿيو ٿي. اهو ٻرڳڙو ڳاهن جي ٻرڳڙي ٻوبڪ ۽ سيوهڻ حويلي جي ٻرڳڙن ۾ گهيريل هو. انهي زماني ۾ اهو ٻرڳڙو ٻهنورن سان آباد هو.

44- ڪاهي ۽ لٺيگ: هي چشما سيوهڻ کان آٺاويهه ميل پري جبلن ۾ هئا جيڪي اڄ به موجود آهن. اهي هڪ ٻي کان ٻن ميلن جي وٿيءَ تي ٿيندا. جبلن جي چشمن تي اچا تائين سرهه ۽ ڪٻ جو شڪار ٿيندو رهي ٿو، اهي ٻرڳڙا ٻوبڪ ٻرڳڙي ۾ هوندا هئا.

45- نار ڳوٺ: سيوهڻ کان سورهن ميلن تي ۽ جبلن کان اٺ ميل پري هوندو هو، اهو ڳوٺ ڳدرن جي ڪري مشهور هو. هتي پاڻي چار ميل پري کان جبلن منجهان ايندو هو جنهن تي پنجويهه ايڪڙ زمين آباد ٿيندي هئي. آري ڌيهاڻي جو ٽبو الهيءَ ڳوٺ کان هڪ ميل جي پنڌ تي آهي. اهو ڳوٺ لٺن ناري پوري ۽ لٺيگ جي پرمان هوندو هو. ٽيئي ليون نار جي زمين ۾ ڇوڙ ڪنديون هيون، جن ۾ لٺن ڳاج جو پاڻي به اچي پوندو هو اهو ڳوٺ ليرون ٻرڳڙي ۾ هو.

46- ايهه ٻدرا (لٺن ٻدرا): سترهين صديءَ ۾ هي ڳوٺ ٻکر صوبي ۾ لٺن جي پرمان هوندو هو ٻر هاڻ ان جو ڪو نالو نشان ڪونهي. اهو ڳوٺ ٻڪ سان ٻڌي ويل ٿو ڏسجي. ٻوڏ جي زماني ۾ ٻٽ يا ڪچي زمين جي ايراضيءَ ۾ سترهين صدي وانگي اڄ به ڳدرا جام ٿيندا آهن اهي ڳدرا اڪبر بادشاهه ڏانهن به آماڻيا ويندا هئا، جو انهن جو ڏاڍو شوقين هوندو هو.

47- ٻوئو: ٻهنورن جو ڳوٺ جيڪو ليرون ڪوٽ پرڳڻي ۾ اڪبرآباد جي ڀرسان آباد هو.

48- پير توفن جي مزار: سترهين صدي ۾ سيوهڻ کان ٻاهر ٻاجارن جي ڀرسان هڪ مشهور جاءِ هئي.

49- هڪ قلعو: قلجي تعلقي جوهي ۾ هوندو هو، جو محمود ٻارتڪاڻي ارغون جوڙايو هو ان وقت کان اهو ٻاغبان پرڳڻي ۾ هو.

50- ٻاهڻي ڪوٽ: سيوهڻ کان چوويهه ميل ۽ جبلن کان سورهن ميل پري ٻوٻڪ پرڳڻي ۾ هوندو هو.

سنڌو يا انڊس: اڄڪلهه اسان هن کي سنڌو ندي يا انڊس سڏيون ٿا جنهن جون پنج ڀرتي ڪنڌڙ لڏيون آهن پر سترهين صدي ۾ هن کي ست درياهو سڏيو هو. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته اهو نالو مکيه درياهه تي پنجاب جي پنجن لڏين جي ملاپ کان پوءِ پيو. مکيه درياهه کي انهي زماني ۾ به مختلف نالن سان سڏيو ويندو هو. ان سلسلي ۾ ست درياهو نالو وڌيڪ موزون لڳي ٿو. ڇاڪاڻ ته ڪابل ندي به سنڌو ندي جي ڀرتي ڪنڌڙ لڏين سان هئي پر ڪيس اها اهميت نه ڏني وئي آهي انهن ستن درياهن کان مراد ڪابل، جهلم، چناب، راوي، بياس، ستلج ۽ خود سنڌو ندي آهن. جيڪي هيٺئين سنڌوءَ کي ڀرتي ڪنڌڙ آهن.

سترهين صدي ۾ سنڌو ندي جو پيٽ سڌو سيوهڻ جي قلعي ڏانهن اتر ڏکڻ جي سيڌائيءَ ۾ هو. قلعي جي ڀرسان ڀڳي لوڙهي جبل ٻاسي ڏکڻ اوڀر ڏانهن هڪ سوڙهو موڙ هو. راورٽي ۽ لئمبرڪ جي چوڻ پٽاندر درياهه جو پيٽ سيوهڻ کان اوڀر طرف پنج ست ميل پرتي هو، غلط آهي.

51- سيت پور ناهران: درياهه جي ساڄي ڪپ تي شايد ديري غازي خان ضلعي ۾ هڪ شهر هو جتي درياهه تي پتڻ به هو. سترهين صديءَ ۾ سکر به آباد هو پر بکر ۽ روهڙي جيتري مشهوري نه

ملي هيس، سکر جي پرسان سنڌو لڏي؛ جون ۾ شاخون هيون، سکر واري پاسي ڏانهن جنهن ۾ سياري جو پاڻي لهي وينه و هو پاڻي؛ جي سطح فقط هڪ ۾ فوٽ وڃي رهندي هئي. گذريل ٽي سؤ پنجاهه ورهين جي عرصي ۾ درياهه جيو پيٽ گاڏ جي کري چگو ويکرو ٿي ويو آهي.

52- سيڪڙجي: ليرون پرڳڻي ۾ هيسي اهنور جو ڳوٺ هو جتي ٽي سؤ گهوڙي سوار ۽ ٽي هزار پيادا سپاهي رهندا هئا.

53- صفہ صفا: سترهين صدي ۾ بکر سرڪار جي روهڙي شهر ۾ هو جو 'ستين جي آستان' نالي مشهور آهي ان جو احوال ڪزنس Antiquinties of Sind ۾ ڏنل آهي. هتي مير ابوالقاسم لمڪين جي گهرائي جون قبرون موجود آهن.

54- شاهه ڳڙهه: لصرپور پرڳڻي ۾ قلعي وارو شهر هو، جنهن جو ذڪر بيگلار نامي ۾ ملي ٿو. هتي ابوالقاسم جو هيڊڪوارٽر هو، جنهن تي 1591ع ڌاري خان خانان جي فوجن چڙهائي دوران گهيرو ڪيو هو. سنڌ ۾ ان کي آبل جو ڪوٽ سڏيندا آهن. هي؛ نصرپور کان ست ميل پرتي اوپر پاسي آهي. ان جي پرسان لوهاري نالي هڪ ننڍو قلعو پڻ جي ٿو. (1)

55- ساڌ ٻيلو: سترهين صدي ۾ بکر کان هڪ ميل پري اولهه ڏکڻ ڏانهن پندرهن درجن تي هڪ ننڍو ٻيٽ هو، اوپر ۾ زندهه پير، ڏکڻ ۾ روهڙي، اولهه ۾ سکر ۽ ڏکڻ اوپر ڏکڻ ۾ بکر جي ڏکڻ ۾ ٽيهن درجن تي اروڙ جو شهر هو.

ساڌ ٻيلو ٻيٽ جي صورت ۾ اڄ به موجود آهي. ٻيٽ جو ڪجهه حصو جنهن جو گهيرو هڪ ميل هو، ٻوڏ جي ڏينهن ۾ درياهه اندر اچي ٿي ويو، ان ڪري ڪيترئون پڙهون ٻيٽ سان لڳي تباهه

(1) بيگلار نامه ص 227-237. طاهري ص 19-40-95. ترخان نامه ص 77. معصومي ص 237.

ٿي وهنديون هيون. مير معصوم درياهه جو اهو حصو پٿرن سان پراڻي متانس سائو ڦبو جوڙايو ۽ ميٽا سر لالو رکيائينس.

ليڪڪ ساڌ ٻيلي جي مندر جو ذڪر ڪونه ڪيو آهي جو هندن جو ڌرمي استان آهي، پر اتي وڄڻ جو ذڪر ڪيو اٿس. ممڪن آهي ته ساڌ ٻيلو هندن جي عقيدي پٽاندر پاڻيءَ جو ڪو ديوتا هجي. هن وقت ساڌ ٻيلي جو گهيرو ميل ڪان به گهٽ ٿيندو. ٿي سگهي ٿو ته مير معصوم سائي گنبذ وارو مندر هندن لاءِ جوڙايو هجي.

ساڌ ٻيلي جي سامهون ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي ٻاٽي جي جهاز جي شڪل تي هڪ مسجد هئي، جنهن مان هڪ ڏاڪڻ درياهه تائين ٿي ويئي، جتي نمازي وضو ساريندا هئا. سکر ۽ روهڙيءَ جا ماڻهو عيد جي موقعي تي انهيءَ هنڌ ايندا هئا. ممڪن آهي اها مسجد منزل گاهه جي ايراضي هجي، جا پوءِ 1939ع ۾ هندو-مسلم فساد جو ڪارڻ ٿي.

من جو شهر: پندرهين صديءَ ڪان آباد آهي. هن جا ڪي حصا وقت بوقت ٻوڏن جي ڪري درياهه هيٺ اچي ٿي ويا، ته به شهر جو مکيه هنڌ سانگيو آهي. اٿي ولي محمد اڄ به موجود آهي، پر درياهه جي ٻي ڪپ ڦي ۽ هاڻي قاضي احمد ڪان پوءِ ان جي ريلوي اسٽيشن به آهي. 1044هه (1634ع) ۾ احمد بيگ من جي چوڌاري هڪ قلعو ٺهرايو هو.

57- سواهه (سوراهه) واهه: نيرون ڪوٽ پرڳڻي ۾ جبلن جو پاڻي ڏيڻ ڏانهن موڙڻ لاءِ جام نظام الدين پنهنجي هندو وزير چاڳلا ڪي دريا خان سان اهو واهه کوٽائڻ لاءِ موڪليو هو، اهو پاڻي آبادي لاءِ ڪتب اچڻ لڳو. منڇر جو اترين پاسو ڳاهن جي قبيلي جا ماڻهو آباد ڪندا هئا، ڏاڪڻو پاسو وري پوبڪ وارن آباد ٿي ڪيو اهو واهه سيوهڻ ڪان اٺيهه ميل ۽ جبلن ڪان پنڌهه ميل پري پوبڪ پرڳڻي ۾ هو.

58- سيوهڻ: سترهين صدي ۾ سيوهڻ کي قلعو هو جو تمام ڀرائو ڇڏيو وڃي ٿو. اهو قلعو بچاءَ لاءِ سوزون لـ هو، الڪري ديندار خان سيوهڻ ۾ ٻيو قلعو جوڙايو.

59- سانڪپور: هيءُ ڳوٺ سيوهڻ پرڳڻي ۾ سيوهڻ کان اتر ۾ هو.

60- سن: سيوهڻ کان اٺيهه ميل (حقيقت ۾ هاڻي چوٽيهه ميل) ۽ جبلن کان چوڏهن ميل (ذري گهٽ صحيح) ڀرتي هو.

61- سيد جو ڳوٺ: سنڌو درياهه جي ڪاهي ڪپ تي سيوهڻ پرڳڻي ۾ هو.

62- شاهه اويس قرلي جي قبر: سن پرڳڻي ۾ سن کان پندرهن ميل پري هئي، (اها ٽي ميل پري مالجهند جي ويجهو آهي).

63- ٺٽي: سيوهڻ کان ويهه ميل ۽ جبلن کان چوٽيتاليهه ميل پري بوبڪ پرڳڻي ۾ هڪ ڳوٺ هو ۽ هاڻي ديهه آهي. ساڳي نالي واري آبادي آمري جي ڀرسان به آهي، جا آمري کان ٽي ميل اتر اولهه ۾ ڏسائي ٿي. پراڻين قبرن ۽ دڙن مان پتو پوي ٿو ته اتي ڪنهن وقت ۾ ڪو وڏو شهر هو ۽ اهو سن پرڳڻي ۾ هو.

64- ٺٽي ولي محمد: ساڳي پرڳڻي ۾ دڙن جي صورت ۾ هئي، هاڻ جيڪا آبادي آهي، اها ٺٽي مڏجي ٿي ۽ آمري جي ڀرسان آهي.

65- ٽيڙهي (تيرهي): سيوهڻ کان ڇهه ميل ۽ لال باغ کان اڌ ميل جي فاصلي تي نارنگ طرف ۽ بوبڪ جي ڀرسان هڪ ڳوٺ هو. انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو ڳوٺ به هاڻوڪي اڙل واهه تي بوبڪ پاسي هوندو، هتي احمد بيگ هڪ قلعو جوڙايو هو.

عمرڪوٽ: ڏسو 'امرڪوٽ'.

66- اڙل: سيوهڻ کان پنجهه ميل ۽ جبلن کان سورهن ميل ڀرتي بوبڪ پرڳڻي ۾ هو، اهو لس ٻيلي ضلعي وارو اڙل نه سمجهڻ گهرجي.

67- وينجهار: سن جي سامهون درياهه جي ٻي ڪپ تي هوندو هو، جيئن هيئنر آهي اهو ڳوٺ سن پرڳڻي ۾ هو.

68- ڪ ٺٽي: مشهور غار جو هاڻ ٻه موجود آهي، اهو سترهين صدي ۾ ٻه موجود هو، ۽ حضرت علي جو نظرگاهه سڏبو ٿي ويو. پر اها روايت تاريخي بنياد موجب ناهي. جبل جي چوٽيءَ تي مير ابوالقاسم چئن ٿنڀن وارو هڪ ٿلهو جوڙايو هو. جنهن تي صفہ وفا نالو رکيو هئائين، اهو ٿلهو اڄ ٻه موجود آهي ۽ چوٽيءَ سڏجي ٿو. هي سيوهڻ جي ڏکڻ ۾ اٽڪل ٻه ميل ريلوي لائين جي اولهہ ۾ آهي.

انهن شهرن کان سواءِ سترهين صدي جي ٻن - چئن تاريخن(1) مان پتو پوي ٿو تہ ان وقت هيٺيان شهر ۽ ڳوٺ ٻہ موجود هئا جهڙوڪ:

جهم پير، ديبل، ڪلان ڪوٽ يا تغلق آباد، ٻتورو، (مير پور)، ٻريالو، ڪمبد، (ڪمبت)، ڪينجهر ڍنڍ، لدڪاٺو (لاڙڪاڻو)، سنڌڙي، لاهري بندر، جوڻ، فتح باغ، پيرآر يا پير پٺو، رحمن يا راهومہ (رحمڪي بازار يا رامڪي) شاهہ ڳڙهہ (ابل جو ڪوٽ) مڪليءَ جو قبرستان، منهوڙي جو شهر، ونڪو، اڳهاماڻي (اگهم ڪوٽ)، انڙپور، پداپور، ترڙي، پرلوه، ڪڄو، جهرڪ، ڏيپارچا ۽ هنگورا (اڏيري لال لڪ) وغيره. اهي سڀئي شهر هن وقت ٻہ موجود آهن. انهن کان سواءِ ٻيا ڪيترا شهر ۽ ڳوٺ جن جو هن وقت وجود نہ آهي يا رڳو چند کهرن جي صورت ۾ موجود هجن.

---

(1) بيگلار نامو، ترخان نامو، طاهري ۽ معصومي.

نوٽ:

"حديقة الاولياء" تاليف 1016ھ تي لکيل جناب پير حسام الدين راشدي جي مقدمي ۽ آصل متن جو مطالعو ڪندي مظهر شاهجهاني ۾ آيل ڪن ڳوٺن ۽ پرڳڻن جي نالن ڪان سواءِ ڪي پيا نالا به مليا آهن، جيڪي وڌيڪ معلومات لاءِ هتي درج ڪجن ٿا.

— مترجم

1- جالهري (جالڙو): ڇطي پرڳڻي جي هڪ وستي جا لاڪات پرڳڻي جي ڳوٺ سکپور (سانڪپور) جي پاسي مبارڪ واهه تي آباد هئي.

2- ڪبير: هالا ڪندي جي هڪ ديهه هئي.

3- پيڏيو: چاڪر هالي جي هڪ ديهه هئي.

4- چکيجي: دڪي پرڳڻي ۾ امام واهه جي ديهه هئي.

5- علي پور: چاچڪان جي هڪ ديهه جنهن ۾ مسجد چاڪر هئي، هتي اولياء اچي رهندا هئا.

6- ٿري: روپاهه پرڳڻي جي هڪ ديهه هئي.

7- ڪبيرائي: چاڪر هالي جي هڪ ديهه هئي.

8- ملڙي: بهرام پور جي ديهه هئي.

9- فتح پور: دڪي پرڳڻي جي هڪ ديهه هئي.

10- هنگورا: چاڪر هالي ۾ هڪ ڳوٺ هو.

11- ڪاتيار: چاڪر هالي جي هڪ ديهه هئي، جا پهريان سماواتي پرڳڻي ۾ ليکي ٿي ويئي.

12- راهو: دڪي پرڳڻي ۾ هڪ ڳوٺ هو.

13- تلهار: چاچڪان جو هڪ شهر هو:

14- لارو: سيتا پرڳڻي جو هڪ ڳوٺ هو.

15- وهيرو: نڪر پرڳڻي جو هڪ ڳوٺ هو.

16- ريل: سيوهڻ جي پسکردائي ۾ هڪ وسندي هئي.

17- مڪرياڙي: ٺڪر پرڳڻي ۾ هئي.

18- رفيعان: خطي پرڳڻي جو هڪ ڳوٺ اوائل ۾ رسولپور سڏبو هو.

19- ڪنڊيارو: بکر کان ست ميلن جي پنڌ تي دربيلي پرڳڻي ۾ هو.

20- ٻوڦو: بدين پرڳڻي ۾ بدين شهر کان ميل کن پرتي هڪ ڳوٺ هو.

21- ونگو چاچڪان سرڪار جو هڪ ڳوٺ هو.●

22- توڪري سالگري درياهه جي ڪپ تي هڪ وستي هئي.

23- ساڪر (شايد ساڪرو) لاڙ پرڳڻي جو هڪ ڳوٺ هو.

24- برهمڻ آباد ٺڪر پرڳڻي جو هڪ شهر هو.

25- موريالي ٺڪر پرڳڻي جي هڪ وستي هئي.

ساڳئي ڪتاب ۾ هيٺين ڳوٺن، شهرن ۽ ٻين ماڳن جا نالا به ملن ٿا:

ٻير پنو، سامونئي، روهڙي، بکر، بکر جو قلعو، باغبان، عالا ڪنڊي، پاٽوٽ، نيرون ڪوٽ، انڙپور، لڪي جبل، هزارو ڳوٺ، اڳهم، ساگرو (درياهه) پراڻ (درياهه) آباوڙو، ولهار، رين (درياهه)

---

● ونگو- چچنامي هن کي وجروٽ لکيو آهي جو صحيح ناهي، اهو وجروٽ اڄ به نئين ڪوٽ کان سيٺيءَ ڏانهن ويندڙ گس تي ڪلوئي جي پرسان موجود آهي. سالگرو- فارسي ۾ ساڪره آهي، ان کي ساڪرو نه سمجهڻ کپي جيئن چچنامي لکيو آهي.

اهڙيءَ ريت جهم پراڻي ساگري جي ڪپ تي ٽنڊي الهيار تعلقي ۾ ڪرهل جي پرسان هڪ ڳوٺ جي صورت ۾ موجود آهي اهو جهم، جهمپير ٿي نٿو سگهي ۽ وڏا واهه يا داداهه (بدين پاسي) اصل ۾ ڏاڏاهه آهي.

آمري، ڍوري هنگورو، نصرپور، مڪاي، چاچڪ، ڪنجو ٽڪر، ٻنيور ۽ ڪي ٻڳڙيل نالا جهڙوڪ: ڪند ڪلائي، ڪندي آٻاره، ڪلهان (ڪلہ) آٻاره ديڪ، رائدن، ديده، حلج ۽ لُهہ (شايد لاهيو) ڳوٺ. جندائي ديرو، مير جندائي ولد شاهہ قاسم خان زمان جو ڳوٺ نصرپور کان پنجن-ڇهن ميلن جي فاصلي تي هو.

—(مثنوي چنيسر نامہ تاليف 1010هہ)

---

## درستي

| صفحو | غلط | صحيح |
|---|---|---|
| 107 | راڄڌاليون | سرڪاريون |
| 128 | کجھوڙو | کھوڙو |
| 206 | سالڪڙو | ماگرو |
| 207 | سيدگر | سعدڳڙھ |
| 207 | ڪانڙي | ڪانڙو |
| 373 | ٺٽو پرڳڻو | ٺٽو صوبو |
| 290 | ڪاهي ماجوهي | ڪاهي ماجوبي |
| 295 | سالڪپور | مڪپور |
| 295 | ٻوترو | ٻيمڙو |

هيٺين صفحن ۾ جتي بہ راڄڌاني لکيل آهي، ان جي بدران سرڪار پڙهيو وڃي.

52، 53، 55، 59، 61، 81، 82، 113، 114، 117، 122، 126، 131، 132، 134، 137، 138، 139، 141، 142، 146، 149، 150، 151، 163، 177، 179، 181، 182، 191، 194، 206، 273، 279، 301، 302، 310، 311.

# نسب نامۂ مادری نورجہاں بیگم



# نسب نامۂ مؤلف کتاب

میر ابوالقاسم "نمکین" بن ملا میر سبزواری
وفات ۱۰۱۸ھ مدفن "صفۂ صفا" روہری
مصنف "منشآت نمکین"

سادات قاسم خانی

میر ابوالبقا امیر خان
وفات ۱۰۵۷ھ مدفن "صفۂ صفا"

یوسف میرک
وفات بعد ۱۰۴۴ھ
مصنف "مظہر شاہجہانی"

لطف اللہ

نور اللہ

میرزا کشمیری
(بزمانِ جہانگیر)

میرزا حسام الدین

میرزا ید اللہ
(ملازم خان جہان لودھی)

دختر
(زوجۂ جمیل بیگ)

سادات امیر خانی

ضیاء الدین یوسف خان
(بزمانِ شاہجہان و عالمگیر)
وفات بعد از ۱۰۶۰ھ

دختر

ابوالوفا "وفا"
(بزمان عالمگیر داروغۂ جانماز)

عبدالکریم امیر خان سندھی
(مصاحب خاص عالمگیر - شاعر) وفات بعد از ۱۱۳۱ھ

سید اشرف خان
مؤلف "رقائم کرائم"
سال تالیف قبل ۱۱۵۴ھ

ابوالخیر خان
رفیق خان دوران خواجہ عاصم

میر ابوالمکارم "شہود"
وفات: ۱۰۷۳ھ مدفن سیوہن
مصنف "پری خانۂ سلیمان"

میر عبدالرزاق
متوفی ۱۰۶۲ھ
مدفن "صفۂ صفا"

ابوالقاسم
وفات ۱۰۴۵ھ
مدفن "صفۂ صفا"

شمس الدین خان

عتیق اللہ
وفات ۱۰۳۷ھ
مدفن "صفۂ صفا"

میر کامل بیگ

دختر
زوجۂ مراد بخش سنہ ۱۰۶۷ھ

معین الدین خان حسن
(شاعر)
وفات ۱۱۴۳ھ

حافظ الدین

میر حفیظ الدین خان علی
شاعر - وفات بعد ۱۱۸۸ھ

میر رضی الدین خان "فدائی"
شاعر - وفات ۱۱۳۰ھ

میر حمید الدین ابو تراب "کامل"
شاعر - وفات ۱۱۶۴ھ
(استاد قانع و رجا)

امین الدین خان "حسین"
مصنف معلومات الآفاق و رشحات الفنون
گورنر ٹھٹہ - وفات ۱۱۲۷ھ - مدفن مکلی

میر عبدالحکیم
(۱۱۰۶ھ)

میر علی اکبر
(۱۱۰۶ھ)

متین الدین خان اسمٰعیل
وفات ۱۱۷۷ھ - مدفن مکلی

میر محمد غوث منصبدار میاں نور محمد کلہورہ
وفات ۱۱۷۲ھ - مدفن مکلی

قنبر علی
۱۲۱۹ھ

میر محمد کریم الدین (منصبدار میاں غلام شاہ کلہورہ ۱۱۸۲ھ - ۱۲۰۱ھ)
متین الدین ثانی ۱۲۴۸ھ

میر ابوالمفاخر
(۱۱۷۷ھ)

میر محمد "گدا"
شاعر - وفات قبل از ۱۱۸۰ھ
یک فرزند

میر محمد عطا "عطا"
وفات ۱۱۸۷ھ
مدفن مکلی
دو فرزند


1608-1700 A.D.
ADMINISTRATIVE
MAP OF SIND
INDEX
RAJA OF BIKANIR
MULTAN SARKAR
RAJA OF JAISALMER
FATEHPUR PARGUNA
JATOI PARGUNA
MATHELO PARGUNA
CHANDUKA PARGUNA
BAKHAR SARKAR
BAGHBAN PARGUNA
SEHWAN SARKAR
DARBELA PARGUNA
SANN PARGUNA
CHOCKAR HALLA PARGUNA
NASARPUR PARGUNA
SARKAR
NERUN PARGUNA
SAKRA SUB DIVISION
TATTA
TATTA PARGUNA
CHACKAN PARGUNA
ARABIAN SEA
JAREJA SANNA RULERS OF CUTCH UNDER MUGHALS

# عرض حال

منهنجي مربي جناب پير حسام الدين راشديءَ جي سفارش تي سنڌي ادبي بورڊ هي ڪتاب ترجمي لاءِ منهنجي حوالي ڪيو. انهيءَ کان اڳ هي ڪتاب منهنجي مطالعي هيٺ اچي چڪو هو، ۽ خود منهنجي دلي خواهش به هئي ته هن ڪتاب جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ٿيڻ کپي. ليڪن جڏهن ترجمي جو بار منهنجي ڪلهن تي اچي پيو ته مان پنهنجي علمي ڪممايگيءَ جي ڪري ڏاڍو منجهي پيس. بهرحال پير صاحب جي حڪم کي پاڻ لاءِ آزمائش تصور ڪندي، فارسيءَ جي عام چوڻيءَ موجب،

امان ته پنهنجي پيڙي پاڻيءَ ۾ لاٿي،

هاڻ جيڪي ٿيو سو ڏٺو ويندو.

اصل ڳالهه ته هن ڪتاب جو مؤلف هڪ وڏو عالم هيو ۽ فارسي هن جي مادري زبان هئي، پئي پاسي آءٌ اڃا طالب علم ۽ فارسي زبان جي عبور کان عاري هوس. تنهنڪري هيڪر ته هن تاليف جي ترجمي کان هٻڪي ويس پر پيهر جڏهن انهيءَ اثنائي ڪم ۾ الاتوهار ڪيم ته سنڌي ۽ فارسيءَ جي زور آزمائيءَ ۾ مون کي هٿي ملندي ويئي، ويتر جو تاريخ جي دلچسپ رازن ۽ رمزن کان آشنا ٿيس تسه قلم سان گڏ ذهن کي به تقويت رسندي رهي: اهڙيءَ ريت پيڙي سير مان آڪاري ويس.

جيتري قدر ڪتاب جي اصل متن جو تعلق آهي اها حڪايت يا شڪايت ضرور ڪندس ته ڪتاب جي مؤلف

هڪ سچاڻ ۽ سڌير جي حيثيت ۽ ان حالت ۾ هو، جو سنڌ کي پنهنجو وطن بڻائي، سنڌين سان لاڳاپي ۾ اچي چڪو هو، تنهن هرنديءَ به هن ڪي اهڙيون ڳالهيون ڪيون آهن، جو انهن کي درگذر ڪري نٿو سگهجي.

مثال طور: مؤلف سنڌ ۾ گهڻو عرصو گهارڻ ۽ سنڌين سان اٿڻ ويهڻ ۾ اچڻ ڪان پوءِ به سنڌي ٻوليءَ سان اهائي ڪار ڪئي آهي جيڪا هر نئون ماڻهو هتي اچي پراڻي ٿيڻ کان پوءِ به دهرائيندو رهي ٿو. سنڌ جي ڳوٺن ۽ درهن جا نالا هن اهڙي انداز ۾ ڄاڻايا آهن، جو انهن جي اصليت ناس ٿي ويئي آهي.

اهو حال ڏسي اسان کي اچوڪي دور جي اها واردات ياد اچي ٿي، جو ڪي ماڻهو سنڌي ۽ اڪيلي سنڌيءَ واري اڪر الهڏني ساند کي الاڏينو ساند (سيٺهن جو سانهه) ته رڻ پٽاڻي کي وري رَن پٽاڻي جو جامو پهرايو ويو آهي.

پيو هيءُ ته مؤلف تاريخ نگار جي حيثيت ۾، جنهن لاءِ غير جانبداريءَ واري خصوصيت لازمي ليکي وڃي ٿي، مغل شاهيءَ جي ڪارندن هٿان سنڌين تي نازل ٿيندڙ مصيبتن جو احوال اهڙي خاص انداز سان پيش ڪيو آهي، جو هر عبارت پڙهڻ کان پوءِ ائين پيو محسوس ٿئي ٿو ڄڻ سنڌي مظلوم نه پر وڏا ظالم هئا. حالانڪ سندس ئي لکڻيءَ موجب ملڪ ۾ جيڪي بدانتظاميون ظهور ۾ آيون، تن جا مجرم سرڪاري گماشتا ئي هئا ۽ مغل شاهي پڻ انهيءَ جرم کان آجي ڪانه هئي- جيئن هڪ هنڌ اهو اعتراف ڪندي، مؤلف لکي ٿو:

سيد بايزيد بخاريءَ جي عملداريءَ دوران جوکين کان ڪا خطا ٿي، جنهن جو ذميدار شاه محمد نالي سيد بايزيد جو ڀيٽيلو هو. هن جي طبيعت نهايت تيز هئي، ايتري قدر جو ٿوري گهڻيءَ ڳالهه تي آپي کان ٻاهر نڪري ٿي ويو.

هڪ دفعي هن حاجيءَ نالي هڪ جوکيءَ سان ٽڪو پوندي ڪيس ڀادر اڇلائي هنيو. جوکيا غيرت ۾ اچي گهر گهاٽ ڇڏي جبل ڏانهن روانا ٿيا. شاهه محمد (پشيمان ٿي) سندن ڪڍ لڳو ۽ ڪين صلح لاءِ آزيون نيزاريون ڪيائين، پر جوکين هن جي هڪ به نه ٻڌي، انت جهيڙو اچي جاڳيو جنهن ۾ شاهه محمد سان گڏ سندس پنجاهه ماڻهو نامراد جوکين هٿان شهيد ٿي ويا.

هن اقتباس ۾ مظلوم جوکين کي نامراد، ليڪن ظالم شاهه محمد ۽ سندس ساٿيارين کي شهيد جي لقب سان نوازيو ويو آهي، يعني ڪنهن چوائي: خوني به خان محمد خان ته چڱو مڙس به اهو ئي ٿيو!

ان کان سواءِ به سڄو ڪتاب مهذب فارسيءَ جي طرز تخاطب ۾ سنڌين هٿان دشنام طرازيءَ جي ڏوڙين سان ڇڪار نظر اچي ٿو. هن باري ۾ مغل شاهيءَ کي مجرم ٺهرائڻ جو سبب اهو آهي ته انهيءَ خانوادي سنڌين کي زوريءَ غلام بنائڻ کان پوءِ مٿن مرزا احمد بيگ ۽ بايزيد بخاري وغيره جهڙا هٽ ٺوڪيا حاڪم مڙهي ڇڏيا، جن جو خانداني ڏنڊو ئي ستمگري هيو.

احمد بيگ ۽ سندس پاڻ ته ظلم ستم ۾ پنهنجا ثاني پاڻ هئا، پر بايزيد جي سدا سدورن پٽن جو به ڏاڍ ڏمر ۾ پوئتي پير ڪونه هو. هنن عيد جي مبارڪ ڏينهن تي (انهيءَ خيال سان ته سنڌين جا واڄ عيد نماز ۾ مصروف هوندا)، موقعي جو فائدو وٺي، بکر مان گهوڙا ڪاهي، وڃي مهتن ۽ سميجن تي ڪڙڪو ڪيو، جنهن ۾ هنن ويچارن جا ڪئين ماڻهو مارجي ويا. پڇاڙيءَ مقتولن جي ٻارن ٻچن کي قيد ڪري بکر آندو ويو.

ڪتاب جي مؤلف يوسف ميرڪ جي لفظن ۾ سنڌين تي متمرد ۽ مفسد (وڳوڙي ۽ فسادي) جا جيڪي لقب لاتا ويا

آهن، سي مغل شاهيءَ ۽ آن جي ڪارندن سان هن جـي طرفداريءَ واري جذبي جي غمازي ڪن ٿا، جيڪڏهن اهڙا ئي القاب مخالف ڌر جي بلي ڪيا وڃن ها ته مؤلف جي غير جانبداريءَ جو ڀرم رهجي اچي ها.

ايترين شڪايتن هوندي به اسان هن فاضل مؤرخ، عالم ۽ انشاپرداز جا تهدل سان شڪرگذار آهيون، جيڪو مغل شاهيءَ جي ڀهاڙ سان سير ٽڪرائيندڙ غيرتمند، بهادر ۽ وطن دوست سنڌين جو طويل ٽر داستان (ڪنهن به ريت) قلمبند ڪري چڪو آهي. خاص ڪري سنڌس اهو حق جو ڪلمو ته ڪڏهن به فراموش ٿـي نٿو سگهي، جنهن جو هن مـرزا احمد بيگ جهڙي سفاڪ مغل شاهي حاڪم اڳيان وڏي واڪي اظهار ڪيو آهي ته

> تو هٿ وٺي خدا جي خلق کي پنهنجي ظالم پاءُ جي وِر چاڙهي، راڄن جو خانو خراب ڪري ڇڏيو آهـي. مرڻ کان پـوءِ خـدا تو کان ان جو حساب ضرور وٺندو!

هن ڪتاب جي تدوين ٽـوڙي ترجمي جـي سفارش لاءِ سنڌ جو نئون نسل جناب پير حسام الدين راشديءَ جو واقعي شڪرگذار رهندو، جنهن تاريخ جي نئين باب جي بنا رکي، مهاڳ ۾ ان جي وضاحت ڪئي آهي. هونءَ به تاريخ جي مطالعي جي اها افاديت آهي ته ماضيءَ جي واقعن جي روشنيءَ ۾ ملڪ جي سياسي، معاشرتي ۽ اقتصادي حالتن کان روشناس ٿي، ان جي آڏار تي مستقبل جي تعمير لاءِ ڪجهه سوچيو وڃي. اهو ئي تاثر اسان کي پير صاحب جهڙي قومي مزاج شناس مدبر جي علمي محنت ۽ صحبت مان حاصل ٿئي ٿو، بشرطيڪ اسان ۾ ڪنهن فيض جي حصول جو مادو هجي. ٻيءَ حالت ۾ پارس به سيڪنهن پٿر کي سون بڻائي نٿو سگهي.

پڇاڙيءَ ۾ عرض ته، مون پنهنجي وس آهر هن ڪتاب جي ترجمي تي ڌيان ڏيئي، مٿس ڪافي محنت صرف ڪئي آهي؛ اجا به تي سگهي ٿو ته ان ۾ ڪا ڪسر رهجي ويئي هجي؛ تنهن لاءِ اڳواٽ معافيءَ جو طلبگار آهيان. ان سان گڏ حضرت خواجه محمد زمان جي بيت سان پنهنجي عرض حال جي پڄاڻي ڪريان ٿو:

پرت چڏ پرڏيهه جي، ساٿهه ڪر سنيال
لـڪـن سندي لال، مـَچڻ مفت وڃائيين!

— نياز همايوني

# مهاڳ

ڪراچيءَ ۾ هونءَ ته ڊسمبر جون سانجهيون ايتري قدر سرد نه ٿيون ٿين، جو هڪ چڱو ڀلو ماڻهو به ويڙهجي سيڙهجي ڪُنڊ ٿي پوي، پر اتفاق ان ڏينهن واري شام نهايت سرد هئي، جڏهن آءٌ پيراڊائيز سئنيما جي سامهون هڪ ميخاني (رٽز بار) جي مٿينءَ منزل ۾ صوفي تي ويٺو هوس. خشڪ خنڪيدار ۽ انسان جي ڪل آڌيڙيندڙ بلوچستان جون تکيون هوائون، ڏاڍي زور سان سوساٽ ڪنديون، بند ٿيل درن ۽ درين کي ڌوڏي رهيون هيون.

بينڪ ۾ هڪ پاسي منهنجي ڪتاب "تذڪره امير خاني" جو مسودو پيل هو. ان جي ڀرسان هڪ ملائڪ صورت پوڙهو عالم، جنهن جي مٿي جا مختصر وار ۽ ڳهاٽيون ڀروون ٻرف جيان اڇيون ٿي چڪيون هيون، هڪ قلمي ڪتاب پنهنجي هٿن ۾ جهليو ويٺو هو. هي پوڙهو عالم جنهن جي نمائي ۽ سڀاجهڙي منهن تي خانداني شرافت ۽ علمي فضيلت جا روشن پوريءَ طرح آپريل هئا، مرحوم مغفور ڊاڪٽر محمد ناظم هو، جنهن گرديزي جي تصنيف "زين الاخبار" کي سڀ کان پهريان شايع ڪيو ۽ محمود غزنوي جي زندگيءَ تي انگريزيءَ ۾ پهريون مستند ۽ تحقيقي ڪتاب لکيو هو. هو هاڻ حياتيءَ جا سيرا ڏينهن آثار قديمه جي محڪمي ۾ صرف ڪرڻ کان پوءِ رٽائر

ٿي، ڪراچيءَ جي مذڪوره ميخاني جي مٿينءَ منزل ۾ اچي قيام پذير ٿيو هو.

ڊاڪٽر مرحوم ايڏو ته نيڪ، با مروت ۽ منڪسر مزاج هو جو انڪار جو لفظ سندس لغت ۾ ئي ڪونه هو. انهيءَ بنا تي هن ڪي پاڻ تي ايترو پروسو ڪونه هو ته اهو مخطوطو، جيڪو نه ڏيڻ جي ارادي سان هن پنهنجي هٿن ۾ قابو ڪري جهليو هو، جيڪڏهن آءٌ ڪانئس گهران ته هو ڪهڙيءَ ريت پنهنجي هٿن ڪي ڍري ٿيڻ کان روڪڻ تي قادر ٿي سگهندو؟ هو پنهنجي نفسي شرافت جي ڪري نه فقط ان وقت وڏيءَ آنڌ ماند ۾ هو، بلڪ پوري بيوسيءَ سان پنهنجي ذهني ڪشمڪش ۾ مبتلا هو. مان هن جي ششدر ٿيڻ جا آثار سندس ڪُليل ڪٽڪ ونگي منهن مان معلوم ڪري رهيو هوس، جنهن مان خوبصورتي ۽ معصوميت بکي رهي هئي.

”تذڪره اميرخاني“ جو مسودو مڪمل ڏيڻ کان پوءِ ملاحظي لاءِ مون ڊاڪٽر صاحب جي حوالي ڪيو هو. اتفاق سان عين انهيءَ زماني ۾ پروفيسر آذر مرحوم جي ذخيري مان هن ڪي هڪ قلمي ڪتاب مطالعي لاءِ مليو هو، جنهن ۾ ابوالقاسم نمڪين ۽ ابوالبقا امير خان جا نالا بار بار پئي آيا. ڊاڪٽر صاحب اهي نالا ”تذڪره اميرخاني“ ۾ به ڏسي چڪو هو. هو اهو قلمي ڪتاب ڏيکارڻ لاءِ مون ڪي انهيءَ شام جو پنهنجي فليٽ ۾ وٺي ويو هو، جنهن بابت پاڻ هميشه مُرڪي فرمائيندو هو ته ڪراچيءَ ۾ اچي ڪيس ميخاني جي همسايگيءَ جو شرف حاصل ٿيو آهي. ليڪن انهيءَ وعدي تي مون ڪي پاڻ سان وٺي ويو هو ته آءٌ ڪانئس ڪتاب جي گهُر نه ڪندس.

ڪتاب ڏسڻ کان پوءِ اسان ٻنهي جي دلي ڪيفيت ئي بدلجي ويئي. نه مان پنهنجي وعدي تي قائم رهي سگهيس، نه وري ڊاڪٽر صاحب مرحوم مروت جي آئين ماتحت پنهنجي ارادي

جي استحڪام ڪي برقرار رکڻ ۾ ڪامياب ٿي سگهيو. هن جي سنهن تي لالاڻ وري آئي ۽ سندس ڪنڌ جهڪي ويو. ٻه منٽ غور ڪري، ان ڪان پوءِ ذهني چڪتاڻ مان پاند ڇڏائي، چيائين ته "ادا سياڻي شام تائين ڪتاب ضرور واپس ڪجانءِ." اهوئي اهو حسن اتفاق بلڪ ائين ڪٿي چئجي ته خوشگوار حادثو هو، جنهن مون کي "مظهر شاهجهاني" جهڙي نادر روزگار سنڌ جي تاريخ ڪان روشناس ڪرايو، جنهن جو پتو گذريل ٿي سو سالن ۾ ڪنهن به عالم کي ڪونه پئجي سگهيو. ۽ خود سرهنري ايلئيٽ جهڙو باوسائل مستشرق به ان جي زيارت ڪان محروم رهيو جنهن پنهنجي تصنيف "تاريخ هند" جي سلسلي ۾ ڪتابن هٿ ڪرڻ لاءِ هندستان ۽ يورپ جي ڪنڊ ڪڙڇ جا کوڙي هئي.

جنهن زماني ۾ "مظهر شاهجهاني" تاليف ٿي، انهيءَ دور ۾ سنڌ جي تاريخ ٿي سنڌ اندر هي ڪتاب لکيا ويا، جن جو هيلتائين اسان کي علم ٿي سگهيو آهي:

(١) "تاريخ سنڌ"، مير معصوم بکري (١٠٠٩هه–١٦٠٠ع)
(٢) "تاريخ طاهري"، محمد طاهر نسياني ٺٽوي (١٠٣٠هه–١٦٢١ع)
(٣) "بيگلر نامه"، ادراڪي بيگلاري (١٠٣٤هه–١٦٢٥ع)
(٤) "ترخان نامه"، سيد مير محمد ٺٽوي (١٠٦٥هه–١٦٥٤ع)

مير معصوم جي تاريخ ۾ مغلن جي سنڌ هٿ ڪرڻ تائين واقعا درج ڪيا ويا آهن. باقي تاريخون جيتوڻيڪ مغليه تسلط ۽ مير معصوم جي تاريخ کان پوءِ لکيون ويون، ليڪن اصل ۾ اهي ارغونن ۽ ترخانن جي تسلط جون تاريخون ليکجن ٿيون. خاص مغل دور بابت اسان کي هن وقت تائين ڪابه اهڙي تاريخ نه ملي هئي، جنهن مان ان زماني جي سياسي يا اندروني روئداد معلوم ڪري سگهجي. ان ڪري لاچار اسان کي مغليه دور جي انهن عام تاريخن جي آڙ وٺڻي پوندي هئي، جن

۾ سنڌ بابت انهي ۾ لوڻ برابر احوال آيل آهي.

"مظهر شاهجهاني" پهريون ڪتاب آهي، جيڪو مغليه دور جي پهرينءَ اڌ صديءَ جي حالتن تي تفصيلي روشني وجهي ٿو. هن ڪتاب جي هٿ اچڻ سان اهو مونجهارو ۽ اها دشواري ۽ گهاري جيڪا سنڌ جي تاريخ جي تسلسل ۾ درپيش هئي، دور ٿي وئي آهي.

هيءُ ڪتاب تاليف واري سال جي لحاظ کان مٿي ذڪر ڪيل تاريخن جي سلسلي ۾ "بيگلر نامي" ۽ "ترخان نامي" جي وچ ۾ اچي ٿو، ڇا لاءِ ته هن جي تڪميل (١٠٣٩هه) ۽ ١٠٤٤هه جي وچ ڌاري ٿي هئي.

# مؤلف جو احوال

## خانداني پس منظر:

هن ڪتاب بابت بحث ھلائڻ ۽ ان جي خوبين توڙي خصوصيتن تي روشني وجهڻ کان اڳ ضروري آهي ته پڙهندڙن کي مؤلف ۽ سندس خاندان جي احوال کان متعارف ڪرايو وڃي.

"مظهر شاهجهاني" جي مؤلف يوسف ميرڪ جي والد مير ابوالقاسم نمڪين (۱) بن ملا مير سبزواريءَ جو اباڻو وطن سبزوار (اسفزار) جي پسگردائيءَ ۾ بجق (۲) نالي هڪ ڳوٺ هو. اهو

---

(۱) راقم [پير حسام الدين راشدي] عالمن ۽ اميرن جي هن نامور خاندان جو مفصل احوال "تذڪره امير خاني" ۾ درج ڪيو آهي. انهيءَ تاليف مان ضروري حالات اختصار سان هتي پيش ڪيا وڃن ٿا.

(۲) "تحفة الڪرام" (ڇپيل) ۾ بيجڪ (ب ي ج ڪ) ۽ خطي نسخي ۾ پيجڪ (پ ي ج ڪ) آيل آهي. "مظهر شاهجهاني" جي پنهي نسخن ۾ بجق (ب ج ق) لکيل آهي. (ديباچو) افغانستان جي "قاموس جغرافيائي" ۾ هڪ نالو پتچڪ (پ ت چ ڪ) ملي ٿو، جنهن لاءِ لکيو ويو آهي ته هي نئين قلعي جي ڏکڻ ۾ هرات جي دنگ سان بادغيسات جي علائقي اندر هڪ بيابان آهي، جيڪو ۶۳ درجن ۰۲ منٽن ۶۴ سيڪنڊن ۽ ۳۶ درجن ۴۲ منٽن ۳۶ سيڪنڊن اتراهين ويڪرائي ڦاڪ ۾ اچي ٿو.

سبزوار، خراسان جي دارالحڪومت هرات جو مشهور ۽ مردم خيز شهر شمار ڪيو وڃي ٿو، جتان جي ڀلاري پونءِ مان علم ۽ هنر جي پيٺن مشاهيرن کان علاوه "روضاةالجنات في اوصاف مدينةالهرات" جو مؤلف معين‌الدين اسفزاري (١) به هڪ وڏو عالم ٿي گذريو آهي.

ملا مير بابت صرف ايترو معلوم ٿئي ٿو ته ڪنهن زماني ۾ مشهد مقدس جي توليت (متولي جي گادي) سندس تحويل ۾ هئي. جڏهن خراسان ۾ اوزبڪن (٢) جو فتنو پيدا ٿيو ته هي ان وقت پنهنجو ڳوٺ ڇڏي قندار هليو آيو، جتي سندس انتقال ٿيو (٣). ملا مير جو فرزند مير ابوالقاسم، هن ڪتاب جي مؤلف يوسف ميرڪ جو والد، شروعات ۾ ڪابل جي حاڪم مرزا حڪيم بن همايون وٽ ملازم هو. اڳتي هلي، مرزا حڪيم

---

(١) سبزوار جو هڪ نالو اسفزار به هو. خراسان جو هي شهر هن وقت افغانستان واري، ايراضي ۾ قندار کان هرات ڏانهن ويندڙ رستي جي ڪنڌيءَ تي آهي. انهيءَ جو هاڻوڪو افغاني نالو شين‌ڊنڊ ٻڌايو وڃي ٿو.

(٢) هيءَ "تحفةالڪرام" جي روايت آهي. اوزبڪن جي فتني مان مير علي شير قانع جي مراد شايد محمد خان شيبانيءَ جي خراسان تي چڙهائي آهي. جا ٩١٣ ھ ڌاري ٿي چڪي هئي.

(٣) "تحفةالڪرام" (ڇپيل) ج ٣ ص ١٣٧ - ملا مير گهڻو ڪري ٩١٣ ھ ۾ قندار آيو هوندو، جڏهن محمد خان شيباني، حسين بايقرا جي وفات (٩١١ ھ) کان پوءِ ان جي شهزادن کي شڪست ڏيئي، ٩١٣ ھ ۾ سڄي خراسان تي قبضو ڪري چڪو هو. قندار تي تڏهن ارغون خاندان جي حڪمراني هئي، جيڪو پوءِ (٩٢٧ ھ) ۾ سنڌ تي اچي مسلط ٿيو.

(١) جي ٻين ملازمن وانگي هن به هندوستان ڏانهن رخ رکيو، ۽ جنهن زماني ۾ اڪبر بادشاهه لاهور ۾ مقيم هو، تڏهن هو ان جي درٻار ۾ پيش ٿيو (٢) ۽ هميشه لاءِ اڪبري اميرن جي حلقي ۾ شامل ٿي ويو.

مير ابوالقاسم، جنهن کي پوءِ اڪبر بادشاهه "نمڪين" جو لقب عطا ڪيو (٣)، پنهنجي سرڪاري عهديداريءَ سبب گهڻو

---

(١) مرزا حڪيم (ولادت ٩٦١ ه) تاريخ ١٢ شعبان ٩٩٣ ه (١٦- جولاءِ ١٥٨٥ع) ڌاري ڪابل ۾ فوت ٿيو. کيس پنهنجي ڏاڏي بابر بادشاهه جي قبر جي ڪابي پاسي (باغ بابر ڪابل) ۾ دفن ڪيو ويو. بابر جي پاسي ۾ سندس پٽ مرزا هندال، ان جي پر ۾ مرزا حڪيم پوريل آهي، انهن ٽنهي قبرن تي جهانگير بادشاهه ١٠١٦ ه ۾ پنهنجي تخت نشينيءَ کان پوءِ پهريون ڀيرو ڪابل وڃڻ تي ڪتبا لڳرايا هئا. انهن مان مرزا حڪيم جي مزار جو ڪتبو هيٺ ڏجي ٿو، جيڪو راقم [پير حسام الدين راشدي] آگسٽ ١٩٥٨ع ڌاري ڪابل جي سفر دوران پاڻ نقل ڪيو هو:-

(١) الله اڪبر

ابوالمظفر نورالدين (٢) محمد جهانگير بادشاهه غازي ابن حضرت جلال (٣) الدين محمد اڪبر غازي جي فرمان موجب (٤) محمدحڪيم ابن جنت آشياني همايون بادشاهه (٥) غازي جي مزار تعمير ٿي. جلوس ٢ (٦) جهانگيري مطابق ١٠١٦ ه.

(٢) "اڪبر نامه" ۾ ان جو ذڪر ٩٨٠ ه کان شروع ٿئي ٿو، تنهن ڪري اندازو آهي ته مير ابوالقاسم انهيءَ کان اڳ اڪبري درٻار ۾ آيو هوندو.

(٣) جڏهن نمڪسر (پنجاب) جو علائقو هن جي جاگير ۾ هو، تڏهن لوڻ مان هڪ ٿالهي تيار ڪرائي، اڪبر بادشاهه جي خدمت ۾ ڏياري موڪلي هئائين، جنهن ۾ سندس نمڪ حلاليءَ جي رمز رکيل هئي. بادشاهه انهيءَ ڳڻ کان خوش ٿي، کيس "نمڪين" جو لقب عطا ڪيو.

ڪري سنڌ ۾ رهيو. هتان جي آب هوا ڪيس ايتري قدر پانءِ پئجي ويئي، جو پنهنجي خاندان جي مستقل رهائش لاءِ هتي ئي ديرو دمايائين. بکر ۾ هن ڪيئي جايون جوڙائي پنهنجي خاندان کي اتي آباد ڪيو. جيستائين جيئرو هو تيستائين سندس خانداني وطن بکر ئي رهيو. ليڪن ان کان پوءِ جڏهن سندس وڏو پٽ مير ابوالبقا امير خان ٺٽي جو نواب مقرر ٿي آيو، ته انهيءَ خاندان جو هڪ حصو بکر مان لڏي اچي ٺٽي ۾ سڪونت پذير ٿيو، جنهن جي رهائش لاءِ مير ابوالبقا امير خان، حاڪم نشين قلعي جي سامهون ۽ ٺٽي جي جامع مسجد جي اوڀارين پٽ مان لڳ، هڪ پاڙو آباد ڪيو، جيڪو سندس نالي تي 'امير خاني محلو' مشهور ٿيو. بکر ۾ هن خاندان جا باقي جيڪي ماڻهو هئا اهي مير ابوالقاسم جي نسبت سان 'قاسم خاني' سڏجڻ لڳا، ۽ جيڪي ٺٽي ۾ چاڍا نپڻا، سي مير ابوالبقا امير خان جي نالي تي 'امير خاني' سادات مشهور ٿيا (۱)

هن خاندان جا ڪي مشاهير سيوهڻ ۾ وڃي ويٺا، جيئن خود مظهر شاهجهانيءَ جي مؤلف جي زندگيءَ جو گهڻو حصو سيوهڻ ۾ گذريو. ان کان علاوه ابوالمڪارم "شهود" به پنهنجي حياتي اتي ئي پوري ڪئي هئي.

هن خاندان اٽڪل اڍائين صدين تائين لاڳيتي عروج ۽ اقبال منديءَ جا ڏينهن ماڻيا. اڪبر بادشاهه کان وٺي ڪلهوڙن حاڪمن جي دور (ٻارهين صدي هجريءَ جي پڇاڙيءَ) تائين هن خاندان جا ڪيئي فرد وڏن وڏن سرڪاري عهدن تي فائز رهندا آيا، جن اميراڻي اوج ۽ مان مرتبي سان زندگي بسر ڪئي. انهن ماڻهن اميريءَ سان گڏ ادب، تاريخ، شعر سخن ۽ تصوف جي ميدانن ۾ به پنهنجي شهسواريءَ جا جوهر ڏيکاريا، ۽ سنڌ

(۱) شاهجهان جي طرفان هن کي ٻهريان 'مير خان' پوءِ 'امير خان' جو لقب مليو هو.

جي ادبيات توڙي تهذيب ۽ تمدن ۾ پڻ نهايت نشانبر ۽ سداحيات آثارا ڇڏي ويا، جهڙوڪ: "منشات نمڪين"، "مظهر شاهجهاني"، "رقائم ڪرائم"، "معلومات الآفاق"، "رشحات الفنون"، "مثنوي پري خانهٔ سليمان"، "مثنوي بديع الجمال و سيف الملوڪ" ۽ ڪيئي فارسي ديوان هن خاندان کان سنڌ کي علمي ورثي ۾ مليا.

تمدني آثار درحق بہ هن خاندان سنڌ ۾ ڪيئي مسجدون، آرائش گاهون، عمارتون، عيدگاه ۽ قلعا ٺهرايا، ان کان سواءِ ڪي نوان شهر پڻ وسايائون. سنڌن انهن ڪارنامن مان ڪن جا نشان اڃا تائين موجود آهن، مثال طور: روهڙيءَ ۾ درياهہ جي ڪناري "صفہ صفا" جهڙي بي نظير عمارت تيار ڪرايائون، جنهن جي مٿاهينءَ منزل تي هن خاندان جو قبرستان واقع آهي.

اهـا عمارت تعميري فن جي لحاظ کان پنهنجي نوعيت جي خاص شيءِ آهي. اهڙيءَ طرح ٺٽي جي جامع مسجد جنهن کي 'جامع شاهجهاني' سڏيو وڃي ٿو، ڪاشيءَ جي ڪاريگريءَ سبب يادگار عمارت شمار ٿئي ٿي، جنهن کي ڏسڻ سان هرڪنهن جي طبيعت ۾ تازگي اچي ويندي آهي- اها پڻ هن خاندان جي حسن ذوق جي نشاندهي ڪري ٿي.

مير ابوالقاسم نمڪين، مير ابوالبقا امير خان ۽ يـوسف ميرڪ کان سواءِ بہ هن خاندان ۾ ڪيئي اهڙا مشاهير ٿي گذريا آهن، جن ملڪداريءَ سان گڏ پنهنجيون زندگيون علم جي خدمت ۽ اشاعت لاءِ وقف ڪيون هيون، جهڙوڪ: مير عبدالرزاق، ضياءِ الدين يوسف، عبدالڪريم امير خان، اشرف خان، ابوالمڪارم شهود، امين الدين خان، متين الدين خان، مير گدا، رضي الدين فدائي، مير ابوتراب ڪامل، مير محمد عطا، مير حفيظ الدين ۽ مير معين الدين وغيره.

هڪ ئي خاندان مان ايترن مشاهيرن جو پيدا ٿيڻ بجاءِ خود هڪ نادر مثال آهي. هن مقدمي جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ نسب نامو

شامل آهي جنهن مان انهن مڙني مشاهيرن جو هڪبئي سان لاڳاپو ظاهر ٿئي ٿو.

**مؤلف:** مؤلف جي حالات بابت سندس هن تاليف کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ماخذ موجود نہ آهي، جنهن مان هن جي سوانح حيات تي ڪا روشني پئجي سگهي، بلڪ هن جي نالي تہ ڙي شغل جي ڀيرين پيرو هن ڪتاب ذريعي ئي ڄاڻ ملي آهي. ”مظهر شاهجهاني“ ۾ مؤلف جتي ڪٿي ضمني طور پنهنجي متعلق جيڪي ڪجهہ لکيو آهي، ان مان سندس ابتدائي زندگي، تعليم ۽ تربيت يا تصنيف تاليف جي باري ۾ ڪوبہ اشارو نٿو ملي. سال ١٠١٦هہ کان ١٠٤٤هہ تائين رونما ٿيل واقعن ۾ هن جيڪي ٿورو گھڻو پنهنجي بابت لکيو آهي، ان مان هيٺيان حالات ترتيب هيٺ اچن ٿا.

معلوم ٿئي ٿو تہ يوسف ميرڪ جي ابتدائي زندگي اڪثر پنهنجي والد جي خدمت ۾ گذري هئي، ۽ مير ابوالقاسم نمڪين پنهنجي ملازمت دوران جتي بہ ويو، هيءُ ان سان گڏ رهيو. ١٠١٦هہ ۾ جڏهن مير ابوالقاسم باجور ۾ قلعيدار هو (ص١٤٤) تہ هي بہ اتي موجود هو، ۽ جڏهن انهيءَ سال (١) سردار خان جي تبادلي کان پوءِ ڀيهر (ص ١١٢) مير نمڪين کي سيوهڻ جي جاگير ملي، تہ هن يوسف ميرڪ کي سپاهين جي جٿي سان گڏ اڳواٽ روانو ڪيو، جيستائين مير ابوالقاسم پاڻ آئي نہ پهتو تيستائين يوسف ميرڪ انهيءَ جاگير جو انتظام سنڀاليندو رهيو.

مير نمڪين، باجور کان اڳ بکر، گجرات، سيوهڻ ۽ جلال آباد وغيره ۾ مامور رهيو. اندازو بہ اهو آهي تہ يوسف ميرڪ پڻ انهن سيني هنڌن تي پنهنجي پيءُ سان گڏ رهيو هوندو.

---

(١) مير نمڪين، صفر ١٠١٦هہ ۾ باجور جو ٿاڻيدار مقرر ٿيو ۽ انن مهينن کان پوءِ رمضان ١٠١٦هہ ڌاري هن کي سيوهڻ ۾ جاگير ملي.

رجب ١٠١٧ هہ جي پڇاڙيءَ ۾ مير نمڪين، شاهي فرمان موجب، مرزا غازي ولد مرزا جاني ترخان سان گڏ مدد طور قندار(١) ويو ۽ پنهنجي وڏي پٽ مير ابوالبقا امير خان کي سيوهڻ جي انتظام سنڀالڻ لاءِ پويان ڇڏيائين. (ص ١١٥) مير نمڪين اٽڪل هڪ سال کان پوءِ آتان ١٠١٨ هہ ڌاري واپس ايندي رستي ۾ فوت ٿيو. جهانگير ان جي انتقال جي خبر ٻڌڻ شرط سيوهڻ جو صوبو مير ابوالبقا امير خان ۽ شمشير اوزبڪ جي گڏيل عهده داريءَ ۾ سندن سپرد ڪيو. ليڪن مير ابوالبقا کي اها شراڪت پسند نہ پيئي ۽ هو پنهنجي اهل عيال کي ساڻ ڪري دربار ڏانهن راهي ٿيو. (ص ١٢١)

يوسف ميرڪ انهيءَ سڄي عرصي ۾ پنهنجي وڏي ڀاءُ وٽ سيوهڻ ۾ رهيو. ائين ٿو ڀانئجي تہ ڪيس مغل حڪومت پاران ڪو منصب مليو هو. جڏهن مير ابوالبقا سيوهڻ مان موڪلائي شاهي دربار ۾ حاضر ٿيڻ لاءِ هندستان روانو ٿيو تہ هي اهو منصب ترڪ ڪري، جزوي روزگار تي قانع رهي، سيوهڻ ۾ گوشي نشين ٿي ويهي رهيو. (ص ١٢٢)

انهن واقعن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ يوسف ميرڪ ١٠١٦ هہ کان ١٠٣٨ هہ تائين سيوهڻ ۾ ئي مقيم رهيو، پر گوشي نشيني جي باوجود ملڪي معاملن سان سندس دلچسپي برابر قائم رهندي آئي. سنڌ جي معاملن توڙي حالتن جي سلسلي ۾ سندس مطالعو ايڏو گهرو ۽ صحيح هو، جو وقت جا ڪي صوبہ دار کانئس صلاح وٺڻ ضروري سمجهندا هئا. شمشير خان جي عملداريءَ جو انحصار گهڻو ڪري يوسف ميرڪ جي مشورن تي هو: هو جيستائين ڪنهن معاملي ۾ هن جي راءِ معلوم نہ ڪندو هو ڪيستائين

---

(١) مرزا غازي رجب ١٠١٧ هہ ۾ حڪومت جو نائب ٿي قندار هليو ويو ۽ پنهنجي انتقال ١٠٢١ هہ تائين اتي رهيو.

ڪنهن به ڪم ۾ هٿ نه وجهندو هو (ص ١٣١-١٣٣-١٣٤-١٣٩).
جن به معاملن ۾ شمشيرخان هن جي راءِ تـوڙي مشوري تـي عمل ڪيو تن ۾ ڪيس سو فيصدي ڪاميابي حاصل ٿي. انهيءَ مان اها خبر پوي ٿي ته "مظهر شاهجهاني" جو مولف ڪيتري قدر دانشمند، تجربيڪار ۽ صحيح راءِ جـو مالڪ هـو ۽ سنڌ جي باري ۾ هن جو تجربو ۽ مشاهدو پڻ ڪيتريءَ حد تائين سند جي حيثيت وارو هـو. مؤلف جي حياتيءَ جي پوئين دور بابت هن ڪتاب مان صرف ايترو پتو پوي ٿو ته هو احمد بيگ خان جي اياسڪاريءَ ۾ سيوهڻ مان نڪري، بکر کان ٿيندو، ملتان ۾ پنهنجي وڏي ياءُ مير ابوالبقا امير خان وٽ وڃي پهتو. آتان پوءِ انهيءَ سان گڏ (١٠٣٩ هه) ۾ ٺٽي آيو جتي ١٩ محرم ١٠٤٤ هه ڌاري پنهنجي تاليف "مظهر شاهجهاني" مڪمل ڪيائين.

يـوسف ميرڪ جـي ڪيتري عمر هئي، ڪڏهن سندس انتقال ٿيو، ١٠٤٤ هه کان پوءِ پنهنجي وفات تائين هو ڪٿي رهيو ۽ سندس مصروفيت ڪهڙي هئي؟ تنهن بابت ڪابه خبرچار ڪانهي، نه وري سندس مدفن بابت ڪابه ڄاڻ ملي ٿي.

هن خاندان جا ٻه قبرستان موجود آهن: هڪ صفه صفا (١) ٽالي بکر ۾ ۽ ٻيو مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي جيڪو "گورستان امير خاني" جي نالي مشهور آهي. انهن ٻنهي قبرستانن ۾ يوسف ميرڪ جي مزار جو ڪو نشان نٿو ملي. ڪيتريون قبرون ڊهي پٽ ٿي چڪيون آهن ته ڪن جا ڪتبا ضايع ٿي ويا آهن، ممڪن آهي ته انهن مان ڪا مزار يوسف ميرڪ جي به هجي. يا ائين به ٿي سگهي ٿو ته هو پاڻ گهڻو عرصو سيوهڻ ۾ رهيو ۽ ان کي پنهنجو اختياري وطن (ص ١٦٠) بڻائي چڪو هو، ان ڪري

(١) هن گورستان ۾ يوسف ميرڪ جو والد ۽ وڏو ياءُ مير ابوالبقا امير خان ۽ انهيءَ خاندان جا ڪيئي افراد دفن ٿيل آهن.

اتي ئي سندس انتقال ٿيو هجي ۽ اتان جي مٽيءَ کيس پنهنجي آغوش ۾ پناه ڏني هجي، ڇاڪاڻ ته اها ئي پلاري پونءِ هئي جنهن جي ترقيءَ ۽ خوشحاليءَ توڙي ظالمن جي ظلم ستم کان ان کي بچائڻ ۽ چونڪاري ڏيارڻ لاءِ هن پاڻ پتوڙيو هو. اهو احوال اڳتي اچي رهيو آهي.

"مظهر شاهجهاني" ذريعي اها سڌ پوي ٿي ته مؤلف پنهنجي عقيدي جي لحاظ کان ڪٽر سني هو. مرزا يوسف (احمد بيگ خان جي پاءُ) جي ظلمن جو ذڪر ڪيندي، هڪ هنڌ ڏاڍيءَ تلخيءَ سان طنز ڪندي، هڪ فقرو سندس قلم مان نڪري ويو آهي، جو هن جي عقيدي تي روشني وجهڻ لاءِ ڪافي ٿي سگهي ٿو. هو لکي ٿو ته

شيعي مذهب وارن وٽ، سنين کي آزارڻ
وڏي عبادت سمجهي وڃي ٿي. (١)

يوسف ميرڪ جي علم، فضل، فارسي توڙي عربي دانيءَ، مطالعي جي وسعت، شاعريءَ ۽ نثر نگاريءَ درحق سندس هي ڪتاب "مظهر شاهجهاني" وڏي دليل جي حيثيت رکي ٿو. ڪتاب جي عبارت ۽ انداز بيان مان واضح آهي ته ان جو لکندڙ زبان ۽ انشا تي وڏي دسترس رکندڙ هو.

سليس زبان ۾ نکريل نثر لکڻ ڪنهن معمولي سمجهه واري جو ڪم نه آهي، ان لاءِ وڏي ڪمال جي ضرورت آهي. مؤلف سادي زبان ۾ پنهنجي مافي الضمير جو اهڙي خاص ادا سان اظهار ڪري ٿو، جو ان جو اثر دماغ مان ٿيندو، دل جي اونهائيءَ تائين پهچي ٿو وڃي.

---

(١) هي خاندان شروعات کان پڇاڙيءَ تائين مختلف عقيدن جو پابند رهيو آهي، ان مان ڪي شيعا ته ڪي سني هئا. هن بابت "تذڪره امير خاني" ۾ پوري وضاحت ڪئي ويئي آهي.

ڪتاب جي پهرئين حصي جي مطالعي مان جيڪو هن سان گڏ شايع ٿيل نہ آهي، چِٽيءَ ريت ظاهر ٿئي ٿو تہ مؤلف جو مطالعو تمام وسيع ۽ نهايت گهرو هو. هي روشن دماغ ۽ ذهين اهل قلم هو. سندس فهم توڙي فراست جي ڪا حد نہ هئي. حڪمرانيءَ ۽ ملڪداريءَ جي معاملن سان گڏ حاڪم جي فرائض ۽ رعيت جي حقن کان هو پوريءَ طرح باخبر هو.

# مظهر شاهجهاني

## ترتيب ۽ مضامين:

هي ڪتاب جنهن جو ٻيو حصو ايندڙ صفحن ۾ پيش ڪيو وڃي ٿو، ٻن ڀاڱن ۾ ورهايل آهي- يعني، مؤلف جي لفظن ۾، قسم اول ۽ قسم ثاني. انهن مان قسم اول ۾ رموز جهانباني، امور حڪمراني، ۽ ملڪي ۽ انتظامي سياست جو بيان ڏنل آهي. هي حصو نظام الملڪ جي "سياست نامي" يا اهڙي قسم جي ٻين ڪتابن جي انداز موجب ترتيب ڏنل آهي.

قسم اول (پهرئين حصي) جا چار باب آهن، ان جي ٻئي باب کان سواءِ باقي سمورا باب جدا جدا فصلن تي مشتمل آهن، جن جي عنوانن جي فهرست هيٺ ڏجي ٿي:

قسم اول: (ورق ۱ کان ۲۲۸ تائين) (۱).

هن ۾ اهي ڳالهيون درج ٿيل آهن، جيڪي اجمالي طور بادشاهن لاءِ ضروري سمجهيون وڃن ٿيون. هن جا چار باب آهن:

باب پهريون: سلطنت سان تعلق رکندڙ ترغيب ۽ ڏيڍپي بابت، هن جا ٻه فصل آهن.

فصل پهريون: امارت ۽ سلطنت جي ترغيب (ورق-۴)
فصل ٻيو: سلطنت جو تاب ۽ ڏيڍپو (ورق-۸)

---

(۱) ورقن جو هي شمار مصنف جي ان مخطوطي مطابق آهي، جيڪو سنڌس ملڪيت هو. ان تي ئي اصل فارسي متن جو بنياد رکيل آهي.

فصل ارڙهون: نيڪنامي جي طلب (ورق-١٩٣)
فصل اڻويهون: چڱن جي صحبت (ورق-١٩٩)
فصل ويهون: ٻڍن کان پاسو (ورق-٢٠٢-٢٢٨)

ورق ٢٢٨-١ جي پڇاڙيءَ وارين ٻن سٽن کان ڪتاب جي قسم دوم (ٻئي حصي) جي شروعات ٿئي ٿي، جنهن جو اختتام ورق ١٠٤ تي ٿئي ٿو. هي حصو صرف سنڌ جي تاريخ لاءِ مخصوص آهي. هن ۾ مؤلف گهڻو ڪري پنهنجي ئي دور جي سياسي، انتظامي، اقتصادي، معاشرتي، جغرافيائي ۽ قبائلي حالات ۽ واقعات جو معاصرانه بلڪ اکين ڏٺو تفصيل ڇهن بابن اندر بيان ڪيو آهي.

پهريون باب بکر بابت، ٻيو سبيءَ جي باري ۾، ٽيون ٺٽي جي سلسلي ۾، ۽ چوٿون سيوهڻ جي تفصيلي واقعن بابت ڏنل آهي، جيڪو پنجن فصلن ۽ خاتمي تي مشتمل آهي.

ڪتاب جا پهريان ٽي باب جيتوڻيڪ مختصر آهن ته به انهي ۾ جيڪي ڪجهه لکيو ويو آهي، سو پنهنجي نوعيت جي لحاظ کان تمام قيمتي ۽ اهم تاريخي دستاويز جي حيثيت رکي ٿو.

مؤلف سيوهڻ جا حالات نهايت شرح ۽ تفصيل سان پيش ڪيا آهن. اهو ان لاءِ ته اصل ۾ هن ڪتاب جي تاليف جو سبب ئي سيوهڻ جا واقعات هئا، جنهن اڳتي هلي واضح ڪيو ويندو.

في الحال ڪتاب جي انهي قسم ثاني (ٻئي حصي) کي سنڌ جي تاريخ تي مشتمل هئڻ سبب شايع ڪيو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ آن جو ٻيو حصو به عملي اعتبار کان خاص اهميت رکي ٿو، ليڪن هن وقت ان کي ڪنهن ٻئي موقعي لاءِ مخصوص رکجي ٿو. البته مؤلف ڪتاب جي قسم اول ۾ چند موقعن تي دليل طور پنهنجي مقصد جي وضاحت لاءِ سنڌ جا جيڪي واقعا

مثال نمونې پيش ڪيا آهن سي هن ڪتاب جي حاشيي توڙي مقدمي ۾ خاص عنوان تحت درج ٿيل آهن.

## اسباب تاليف:

هن کان اڳ ٻڌايو ويو آهي مؤلف جيتوڻيڪ پنهنجو منصب ترڪ ڪري ٺوري گذاري جي آڌار تي سيوهڻ ۾ گوشي نشين ٿي ويٺو هو پر ان هوندي به ملڪي سياست توڙي ان جي ٻين معاملن سان سندس دلچسپي جئن جو تئن قائم پئي رهي. هن جي اها ئي دلچسپي نيٺ هن ڪتاب جي تاليف جو سبب بڻي، جنهن جو داستان هن ريت آهي:

شاهجهان جئن ئي (٨- جماديالثاني ١٠٣٧ ھ) ۾ تخت نشين ٿيو ته هن اعتمادالدوله مير غياث جي پوٽي، مرزا احمد بيگ خان، کي سيوهڻ جو جاگيردار مقرر ڪري موڪليو (١). هي تمام مست مزاج، نااهل ۽ نڪمو ماڻهو هو، هن مردن جي مجلس ۽ حڪومت جي ڪاروبار تي عورتن جي صحبت ۽ زنانخاني جي ويهڪ کي ترجيح ڏني، ۽ حڪومت جي واڳ پنهنجي هڪ ظالم ۽ سفاڪ ياءُ مرزا يوسف کي سونپي ڇڏيائين، جو پنهنجي فطرت جي لحاظ کان نهايت ڪريل ذهنيت وارو، ذليل ۽ بيهودو ماڻهو هو.

يوسف ميرڪ هن بابت لکي ٿو ته هي ايڏو سفاڪ هو، جو حجاج بن يوسف جهڙو ظالم اظلم به هن جي آڏو هڪ ادني شاگرد واري حيثيت رکندڙ هو (ص-١٥٤). هن پنهنجي قهر کلور ۽ ظلم ستم سان سڄي صوبي جي ستيا ناس ڪري ڇڏي هئي. ماڻهن ۾ هيلوڙ پئجي ويو ۽ چؤطرف واويلا مچي ويئي، تنهن هوندي به ڪنهن جي مجال نه هئي جو ڪا ٻڙڪ به ڪڍي سگهي. يوسف ميرڪ پنهنجي هن همنام جي ظلمن جي

---

(١) "ماثرالامراء" ج ١- ص ١٩٥، ۽ ڪتاب جو متن ص ١٠٤.

جيڪا روداد قلمبند ڪئي آهي. آن مان جا تصوير ذهن ۾ اڀري ٿي سا هن ريت آهي.

## مظالم جي تصوير:

١- مرزا يوسف، روزانو بيگناهه ماڻهن کي شهر مان ڪوٺائي، انهن کي پنهنجي سامهون ڦٽڪا هڻائيندو هو. انهيءَ دونس ۾ نه وڳو مظلومن جي ڪل لهي ويندي هئي، بلڪ مارڪُٽ هلندي ڪيئي ويچارا مَري به ويندا هئا. اهڙيءَ طرح ٻن ٽن سَون بيگناهن کي ڦيهه ڏيارڻ هن جي روزاني ڪيرت هئي. هڪ ابريشم فروش کي هميشه آئي حاضر رهڻ جو حڪم ڪري ڇڏيندو هو ته جئن ڦٽڪن هڻندي انهن جون ڪَڇيون ڇڇي ٻون ته اهي هڪدم درست ڪيون وڃن، جئن مارڪٽ ڪندي ڪا ويرم وچ ۾ نه پوي. هي سڀڪجهه صرف دل وندرائڻ ۽ تماشي طور ڪيوٿي ويو. ان ۾ ڏوهي‍ءَ نه ڏوهيءَ جو ڪو سوال نه هو (ص-١٥٦).

٢- احمد بيگ، اتفاق سان جڏهن به رات جي وڳوڙي ۾ زنانخاني مان نڪري مرداني ۾ اچي ويهندو هو، تڏهن به سندس سامهون مرزا يوسف جي اها ڪارستاني پيئي هلندي هئي. احمد بيگ کي اها توفيق نه هئي ته پنهنجي پاڻ کان انسانيت کي انهيءَ حد تائين ذليل ۽ خوار خراب ڪرڻ جو ڪو سبب وغيره پڇي سگهي.

٣- مارڪٽ ڪرڻ وقت جيترا به مظلوم مري ويندا هئا، تن جي پڇا ڪرڻ وارو ڪوبه نه هو، عزيز قريب سڀ گهرن ۾ پوسانجي رهجي ويندا هئا. انهيءَ ظلم جي ڪاروبار اڏو ته انڌير مچائي ڇڏيو هو، جو عدل انصاف جي دانهن ڪوڪ لاءِ ڪوبه چارو ڪونه هو. مغلن جي موڪليل هن

جاگيردار (احمد بيگ) کي زنانخاني مان ٺي ايتري مُهلت نٿي ملي، جو ڪا گهوڙي ٻاهر اچي، اهو مانڊاڻ پنهنجي اڪين سان ڏسي ها. ڪنهن جي مرڻ جيئڻ سان هن جو ڪوبه واسطو نه هو، نه ملڪ پنهنجو نه ماڻهو پنهنجا، ڪنهن کي ڪهل اچي ته ڪيئن اچي، ڪو داد فرياد ٿئي ته ڪيئن ٿئي ؟ ۽ ڇا جي لاءِ ؟

٤- سڄي صوبي ۾ مرزا يوسف کي جنهن ماڻهوءَ بابت ڪابه خبر پوندي هئي ته هو شاهوڪار آهي، تڏهن ان تي ڪوڙا الزام مڙهي، ڪيس پاڻ وٽ گهرائيندو هو، ۽ معمولي پڇا ڳاڇا کان پوءِ ٻهرينءَ سٽ ۾ ان کي قمڪن سان نستو ڪرائي ڇڏيندو هو، پوءِ ان جي مال ملڪيت ضبط ڪرڻ جو حڪم ڏيندو هيو. اهو سلوڪ نه فقط مَردن سان ڪيو ٿي ويو، پر مالدار عورتن سان به اهڙي تعدي ڪئي ويندي هئي. ان ۾ مرزا يوسف کي ماڻهين کو حياءُ شرم محسوس نه ٿيندو هو.

٥- مرزا يوسف کي پرائي مال ملڪيت ميڙڻ جي ايتري حد ڪائين بڇڙي بيماري هئي، جو ماڻهن جا ڏاريل جانور به هن جي هٿ چراند کان بچي نٿي سگهيا. سنڌ جا آٽ ڏاڍا قيمتي هوندا هئا، ماڻهو پنهنجي سواري جي سهي توڙي مال برداريءَ لاءِ انهن کي وڏي شوق سان پاليندا هئا، اهي آٽ جيڏا سهڻا تيڏا ڪمائتا هوندا هئا. مرزا يوسف انهن سهدارن کي به پنهنجي مالڪن وٽ پلندي نه پئي سگهيو. هرهنڌ حڪم ڏيئي ڇڏيو هئائين ته جتي به ڪو پلوءِ قيمتي آٽ نظر اچي ان کي هڪدم جهلي سنڌس شترخاني ۾ داخل ڪيو وڃي (ص-١٥٦).

٦- ڏوڪڙن ميڙڻ لاءِ هن ڪيئي طريقا ايجاد ڪيا هئا، خشڪي ۽ درياهي وستن تي پهرا لڳرائي ڇڏيا هئائين. هر

آئي وئي ڪان بنان ڪنهن سبب جي محصول اُگهاڙيا پئي ويا، ايتري تائين جو سڪڻن هٿن وارا واڻهڙو به انهيءَ رهزنيءَ ڪان آجا نه هئا. حالت وڃي انهيءَ حد تائين پهتي، جو هڪ ڳوٺ ڪان ٻئي ڳوٺ تائين وڃڻ لاءِ راهداري ضروري هئي، جنهن لاءِ ماڻهن کي پئسا ڀرڻا پوندا هئا.

جيڪڏهن ڪو شخص ڪنهن ميت مائٽ جي موتيءَ تي ٻئي ڳوٺ تائين ويو ٿي ته ان کي ڏوڪڙ ڏيئي راهداري حاصل ڪرڻ ڪان سواءِ ڳوٺ مان ٻاهر پير رکڻ نٿي ڏنو ويو. انهيءَ ڪارگذاريءَ سبب مغل حاڪمن جا ذاتي خزانا ته پُر ٿيندا پئي ويا، ليڪن ملڪي ڪاروبار، واپار وهنوار ۽ ماڻهن جي آمدرفت ۾ رخنو پوندو ويو، تجارت ۽ ڏيتي ليتي پوئتي پئجي ويئي، ٻچاڙيءَ هر ڪو پنهنجي شهر ۽ ڳوٺ ۾ بند ٿي ويهي رهيو. ان جو لازمي نتيجو اهو به ٿيو هوندو ته غريب پورهيت به روزگار جي سانگي هڪ هنڌان ٻئي هنڌ وڃڻ ڪان نيرهه ٿي چڪا هوندا.

٧- درياهه ۾ جيڪي سڪڻيون ٻيڙيون هلنديون هيون تن ڪان به محصول ورتو ٿي ويو. ڪنهن ٻئي علائقي جي ڪا خالي ٻيڙي جيڪڏهن ڀُل چُڪ مان سيوهڻ جي حد ۾ داخل ٿيندي هئي ته اها به انهي ناجائز ۽ جبري محصول جي چٽيءَ ڪان بچي نٿي سگهي. وصوليءَ جي انهيءَ اڏنگي طريقي سبب خشڪيءَ جي رستن سان گڏ درياهي آمدرفت به بند ٿي ويئي ۽ سڄو ملڪ انهن پابندين جي ڪري تنگ ٿي رهجي ويو. شهري آزادي توڙي انفرادي جدوجهد بلڪل ختم ٿي ويئي.

٨- سوداگرن جي ٻيڙين تي طرحين طرحين مصيبتون نازل ٿينديون پئي رهيون. انهن کي ڪيترا ڏينهن هروڀرو روڪيو ٿي ويو. ان سان گڏ سوداگرن کي مجبور ڪيو ويندو هو ته

هو پنهنجو قيمتي سامان پُڳڙن سُٽ تي سيوهڻ ۾ نيڪال ڪري ڇڏين. اها روش سيوهڻ جي ماڻهن ڪي ڪنهن فائدي وسانڻ لاءِ ڪانه اختيار ڪئي ويئي هئي، بلڪ ان جو مقصد اهو ئي هو ته واپاري تنگ ٿي پون ۽ مرزا يوسف کي گهڻي پئيون رشوتون ڏيئي پنهنجي جند ڇڏائين. اڪثر ائين ٿي ٿيندو هو ته هو رشوتون پري، انهيءَ اوچتيءَ آفت کان پاڻ کي ڇوٽڪارو ڏياريندا هئا.

٩- رشوت ڏيڻ کان پوءِ به ويچارن واپارين جي جان نه ڇٽندي هئي، جيستائين مرزا يوسف انهن جي مال اسباب مان پنهنجي پسند جون شيون تحفي طور وصول نه ڪندو هو.

١٠- جڏهن مرزا يوسف، سوداگرن مان سيڪجهه ڪري گذرندو هو، ته پيڙيائتن ۽ عام مسافرن جي خبرچار ورتي ويندي هئي. ڪيئي حيلا بهانا بڻائي انهن جي کيسن تي هٿ ڦيريا ويندا هئا ۽ انهن مان ڪيترن کي مرزا يوسف جي ڦٽڪن جو عذاب سهڻو پوندو هو.

١١- مرزا يوسف سڄي ملڪ جا چور چڪار ۽ ڌاڙيل پاڻ وٽ ٺاهي ويهاريا هئا، جن جي مدد سان ملڪ ۾ چوريون ۽ ڦُريون ڪرائيندو ۽ ڌاڙا هڻائيندو ٿي رهيو. لُٽ ڦُر جو سمورو سامان سندس مال خزاني ۾ داخل ٿيندو پئي رهيو. انهن ذليل حرڪتن جا جيڪي لازمي نتيجا نروار ٿيا، اهي نهايت اندوهناڪ هئا. هڪ طرف چورچڪار ۽ ڌاڙيل بي ڊپا ٿي پيا ته ٻئي پاسي سرڪاري سرپرستي حاصل هئڻ ڪري چوري ڪرڻ ۽ ڌاڙي هڻڻ جي ڪُڌي ڪم تي ڪين فخر ٿيڻ لڳو. ساڳئي وقت ملڪ ۾ هوراکوري ۽ ڌهڪاءَ جي واءُ ٿيندي ويئي، آهن امان ڪونه رهيو ۽ هرڪو پنهنجي مال ملڪيت کي محفوظ سمجهڻ جو آسرو پلي ويهي رهيو.

١٢- مرزا يوسف صرف انهن طريقن تي بس ڪانہ ڪئي پر عوام کي ڦري پينگ ڪرڻ لاءِ هڪ ٻيو طريقو بہ وائج ڪيائين. بنگال مان نامي گرامي جواري گهرائي، انهن کي شهر جي چوواٽن تي ويهاري ڇڏيائين، جيڪي نہ رڳو واٽهڙن جا کيسا خالي ڪري ڇڏيندا هئا بلڪ انهن ويچارن جا ڪپڙا بہ بدن تان لهرائي دنگ ڪندا هئا.

چوريءَ ۽ جوا جي سڄي آمدني شام جو اهڙيءَ طرح حلال جي ڪمائي سمجهي، "خزاني" ۾ جمع ڪرائي ويندي هئي ڇو تہ اها بہ سُلڪ مان اڳاڙيل ڍل ۽ ٻي جائز آمدني هئي.

١٣- شهر جي شريف ۽ عابد، زاهد ماڻهن کي ذليل ۽ خوار ڪرڻ ۾ مرزا يوسف جهڙي رذيل ماڻهوءَ کي ڏاڍو مزو ايندو هو، خاص ڪري اهو لطف ڪيس ان ڪري بہ ايندو هوندو تہ سيئي ماڻهو هڪ فتح ڪيل ملڪ جا رهاڪو هئا، جن جي ڪا بہ دانهن ڪوڪ ٻڌڻ جوڳي نہ هئي ۽ نہ سندن ڪو حمايتي ئي هو.

بهرحال مرزا يوسف هزارن حيلن بهانن سان سيوهڻ جي شريف ماڻهن سان المناڪ عقوبتون ڪندو پئي رهيو. هڪ دفعي ڪنهن نئين قلعي جو بنياد رکندي حڪم جاري ڪرايائين تہ شهر جا سيئي ماڻهو اچي پنهنجي مٿي تي سرون ڍوئين، پاڻ ئي گارو تيار ڪري ان کي قلعي تائين پهچائين ۽ پنهنجي سر اوساريءَ جو ڪم ڪن. ڪي بيمار، معذور يا ٻوڙها ماڻهو مزدور وٺي آيا تہ جئن پنهنجي بدران انهن کان اها بيگر وهرائين پر مرزا يوسف کي اها ڳالهہ نہ وڻي، سو انهن معذورن کان هرقسم جو ڪم ورتو ويو- پلا ائين ڪرڻ ۾ هن کي ڪهڙي ڪَسُ هئي ان حالت ۾ جڏهن سندس منشا بہ اها ئي هئي تہ

مظلومن کي وڏيڪ مظلوم بڻائڻ سان گڏ ڪين ڏوَ ڏي خوار خراب به ڪيو وڃي!

١٤- هڪ ڀيري شهر جي آبرومند ماڻهوءَ قاضي عبدالواحد ٽي ڪوڙو الزام مڙهي ڪانئس سو رپئي ڏنڊ جو دستاويز لکرائي ورتائين. پوءِ اهو دستاويز ڇاڻي واٽي ٽنوليءَ جي نيت سان شهر جي هڪ ديوث ماڻهوءَ ابراهيم بلوچ وٽ وڪرو ڪيائين. ٿورن ڏينهن کان پوءِ قاضي عبدالواحد (مرحوم مغفور) کي گهرائي آن سان جيڪا تعدي ڪرايائين تنهن جي روداد يوسف ميرڪ (مؤلف) جي لفظن ۾ پڙهندڙن اڳيان پيش ڪرڻ مناسب لڳي ٿي. هُن لکيو آهي ته

يڪ ڪردار ابراهيم بلوچ را ڪره ميزد و مي
گفت: هان، صد روپيه بده!

و ابراهيم بلوچ قاضي عبدالواحد راڪره ميزد و مي
گفت: هان صد روپيه بده(١)!

يعني: هڪ ڦڏڪي هڻندڙ ابراهيم بلوچ کي ڦڏڪو هڻي پئي
چيو ته سو رپيا ڪڍ!

ابراهيم بلوچ وري قاضي عبدالواحد کي ڦڏڪو هڻي ٿي
چيو ته سو رپيا ڪڍ!

مرزا يوسف گهڻو وقت اهو تماشو ڏسندو رهيو ۽ ان سان گڏ مفتوح انسانن جي ذلت ۽ رسوائي ۽ پنهنجي ڏاڍ ۽ آڏوڏائيءَ ٽي ڪڙڪيون هڻندو پئي رهيو. يوسف ميرڪ لکي ٿو ته شهر جي ماڻهن لاءِ اهو ڏينهن ڪاريءَ قيام برابر هو. شريف وَت جا ڳوڙها ٽي رُنا ۽ ڪمينا ڏند ٽيڙي پئي کلندا رهيا.

١٥- مرزا يوسف چغل خورن جي به وڏي لوڏ پاڻ وٽ

(١) ڪتاب جو متن، ص ١٥٨.

پالي وکي هئي، جن کي هن "حقيقت دان" (ڳالهون سچار) جو لقب ڏيئي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ خاص هدايتن سان انهيءَ ڏنڊي تي لڳائي ڇڏيو هو ته هر شريف ۽ شاهوڪار ماڻهوءَ تي چغليون هڻندا رهن ته جئن مرزا يوسف کي انهن جي خوار خراب ڪرڻ جو وجهه ملي. انهيءَ ٽولي پنهنجين ڪارگذارين سان سڄي علائقي ۾ وڻ ٻاري ڏنو هو.

١٦– ٻنين ۾ جڏهن پوک پچي تيار ٿيندي هئي ته مرزا يوسف پنهنجا هٿ ٺوڪيا ماڻهو ڊل مقرر ڪرڻ لاءِ ڏياري موڪليندو هو. اهي هر هنڌ وڃي ايڏي جمعبندي هڻي ايندا هئا، جو فصل اُپت کان پوءِ ڪڙمي کي پنهنجي سڄي ڪمائي سرڪاري خزاني ۾ داخل ڪرائڻ بعد به مٿس مڙهيل جمعبنديءَ (ڊل) کان ڇوٽڪارو ملي نه ٿي سگهيو. آخر ديون ڍڳن سميت ان جو سڄو آرڪو ترڪو ضبط ڪري، بقايا جي وصولي ڪئي ويندي هئي. ڪڙمي ويچارا سڄو سال ڍڳهر جو پورهيو ڪندي به ڪنگال ۽ بکيا اگهاڙا رهجي ويندا هئا. مغل سلطنت جي ڪارندن کي ان ڪلور جي ڪا به پرواهه نه هوندي هئي.

١٧– هڪ دفعي الاهي آفت کان پوکون تباهه ٿي ويون، ليڪن مرزا يوسف تڏهن هوندي به پنهنجي مرضيءَ مطابق جمعبندي ڪرائي ڇڏي. نتيجو اهو نڪتو جو غريب، بيوس، مجبور ۽ مظلوم ڪڙمي رات جي اونده ۾ پنهنجا گهرگهاٽ، ٻنيون ۽ ڳوٺ ڇڏي ڀاڄڙ ۾ پئجي ويا. مرزا يوسف کي جڏهن اها ڪُڙڪ پيئي ته سندن ٻنيان سپاهي ڊوڙايائين، جن انهن جي سڄي مِلڪي موڙي کانئن کسي ورتي.

١٨– جهانگير بادشاه پنهنجي اپامڪاريءَ ۾ ڳاوشماري (ديورن ڳڻپ) ۽ ديون تي داغ ڏيڻ (ڏنب جي نشان) جو رواج ختم ڪري ڇڏيو هو. ليڪن شاهي تنسيخ (حڪم رد ڪرڻ)

جي باوجود احمد بيگ جي دور ۾ سندس پاڻ (مرزا يوسف) حڪم ڏيئي ڇڏيو هو ته نئين مير سيوهڻ جي ذهن ني پرڳڻن ۾ گاوشماري ڪرائي ڍورن تي زوريءَ داغ لڳرايا وڃن. ماڻهن کي اهو قانون ڏکيو ته ڏاڍو لڳو پر ڇا ٿي ڪري سگهيا؟ جن جو گذر ئي ڍورن ڍڳن تي هو تن لاءِ اهڙي قسم جي وصولي وڏو عذاب هئي.

١٩ - سڄي صوبي جي عملدارن کي گهرائي بنا ڪنهن ڏوهه گناهه جي قيدخاني ۾ وجهرايو ويو اهڙيءَ طرح ملڪ جا ارباب، شريف ۽ مانائتا ماڻهو به جيل جي ڪال ڪوٺڙين ۾ پهچايا ويا. اهو حال ڏسي بهاءُ الدين پنهوار جهڙا معزز ماڻهو پنهنجا آباڻا ڪَک ڇڏي سنڌ جي ٻين علائقن ۾ رهي پناهگزين ٿي ويا.

مرزا يوسف، بهاءُ الدين جي غير موجودگي جو فائدو وٺي، آن جي ٻن مخالفن کي هشي ڏني، جن انهيءَ ارباب جي ڳوٺ اڪبر آباد تي وڃي چڙهائي ڪئي. ارباب بهاءُ الدين کي جڏهن انهيءَ سازش جي سڌ پيئي ته عين موقعي تي پهچي ڳوٺ ۽ ملڪيتن جو بچاءُ ڪري ورتائين ۽ مخالف سندس هٿان مارجي ويا.

مرزا يوسف ارباب جي انهيءَ اقدام کان ايڏو ته اچي ڏمريو، جو آن سڄي علائقي جي اربابن، مقدمن، پٽوارين، قانون گوين ۽ گماشتن کي پڪڙي جيل آماڻي ڇڏيائين.

٢٠ - مرزا يوسف اهڙيءَ اڻنگائيءَ سان ملڪ جي شريفن ۽ ٻين رهاڪن کي نيڪرون ڏيئي پاڻ ۾ ويڙهائيندو هو. ائين ڪرڻ سان هڪ طرف ملڪ جا اثر رسوخ وارا ماڻهو ڪمزور ٿيندا ويا ته ٻئي پاسي ملڪ جي ايڪي کي وڏو ڇيهو رسندو ويو. کيس پنهنجي حاڪميت برقرار رکڻ لاءِ اهو ئي رستو سُجهيو ٿي.

٢١- علائقي ۾ جيڪي به باراني توڙي معافيءَ جون زمينون هيون ۽ جن تي آيامن ڪان ڪابه ڍل يا ٻي سرڪاري وصولي نه سڙهيل هئي، مرزا يوسف انهن تي ڀيهر ڍل وجهي ڇڏي. هيءَ هئي مختصر صورتحال مرزا يوسف جي ڪاوگذارين جي، جنهن کي "مظهر شاهجهاني" سان ترتيب ڏيئي پيش ڪيو ويو.

نورجهان بيگم جي پائٽئي ۽ اعتماد الدوله (١) ميرغيات جي پوٽي يعني مغل شاهي حاڪم مرزا احمد بيگ خان جون دلچسپيون جڏهن زنانخاني جي اندر انت ڪان ٻاهر ٿينديون ويون ۽ سندس پاءُ مرزا يوسف جون ڪارگذاريون حرم سرا ڪان ٻاهر حدون ٽپي ويون، ته سيوهڻ جو سڄو علائقو ڀينگ ٿي ويو، ڳوٺ ويران ٿي ويا، آباديون برباد ۽ زمينون بنجهر ٿي ويون. ماڻهن حيران پريشان ٿي سنڌ جي ٻين وسندين ۽ واهڻ ۾ وڃي پناهه ورتي.

"مظهر شاهجهاني" جو مؤلف انهن درد ناڪ حالتن ۽ افسوسناڪ واقعن جو بيان دهرائيندي لکي ٿو:

چو خواهد ڪه ويران ڪند عالمي
نهد ملڪ در پنجهء ظالمي

"خدا جڏهن ڪنهن ملڪ کي ويران ڪرڻ چاهي ٿو ته ان جي واڳ ظالم جي هٿ ۾ ڏيئي ٿو ڇڏي."

---

(١) نورجهان جي ڀيءُ ماءُ ۽ احمد بيگ جو نسب نامو مقدمي سان ملحق آهي: ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته مغل سلطنت جي بادشاهن، شهزادن توڙي اميرن جو هن خاندان سان ڪهڙو رشتو هو ۽ انهيءَ رشتيداريءَ جي ڪري هن گهراڻي ڪيئن سڄي هندستان کي پنهنجي وَڪڙ ۾ آندو هو ۽ ڪيئن سرطان جي بيماريءَ وانگي اِهو هتان جي سياسي ڍانچي ۾ ور ڪري چڪو هيو.

اهي ڪيس جنهن جو ڳڻن ڳڻيندا رهيا پر ڪنهن جي واتان ڪابه ٻڙڪ ٻاهر نه نڪتي. ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جو اهو عالم هو، جو مرڪزي حڪومت جي ديوان خاص تائين داد رسيءَ لاءِ پهچڻ ته ٺهيو، پر انهن مظلومن ۽ ستم رسيدن کي خود محل سرا اندر مرزا احمد بيگ جي ايوان تائين پنهنجي آهن ۽ الاهُن پهچائڻ جي به سگهه ڪا نه هئي. ميرڪ يوسف چوائي:

”هيچ آفريده نبود..... ڪه بيان واقع را به احمد بيگ خان بگو يدڪه برادر تو اين قسم ظلم و ستم برداشته عالم را خراب و ضايع ڪرده ص ١٥٩!

يعني: اهڙو ڪو ماءُ پٽ ڪو نه هو، جو اها آپدا احمد بيگ خان جي ڌيان تي آڻي ته ڪنهنجي حلالي ڀاءُ جي انڌير ۽ انياءَ ڪان هينءَ ملڪ جي ٻيڙي سير تي چڙهي چڪي آهي!

يوسف ميرڪ (مؤلف) کي هڪ شريف انسان جنهن پنهنجي وطن سان بي انتها محبت هئي. پاڻ هو به وڏي ڪردار ۽ جراُت جو مالڪ. جڏهن پاڻي حد کان وڌيڪ گذرندو ڏٺائين، ته هڪ ڏينهن انهيءَ حرم نشين حاڪم (احمد بيگ) کي وڃي مُسَند جي ٻڌايائين ته

’تو اين خلق الله را بدست برادر خود داده خراب و ضايع ساختي! چون متوجه به آن جهان شوي، خالق علي الاطلاق از تو خواهد تحقيق ڪرد‘ ص ١٥٩.

يعني: تو خدا جي خلق کي پنهنجي خونخوار ڀاءُ جي حوالي ڪري ان جو جهڳو جهٽ ڪري ڇڏيو آهي، خدا قيامت ڏينهن توکان ضرور ان بابت پڇاڻو ڪندو.

ليڪن ان کان پوءِ به ڪو خاطرخواه نتيجو نه نڪتو.

هن ظالم ۽ ناخدا ترس حاڪم جي ظلمن ڪان ڇوٽڪاوي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪا به واهه ڏسڻ ۾ نه پئي آئي. نيٺ يوسف ميرڪ اهو ارادو ڪيو ته پاڻ ٿي مرڪزي سرڪاو وٽ وڃي شاهي ايوان جا ڳرا زنجير ڪڙڪائي ۽ هن درد ناڪ داستان کي شاهجهان بادشاه جي ڪنن تائين رسائي. ممڪن هـو ائين ڪرڻ سان ڪا ڇوٽڪاري جي واٽ پيدا ٿي پوي!

## تاليف جو ارادو:

يوسف ميرڪ پوءِخيال ڪيو ته هيءَ ڏکن پري آڪاٺي زباني طور پڌائڻ بدران طومار جي صورت ۾ لکي شاهي دربار ۾ پيش ڪرڻ مناسب ڳالهه ٿيندي، جئن چوي ٿو ته

.... واقم الحروف، پريشاني احوال وطن اختياري خود ديده .... عازم عتبه بوسي آستان فلڪ نشان گرديد و به خاطر آورد که احوال اين ملڪ و عمل احمد بيگ خان را در يڪ طوماري نوشته بنظر اقدس گذ راند - ص ١٦٠.

يعني: راقم الحروف (يوسف ميرڪ) پنهنجي اختياري وطن کي حال ڪان بيحال ڏسي، شاهي دربار ڏانهن ڪَهي وڃڻ جي سنبت ڪئي ته جئن ملڪ جي احوال ۽ احمد بيگ خان جي عملداريءَ جو لکيل طومار بادشاه وٽ پيش ڪري.

انهيءَ نيت سان هو سيوهڻ مان نڪري ٻکر پهتو، جتي ان وقت محمد علي بيگ بغدوي، حڪيم محمد صالح ۽ مان سنگهه وغيره مغل سلطنت جا نائب مقرر ٿيل هئا. انهن کي جـڏهن يـوسف ميرڪ جي انهيءَ ارادي جي خبر پئجي ويئي ته پنهنجو خاص ماڻهو موڪلي مرزا احمد بيگ کي آگاه ڪيائون. پـر ايتري ۾ خير جو يوسف ميرڪ سيوهڻ ڇڏي چڪو هو نه تـه هن جي انهيءَ ارادي جي جيڪڏهن بروقت احمد بيگ کي سُڌ

پنجي وجي ها ته ٻوءِ هن ويچاري جي سر جو ڪو خير نه هو.

هاڻ جڏهن ٻکي سندس پهچ کان پري ٿي پيو ته آن کي وري ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسائڻ لاءِ احمد بيگ بکر جي عملدارن کي ميڙ منٿ ڪئي ته ڪيئن به ڪري يوسف ميرڪ کي سيوهڻ واپس ڪيو وڃي. آن سان گڏ هو مظلومن تي هٿ ڦير ڪري سنڌن دل وٺڻ جي ڪوشش ۾ لڳي ويو.

ان کان اڳ جو احمد بيگ جو ملازم سندس پيغام کڻي بکر پهچي، يوسف ميرڪ بکر جا وڻ ڇڏي ملتان پيڙو ٿي چڪو هو. تڏهن ملتان جو صوبو شاهجهان جي سهري وزير اعظم آصف خان يمين الدوله (١) جي جاگير ۾ هو ۽ يوسف ميرڪ جو وڏو ڀاءُ مير ابوالبقا امير خان آصف خان پاران اتي نائب مقرر ٿيل هو.

## ڪتاب جي تاليف

يوسف ميرڪ جو ارادو هو ته ملتان ۾ پنهنجي ڀاءُ وٽ رهي، دارالخلافه وڃڻ لاءِ سفر جو سامان تيار ڪري ۽ اتي ئي انهيءَ طومار کي ترتيب ڏيئي دربار ڏانهي آسهي وڃي. ليڪن ١٠٣٩ هه ۾ (٢) هي جڏن ٿي ملتان پهتو ته مير ابوالبقا اميرخان کي ٺٽي جي نائبيءَ جا احڪام مليا.

مير ابوالبقا اميرخان وڏو تجربيڪار ۽ مغل بادشاهن جي شاهاڻي مزاج جي نزاڪتن کان چڱيءَ طرح واقف هو. هن کي خبر هئي ته سندس ڀاءُ جو هي غيظ غضب ۽ حب الوطنيءَ وارو جوش خروش، انصاف طلبي ۽ داد خواهيءَ جو جذبو يا دربار

(١) مرزا ابوالحسن آصف خان.

(٢) ٻارهين ربيع الاول جي رات ١٠٣٩هه. شاهجهان ابوالبقا جي بدليءَ جو فرمان جاري ڪيو. "بادشاه نامه" ج ١- ص ٢٨٧

تائين رسائي ڪرڻ واري رٿا مصلحت مطابق نہ هئي، ان ڪري
ڪيس ان مان ڪنهن حاصلات يا نتيجي نڪرڻ جي ڪا بہ
امڪاني صورت نظر نہ پئي آئي. انهيءَ آڌار تي هو في الحال
يوسف ميرڪ کي پاڻ سان گڏ واپس ٺٽي وٺي آيو ۽ ڪيس
چيائين تہ اتان ئي سفر جو سامان تيار ڪري هندستان روانو
ٿي وڃي. يوسف ميرڪ جڏهن ٺٽي پهتو (۱) تہ آب هوا جي
خرابيءَ سبب بيمار ٿي پيو، تنهنڪري سندس سفر جي تياريءَ
۾ ليٽ ٿي ويئي. انهيءَ بيماري جي عالم ۾ ارادو ڪيائين تہ
شڪايتي طومار بدران، صحتياب ٿيڻ کان پوءِ سنڌ جي صحيح
حالتن تي هڪ ڪتاب تاليف ڪرڻ مناسب ٿيندو، ۽ اهوئي ڪتاب
شاهي حضور ۾ پيش ڪرڻ لائق ٿي سگهندو. ان باري ۾
لکي ٿو تہ

> انهيءَ لاءِ باس باسي ويئي تہ بيماريءَ مان اٿڻ کان
> پوءِ سنڌ جي حالتن تي ڪتاب لکي، اهو بادشاه جي
> خدمت ۾ پيش ڪرڻ جو سعيو ڪيو ويندو. ص ۱۶۲

هي اهو ئي ڪتاب آهي جيڪو يوسف ميرڪ بيماريءَ
مان نجات حاصل ڪرڻ کان پوءِ سنڌ جي صحيح حالتن بابت
بلڪ ائين چوڻ گهرجي تہ سنڌ اندر "مغل شاهي" جي اندروني
حقيقتن متعلق تاليف ڪيو هو. هن ڪتاب جي وجود ۾ اچڻ
جا اهي ئي اسباب ۽ محرڪات هئا، جن جو ذڪر گذريل صفحن
۾ اچي چڪو آهي. مؤلف ڪتاب جي مهاڳ ۾ لکي ٿو:

> هي ضعيف بندو ۽ خدا جي رحمت جو طلبگار يوسف ميرڪ
> پٽ ابوالقاسم نمڪين حسيني هروي چوي ٿو تہ جڏهن
> سنڌ جي حالتن کان واقف ٿيس تہ هن آيت جي اقتضا موجب:

---

(۱) ربيع الثاني ۱۰۳۹ھ جي پڇاڙيءَ يا جمادي الاول جي وچ ڌاري
يوسف ميرڪ ٺٽي پهتو هوندو.

لا تكتموا الشهادة و من يكتمها فانه آثم قلبه
و الله بما تعلمون عليم —

يعني :

توهان پنهنجي گواهيءَ کي نہ لڪايو ۽ جنهن
بہ پنهنجي گواهيءَ کي مخفي رکيو تنهن جي دل
گنهگار آهي، توهان جيڪي ڪريو ٿا خدا ان
جي ڄاڻ رکي ٿو —

مؤلف جي دل ۾ اها خواهش پيدا ٿي تہ سموري حقيقت زماني
جي بادشاه ابوالمظفر شهاب الدين محمد "شاهہ جهان"،

جنهن جي ڪامرانيءَ جو ايوان
آسمان کان اتاهون آهي ۽
اهو بادشاه جنهن جي بزرگيءَ جو سج
جتي پهچي ٿو اتي روشني اچي ٿي —

تنهن جي خدمت ۾، زماني جا لاڳاپا لاهي، پنهنجي حقيقت حال
پيش ڪئي وڃي، جئن سندس رعيت تان ظلم جو وبال دفعي
ٿئي ۽ ملڪ ۾ هر هنڌ عدل انصاف جو واءُ ورڻ لڳي.

....اسلامي بادشاهن کي هونءَ بہ اهڙين ڳالهين کان ڪو
گريز نہ آهي، انهيءَ اميد تي مون هي مختصر ڪتاب تيار ڪري،
ان کي ٻن حصن ۾ ورهايو آهي، جنهن جو نالو "مظهر شاهجهاني"
رکيو اٿم —

اي بادشاه !
ستن آسمانن جي سايي هيٺ
تون ئي سڀڪنهن جي ايل آهين.
تنهنجي ئي در جو آسرو

سڄي جهان لاءِ پروسي جهڙو آهي .
چنڊ ساري رات آسمان تي ڦرندي،
تنهنجو ڏيئو ٻاريندو رهي ٿو،
سڄ سارو ڏينهن سونهري ڪاج سان
تنهنجي تخت اڳيان حاضر آهي .
جنهن رب توکي بادشاهي ڏني
تنهن سڀڪجهه سندءِ حوالي ڪري ڇڏيو.
توکي ان ڪري ملڪ جي بادشاهي ملي
ته جئن عدل، انصاف ڪندو رهين .
نه هوا مڇر جي پر کي زور سان ستائي،
نه هاٿي ڪيوليءَ مٿان پير رکي.
خدا جو شڪر جو تنهنجي انصاف لاءِ
هيءَ روداد پيش ڪئي وڃي ٿي .
تنهنجي انصاف ۾ وڏي اميد اٿم،
جي تو ٿورو به هي داستان پڙهيو،
توکي جيڪا بي انصافيءَ جي ڳالهه نظر ايندي
تنهن ۾ ڪا به مهر نه ٿيندي .
جيڪڏهن اِن ۾ ڪا مٺيا هوندي
ته عرضدار سرفراز ٿي رهندو.
منهنجو ڪم موتي مڙهڻ،
تنهنجو ڪم قدر ڪرڻ آهي .
آءٌ دل سان آفرين چوندس ـ
اهو مون تي ڇڏيل آهي .
هن گنج نامي ۾ ڪيترن خزانن
جون ڪنجيون رکي ڇڏيون اٿم،
جيڪو ان مان سوني ڪنجي هٿ ڪندو

آهو ڪيترن خزانن جا طلسم ٽوڙي ڇڏيندو (۱).

## ڪتاب جو نالو:

هن ڪتاب جا ٻه نالا نظر اچن ٿا، پڻ حصي ۾ جتي مؤلف پنهنجي بيماريءَ جو ذڪر ڪري ٿو اتي ڪتاب جو نالو "مظهر التدبير" ملي ٿو:

الحمد لله و المنته، هن بيت جي آڌار تي:
اي خدا تون منهنجي نيت کان واقف آهين
جنهن نيت نيڪ آهي تنهن خير جي
نوازش ڪجانءِ. مظهر التدبير جو نسخو
تڪميل تي پهتو، آءٌ اميد رکان ٿو ته
امير عادل شاهجهان بادشاه ان تي عنايت
جي نظر ڌريندو- ص ۱۶۲.

ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ حمد ۽ نعت کان پوءِ مهاڳ ۾ ان جو نالو "مظهر شاهجهاني" لکيل آهي:
ڪجهه پنهنجي طبيعت جي فيض مان ۽ ڪجهه
اڪابرن جي ڪلام مان جمع ڪري هن ڪتاب
جو نالو مظهر شاهجهاني رکيو ويو، جيڪو ٻن
حصن ۽ هڪ خاتمي تي مشتمل آهي.

ڪتاب جي آن قلمي نسخي ۾ جنهن جي بنياد تي هي متن تيار ڪيو ويو آهي ۽ جيڪو خود مؤلف جي پنهنجي ملڪيت هو، تنهن جي مٿينءَ عبارت ۾ "مظهر" کان پوءِ وارو لفظ ڊاهي، ان جي مٿان ساڳيءَ صورتخطيءَ ۾ "شاهجهاني" لکيل

---

(۱) ص ۳ کان ۵ تائين، جنهن ته ڪتاب جو پهريون حصو شايع ٿيو ڪيو وڃي، ان ڪري هيءَ سڄي عبارت هتي نقل ڪرڻ مناسب سمجهي وئي.

آهي. ڊائل لفظ "تدبير" پڙهي سگهجي ٿو. ان موجب اندازو اهو آهي ته شروعات ۾ ڪتاب جو نالو "مظهرالتدبير" رکيو ويو هوندو، ۽ پوءِ شاهي ناليءَ جي نسبت سان پوئيون لفظ بدلائي ان کي "مظهر شاهجهاني" جو نالو ڏنو ويو. ڪتاب جي مهاڳ ۾ ته اهو نالو ڏنو ويو پر ان جي پٺي حصي واري متن ۾ ساڳيو پهريون نالو "مظهر التدبير" باقي رهجي ويو.

## تاليف جو سال:

مؤلف ڪتاب لکڻ جو ارادو (جنهن اڳ بيان ٿي چڪو) سال ١٠٣٨هه جي پڇاڙيءَ ۾ ڪري چڪو هو. ليڪن ڪتاب لکڻ جي شروعات ڪڏهن ڪئي ويئي تنهن بابت ڪٿي به ڪو اشارو نٿو ملي. البته متن ۾ ڪن جاين تي واقعات جي ضمن اندر (١٠٤٤هه) جو حوالو ڏنل آهي (١). اهڙيءَ ريت ڪتاب جي خاتمي تي به تاليف جي تڪميل جو سال ساڳيو ١٠٤٤هه ڏهرايل آهي.

> وقد تم الكتاب بعون الملك الوهاب يوم سبت وقت الظهر في تسع عشر من شهر محرم الحرام سنة الف و اربع و اربعين من الهجرة النبويه عليه افضل الصلواة والتحياة، موفق بسنة السابع من الجلوس الشهنشاهي خلد الله ملكه و بقاء و ثبت عدله و انصافه.

هن عبارت مان ظاهر ٿئي ٿو ته ١٩ محرم ١٠٤٤هه تي ڇنڇر ڏينهن هي ڪتاب لکجي پورو ٿيو. ليڪن متن جي درمياني

---

(١) ڏسو متن ص ٥-٥٨ ۽ ١٦٣.

عبارتن کي هن عبارت سان ملائڻ کان پوءِ اهو خيال ڪرڻ درست نه آهي ته ڪتاب جي تاليف انهيءَ سال جي پهرئين مهيني ۾ ٿي هوندي، ڇا لاءِ ته ٨١٤ صفحن کي صرف ١٩ ڏينهن جي اندر لکي پورو ڪرڻ بلڪل ناممڪن آهي. قياس ڪيو وڃي ٿو ته مؤلف ١٠٣٩هه کان پوءِ ڪتاب لکڻ شروع ڪيو هوندو ۽ مڪمل ٿيڻ ٿي جڏهن ١٠٤٤هه ۾ مسودو تيار ٿيو هوندو ته انهيءَ وقت منجهس اهڙن واقعن جو واڌارو ڪيو هوندائين جن جو تعلق ان سال سان هو. هي اهو ئي سال آهي جڏهن سندس وڏو ڀاءُ مير ابوالبقا جهوناڳڙهه ۾ حڪومت جو نائب هو.

## ڪتاب جا ماخذ:

ڪتاب جي پهرئين حصي کي ڏسي اهو خيال پيدا ٿئي ٿو ته مؤلف "سياست نامه" يا انهيءَ قسم جي ٻين ڪتابن کي آڏو رکي اهو حصو تاليف ڪيو هوندو. فرصت نه هئڻ ڪري انهيءَ حصي کي ٻين ڪتابن سان ڀيٽڻ جو موقعو نه ملي سگهيو، تنهن اهو معلوم ڪرڻ مشڪل نه هو ته ڪتاب جي پهرئين حصي جي تاليف لاءِ مؤلف جا ڪهڙا ماخذ هئا. ڪتاب جو ٻيو حصو جنهن ۾ مؤلف جي دور ۽ اکين ڏٺل حالتن توڙي واقعن تي مشتمل آهي، ان ڪري انهيءَ لاءِ ڪنهن ٻئي ڪتاب تان مدد وٺڻ جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي. البته مؤلف بکر ۽ سبيءَ واري باب ۾ مير معصوم بکريءَ جي ڪتاب "تاريخ سنڌ" تان ڪجهه استفادو ڪيو آهي، جنهن کي نظر ۾ رکي متن اندر مير معصوم جي ان ڪتاب جي صفحن جا حوالا درج ڪيا ويا آهن.

## شاهه جهان ۽ ڪتاب :

هن ڪتاب يا ڪنهن ٻئي ذريعي سان اهو معلوم نه ٿي سگهيو آهي ته يوسف ميرڪ پنهنجو هي ڪتاب شاهي

حضور ۾ پيش ڪري سگهيو هو يا نه. يعني هن جي پنهنجن لفظن ۾ هي ڪتاب "بادشاه جي نظر مان" نڪتو ۽ هن جي اها آس ته

مون کي اميد آهي ته بادشاه سلامت هي
داستان ضرور نظر مان ڪيندو.

پوري ٿي به يا نه؟ اندازو آهي ته جئن ته هي ڪتاب مرزا احمد بيگ جي مظالم ۽ جبر استبداد جي داستان بابت هو ۽ اهو احمد بيگ نورجهان جو ڀائٽيو، شاهجهان جي بيگم ارجمندبانو "ممتاز محل" جو سڳو سوٽ هو ۽ هن جي چاچي مرزا ابوالحسن يمين الدوله آصف خان جي نيابت ۾ خود مؤلف جو وڏو ڀاءُ مير ابوالبقا امير خان به رهي چڪو هو، تنهنڪري انهن حالتن جي پيش نظر اها مصلحت ڏيان ۾ رکي، خيريت انهيءَ ۾ سمجهي ويئي هوندي ته هي ڪتاب ڪنهن به صورت ۾ مغل شهنشاه جي حضور ۾ پيش نه ڪيو وڃي. ان ڪري هي ڪتاب مؤلف وٽ ئي رهجي ويو. اهو ئي سبب آهي جو ڪتاب نه ته مشهور ٿي سگهيو، نه وري ان جا نقل ٿيا ۽ نه ئي آن جو ڪٿي ذڪر اچي سگهيو.

ڪتاب جو مسودو مؤلف وٽ محفوظ رهيو. پڇاڙيءَ هن (جئن ايندڙ صفحن ۾ پڙهندڙن کي خبر پوندي) اهو مسودو پنهنجي ڀائٽي مير ضياءُ الدين يوسف کي ڏيئي ڇڏيو. انهيءَ وچ ۾ ڪتاب جي تاليف کي اٺ سال ٿي چڪا هئا.

هي ڪتاب مؤلف جي خاندان ۾ ئي رهيو. ان جو فقط هڪڙو نقل ٿيو، جو گهٽو ڪري انهيءَ ئي خاندان جي ڪنهن فرد جي ملڪيت معلوم ٿئي ٿو.

بهرحال، اصل ڪتاب ۽ ان جو هي نقل اتفاق سان زماني جي حادثن کان بچندو، اڄ تائين محفوظ رهندو آيو ۽ ڪنهن نه ڪنهن نموني اسان جي دور تائين پهچي ويو.

## ڪتاب جون خصوصيتون:

ايران ھجي توڙي خراسان، عرب ھجي توڙي عجم، سنڌ ھجي يا ھند، مشرق ۾ جتي بہ گذريل زماني ڏاري جيڪي تاريخون لکيون ويون آھن، اھي گھڻو ڪري شاھن، شھزادن، وزيرن توڙي اميرن جي ساراھہ سان ڀريون پيون آھن. يعني انھن جو مرڪزي نقطو ڪنھن نہ ڪنھن شخصيت تي مبني ھو ۽ سڀئي واقعا انھيءَ نقطي جي چوڌاري گردش ڪندا ٿي رھيا. جنگ جا داستان، بھادريءَ جا افسانا، ملڪ گيريءَ جا قصا، سخا ۽ عدل انصاف جون حڪايتون، موافق جي تعريف، مخالف جي مذمت وغيره اھي ئي اسان وٽ تاريخ نويسيءَ جا اسلوب بڻي رھيا آھن. اسان جي تاريخن ۾ واقعن ۽ شخصيتن کي مصلحتن ۽ عاقبت انديشين جي پيش نظر لحاظن ۽ غلاڦن ۾ ويڙھي اھڙيءَ ريت بيان ڪيو ويو آھي، جو نہ تہ ڪا حقيقي شخصيت ظاھر ٿئي ٿي، نہ ان جا اصل ڪردار سامھون اچن ٿا ۽ نہ وري واقعات پنھنجي صحيح شڪل صورت ۾ آجاگر ٿين ٿا.

ملڪ جي حالتن، معاشي ۽ اقتصادي صورتحال توڙي عوام جي طرز زندگيءَ کي ڪڏھن تاريخ نويسيءَ جي دائري اندر ڏيان ۾ آڻڻ لائق نہ سمجھيو ويو آھي. اھوئي سبب آھي جو مشرق جي ڪنھن تاريخ پڙھڻ کان پوءِ مطالعي ڪرڻ وارو ان دور جي صحيح صورتحال کان واقف ٿيڻ بدران شخصن ۽ فردن جي ڪوڙي ڪردار ۽ فرضي واقعن جي چڪر ۾ اڙجي ٿو وڃي.

انھيءَ حالت ۾ تاريخ جا ڪي اھڙا فرد اسان وٽ اھميت حاصل ڪري ويا آھن، جيڪي حقيقت ۾ پنھنجي افعال توڙي اعمال جي لحاظ کان نہ ڪنھن احترام جي لائق ھئا، نہ وري ڪين تحسين جي نظر سان ڏٺو وڃي ٿو. انڪري ڪيئي واقعا محض مورخن جي مصلحت بينيءَ يا غلط بيانيءَ سبب ھرويرو

اسان جي آڏو تاريخ جي شاهراه تي سنگ ميل جي حيثيت اختيار ڪري ويا، بلڪ اهي اسان جي لاءِ تاريخي معتقدات بڻجي چڪا آهن، جيڪي پنهنجي اصليت جي اعتبار کان هرگز انهيءَ لائق نہ هئا. اهو سيڪجهہ صرف ان ڪري ٿيندو رهيو تہ مشرقي تاريخون شخصي حڪمرانن جي سرڪاري ڪارخانن ۾ جُڙنديون رهيون ۽ بادشاهن لاءِ لکيون ويون. آنهن ۾ اميرن جو وڏو دخل هو. پوءِ انهن کي شهزادن پنهنجي ناليءَ معنون ڪرڻ جو رواج وڌو.

جيڪڏهن ڪن ماڻهن انهيءَ روش کان هٽي، ڪڏهن ڪا تاريخ لکي بہ تہ شخصي حڪومت جي ڪرڙيءَ نظر جي تيزيءَ ۽ تلخيءَ ان کي مصلحت ۽ عافيت جي آپل وٺڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. اهو ئي سبب آهي جو تاريخ جا ڪيئي پهلو گهٽو ڪري مسخ ٿي ويا. انهن ۾ سچ جي ڳولا ڪرڻ لاءِ ڪيئي هفت خوان طي ڪرڻ کان پوءِ بہ مشڪل سان ڪاميابي نصيب ٿئي ٿي. انهيءَ قسم جي ڪهڙيءَ بہ تاريخ جي منڍ کان پڇاڙيءَ تائين ورق گرداني ڪئي وينديءَ تہ ظل الله جي بارگاهہ کان وٺي يمين السلطنت ۽ اميرالامراءِ جي ايوان تائين طواف ڪرڻو ئي پوندو.

ناجائز ملڪ گيريءَ جي هوسڪاريءَ ۾ جنگ ۽ قتل جا جيڪي بہ ميدان سنواريا ويا، تن جو ٿوري نظارو اڃا تائين اکيان ڦرندو رهي ٿو. پيءُ جو لاش، پاڙن جون مسيون، پٽن جا ڳچ ٽرارين جو بہ ڪ ٿيندي پيا پسجن، ليڪن باشندن جي اصلي تصوير ۽ صحيح حالتن تي اهڙا لوهي پردا پيل ڏسجن، جو ڪنهن بہ طرح سرڪاري ايوانن جي هن پار جي ڪابہ جهلڪ نظر نٿي اچي.

سنڌ جون تاريخون بہ تاريخ نويسيءَ جي انهي عام نگارش واري اسلوب مطابق لکيون ويون. ”چچ نامي“ کان وٺي ”لب تاريخ

سنڌ“ تائين سيني جو اهو ئي حال آهي. انهيءَ لحاظ کان يوسف ميرڪ جي هن ڪتاب ”مظهر شاهجهاني“ جو وجود نه صرف غنيمت پائنجي ٿو، پر سنڌس تاليف کي تاريخ نويسيءَ جي تاريخ ۾ هڪ حادثي يا اتفاق جي حيثيت ۾ به شمار ڪري سگهجي ٿو. چو ته هن ۾ سنڌ جي تاريخ جي اهڙن گوشن ۽ لڪل پهلوئن تي روشني وڌي ويئي آهي، جيڪي تاريخ جي صحيح تعريف ۾ اچي وڃن ٿا.

مؤلف جئن ته خاص ڪري هڪ مغل حاڪم جي ظالمائي طرز عمل کان بيزار ٿي هي ڪتاب لکيو آهي، ان ڪري ڪتاب ۾ هُن اهڙا واقعا آڏي چڙيا آهن، جيڪي ملڪ جي اندروني، سياسي ۽ انتظامي صورتحال جي نقاب ڪشائي ڪن ٿا. انهن واقعن جي پڙهڻ سان آن دور جي سنڌ جون صحيح حالتون ۽ سنڌ ۾ مغل شاهيءَ وارو نقشو چٽيءَ ريت اکين اڳيان اچي وڃي ٿو.

مؤلف مغل حاڪمن ۽ جاگيردارن جا سڀ پار پڌرا ڪري چڙيا آهن. سنڌ ۾ انهن جا ڪهڙا ذاتي مشغلا هئا ۽ ڪيتريءَ حد تائين سنجهن ملڪداريءَ جي اهليت هئي، هو عقلمند هئا يا مورگهوئي بيوقوف، ظالم هئا يا نيڪدل، انهن سيني معاملن کي ذوي پرزي بيان ڪيو ويو آهي.

اهي سڀ سنڌ جي تاريخ جا اهڙا لڪل گوشا آهن، جيڪي ڪنهن به ٻئي ذريعي سان اسان جي علم ۾ نٿي اچي سگهيا. سياسي، انتظامي توڙي ملڪي واقعن کان علاوه هن ڪتاب مان اسان کي جغرافيائي ۽ اقتصادي حالتن بابت به تفصيلي احوال ملي ٿو. تنهن سان گڏ پوک جي نمونن، زمين جي مختلف خصوصيتن، زمينداري ۽ جاگيرداريءَ جي طريقن، فصل، ٻٽئي، ڍل، محصول، ماپ تور جي اصولن ۽ وزنن وغيره بابت پڻ نهايت ڪارآمد ڳالهيون معلوم ٿين ٿيون، جيڪي هن ۾ قلمبند ٿيل آهن. شهر، ڳوٺ، ڍنڍون، پهاڙ، نديا وڏا رستا، درياهه، گس،

۽ اچ وچ جي وسيلن جا تفصيل بہ ڪتاب ۾ هر هنڌ موجود آهن.

سنڌ جا قبيلا ۽ انهن جي رهڻيءَ ڪهڻيءَ لئي بہ مؤلف ڪافي ڪجهہ لکيو آهي. هو اهو بہ ٻڌائي ٿو تہ سنڌ جي ڪهڙن علائقن ۾ ڪهڙا قبيلا رهن ٿا، سندن گذر بسر ڪهڙو آهي ۽ هنن جون مشغوليون ڪهڙيون آهن، انهن مان ڪهڙا چڱا ۽ ڪهڙا اڻڱا آهن. غرض تہ مؤلف اهڙي ڪابہ ڳالهہ نظر انداز نہ ڪئي، جيڪا ذڪر لائق هجي. هن آسپني حالتن ۽ واقعن جو جزئيات جي حد تائين جائزو ورتو آهي، ايتري قدر جو روزمره جي معمولي ڳالهين کي بہ ڪتاب ۾ درج ڪري ڇڏيو اٿائين. ان ڪري هن ڪتاب طفيل اسان وٽ نہ فقط تاريخي مواد جي فراهمي ٿي ويئي آهي، بلڪ خود مؤلف بابت بہ اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ هو ڪيڏو ذهين هو، جو ڪابہ شيءِ سندس مشاهدي ۽ ذهني گرفت کان بچي نہ سگهي.

پڙهندڙ جڏهن ڪتاب ختم ڪري ٿو تہ کيس ائين ٿو محسوس ٿئي جڻ تہ هو پاڻ بہ مؤلف سان گڏ آن دور جي سنڌ جو سير ڪري رهيو آهي ۽ ڪتاب جا سمورا واقعا توڙي سمورين حالتون هن پنهنجي اکين سان ڏٺيون آهن.

خود مؤلف جي پنهنجي شخصيت ڪتاب ۾ ان بلند مناري جئان اپريل ۽ چمڪي ڏسڻ ۾ اچي ٿي، جو راتين جي اونداهين ۾ ڀٽڪيل جهازن کي پنهنجي روشنيءَ سان سڌين ڏگهہ لائي ڇڏي ٿو. هن جو سچو خاندان جيتوڻيڪ مغل حڪومت جو پاليل نپايل هو ۽ سنڌ سان ٻيڻ انهيءَ خاندان جو مستقل ۽ گهرو تعلق رهندو پئي آيو: ان ڪري انهيءَ نسبت ۽ وطني رشتي جي آذار تي جيڪي حق مؤلف تي عائد ٿيا پئي، تن کي هن هڪ محب وطن وانگي چڱيءَ طرح ادا ڪيو آهي.

پنهنجيءَ لکڻيءَ ۾ هو بي قرار به آهي ته چرڪ به پرڻ لڳي ٿو، ۽ روحاني اذيت به محسوس ڪري ٿو. هو جڏهن حڪومت جي نااهل ۽ ظالم ڪارندن طرفان پياري وطن ۽ ان جي رهاڪن تي ناحق ظلم ٿيندي ڏسي ٿو ته ڪيس هن سرزمين جي هر شيءِ سان دلي لاڳاپو ۽ انس پيدا ٿئي ٿو. هو هتان جي هر شيءِ کي پنهنجي شيءِ ڪري ٿو سمجهي. ان ڪري جڻ پنهنجي ذاتي ملڪيت کي تباهين ۽ ٻين جي ناجائز تصرف کان بچائڻ لاءِ سينو تاڻي ميدان تي لهي ٿو پوي.

احمد بيگ جڏهن سيوهڻ مان ملتان بدلي ٿي وڃي ٿو ته هن کي ڏاڍو ڏک ٿو ٿئي ۽ اهو خيال لاهي ته هي ڪتاب شاهجهان بادشاهه جي حضور ۾ پيش ڪرڻو آهي، هندوستان جي ملڪ جي سڀني سؤٽ ۽ مملڪت جي وزير جي پاڻتڪي بابت صاف لفظن ۾ لکي ٿو ڇڏي ته احمد بيگ کي بجاءِ هن جي ته پنهنجي اعمال جي ڪا سزا ڏني وڃي ها، کيس ملتان جهڙي زرخيز علائقي جو والي بڻايو ويو، جيڪو سنڌ کان وڌيڪ ورسيل آهي!

> سواي تغير اين ملک، اثري برو مترتب نگرديد بلکه اثر رحمت بظهور رسيد، که از تغير سيوهان صاحب صوبه ملتان شد که جاى عمده است.

ان سان گڏ لکي ٿو ته سنڌ جو مظلوم پنهنجي دادرسيءَ لاءِ کهڙيءَ ريت شاهي دربار تائين پهچي سگهي ٿو، جڏهن ملتان ان جي رستي ۾ ٿو اچي، جتي احمد بيگ جو حڪم ٿو هلي! هو بادشاه کي مخاطب ڪندي لکي ٿو ته

> جيڪڏهن احمد بيگ جي عملن جي تحقيق ڪرائي وڃي ها، ۽ شرعي حڪم موجب سندس ظلمن جو بدلو مظلومن طرفان ورتو وڃي ها ۽ جيڪي

> ناحق خون ڪائڻس ڏيندا رهيا ڏن جو حساب پڻ
> شاهي عدالت ذريعي وٺانس چڪايو وڃي ها،
> ته ڪوبه جاگيردار هن ڪان پوءِ ملڪ جي ويرانيءَ
> تي آماده نه ٿئي ها، پر پنهنجن ملڪن جا جاگيردار
> پڻ ظلم ڪان پاسو ڪري، سهڻي نموني سنئين راهه
> هلڻ جي ڪن ها. ص-١٧٨.

هڪ موقعي تي جوش ۾ اچي لکي ٿو ته

> ملڪ جي بيڙي ان ڪري سير تي آئي، جو هيءَ
> نامرادن ظالمن، ۽ بيڪسن جو ملڪ ٿي ويو!

يوسف ميرڪ جيتوڻيڪ بعض واقعا مصلحت جي پيٽان غلافن ۾ ويڙهي بيان هيٺ آندا آهن، ته به سندس دل جو ڏڙڪو ۽ هن جي ذهني اذيت صاف ظاهر ٿئي ٿي.

مظلوميت جي داستان ڪان علاوه هن ڪتاب ۾ سڀ ڪان اهم شيءِ سيوهڻ جي تاريخ آهي. ايتريءَ حد تائين، جو ايڏي تفصيل سان سيوهڻ جي تاريخ هن ڪتاب ڪان سواءِ ڪٿي به نٿي ملي.

ڪن تاريخن ۾ ٺٽي ۽ بکر جي حالتن يا انهن علائقن ۾ مغل دور جي حاڪمن جي فهرست ته موجود آهي، پر سيوهڻ جي جاگيردارن جا نالا صرف هن ڪتاب جي ذريعي اسان جي سامهون اچن ٿا. هيءَ اها ئي تاريخ آهي، جيڪا اسان کي ٻڌائي ٿي ته ارغون ۽ ترخاني عهد ۾ سنڌ اندر ڇهه راڄڌانيون هيون، يعني: بکر، سيوهڻ، نصرپور، چاچڪان، ٺٽو ۽ چاڪرهالا، ۽ هر هڪ راڄڌانيءَ ۾ ڪيئي پرڳڻا پڻ ڄاڻايا ويا آهن.

مؤلف هر پرڳڻي جو نالو ڏيئي، ان جي زرعي ۽ معاشي حالتن جو تفصيل لکيو آهي. ان سان گڏ اهو به ٻڌائي ٿو ته هر پرڳڻي ۾ ڪهڙيون قومون ۽ قبيلا آباد آهن. ترخانن جي

فوجي تعداد جي ڄاڻ به پهريون دفعو هن ڪتاب سان پيئي آهي. اتان ٿي اها ڳالهه به ظاهر ٿئي ٿي ته اڪبر بادشاه سنڌ هٿ ڪرڻ کان پوءِ لاهري بندر سان گڏ بکر ۽ سيوهڻ جي واڄڏاني پاڻ لاءِ مخصوص ڪري، باقي سنڌ مرزا جاني بيگ کي جاگير طور ڏيئي ڇڏي هئي. هي ڪتاب هوڻ ڪري مغل حڪومت جي نظم نسق تي آئيني مثال آهي، پر منجهس ارغون ۽ ترخان جي دور جي انتظامي جهلڪ به ڪٿي ڪٿي نظر اچي ٿي.

سنڌ جي تاريخ جي سلسلي ۾ هن ڪتاب کان وڌيڪ آڳاٽو، اهم، صحيح ۽ وازدرون پرده کي واشگاف ڪرڻ وارو ڪتاب ڪنهن به مؤرخ ڪونه لکيو. جيڪڏهن مير معصوم کان وٺي مير علي شير قانع تائين جا مؤرخ مصلحت ڪوشيءَ کي ڇڏي، يوسف ميرڪ وانگي خدا لڳ سچ چوڻ جي سگهه ساوين ها، ته سنڌ جي گڏيل تاريخ پنهنجي اصلي روپ ۾ اسان جي اڳيان پڌري ٿئي ها.

—

# ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ سنڌ جي تاريخ جو مواد

هن ڪتاب جو ٻيو حصو سنڌ جي پوريءَ تاريخ جي واقعن ۽ حالتن سان ڀريو پيو آهي، پر مؤلف هن جي پهرئين حصي ۾ به، جيڪو حڪمرانيءَ جي اصول سان تعلق رکندڙ نڪتن ۽ مسئلن تي مبني آهي، تنهن ۾ ڪن هنڌن تي مثالن ۽ دليلن طور سنڌ جا تاريخي حقائق پيش ڪري ٿو، جئن چوٿين باب جي ٻئي فصل ۾ جتي ملازمن جي تربيت ۽ تاديب جو ذڪر ٿو آڻي، اتي مثال ڏيندي، هي واقعو لکي ٿو ته

> ملڪ گيريءَ جو مدار سڀ کان اول رعيت پروريءَ تي آهي۔ ائين ڪرڻ سان هڪ ملڪ مان ڏهه ملڪ پيدا ڪري سگهجن ٿا. هتي ڪا به ڌرهه يا ڪو ٽپو اهڙو ناهي جنهن ۾ چار پنج هزار جريب آباديءَ جي ايراضي نه هجي. بعضي اهو تعداد ويهن ٽيهن هزارن جريبن کان به وڌي ٿو وڃي۔ پر اها خبر ڪانه ٿي پوي ته هن وقت ان مان ڪيتري ايراضي آباد ٿئي ٿي۔
> جيڪڏهن رعيت خوشحال ٿي، ٻوريءَ محنت سان ٻوڪي راهي ۾ لڳي وڃي، مٿس حاڪم جو

ڪوبہ ظلم نہ هجي ۽ پـاڻ کي صرف بادشاہ
جي رعيت ڪري سمجهي، تہ اهو ماڻهو جيڪو
زور ز بردستيءَ سان دل مَن هٽندي فقط ڏهہ جريب
آباد ڪري سگهي ٿو سو پنجن سون کان هزار
جريب ٿاڻين بلڪ ان کان بہ وڌيڪ آبادي ڪندو
۽ ڍل پريندو رهندو.

مون خود پنهنجي اکين سان اهڙو مشاهدو
چانڊڪا پرڳڻي ۾ ڪيو هو، جيڪو بکر جي
راڄڌانيءَ ۾ آهي.

اڳين حاڪمن جي عملداريءَ ۾ انهيءَ پرڳڻي
مان ٻارهن لک ٽنڪا (رائج الوقت سڪو) مرادي
حاصل ٿيندي هئي. جڏهن محمد علي بيگ بندري
بکر جو عملدار ٿيو تہ هو رعيت جي سار سنڀال
ڏانهن پورو ڌيان ڏيندو رهيو. سندس اياڪاريءَ
۾ ڪنهن وٽان بہ ڪا وڌيڪ وصولي نہ ڪئي
ويندي هئي.

هن ڳوٺ ڳوٺ ۾ وصوليءَ کان اڳ ۽ ان
کان پوءِ خبرداريءَ کان ڪم پئي ورتو- جئن
ارباب، رئيس ۽ قانون گو جيڪي بگهڙن جئان
سدائين بکيا آهـن، رعيت کي وڌيڪ وصوليءَ
جي بوهي ۾ نہ وجهن. پر جي اهي حساب ۾
ڪا گهٽ وڌائي ڪن يا هڙڙي (گهوٻي) هٽن
بہ پيا تہ اها جهٽ پڌري ٿي پوي پئي، ۽ انهيءَ
سان رعيت کي ڍل ۾ چوٽ ڏياري ٿي ويئي.
پوءِ انهن بدڪردار اربابن، رئيسن ۽ قانون گوين
کان حساب ڪتاب وٺي، مٿن ڏنڊ وڌا ٿي ويا،
جئن آئندي لاءِ ڪو بہ ماڻهو بہ رعيت سان

اهڙي بدديانتي نہ ڪري.

جنهن زماني ۾ مرزا عيسيٰ ترخان ٺٽي جو صوبہ دار مقرر ٿيو تہ 'شرير الملڪ'(١) محمد علي بيگ بہ ان جي مدد لاءِ سيوهڻ هليو آيو. مؤلف جي ساڻس آشنائي هئي، جنهن جي ناتي سان هڪ ڏينهن وٽس وينو هوس تہ ٽڪر پرڳڻي مان، جيڪو سندس جاگير ۾ هو، ڪو ماڻهو هن وٽ دانهين ٿي آيو تہ 'اوهان ڀاجهريءَ جي ٻوڪ جي هڪ جريب تي ڏهہ ٽنڪا وصولي رکي آهي پر اوهان جو نائب جاگيردار اسان کان ٻارهن ٽنڪا وصول ڪري ٿو.'

اهو ٻڌي هڪدم هن پنهنجي منشيءَ کي گهرائي چيو تہ 'انهيءَ ياڙئي کي لک تہ مان رعيت جي دل وٺڻ ٿو چاهيان ۽ تون وري ان جي پيڙي ٻوڙڻ جي ڪيڏ پيو آهين! جيڪڏهن تو منهنجي ڏهن ٽنڪن واريءَ سند کان هڪ پئسو بہ وڌيڪ ورتو تہ توکي انهيءَ ئي هنڌ سوريءَ تي چاڙهيو ويندو، جئن ٻين لاءِ عبرت جو باعث ٿئي.' اهو پُرزو انهيءَ مهل مهر هڻي فرياديءَ جي حوالي ڪيو ويو.

هيءُ ٺيڪي تي زمين ڏيڻ واري عمل جي پڻ خلاف هو. جيڪڏهن ڪنهن بہ ارباب وغيره ويهن هزارن جي پيدائش واري پرڳڻي لاءِ لک رپئي جو ٺيڪو ڪڻڻ پئي چاهيو تہ انڪار ڪري ٿي ڇڏيائين. ڪيس خبر هئي تہ ٺيڪيداري ملڪ

(١) شريف الملڪ، جيڪو شهزادي شهريار پاران ٺٽي جو نائب هو.

لاءِ تباهيءَ جو ڪارڻ بڻجي ٿي، آنهيءَ حالت
۾ رعيت پنهنجي حاڪم جي هٿ وَسِ ڪان
نڪري وڃي ٺيڪيدار جي اري چڙهي ٿي،
جيڪو پنهنجيءَ مرضي موجب غريب رعايا مان
اڙانگوڙيون ڪندو رهي ٿو ۽ ڊل به مسڪين
رعيت جي هڏن مان ٿو ڪڍي. صاف ظاهر آهي
ته ڪو به ماڻهو لالچ ڪان سواءِ ٺيڪيداري
نٿو ڪري سگهي. سو اها ٺيڪيداري ائين ٿي
آهي جئن ڪنهن سڪل ڪَتري کي باهه ڏيڻ
سان پهريان ته ان مان چمڪندڙ چڻيون نڪرن
ٿيون پر انهيءَ جو نتيجو نيٺ ڏوڙ ڇائيءَ جي
صورت ۾ نروار ٿئي ٿو.

اهو محمد علي بيگ هر هفتي ڪچهري لڳائي
منصف مان ڳڏ مفتين ۽ قاضين کي پنهنجي ماسهون
ويهاري، فريادين جا فيصلا شريعت موجب ڪندو
هو، جئن ڪو به ڏاڍو ڪنهن به هيڻي مان ڪا
زيادتي نه ڪري.

سيوهڻ جي علائقي ۾ بکر سوڏو سميجن
انڙن جي شورش پيئي هلندي هئي ۽ انهن چانڊين
مان سلي ڏاڙن، قرين مان سڄو ملڪ ويران
ڪري ڇڏيو هو. هن پنهنجو لشڪر چاڙهي
انهن مان اهڙي ڪار ڪري ڇڏي، جو سندس
حاڪميت ۾ وري نه بکر جي ڪا پڇار ڪيائون ۽ نه
ٻئي ڪٽان جي، ۽ مات ڪري گهرن ۾ ويهي وهيا.
بختيار بيگ ترڪمان جهڙو زورآور حاڪم، جنهن
جهڙو پيو ڪو به سيوهڻ بکر جو حاڪم نه ٿيو،
بودلي نالي سميجن انڙن جي سردار کي زوريءَ

بکر جي قلعي ۾ وٺي آيو ۽ کيس قيد ڪري ڇڏيائين جيڪو اتي ئي دوزخ جي داروغن وٽ وڃي پهتو.

اهڙيءَ ريت چانڊين جي سردار سونڌر جي زال ۽ چانڊين هٿان ٻانڌي ٿيل ماڻهن ڪي، سنڌن راڄ سميت جبل مان هڪالي، بکر جي قلعي ۾ گهلي آيو. آخر جڏهن چانڊين جا سردار ميڙيون وٺي ويا ۽ بکر ۾ ڏاڙن هٿ ڪان ٻانءِ ڪيائون تڏهن سيني کي ڇڏيو ويو.

سندس ايامڪاريءَ ۾ مير ابڙي نالي چانڊڪا پرڳڻي جي زميندار درياهه مان وڏو واهه ڪيرائي رڻ پٽ ۾ آندو، جتي ڪنهن بني بشر جو پير نه پيو هو، ۽ اتي ڪيئي ڳوٺ آباد ڪيائين. انهن مان جوڪئي هرٽي ۽ مهمير ابڙي جا ئي ٻـڏايل وڏا ڳوٺ هئا. تنهن کان سواءِ تندي ابـڙي وري پوپٽيءَ جو ڳوٺ آباد ڪيو، ۽ ابڙن جو مرشد شاه علي، جيڪو پاڻ کي مهديجو سڏائي ٿو، تنهن ڪوٽلي نالي ڳوٺ ٻڌايو.

انهن کي ڏسندي سانگين ۽ ابڙن جي ڪيترن ماڻهن، جن جو چانڊڪا پرڳڻي سان تعلق هو، واهيون کوٽي نيون دهون قائم ڪيون. ملڪ جا جيڪي به ڏتڙيل ماڻهو هئا تن انهيءَ پاسي رجوعات رکي جنهنڪري سارين ۽ جـوارين جون خريف واريون پوکون پلئون پل ٿينديون ويون. هاڻ لک جريب کان بہ وڌيڪ آبادي ٿئي ٿي، ۽ ربيع جي پوک جو، ڪڻڪ، چڻا

۽ لوريون ڪنهن کان سواءِ. انهيءَ پرڳڻي جي
جمعبندي ٽيهارو چاليهارو [لک تنڪا] ٿئي ٿي.
ساڳيءَ ريت بکر جي واڇڏانيءَ واري پرڳڻي
دربيلي ۾ به زمينون ڏاڍيون آباد ٿين پيون.

پيو، ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته مرزا جاني بيگ
ترخان جڏهن ٺٽي ۾ هو ته وٽس پندرهن هزار
ارغون، ترخان ۽ ٻيا ماڻهو ملازم هئا. رعيت
مان به ويهه هزار سوار پاڻ وٽ رکيا هئائين.
مجموعي طرح ڪل پنجٽيهه هزار سوار گڏ ڪري
چڪو هو. اهي سيئي ماڻهو دلئون جانئون پورو
سال اڪبر بادشاه جي فوج سان جنگ ڪندا
رهيا. پڇاڙي ۾ وڏن حيلن کان پوءِ مرزا جاني بيگ
پيش اچي پيو ۽ بادشاه جو مطيع ٿي، ٻنهي
جهانن ۾ سرخرو ٿيو.

فوج لوڙي رعيت جيڪڏهن پيئي پنهنجي بادشاه
طرفان مڪ سانت ۾ آهن ته ڇو نه مٿس جان
مال گهوري ڇڏينديون؟

هن ملڪ ۾ رکيو ٺٽي اندر ڪيترا بادشاهي
ملازم آهن جن کي ملڪ جي نگهبانيءَ لاءِ ڪم
آڻي ٿو سگهجي. جيڪڏهن سيئي ڦاٽ ۽ گهٽ
سوکها ڪيا وڃن ۽ رعيت جي به دل ورتي
وڃي، ته وري اڳوڻو اوج ٿي سگهي ٿو. انهيءَ
سان اهو فائدو به ٿيندو ته ٺٽي جي فوج هٿان
ڪيچ جي واجا کي زير ڪري يا ڪانئس آڻ
مڃرائي، مٿس بادشاه لاءِ 'ساليانو' مقرر ڪرايو وڃي.
جيڪڏهن فوج کي اشارو ملي ته ڪيچ مڪران

به هٿ ڪري بادشاه جي اطاعت ۾ آڻي سگهي
ٿي. (١)

هن طويل ۽ دلچسپ اقتباس مان جيڪي حقيقتون اسان
جي اڳيان اچن ٿيون، اهي ڪنهن بہ تاريخ مان ڪٿي ٿيون
حاصل ٿي سگهن! جهڙوڪ:

(١) محمد علي بيگ بندري جي اچڻ کان اڳ چانڊڪا
پرڳڻي (هاٿوڪي لاڙڪاڻي ضلعي) جون انتظامي حالتون مغل
شاهي ڪارندن خراب ۽ زبون ڪري ڇڏيون هيون.

(٢) مغل ڪارندا، ارباب، رئيس ۽ قانون گو نهايت ئي
بدڪردار ۽ ظالم هئا، جن کي يوسف ميرڪ انهن خصلتن جي
ڪري بگهڙن سان مشابهت ڏني آهي.

(٣) اهي راهڪن سان وڏا ڪيس ڪندا ۽ رشوت طور
مقرر ٿيل ڏن کان وڌيڪ ڪاٺڻ ڍل اڳاڙيندا هئا.

(٤) مغل جاگيردار يا حاڪم پنهنجي نا اهليت سبب پرڳڻا،
ڳوٺ ۽ پوکيل پنيون ٺيڪي تي ڏيئي ڇڏيندا هئا، جنهن جو
نتيجو اهو نڪرندو هو تہ رعيت جا لڳ لاڳاپا حاڪم يا جاگيردار
کان ٽٽي ٿي ويا ۽ ٺيڪيدار نہ فقط پنهنجيءَ مرضيءَ موجب
انهن کان ڳريون ڍلون ۽ اڳاڙيون ڪيندا ٿي رهيا، پر حيلي
بهاني انهن کي تنگ بہ ٿي ڪيائون. تنهنڪري رعيت ويچاري
پوک جي ٻچر ئي ڇڏي ٿي ڏني ۽ ملڪ پيمگ ٿيندو ٿي پئي
ويو. هن باري ۾ يوسف ميرڪ جو هي تجربو هو تہ

ٺيڪيداريءَ وارو عمل ملڪ لاءِ بربادي‌ءَ جو ڪارڻ آهي....
ٺيڪيدارن کي جڏهن وٺي ٿو تڏهن زيادتيون ڪندا رهن ٿا....
جيڪڏهن لالچ جو ڪو دخل نہ هجي تہ ڪوبہ ماڻهو

---

(١) ورق ٤٢ کان ٤٧.

شايد ٺيڪيداريءَ جي هام نہ هڻي.

ٻچاڙيءَ لکي ٿو تہ اها ٺيڪيداري ائين آهي، جيئن ڪنهن سڪل ڪري ڪي باهہ ڏيڻ سان ٻهريان تہ ان مان ڇمڪندڙ چيڀون نڪرن ٿيون پر انهيءَ جو نتيجو نيٺ ڏوڙ ڇائيءَ جي صورت ۾ نروار ٿئي ٿو.

(٥) هرهڪ دهہ ۽ ٽپي جي زمين جو تعداد ڇهن پنجن هزارن جريبن ڪان مٿي هو.

(٦) چانڊڪا (هاڻوڪو لاڙڪاڻو ضلعو) جيڪو بکر جي راجڌانيءَ جو هڪ پرڳڻو هو، تنهن مان ٻارهن لک ٽنڪا ڍل وصول ٿيندي هئي.

(٧) هر جريب ڪان ڏهہ ٽنڪا سرڪاري ڍل وصول ڪئي ٿي ويئي.

(٨) ٻوڪ جي جمعبندي ۽ ٻوڪ جي وصرلي توڙي ٻئي انتظام لاءِ عامل، ارباب، رئيس، قانونگو (١) ۽ شقدار (نائب جاگيردار) مامور هئا.

(٩) ڍل في جريب جي حساب سان ورتي پئي ويئي جنهن ۾ وقت بوقت ڪمي بيشي ٿيندي پئي رهي: يعني اهو نرخ تبديل ٿيندو پئي رهيو.

(١٠) عدل انصاف جي ڪاتي ۾ قاضي، مفتي ۽ مصنف جون ٽي آساميون هونديون هيون. حاڪم ڪي ٻڻ اهڙو اختيار هو تہ هو عدالت جي عملدارن ڪي ٻاڻ وٽ گهرائي اجلاس ڪرائي ٿي سگهيو.

(١١) محمد علي بيگ بندري پنهنجي اياسڪاريءَ ۾ بروقت ٿي بگڙيل انتظام ڪي درست ڪري، مقرر ٿيل قانون تحت

(١) قانونگو، ٽپيدار يا پٽواري.

سائن کي حڪم جي تعميل جو پابند بڻائي ڇڏيو. رعيت جي دل ورنائين ۽ ڍل وغيره جي ايتري حد مقرر ڪيائين، جو ساڻن آرام ۽ اطمينان سان پوک ۽ ملڪ جي آباديءَ ڏانهن مائل ٿيندا ويا.

ڪنهن ساڻوءَ کي به ان زماني ۾ اها طاقت نه هئي ته دستور جي خلاف آبادگارن کان ڪا پائي به وڌيڪ وصولي ڪري سگهجي. هڪ دفعي ڪنهن ڪڙميءَ ڪيس اچي دانهن ڏني ته ڪڙ عملدار مقرر ٿيل ڍل کان پر تنڪا وڌيڪ وصول ڪري، تنهن تي محمد علي بيگ نه رڳو نائب جاگيردار تي تنبيهه ڪئي، پر آئندي لاءِ به ڪيس چتاءُ ڏيئي ڇڏيائين ته جيڪڏهن هو هڪ پائي به وڌيڪ وصول ڪندو ته ڪيس انهيءَ هنڌ تي ڦاهيءَ چاڙهيو ويندو.

محمد علي بيگ اهڙو انتظام ڪري ڇڏيو هو، جو ڪيس هرهڪ دهه ۽ تپي مان ڍل وصول ٿيڻ وقت يا وصوليءَ کان پوءِ اتان جي صحيح حالتن جو پتو پئجي تي ويو، ان ڪري وصوليءَ ۾ ڪنهن به گهٽ وڌائي ٿيڻ جو امڪان نه رهيو.

هن کي جيڪڏهن ڪنهن ملازم بابت ڪا شڪايت ملندي هئي ته ان تي وڏا ڏنڊ وجهي ڇڏيندو هو. ٺيڪي تي زمين ڏيڻ جو رواج به بند ڪري ڇڏيو هئائين، جيئن رعيت ٺيڪيدارن جي ظلمن کان محفوظ رهي.

(١٢) مير ابڙي نالي هڪ زميندار چانڊڪا پرڳڻي ۾ وڏو ۽ ويڪرو واهه کوٽايو (١)، جيڪو درياهه مان پاڻي ڇڪي انهن علائقن ۽ ٻـرن پٽن ۾ پهچائيندو هو جتي ڪڏهن به ڪا آبادي ڪانه ٿي هئي، نه وري اتي پوکي راهيءَ جو ڪو سوال پيدا پئي ٿيو.

---

(١) اهو واهه اڃا تائين "ميرواهه" نالي موجود آهي.

انھن ويران علائقن کي آباد ڪرڻ ڪان پوءِ اتي نوان ڳوٺ ٻڌرايا ويا، جن مان ميرخان ابڙي جوکي هرٽي ۽ منهه نالي ڳوٺ ٻڌرايا. نندي ابڙي پوپٽيءَ جو ڳوٺ آباد ڪيو ۽ شاه علي ابڙي ڪونلي جو ڳوٺ ٻڌرايو.

اهڙيءَ طرح چانڊڪا جي علائقي کي اتان جي هرقوم ۽ هر قبيلي آباد ڪيو، ڪيترا شهر اڏجي ويا ۽ ڪيئي واهه کوٽايا ويا. ابڙن، سانگين ۽ سميجن جي قبيلن جي چانڊڪا پرڳڻي ۾ گهٽائي هئي ۽ اهي مال ملڪيت وارا به هئا.

(۱۳) انهن ڪوشش جي ڪري خريف جو فصل، سارين توڙي جوارين جو پلو ٽيڻ لڳو ۽ هڪ لک کان به وڌيڪ ايراضي ٻنهي جنسن مان پوکجڻ لڳي. اهڙيءَ ريت سرڪاري ڍل ۾ به چاليهه فيصدي واڌارو ٿيو.

(۱۴)ترخاني دور ۾ فوج جو جيڪو تعداد هو سو اڄ تائين معلوم ٿي نه پئي سگهيو. هي ڪتاب ئي آهي جنهن مان پتو پوي ٿو ته مرزا جانيءَ وٽ ارغون ۽ ترخان قبيلي جا پندرهن هزار سوار موجود هئا ۽ مقامي ماڻهن مان پڻ ويهه هزار فوج وٽس هئي. اها پنجٽيهن هزارن جي فوج پوري هڪ سال تائين اڪبر جي فوجن جو زوردار مقابلو ڪندي رهي.

(۱۵) انهيءَ مقابلي دوران ٺٽي ۾ مؤلف جي ڏينهن ڏاوي مغل فوج جي ڏاڍي خراب حالت هئي. ان جي ڪابه نگهباني نه پئي ٿي، ٿاڻا توڙي چوڪيون مضبوط نه هيون. فوج ان حد تائين پنهنجيون وايون بتال ڪري چڪي هئي، جو ان کي دم دلاسي جي ڳرت ضرورت محسوس ڪئي ٿي ويئي.

اهڙيءَ طرح مؤلف ٻهرئين حصي جي ٽئين باب جي ٽئين فصل ۾، جيڪو صوبه دارن جي تربيت بابت آهي، بادشاه کي مشورو ڏيندي لکي ٿو:

”اهو نهايت ضروري آهي ته صوبه داريءَ جي بدل سدل
ڪرڻ ۾ اچي. شروعات ۾ جيئن خريف جو فصل اچا ڪچو هجي،
ته ٻئي صوبه دار کي اتي آندو وڃي، جيڪو پنهنجا ماڻهو سرحدن
تي مقرر ڪري ۽ ملڪي حالتن کي ضابطي ۾ آڻي. ان کان
پوءِ اڳئين صوبه دار کي ٻئي هنڌ اماڻيو وڃي. ائين نه ٿئي جو
نئون صوبه دار فصل جي لهڻ کان پوءِ اچي ۽ واڳ وٺي ۽ اڳيون
صوبه دار انهيءَ کان اڳ چوڪس ٿي وڃي ۽ بيدليءَ وچان فصل جي
سنڀال نه ڪري جيئن پنهنجي ايام ڪاريءَ ۾ سندس ريت هئي.
انهيءَ مان رعيت جو به نقصان ٿئي ٿو. ٻئي صوبه دار جي اچڻ
سان به ڪيئي گهٽ وڌايون ٿيڻ لڳن ٿيون، خود غرض ماڻهو
وقت جو فائدو وٺي، نئين صوبه دار جي ڪارندن سان بدعمليءَ
جو مظاهرو ڪرڻ لڳن ٿا، جنهنڪري رعيت توڙي انهيءَ صوبي
جي ٻي خلق پريشان ٿئي ٿي.

پيو هيءَ ته ان صوبه دار کي (جنهن جو صوبو آباد ۽
پيداوار وارو هجي) ٻئي صوبي ڏانهن بدلي ڪرڻ جي
حالت ۾ يقين آهي ته بادشاه کي ان صوبي جي سرحدي سپاه
۽ صوبي جي پيداوار بابت امين جي ذريعي سڀ خبر هوندي،
انهيءَ صورت ۾ صوبي جي پيداوار کي سرحدي سپاه جي اندازي
سميت ڏيان ۾ رکڻ ضروري آهي.

جيڪڏهن صوبي جي پيداوار مان سپاه جي پورائي ٿي
سگهي ٿي ته پوءِ صوبه دار جي ڀرين جاگير بدلائي کيس ٻئي
صوبي ۾ جاگير ڏني وڃي، جيئن سهڻي نموني پنهنجون خدمتون
سر انجام ڏيئي سگهي. پر جيڪڏهن انهيءَ صوبي جي پيدوار
سپاه جي پورائي مطابق نه آهي ته ان کي اڳينءَ جاگير تي
رهڻ ڏنو وڃي، کيس بدلي ڪرڻ حڪومت لاءِ مناسب ناهي.
بلڪ ان کي اڳينءَ جاگير تي ڇڏيو وڃي جئن لشڪر ۽
عام ماڻهو سندس تصرف هيٺ رهن. ٻئي پاسي جيڪڏهن ان

کي ڪنهن ٻئي صوبي ۾ موڪلڻ جي ضرورت هجي ته منشي ۽ ديوان ساڻس گڏجي آماڻيا وڃن. انهيءَ خيال سان ته هو رعيت جي پيداوار سان گڏ چورا ڪاريءَ واري ملڪيت به هٿ ڪري سرڪاري خزاني ۾ آڻي ڇڏي. جڏهن اهو صوبو اڳ ڄڙجي وڃي ۽ آباد ٿي رهي ته پوءِ ان صوبه دار کي اڳينءَ جاگير بدران نئين صوبي ۾ ٻي جاگير ڏني وڃي، جنهن مان هو پنهنجي پگهار جو پورائو ڪري. جيڪڏهن ائين نه ڪيو ويندو ته هن لاءِ ڪيئي ڏکيائيون پيدا ٿي پون ٿيون. اڳيون سپاه ڪانئس الڳ ٿي وڃي ٿو ۽ نوان ماڻهو سندس هٿ وس رهي نٿا سگهن. سپاه کي پگهار ضرور ڏيڻ کپي. ان حالت ۾ جڏهن صوبي جي پيداوار سان ان جي داڻي پاڻيءَ جي پورت ٿي نٿي سگهي ته اهو صوبو ڪيئن ڏوڪڙ ڪٿان ڏيندو؟ البته هو ٻهربنءَ وانگي جنن لٽن ڪري منهن پيو ڏيندو. هن باري ۾ جيڪڏهن ڪا گهڻ ٿي، ته ٺيڪ نه ته ڪو چاڙهو نه ٿيندو." (١)

مٿينءَ عبارت مان نه فقط هيءَ خبر پوي ٿي ته آن دور ۾ صوبه دارن جون بدليون ڏاڍي اڻنگي نموني ٿينديون هيون، جنهن ۾ ڪو به اصول يا قانون روا نٿي رکيو ويو. ان لاءِ مؤلف پنهنجي پاءُ (ابوالبقا) جي تبادلي جو داستان مثال طور پيش ڪيو آهي، جيڪو پڙهندڙن جي معلومات ۾ نئون اضافو ڪري ٿو. هن لکيو آهي ته

> مون نٿي صوبي جي تبديليءَ وقت پنهنجي پاءُ ابوالبقا جي حالت ڏٺي جنهن کي جهوناگڙهه طرف بدلي ٿي وڃڻ جو حڪم مليو هو. نٿي جي ايامڪاريءَ ۾ هن وٽ پندرهن سو اهڙا ڪاوائتا

---

(١) ورق ٨٩-٢ کان ورق ٩١-١ تائين.

ماڻهو موجود هئا، جيڪي بادشاهي حڪم جي چڱيءَ طرح پيروي ڪري پئي سگهيا. جڏهن ڪين جهوناگڙهه آسهڻ جي سڌ پيئي ته انهن مان هڪ هزار ماڻهو ٽنهي مان ٿي ابوالبقا کان الڳ ٿي ويا، چاڪاڻ ته هنن کي سورٺ (١) صوبي جي مهانگائي ۽ پينگ جي پُٽڪ پنجي چڪي هئي.

پنج سو ماڻهو جيڪي ڏهن ويهن ورهين کان وٽس رهندا ٿي آيا ٽن کي ٻن سهين جي پيشگي پگهار چڱن واڌارن سان ڏيئي، پنهنجي وڏي پٽ ضياء الدين يوسف سان گڏجي اوڏاهن آماڻيائين ۽ پاڻ انهن جي پٺيان بدين آيو (٢). جڏهن ضياءالدين يوسف جهوناگڙهه کان اونهه (٣) پاسي روانو ٿيو ته چار سو پنجاه ماڻهو جيڪي ابن ڏاڏن کان سندن خانداني خادم هئا، ٻوڀان ٻير ڪري وٽي پگا ۽ ٽنهي اچي ماه پٺيائسون. باقي لشڪر کان سواء پنجاهي ماڻهو دل ٻڌي ماڻس مات ڏيڻ لڳا. انهيءَ واقعي جي ڪري سپاه ۾ بيدلي پيدا ٿي ۽ ابوالبقا گهٽيءَ آئيءَ ۾ اچي ويو. ليڪن هن دل نه لاٿي ۽ پاڻ ست، اٺ سؤ ٻيا ڪارگر ماڻهو مٽن مائٽن ۽ قديم ماڻهن مان ميڙي سيڙي سورٺ صوبي ڏانهن روانو ٿيو. آخر مؤلف ڪچ جي هڪ ڳوٺ وحمان مان ان کان موڪلائي سنڌ ۾ واپس آيو.

---

(١) جهوناگڙهه جي سڄي علائقي کي "سورٺ" سڏيو ويندو ٿو.
(٢) آن زماني ۾ جهوناگڙهه ڏانهن بدين وٽان وڃڻو پوندو هو.
(٣) شايد اونه هوندو

جيڪڏهن مير ابوالبقا جون پراڻيون جاگيرون جيڪي ٺٽي جي اياماڪاريءَ ۾ وٽس هيون سي بدستور برقرار هجن ها ۽ پوءِ اها خدمت کيس سونپي وڃي ها، ته هو سهڻي نموني حڪم جي تعميل ڪري سگهي ها. جو ته اڻين ڪرڻ سان اڳيون سپاهه هن کان ڪڏهن به الڳ نه ٿئي ها، نه وري کيس ڪا ڏکيائي درپيش اچي ها. اهو ان ڪري جو هن جو اڳيون سپاهه سنڌس قديم جاگيرن ۾ سک سانت سان گذاريندو ٿي رهيو، ۽ پگهار جي ٿوري اضافي سان پنهنجا پار ٻچا گهرن ۾ ڇڏي هر هنڌ خدمتون سرانجام ڏيندو پئي رهيو.

هاڻ به اميد آهي ته خدا جي فضل ۽ بادشاهه جي اقبال سان سڀڪجهه ٺيڪ ٿي ويندو. (١)

مٿينءَ عبارت ۾ مير ابوالبقا امير خان جي باري ۾ مؤلف جيڪي ڪجهه بيان ڪيو آهي سو نهايت اهم سمجهيو وڃي ٿو. اهي خبرون هن ئي ڪتاب مان پڙهي سگهيون آهن. معلوم ٿئي ٿو ته

(١) امير خان ٺٽي مان بدلي ٿي جهوناڳڙهه ويو. ٺٽي ۾ هن وٽ پندرهن سو کن سپاهي ملازم هئا. جڏهن سنڌس بدلي ٿي ۽ سپاهين جهوناڳڙهه جي مهانگائيءَ ۽ پينگ جا واقعا ٻڌا ته هڪ هزار ماڻهن ٺٽي ۾ ئي پنهنجي ملازمت تان هٿ ڪڍي ڇڏيو. باقي پنج سو ماڻهو جيڪي ڏهن ويهن ورهين کان سنڌس لاڳيتا ملازم هئا ٽن مان به

(١) ورق ٩١-١ کان ٩٢-٢ تائين.

ماڏا چار سو ماڻهو عين موقعي تي ضياء الدين يوسف جو ساٿ ڇڏي رَمندا رهيا. ٻچاڙيءَ پنجاهي قديمي ۽ خانداني ماڻهو وٽس وڃي رهيا، جيڪي ڪانئس الڳ ٿيڻ وارا نہ هئا.

(٢) مير ابوالبقا ٻيهر پنهنجي خانداني ماڻهن مان ست اٺ سو سپاهي ڀرتي ڪيا جن ڪي هو پاڻ سان وٺي ويو. يوسف ميرڪ وڻ ڪڇ جي ڳوٺ رحمان مان پنهنجي پاءُ ڪان موڪلائي سنڌ ۾ واپس آيو.

(٣) مغل اميرن جي سپاهہ يا ملازمن کي پگهار ملڻ جي سلسلي ۾ حاڪمن تي ڪوبہ ويساهہ نہ هو. هنن کي هر مهيني پگهار ملڻ جي ڪابہ پڪ نہ هئي. هو ڏسندا هئا تہ جنهن امير سان مندن واسطو آهي، جيڪڏهن انهيءَ جون ڪافي جاگيرون آهن ۽ انهن مان ايتري آمدني ٿيندي جنهن مان کين پگهارون ملي سگهنديون، تہ هو انهيءَ امير وٽ رهندا هئا، نہ تہ ٻئي جان ڇڏائيندا ٿي ويا. اهو ئي سبب هو جو امير خان کان جڏهن نئين واريون جاگيرون واپس ورتيون ويون ۽ هئي پاسي سپاهہ کي جهوناڳڙهہ جي مهانگائي ۽ پيمنگ بابت پڪڪ پيئي تہ هو ڀڄڻ تي مجبور ٿي ٿيو.

اها ئي بي اعتمادي هئي جنهن جي ڪري سپاهين کي بعضي ٻن ٽن مهينن جي پيشگي پگهار ڏيڻي ٿي پيئي.

(٤) تنهن زماني ۾ جهوناڳڙهہ وڃڻ جو رستو هن

ريت هو: بدين کان رحمان ڳوٺ، ڪڇ جو
رڻ، پوءِ ڪڇ ٽپي جهونا ڳڙهه پهچڻو پوندو
هو. هي اهوئي خشڪيءَ جو رستو آهي، جو
اڄ به بدين کان ڪڇ تائين وڃي ٿو.

# متن جي تياري ۽ درستي

## خطي نسخا:

جيئن اڳ ۾ ٻڌايو ويو ته ”مظهر شاهجهاني“ جا هيل تائين ٻه نسخا هٿ اچي چڪا آهن: هڪ اهو نسخو جيڪو مؤلف جي ذاتي ملڪيت هو، جنهن کي ڪي سال اڳ پنجاب يونيورسٽيءَ مرحوم سراج الدين ”آذر“ جي پوين وٽان خريد ڪيو هو. هي اهو ئي نسخو آهي جو ڊاڪٽر محمد ناظم مرحوم جي ذريعي مون کي مليو ۽ مون انهيءَ وقت ان جي فوٽو ڪاپي ڪرائي هئي، انهيءَ ئي نسخي کي هتي بنيادي متن جي حيثيت ڏني ويئي آهي.

ٻيو نسخو اهو آهي، جيڪو مون کي قطعي طرح پهرين نسخي جو نقل ٿو معلوم ٿئي ۽ پنجاب يونيورسٽيءَ جي خطي ذخيري ۾ موجود آهي. ان نسخي کي مون متن جي پيٽ لاءِ ڪتب آندو آهي، ليڪن ٻنهي جي عبارت ۾ ڪو خاص اختلاف نظر نه آيو. هيٺين سٽن ۾ ٻنهي نسخن جي ڪيفيت پيش ڪئي وڃي ٿي.

### نسخو پهريون

تقطيع ۲/۱-۵ X ۲/۱-۸ هر صفحو ۱۳ سٽون، خط هندي نسخ نهايت صاف ۽ پڌرو. سڄو ڪتاب هڪ ئي ڪاتب جو لکيل آهي. ڪاغذ ديسي، اوڻي رنگ جو ٿلهو ۽ مضبوط، جنهن

جي تازگي اچا ڏاڍين قائم آهي. صفحا جدوان سان ۽ عنوان ڳاڙهيءَ مس سان لکيل آهن. پهرئين صفحي جي پيشانيءَ تــي معمولي ڪم ٿيل آهي. ورق ٧٠٤، (صفحا ٨١٤).

قسم اول (پهريون حصو) ورق ٤-٢ کان شروع ٿي ٢٢٨-٢ تي ختم ٿئي ٿو، ۽ قسم ثاني (حصو ٻيو) انهيءَ ورق جي پچاڙيءَ وارين، ٻن سٽن کان شروع ٿي ٤٠٧-٢ تي ختم ٿئي ٿو. ديباچو ١-٢ کان ٤-١ ورقن تي لکيل آهي. ان کان سواءِ شروعات ۾ ٻه ورق ٻيا آهن، جن تي مضمونن جي فهرست ورقن جي حوالي سميت ڏنل آهي.

ڪتاب جي پهرئين ورق جي ٻاهرين صفحي تي مختلف عبارتون درج آهن، جن مان هڪ عبارت پنهنجي مفهوم جي لحاظ کان خود مؤلف جي پنهنجي هٿ سان لکيل معلوم ٿئي ٿي. اهو ئي سبب آهي، جو اسان انهيءَ نسخي کي مؤلف جو نسخو تصور ڪري رهيا آهيون. اها عبارت هن ريت آهي:

(١) هوالفياض
(٢) قد وقفت علي يد اکبر ابناء الاخ الکبير (١) ابــي البقا.
(٣) الملقب به امير خان سلمه الله تعالي.
(٤) بل افضلهم بالتحقيق ضياءالدين.
(٥) يوسف في شهور.
(٦) ثمانية و اربعين .
(٧) و الف من
(٨) الهجرةالنبويه.
(٩) عليه افضـ .... (٢)
(١٠) الصـ .... (٢)

---

(١) الاخ الکبير مٿان ڪنهن هي لفظ لکيا آهن- برادر ڪلان(و) پدر مير ضياءالدين.(٢)[ڏسو ص ، ٧٢ جو حاشيو]

مؤلف هيءَ عبارت لکي، ڪتاب، تاليف کان گهٽ وڌ پنج
سال پوءِ ١٠٤٨ ھ ۾، پنهنجي وڏي ڀاءُ ابوالبقا اميرخان جي
وڏي پٽ ضياءالدين يوسف (١) کي ڏنو آهي.

انهيءَ صفحي جي مٿان هڪ ڪنڊ ۾ هيءَ عبارت ملي ٿي:

(١) .... تاريخ ١٦ شعبان ٣٩ (٢)
(٢) .... جمع ڪن (٣)
(٣) .... محب (٣)

ساڄيءَ عبارت جي وچ ۾ لکيل آهي:

(١) بتاريخ ١٠ صفرالمظفر ١٢٨٤ هجري نبوي
(٢) داخل ڪتبخانہ نموده شد

انهن ٻن سٽن جي هيٺان خط طغرا ۾ دستخط ٿيل آهن
جيڪي "اشرف محمد عفي عنہ" پڙهڻ ۾ اچن ٿا.

انهيءَ صفحي جي پاسي ۾ هڪ مُهر آهي جيڪا دستور
موجب ميٽي ويئي آهي ۽ پوريءَ ريت پڙهڻ ۾ نٿي اچي. ان
جي هيٺان هيءَ عبارت آهي:

(١) تاريخ غره ربيع‌الثاني ٨
(٢) ديده (٤) شد

ڪتاب جي اختتام واري جا عبارت آهي (٥)، تنهن

---

(٢) "افضل" ۽ "الصلواة" جو پويون اڌ جلدبنديءَ ۾ ڪٽجي ويو
آهي. يقين سان چئجي ٿو ته مؤلف جا دستخط به انهيءَ ۾ ڪٽجي
ويا آهن.

(١) "تذڪره اميرخاني" (مؤلف راقم‌الحروف) ۾ سوانح ڏسڻ کپي.
(٢) صاف پڙهڻ ۾ نٿو اچي، رمضان به ٿي سگهي ٿو.
(٣) اکر ڏنل آهن، پڙهڻ ۾ نٿا اچن.
(٤) ممڪن آهي 'عرض ديده شد' هجي، پهريون لفظ ميٽجي ويو هجي.
(٥) متن ص ٢٥٧.

جي هيٺان هڪ ٻي ماٺهوءَ جون ٻه مهرون لڳل آهن، جن جي عبارت هيءَ آهي:

مومن الدوله، اساس الملڪ
مرزا فاضل بيگ خان جنگ بهادر

ٻنهي مهرن تي سال ١٢٨٨ ھ اڪريل آهي.

## نسخو ٻيو

هي نسخو "دستورالعمل" (١) جي غلط نالي سان پنجاب يونيورسٽيءَ جي ڪتبخاني ۾ PH 111-71 نمبر تي موجود آهي. تقطيع 9X5 ورق ڪل ٣٠٠. ان جي يارهين ورق تي مختلف ماڻهن جون ٽي مهرون لڳل آهن، جن تي محمد رب نواز خان اڪريل آهي. هڪ مهر تي ١٢٣٤ ھ، (٢) ٻيءَ تي ١٢٠٠ ھ، (٣) ۽ ٽينءَ تي ١٢٥٥ ھ (٤) لکيل آهي.

اهي ٽيئي مهرون ڪتاب جي پوئين صفحي تي پڻ موجود آهن. خط معمولي نستعليق، ڪاغذ اوڻي ونگ جو ٿلهو ديسي ڪتب آيل آهي.

هن نسخي جا ڪي ورق گم ٿيل آهن، جن جي اسان متن ۾ نشاندهي ڪئي آهي. عبارت جي اختلافن جي درستي ڪندي متن جي حاشين ۾ ان نسخي کي (پ) جي نشان سان پڌرو ڪيو ويو آهي.

## ڪتاب جي شروعات:

جيئن ته هن ڪتاب جو رڳو پهريون حصو ڇپايو وڃي ٿو ان ڪري موقعي جي مناسبت سان ڪتاب جي ابتدائي عبارت

(١) ڊاڪٽر سيد محمدعبدالله پنهنجي فاضلاڻي ڪتاب "ادبيات فارسي ميں هندوں کا حصہ" ص ٥٠ تي اهو ئي نالو لکيو آهي (دهلي ١٩٤٢ع)؛ (٢) مطابق ١٨-١٨١٩ع
(٣) مطابق ٨٥-١٧٨٦ع (٤) مطابق ٣٩-١٨٤٠ع.

يعني پهرئين حصي جي شروعات واريون ڪي سٽون هتي درج ڪجن ٿيون ،

بسم الله الرحمان الرحيم

حمد است مرخالقي را ڪه انسان را براي معرفت خود آفريده چنانچه در ڪلام مجيد خود فرموده ڪه: و ما خلقت الجن و الانس الاليعبدون - يعني آفريدم من جن و انس را مگر براي آنڪه بشناسند مراه و نيز در حديث قدسي آورده ڪه: ڪنت ڪنزا مخفيا فاجئت ان اعرف فخلقت الخلق لاعرف- يعني من خداوندم گنجي پنهان بودم و غير من عالم بحال و عارف به جلال و ڪمال نبود . و دوست ميداشتم ڪه مرا بشناسند، پس مخلوق را آفريدم تا شناخته شوم و بادشاهان را برخلائق خود نگهبان و راعي ساخته ڪه هر آئنه در شعاع دولت ايشان، هيچ قوي بر ضعيف ستم نڪند .... الخ .

ترجمو: شڪرانا انهيءَ خالق جا جنهن انسان کي پنهنجي سڃاڻپ لاءِ پيدا ڪيو جيئن پاڻ ڪلام مجيد ۾ فرمائي ٿو: مون جنن توڙي انسانن کي پنهنجي سڃاڻپ (عبادت) لاءِ خلقيو آهي. حديث قدسيءَ ۾ پڻ آيل آهي ته ”مان (خدا) خزاني وانگي مخفي هوس، مون کان سواءِ ڪائنات ۾ ڪا بحالي نه هئي ۽ عارف لاءِ به ڪو جلال يا ڪمال نه هو، مون پنهنجي سڃاڻپ لاءِ مخلوق کي پيدا ڪيو ۽ بادشاهن کي ان جو نگهبان ۽ ڌنار بڻايم جئن ڪڏهن به ڪو ڏاڍو ڪنهن هيٺي تي ظلم نه ڪري. (١)

---

(١) اها حديث حضور اڪرم جي تعليم توڙي اسلامي روح جي سراسر خلاف آهي، بادشاهن جو وجود اسلام ۾ ڪٿان آيو؟

## متن جي اشاعت جو احوال:

هي ڪتاب جيئن ته سنڌ جي تاريخ جي سلسلي ۾ غير معمولي اهميت رکي ٿو، ان ڪري هن کي ترتيب ڏيڻ وقت مون چاهيو، ٿي ته مؤلف جيڪي اشارا ڏنا يا واقعا بيان ڪيا آهن، يا پوکي راهي، ڍل، دستورالعمل، جنسن ۽ ماپ تور بابت جيڪي ڳالهيون لکيون آهن، يا هن جن قبيلن ۽ ماڻهن جو ذڪر ڪيو آهي، يا ڪي جاگرافيائي نالا ۽ هنڌ لکيا آهن، يا هو پنهنجي عبارت ۾ جيڪي مقامي يا غير مقامي لفظ يا محاورا ۽ اصطلاح استعمال ڪري چڪو آهي، تن سڀني تي مفصل حاشيا ۽ وضاحتي نوٽ لکان، پر پوين پن ٽن سالن دوران صحت جي خرابيءَ ۾ مبتلا رهڻ جي ڪري افسوس اٿم جو آءٌ ائين ڪرڻ کان معذور رهيس، بلڪ ڇپيل متن به پن ورهين تائين سهاڳ وغيره نه لکڻ سبب رُڪيل رهيو. بهرحال ان مجبوريءَ جي باوجود به مون، حسب خاطر خواه نه سهي ته به ڪنهن حد تائين، جتي ڪٿي ضروري حاشيا لکي ڇڏيا آهن. سنڌي نالن توڙي ماڳن جون سنڌيءَ ۾ اميلائون پڻ ڏنيون اٿم. بعض تاريخي آثارن، ڳوٺن ۽ ماڻهن بابت به حاشيا لکيا ويا آهن. ليڪن مڪمل طرح هيءَ عملي مهم سر انجام ڏيڻ ڏاڍي ڏکي ۽ محنت طلب هئي. ضرورت هئي ته جن قبيلن جو ذڪر آيو آهي تن جي مختصر تاريخ ۽ نسب ناما به شامل ڪجن ها، پر ڇا ٿو ڪري سگهجي. ان حالت ۾ جڏهن انسان واقعن ۽ حالتن جي ناسازگاريءَ سبب مجبور ٿي ويندو هجي؟ اهڙي سمي سواءِ ان جي ٻيو ڪو چارو نٿو رهي ته هر درد سر جو قصو مختصر ڪجي. انهيءَ عالم ۾ مون کي به گهٽيءَ حد تائين ڪوتاهه قلميءَ کان ڪم وٺڻو پيو. بهرحال اهي سڀ شيون ۽ ضرورتون پنهنجيءَ جاءِ تي ايتريون اهم آهن، جو وري جڏهن هن ڪتاب جي ٻي ايڊيشن

تيار ڪرڻ ۾ آئي ته انهن سڀني ڳالهين جو خيال ورڪڻ لازمي ٿيندو، جيئن ٻي ايڊيشن وڌيڪ جامع ۽ مڪمل بڻجي وڃي، بلڪ ان وقت ضرورت ان ڳالهه جي به ٿيندي ته پهرئين حصي کي پڻ ان سان شامل ڪيو وڃي، جو بجاءِ خود حڪمراني نظام جي ڪتابيات جي هڪ اهم ڪڙي آهي.

## فهرستون ۽ شجرا:

ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ مختلف فهرستون ڏنيون ويون آهن، مثلاً ماڻهو، جاگرافيائي ماڳ، قومون قبيلا ۽ ڪتابن جا نالا، ان کان سواءِ مخصوص مقامي محاورن ۽ لفظن جي جدول به ڏني ويئي آهي، جيڪي مؤلف هرهنڌ ڪتب آندا آهن.

انهن فهرستن سان گڏ ٻه ٻيون فهرستون به شامل آهن: هڪ سنڌي قومن ۽ قبيلن جي ۽ ٻي انهن جاگرافيائي ماڳن ۽ شهرن جي، جن جو خاص ڪري سنڌ سان لاڳاپو آهي. مهاڳ جي پڇاڙيءَ ۾ مؤلف جي خاندان جو شجرو بہ ڏنو ويو آهي، جيئن پڙهندڙن کي هن خانوادي جي رشتيدارين جي به خبرچار پئجي سگهي.

انهيءَ شجري کان علاوه ٻہ ٻيا نسب ناما به ڏنا ويا آهن، جيڪي نورجهان بيگم جي خاندان بابت آهن. هڪ ۾ هن جي مادري سلسلي (نانڪ) ۽ ٻئي ۾ سندس پدري سلسلي (ڏاڏنڪ) کي اجاگر ڪيو ويو آهي. پڙهندڙ ٻنهي شجرن مان ڄاڻي سگهن ٿا ته هي هڪ قافلو هو، جو بي سر و ساماني جي عالم ۾ ايران کان کهي اچي هتي پهتو. هن ٻنهجي رشتيدارين جي ڪڙين ۾ کهڙن شاهن ۽ شهزادن، اميرن ۽ اميرزادن کي جڪڙي، اڳوڻي هند سنڌ جي سرزمين جي سياست ٽوڙي حڪومت کي پنهنجي اقتدار هيٺ آندو هو. انهن ٻنهي شجرن جي ترتيب لاءِ

راقم الحروف کي ڪيئي ڪتاب نظر مان ڪڍڻا پيا جن مان ڪن جا نشان نسب‌نامن ۾ ڏنا ويا آهن، جيئن هن خاندان جي فردن تي جيڪڏهن ڪو صاحب ڪم ڪرڻ گهري ته ان لاءِ آساني رهي.

هن ۾ هڪ جدول ٻي به آهي جا مهاڳ جي پڇاڙيءَ ۾ اچي ٿي، جنهن مان سنڌ جي انهن خاص واقعن جون تاريخون ملن ٿيون، جيڪي انهيءَ دور ۾ ٿي چڪا هئا، جنهن مان "مظهر شاهجهاني" جو تعلق آهي.

## شڪرگذاري:

پڇاڙيءَ ۾ سڀ کان اول آءٌ پنهنجي مرحوم شفيق محمد ناظم (١) جي حق ۾ دست بدعا آهيان ته رب پاڪ ان مرحوم مغفور کي پنهنجي اڪيچار رحمتن ۽ بخششن مهابي فردوس مڪاني ۽ جنت آشياني بڻائي. حقيقت ۾ اهڙا ئي نيڪ، پاڪيزي اخلاق ۽ ڪردار جا انسان بهشتين مان آهن. هي ڪتاب انهيءَ ئي مرحوم جي مهربانيءَ مان مون تائين ڇپجي پهتو جڻ عدم مان عالم وجود ۾ آيو. ان کان پوءِ مون تي لازم آهي ته آءٌ پنهنجي بزرگ ڀاءُ پير علي محمد راشديءَ جو ٿورائتو ٿيان، ان لاءِ ته جڏهن هي ڪتاب فقط هڪ ڏينهن لاءِ مليو ته هن انهيءَ هڪڙي ئي ڏينهن ۾ سوين رپيا خرچ ڪري سڄي ڪتاب جون تصويرون ڪيرائي مون کي عنايت ڪيون هيون. آءٌ پنهنجي عزيز دوست ڊاڪٽر محمد عبدالله چغتائيءَ جو پڻ شڪرگذار آهيان، جو جڏهن خطي نسخا اچا مون وٽ نه پهتا هئا ته هن پنهنجو قيمتي وقت سيڙائي اتي ئي لاهور ۾ منهنجي

---

(١) وفات ٢٤ مئي ١٩٥٥ع (١٠ شوال ١٣٧٤هه)، ڏينهن اڱارو عيدالفطر، وقت هڪ وڳي منجهند. مدفن قبرستان سوداگران پنجاب - ڪراچي.

مسودي جي کن عبارتن جي اصل نسخن سان ڀيٽ ڪري درستي فرمائي هئي. انهيءَ کان پوءِ پنهنجي همڪار ۽ رفيق جناب حبيب الله صاحب رشدي جو احسان مند آهيان جنهن نه فقط ڇپائي ۽ پروفن ڏسڻ ۾ پوري ذميداري پاڻ تي کنئي پر سڄي انڊيڪس به ٺاهي جوڙي ڪتاب ۾ شامل ڪيائين. خدا پاڪ انهن سڀني عزيزن کي اجر خير عطا ڪري.

## حرف آخر:

هي ڪتاب سنڌ جي تاريخ جي سلسلي ۾ وڏي اهميت رکي ٿو ۽ خصوصي مواد جي اعتبار کان به سڀني سنڌي تاريخن ۾ ممتاز ۽ افضل آهي. ان ڪري مان پنهنجي هموطن حضرات ۽ سنڌ جي تاريخ سان دلچسپي ۽ همدردي رکندڙ سڀني ٻاهرين تاريخ جي عالمن مان اها اميد وکان ٿو ته هو هن ڪتاب جي ورقن ۾ سنڌ جي ماضيءَ جي صحيح تصوير ذهن نشين ڪرڻ جي ڪوشش فرمائيندا.

ڪراچي — حسام الدين راشدي

١٢- فبروري ١٩٦١ع

٢٥- شعبان المعظم ١٣٨٠هه

آچر ڏينهن ١٠ وڳين صبح.

# حوالي جا ڪتاب


(١) تاريخ سنڌ — مير معصوم بکري — دائود پوٽي واري ايڊيشن

(٢) تذڪره اميرخاني — حسام الدين راشدي — سنڌي ادبي بورڊ

(٣) ذخيرة الخوانين — شيخ فريد بکري — خطي ذخيرو، حسام الدين راشدي

(٤) لب تاريخ سنڌ — خان خدا داد خان — امرتسر واري ايڊيشن

(٥) اڪبر نامه (جلد ٣) — ابوالفضل — بينگال ايشيانڪ سوسائٽي

(٦) ماثرالامراء (جلد ٣) — شاهنواز خان — " " "

(٧) بادشاهه نامه — عبدالحميد لاهوري — " " "

(٨) بيگلار نامه — ادراڪي بيگلاري — خطي ذخيرو، حسام الدين راشدي

(٩) ضميمه تاريخ سنڌ — محمد بن زنده علي بيگ — " "

(١٠) مقالات الشعراء — مير علي شير قانع — ڇاپل ايڊيشن، حسام الدين راشدي

(١١) تحفة الڪرام — مير علي شير قانع — قلمي ۽ ڇاپل (فارسي)

(١٢) طبقات اڪبري (جلد٣) — خواجه نظام الدين — بينگال ايشيانڪ سوسائٽي

(١٣) تعليقات مڪلي نامه — حسام الدين راشدي — سماهي مهراڻ

(١٤) مقدمه مثنوي چنيسرنامه — " — سنڌي ادبي بورڊ

(١٥) تزڪ جهانگيري — مطبوعه نولڪشور

(١٦) تاريخ فيروزشاهي — ضياء برني — بينگال ايشيانڪ سوسائٽي

(١٧) تاريخ طاهري — طاهري نسياني — خطي ذخيرو، حسام الدين راشدي

(١٨) آئين اڪبري (جلد ١)- بلاخمن- بينگال ايشياٽڪ سوسائٽي
(١٩) مرزا غازي ترخان- حسام الدين راشدي مطبوعہ مجلہ تاريخ، سياسات
(٢٠) مير مائل (مقالہ)- حسام الدين راشدي سماهي مهراڻ
(٢١) The Antiquities of Sind. H. Cousens 1929
(٢٢) مجلہ علوم اسلاميہ- پرچو پهريون علي گڙهہ
(٢٣) ترنيم- عنايت خان آشنا خطي ذخيرہ، ضيائي

—

# واڌارا

هن ڪتاب ۾ جتي فوج عليءَ جو نالو اچي، اتي قوج علي پڙهڻ گهرجي. هي ٻه ڀائر هئا جن بابت ”ذخيرة الخوانين“ جي مصنف لکيو آهي ته قوج علي ۽ برج علي ٻه ڀائر هئا، سندن ليچ ترڪمانن مان هئي ۽ پيٽي منصور جي سپاهه مان هئا. برج علي ايتري ترقي نه ڪئي، پر قوج علي منصب ماڻيو ۽ جاگير هٿ ڪيائين، ۽ ڪو وقت گجرات ۾ متعين هو. جنت مڪاني (جهانگير بادشاه) جي زماني ۾ سبي ۽ گنجابي وارن پرگڻن (بکر جي راڄڌاني) ۾ ڪيس جاگير مليل هئي، ڪاڇي ۾ بلوچن ۽ افغانن مٿان حاڪم ٿي رهيو. اُتي ايڏا ماڻهو ماري ڍڪاءُ پيدا ڪيائين جو ڪو ٻار روئندو هو ته ان کي قوج عليءَ جي اچڻ جو ڊپ ڏياري روئڻ کان بس ڪرائي ويندي هئي.

”هي ٻه لوهيون ڪٽاهيون ڀاڻيءَ سان ڀرائي باهه جي مچ تي رکائيندو هو، چور ۽ ڏوهيءَ جا هٿ پير ٻڌي ان کي ڪتل ڪٽاهيءَ ۾ ڦٽو ٿي ڪرايائين، جنهن ۾ هو چيچلائي مري ويندو هو. اهڙيءَ ريت هزارين ماڻهو هريا ڪري ڇڏيائين. انهيءَ سفاڪيءَ ۽ بيرحميءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو.

”بدقسمتيءَ سان ڪيس پٽ جو اولاد ڪونه هو. هڪڙي ڌيءَ هيس جنهن تي خضر خان (مرداڻو نالو) رکيو هئائين. ان

جي سختيءَ سان نگهداري پيو ڪندو هو. سچي چمار ڪيس شادي نه ڪرايائين. ان تي ٻئي قسم ڪندو هو ته ساڻس ڏاڍو پيار هوس.

"اڪل هڪ لک رپيا اڪبرآباد، لاهور ۽ ملتان جي پٽولوٽن کان قرض ورتئي، سڀ ۽ گنجابي واري پرڳڻي ڏانهن هليو ويو. شاهوڪارن کي پاڻ وٽ گهرائي، انهن کان زوريءَ وصوليون ڪري، ڪين مارائي ٿي ڇڏيائين. اتان بدلي ٿي بادشاهي دربار ۾ آيو ۽ مون (شيخ فريد ڀکري مصنف ذخيرة الخوانين) سان اچي وير وڌائين ته سندس جاگير جيڪا ڪانٽس ڪسجي بايزيد بخاريءَ جي پٽن کي ملي هئي، تنهن ۾ منهنجو ئي هٿ هو. گهڻيءَ جاکوڙ کان پوءِ ڀکر جي راڄڌانيءَ واري فوجداريءَ وسيلي مون کي مصيبت ۾ وڌائين. خدا حق وڪيل هو، جنهن منهنجي پڌي ۽ هن کي مقرب خان سان گڏ 'پٽني' جا وڻ ڏيکاريائين، جتي مري جهان ڇڏي ويو، 'جنهن جيڪي پوکيو سو ئي لڻندو'."

(ذخيرة الخوانين قلمي ص ٨-٩ ٤٠)

جڏهن هي صفحا ٿي ڇپيا تڏهن راقم کي پنهنجي ڪتابن جي ذخيري مان "ديوان حافظ" مطبوعہ منشي نولڪشور، مطبع مطلع نور (١)، جو هڪ نسخو مليو، جنهن جي سرورق تي مخدوم

---

(١) ديوان حافظ جي انهي ڇپيل نسخي جي ڪتابت منشي محمد شمس الدين "اعجاز رقم" ڪئي هئي. هي پنجين ايڊيشن اپريل ١٨٩٧ع مطابق ١٣١٤هه ڌاري لکنو مان ڇپيو هئي. ان جي پڇاڙيءَ ۾ مولوي عبدالعلي مدراسي جو لکيل قطعہ تاريخ درج ٿيل آهي، جنهن جي ڇپائيءَ جو سال "ڪلام معجز نماي حافظ" (١٣٠١هه) مان نڪري ٿو. ان جي تقريظ مرحوم مولانا محمد هادي علي "اشڪ" لکي هئي، جنهن ساڳئي نسخي تي ڪي حاشيا به لکيا آهن.

محمد جعفر بوبڪائي ابن مخدوم ميران جو نسب نامو ڪنهن نامعلوم شخص جي هٿ اکرن ۾ لکيل هو، جيئن ته اڄ ڏائين مخدوم جعفر بوبڪائيءَ جو نسب نامو ڪٿي به نه مليو آهي ۽ هي ٻيئي شخصيتون ڀريءَ ڀاريءَ جي سنڌي عالمن مان هيون، ان سان گڏ هن ڪتاب (مظهر شاهجهاني) جي متن ۾ به انهيءَ مخدوم جو ذڪر آيو آهي، ان ڪري ضروري سمجهيو ويو ته اهو نسب نامو به هتي درج ڪجي، جيئن مٿين ٻنهي بزرگن جي خانوادي سان دلچسپي رکندڙ علم دوست حضرات ان مان استفادو ڪري سگهن:

شجره متبرڪ مخدوميان قريشيان بني عباس بوبڪان

عبدالمناف - هاشم - عبدالمطلب - عباس - عبدالله - هاشم - ابوبڪر - سلطان اندس (؟)- بزداو خان - سالار خان - سلطان ترڪ - سلطان خلجي خان - ابوبڪر - شيخ محمد - شيخ ابوبڪر - عاري - ميره - مروڳ (؟)- شيخ قلندر - مرزوق - نور الدين - محمد يعقوب - محمد ميران بوبڪائي (استاد شاه حسن ارغون وغيره)- مخدوم جعفر بوبڪائي (صاحب متانة)- نصير الدين - خير محمد - عبدالصمد - خير محمد - عبدالصمد عرف وڏل - پير محمد - اميد علي -




اندازو آهي ته هي شجرو مير محمد ولد امير علي نالي ڪنهن شخص ”ديوان حافظ“ جي خالي ورق تي لکيو آهي.

ڪراچي، ٢٥- مارچ ١٩٦٢ع

# اهم تاريخي واقعن جا گوشوارا

## ١١٣٥ـــــــ١٠٤٤

| | |
|---|---|
| ١١ محرم ١٠٣٥ هہ- | سيد بايزيد بخاريءَ جي وفات کي جهانگير بادشاه ٺٽي جو صوبو شهزادي شهريار (نورجهان جي ڄاٽي) جي جاگير ۾ ڏنو، جنهن جو نائب شريف الملک مقرر ٿيو. |
| آچر ٢٨ صفر ١٠٣٧ هہ- (١١- آبان ٢٢ سال جهانگيري) | جهانگير ڪشمير کان ورندي 'راجور' جي منزل ٽان آسهڻ بعد سٺ ورهين جي ڄمار ۾ وات کي وفات ڪري ويو، سندس حڪومت جو عرصو ٢١ سال اٺ مهينا ۽ پندرهن ڏينهن هو. آصف خان ابوالحسن يمين الدوله بر وقت خسرو جي پٽ داور بخش کي تاج پهرايو، نورجهان پنهنجي ڄاٽي شهريار کي بادشاه بنائڻ ٿي گهريو، پر سندس ڀاءُ يمين الدوله کيس ائين ڪرڻ نه ڏنو ۽ پنهنجي ڄاٽي شاهجهان کي تخت تي ويهارڻ جي منصوبي تي ڪاربند رهي، بنارسي نالي هڪ هندو گماشتي کي 'چڪر هٽي' واري منزل تان، جا ڪشمير ۽ لاهور جي وچ تي واقع آهي، بادشاه |



بسم الله الرحمن الرحیم

حمد است مر خالقی را که انسان را برای معرفت خود

آفرید و چنانچه در کلام مجید خود فرموده که وما خلقت

الجن والانس الا لیعبدون یعنی آفریدم من جن

و انس را مگر برای آنکه بشناسند مرا و نیز در حدیث

قدسی فرموده که کنت کنزاً مخفیاً فاحببت ان اعرف

فخلقت الخلق لاعرف یعنی من خدا [illegible]

[illegible]

(٢) ڪتاب جي پهرئين صفحي جو عڪس

جي انتقال جي خبر پهچائڻ لاءِ دکن جي پاسي روانو ڪيو، جتي ان وقت شاهجهان جو قيام هو.

| | |
|---|---|
| آچر ١٩- ربيع الاول ١٠٣٧ هه- | بنارسيءَ ويهن ڏينهن کان پوءِ دکن جي آخري سرحد تي پهچي، اها خبر مهابت خان وٽ رسائيءَ جنهن اوڏيءَ مهل شاهجهان کي اطلاع ڏنو. |
| ٢٢- ربيع الاول ١٠٣٧ هه- | شاهجهان گجرات رستي دکن کان آگري روانو ٿيو. |
| ١٨- ربيع الثاني ١٠٣٧ هه- | محمودآباد (احمدآباد) وٽ شاهجهان شيرخان کي گجرات ۽ مرزا عيسيٰ ترخان ثانيءَ کي ٺٽي جو صوبيدار مقرر ڪيو. |
| ٢٣- جمادي الاول ١٠٣٧ هه- | شاهجهان جي تخت نشينيءَ جو آگري ۾ اعلان ڪيو ويو. "مظهر شاهجهاني" جي مؤلف يوسف ميرڪ جو ڏاڏو پڙ ڏاڏو مير ابوالبقا امير خان ان وقت شاهجهان جي سهري يمين الدوله آصف خان پاران ملتان جو نائب هو. |
| ٢٥- جمادي الاول ١٠٣٧ هه- | شاهجهان جي حڪم سان، آصف خان يمين الدوله، جيڪو ان وقت لاهور جو صوبيدار هو، خسرو جي پٽ داوربخش کي لاهور ۾ قتل ڪري ڇڏيو، جنهن کي هن پاڻ جهانگير جي وفات وقت عارضي طور تخت تي ويهاريو هو. ان سان گڏ داوربخش جي ڀاءُ گرشاسپ، شهريار جي پٽ طهمورث ۽ دانيال جي پٽ هوشنگ کي |

| | |
|---|---|
| | ۾ زندگيءَ جي نعمت کان محروم ڪري ڇڏيائين. |
| ٢٦- جماديالاول ١٠٣٧ هه- (خميس جي رات) | شاهجهان اڪبرآباد (آگري) ۾ داخل ٿي، باغ نورجهان ۾ منزل انداز ٿيو. |
| ٢٧- جماديالثاني ١٠٣٧ هه- | شاهجهان جي تخت نشينيءَ جي باقاعدي رسم ادا ڪئي ويئي. |
| ١- رجب ١٠٣٧ هه- | مرزا عيسيٰ ثانيءَ کي ٺٽي مان بدلي ڪيو ويو، سندس جاءِ تي خواجه باقي عرف شير خواجه جي مقرريءَ جو فرمان صادر ٿيو. مرزا عيسيٰ ١٨- ربيع الثاني کان وٺي ١- رجب ١٠٣٧ ه تائين ٺٽي جو حاڪم رهيو. |
| ؟ رمضان ١٠٣٧ ه- | خواجه باقي ٺٽي ايندي وستي تي فوت ٿي ويو (حڪومت صرف ٻه مهينا ٢٠ ڏينهن سندس نالي رهي). |
| ٢٢- رمضان ١٠٣٨ ه- | خواجه باقيءَ جي جاءِ تي مرزا حسام الدين مرتضيٰ خان کي ٺٽي جي حاڪم ٿيڻ جو فرمان مليو. |
| ؟ ؟ ١٠٣٨ هه- | احمد بيگ خان (نورجهان جي ڀائٽئي) کي سيوهڻ جو حاڪم مقرر ڪيو ويو. |
| ٨- ربيع الاول ١٠٣٨ هه- | مرزا عيسيٰ ترخان ثاني کي 'متّرا' ۾ جاگير ڏني ويئي. |
| ٧- ربيع الثاني ١٠٣٨ هه- | مرزا عيسيٰ ٺٽي کان واپس دربار ۾ آگري پهتو. |
| ؟ ؟ ١٠٣٩ هه- | يوسف ميرڪ، احمد بيگ ۽ ان جي ڀاءُ يوسف جي ظلمن کان تنگ ٿي سيوهڻ |

| | |
|---|---|
| | مان نڪتو، جيئن ملتان پهچي، انهن ظلمن جو داستان لکي، اتان دربار ۾ پهچي، بادشاه جي حضور ۾ دادرسيءَ لاءِ پيش ڪري. |
| ؟ ؟ ١٠٣٩ هه- | مرزا حسام الدين مرتضيٰ خان جيڪو احمد بيگ جو مائٽ هو، دل جي عارضي سبب ٺٽي ۾ گذاري ويو. |
| ١٢- ربيع الاول ١٠٣٩ هه- (رات) | مير ابوالبقا امير خان کي ملتان مان يمين الدوله جي نيابت کان بدلي ڪري مرتضيٰ خان جي جاءِ تي ٺٽي جو صوبيدار مقرر ڪيو ويو. |
| — | احمد بيگ خان کي سيوهڻ مان بدلي ڪري ابوالبقا جي جاءِ تي ملتان ۾ رکيو ويو. |
| — | احمد بيگ خان جي جاءِ تي سيوهڻ ۾ ديندار خان مقرر ٿيو. |
| — | يوسف ميرڪ اجا سيوهڻ مان نڪري، بکر کان ٿيندو، ملتان ۾ پنهنجي پاءُ وٽ پهتو مس، ته هي سيئي واقعا ظهور ۾ آيا. |
| ربيع الثاني ١٠٣٩ هه- | گهڻو ڪري ابوالبقاجي ملتان کان ٺٽي ڪوچ ڪرڻ وقت ساڻس گڏ يوسف ميرڪ به ٺٽي واپس آيو. |
| ١- شوال ١٠٤٠ هه- | ملتال مان احمد بيگ جي بدلي ٿي ۽ نجابت خان ولد مرزا شاه رخ کي اتي مقرر ڪيو ويو. |

٢٨- رجب — شاهجهان کي اطلاع مليو تہ اوسلان بيگ
١٠٤١ هہ — شمشير خان، جيڪو ان وقت بنگش جو
قلعہ دار هو، وفات ڪري ويو.

١- ذي الحج ١٠٤١ هہ- ملتان مان اجابت خان کي بدلي ڪري
سنڌس جاءِ تي قليچ خان کي آتي
مقرر ڪيو ويو.

؟ ؟ ١٠٤٣ هہ- يوسف ميرڪ ٺٽي يا سيوهڻ ۾ "مظهر
شاهجهانيءَ" تي نظر ثاني ڪئي هوندي.

١٩- محرم — شام جي وقت "مظهر شاهجهاني" جي
١٠٤٤ هہ — تڪميل ٿي.

؟ ؟ ١٠٤٤ هہ- سيوهڻ جو حاڪم جان نثار خان هو.

١٠٤٤ هہ- يوسف ميرڪ جو وڏو ڀاءُ مير ابوالبقا
امير خان جهوناڳڙهہ ۾ حڪومت جو
نائب هو.

# شجرا

۱- ڪتاب جي مؤلف جو شجرو.

۲- نورجهان بيگم جو ناناڻو شجرو.

۳- نورجهان بيگم جو ڏاڏاڻو شجرو.

# نسب نامۂ مؤلفِ کتاب

میر ابو القاسم "نمکین" بن ملّا میر سبزواری
وفات ۱۰۱۸ھ مدفن "صفۂ صفا" روہڑی
مصنف "منشآت نمکین"

سادات قاسم خانی

میر ابو البقا امیر خان
وفات ۱۰۵۷ھ مدفن "صفۂ صفا"

یوسف میرک
وفات بعد ۱۰۴۴ھ
مصنف "مظہر شاہجہانی"

لطف اللہ

نور اللہ

میرزا کشمیری
(بزمانِ جہانگیر)

میرزا حسام الدین

میرزا ید اللہ
(ملازم خان جہان لودھی)

دختر
(زوجۂ جمیل بیگ)

سادات امیر خانی

ضیاء الدین یوسف خان
(بزمانِ شاہجہان و عالمگیر)
وفات بعد از ۱۰۶۰ھ

دختر

ابو الوفا "وفا"
(بزمانِ عالمگیر داروغۂ جانماز)

عبد الکریم امیر خان سندھی
(مصاحب خاص عالمگیر — شاعر) وفات بعد از ۱۱۳۱ھ

سید اشرف خان
مؤلف "رقائم کرائم"
سال تالیف قبل ۱۱۵۴ھ

ابو الخیر خان
رفیق خان دوران خواجہ عاصم

میر ابو المکارم "شہود"
وفات: ۱۰۷۳ھ مدفن سیوہن
مصنف "پری خانۂ سلیمان"

میر عبد الرزاق
متوفی ۱۰۶۲ھ
مدفن "صفۂ صفا"

ابو القاسم
وفات ۱۰۴۵ھ
مدفن "صفۂ صفا"

شمس الدین خان

عتیق اللہ
وفات ۱۰۳۷ھ
مدفن "صفۂ صفا"

میر کامل بیگ

دختر
زوجۂ مراد بخش ۱۰۶۶ھ

معین الدین خان حسن
(شاعر)
وفات ۱۱۴۳ھ

حافظ الدین

میر حفیظ الدین خان علی
شاعر — وفات بعد ۱۱۸۸ھ

میر رضی الدین خان "فدائی"
شاعر — وفات ۱۱۲۰ھ

میر حمید الدین ابو تراب "کامل"
شاعر — وفات ۱۱۶۴ھ
(اُستادِ قانع و رجا)

امین الدین خان "حسین"
مصنف "معلومات الآفاق" و "رشحات الفنون"
گورنر ٹھٹہ — وفات ۱۱۲۷ھ — مدفن مکلی

میر عبد الحکیم
(۱۱۰۶ھ)

میر علی اکبر
(۱۱۰۶ھ)

متین الدین خان "اسمٰعیل"
وفات ۱۱۶۷ھ — مدفن مکلی

میر محمد غوث منصبدار میاں نور محمد کلہوڑہ
وفات ۱۱۷۲ھ — مدفن مکلی

قنبر علی
۱۲۱۹ھ

میر محمد کریم الدین (منصبدار میاں غلام شاہ کلہوڑہ ۱۱۸۲ھ — ۱۲۰۱ھ)

متین الدین ثانی ۱۲۴۸ھ

میر ابو المفاخر
(۱۱۲۷ھ)

میر محمد "گدا"
شاعر — وفات قبل از ۱۱۸۰ھ
یک فرزند

میر محمد عطا "عطا"
وفات ۱۱۸۷ھ
مدفن مکلی

دو فرزند

# نسب نامۂ مادری نورجہاں بیگم



# نورجهان جي ڏاڏنگ ۽ نانڻگ جا شجرا ۽ انهن جا تفصيل

(۱) پيءُ جي وفات کان پوءِ زماني کان تنگ ٿي فرار جي راه اختيار ڪري هندستان ڏانهن روانو ٿيو. واٽ تي سندس سڀڪجهه لٽجي ويو. حالت وڃي اها ٿيس جو سڄي موڙي صرف ٻه گهوڙا وڃي رهيس، جن تي واري سان سواري ڪري رهيا هئا. مرزا علاء الدوله آقاي ملا جو چانو هو، سندس زال تاريخ (۲۹- مهر) ۱۳- ذوالقعد ۱۰۳۰ هه (۱٦ جلوس جهانگيري) هي جهان ڇڏيو. هو انهيءَ حادثي کان پوءِ ٽي مهينا ويهه ڏينهن جيئرو رهيو. (ڏسو ماثر جلد پهرين ص۱۲۷-۱۲۸ بلاخمن ص ۵۷۳)

(۲) ڏسو تزڪ جهانگيري ۽ ماثر جلد ٻيو ص ۷۲۹ وڏو پٽ.

(۳) جهانگير جي قتل جي سازش ۾ شهزادي خسرو سان شريڪ هو، انهيءَ الزام ۾ جهانگيرکيس 'سرخاب' ۾ ماوائي ڇڏيو. ڏسو تزڪ ص ۱۴۵.

(۴) [بلاخمن جي قياس موجب] احمد بيگ، محمد شريف جو پٽ هو. انهيءَ احمد بيگ جا ظلم ستم مظهر شاهجهاني جي تاليف جو سبب بڻيا، سال ۱۰۳۰ هه ڌاري جهانگير ان کي 'خاني' جي خطاب سان نوازيو.

( ٥ ) ڏسو بادشاه نامو حصو ٻيو ص ٣٠٧.

( ٦ ) ڏسو ماثر جلد ٽيون ص ٣٨٢. ٻيو پٽ.

( ٧ ) ملا محمد ٺٽوي هن جو استاد هو. لاهري بندر، بکر ۽ سيوهڻ سندس جاگير ۾ شامل هئا. ابوالبقا امير خان (مظهر شاهجهاني جي مؤلف جو وڏو ڀاءُ) هن جي پاران ملتان ۾ نائب هو. هي ڏاڍو ڀيٽوڙي هو ۽ سدائين بک هوندي هيس. سندس رات ڏينهن جي خوراک هک مڻ شاهجهاني ٽائين پهتل هئي. لاهور ۾ ويهن لکن رپين جي خرچ سان هن جي حويلي تيار ٿي هئي، جا سندس وفات کان پوءِ داراشڪوه کي ڏني ويئي. دهلي، آگري ۽ ڪشمير ۾ ٻن ڪروڙن ۽ پنجاه لکن جي ملڪيت هيس. سندس نوابيءَ ۾ جيڪي هن جا خرچ ڪاپار هئا تن جو ڪاٿو ئي ڪونهي.

ڏسو ماثر جلد پهريون ص ١٥٨-١٥٩؛ جلد ٽيون ص ٣٧٠- ٽيون پٽ.

( ٨ ) حاجياڻي حور پرور خانم [نورجهان جي ماسي] سندس زال هئي. ابراهيم خان پنهنجي ڀائٽئي احمد بيگ سان ڏاڍي محبت ڪندو هو. سال ڏهين جهانگيري [١٠٢٤-١٠٢٥هه] ۾ ڪوڪره [بهار] جي فتح کان پوءِ جهانگير کيس اجمير جي منزل تي "فتح خاني" جو خطاب ڏنو. هي شاهجهان جي فوجن هٿان اڪبر نگر ۾ قتل ٿيو، ۽ انهيءَ ڳوٺ ۾ پنهنجي پٽ جي مقبري اندر، جيڪو هن جو ئي تعمير ڪرايل هو، دفن ٿيو. احمد بيگ جيڪو ان وقت ساڻس گڏ هو سو زخمي ٿيو. ڏسو تزڪ ٣٣٣.

( ٩ ) صادق خان متوفي ٩- ربيع الاول ١٠٤٣هه. ڏسو ماثر جلد ٻيو، ص ٧٢٩.

(١٠) جهانگير هن کي ١٠٢٣ھ ۾ "خاني" جو خطاب ڏنو. ڏسو ماثر، جلد پهريون ص ١٨٠.

(١١) ولادت جو سال يقيني طور ٩٨٤ھ. پاهتر ورهين جي ڄمار ۾ ٢٩ شوال ١٠٥٥ھ [١٧ ڊسمبر ١٦٤٥ع] ڌاري وفات ڪيائين ۽ لاهور ۾ دفن ٿي. ربيع الاول ١٠٢٥ھ ڌاري اجمير ۾ جهانگير کيس "نورجهان" جو لقب ڏنو. ڏسو تزڪ ص ٣٣٧.

(١٢) ڏسو ماثر جلد ٻيو ص ٦٢٢.

(١٣) قاسم خان صاحب ديوان هو، جنهن جا منشات مشهور آهن. ڏسو ماثر جلد ٽيون ص ٦٧.

(١٤) مؤلف خلاصہ ڪونين: وعنائيءَ ۽ مرزائيءَ ۾ ناميارو هو. هر معاملي ۾ تڪلف ۽ تصنع کان ڪم ٿي ورتائين. هر قسم جي نت ڻانگر، ڏيک ويک گوڙي رعب تاب ۽ نرالي آنٽي ويهڻيءَ وارو ۽ دنيا داريءَ ۾ پڙهو. ايتري قدر جو پنهنجي رتبي وارن بلڪ مٿاهين مرتبي وارن کان به گوءِ ٿي کنيائين. سندس نازڪ مزاجي ۽ آڏوڏائي ايڏيءَ حد تائين هئي جو اجا پنڪي پڏڻ ۾ ئي پورو هوندو هو ته شاهي دربار برخاست ٿي ويندي هيس. ڪڏهن ته پنڪي پڏندي پڏندي ريچڪ اچي ويندو هوس ۽ سواري موٽائي ڇڏيندو هو. پنهنجي ڏاڏائي آدنبر ٿي آکڙجي ايڏي آڏوڏائي ۽ سيٺ پئي ڪيائين جو ڪنهن ۾ به اک نه پئي پڏيس. ماثر جلد ٽيون ص ٥١٣.

(١٥) شاهجهان جي زماني ۾ بکر جو حاڪم ٿي آيو جتان سميجن جي قوم مان شادي ڪيائين جنهن مان مرزا طهمورث پيدا ٿيو. ڏسو ذخيرة الخوانين قلمي ص ٥١٢.

(١٦) ڏسو ماثر جلد ٽيون ص ٢٦.

(١٧) افتخار خان يا مفاخر خان، ڏسو ماثر جلد ٻھريون ص ٢٣٤.
(١٨) ڏسو ذخيرة الخوانين ص ٣١١.
(١٩) ڏسو ماثر جلد ٻھريون ص ٣٠١- آصف الدوله لقب هوس.
(٢٠) ڏسو ماثر جلد ٻھريون ص ٨١٤- خدا بنده کي ان مان کو به اولاد کونه هو.
(٢١) ڏسو ماثر جلد ڏيون ص ٨٣٠.
(٢٢) ڏسو ماثر جلد ٽيو ص ٧٣١. ٻھريون پٽ جعفر خان، ٻيو صلابت، ٽيون عبدالرحمان مرحمت خان ۽ چوٿون مرزا بهرام خان.
(٢٣) ڏسو ماثر جلد ٻھريون ص ٤٥٤.
(٢٤) ڏسو ماثر جلد ٻھريون ص ٤٥٧.
(٢٥) ڏسو ماثر جلد ٻھريون ص ٤٥٧.
(٢٦) ڏسو ماثر جلد ٽيو ص ٤١٦، ذخيره ص ٣٠٧. ماثر جي ذکر مطابق صفي خان جي وفات ١٠٤٩هه جي پڇاڙيءَ ۾ ٿي. بادشاه نامه جي بيان موجب محرم ١٠٥٠هه- ڏسو بادشاه نامو جلد ٽيو ص ١٩٨-٢٨٠، بنگال ۾ فوت ٿيو. شهنشاه اها خبر ٢٨ صفر ڏاري مشرقي علائقن جي خابرن وٽان ٻڌي ۽ ٻاڻ ٻھرين ربيع الاول ١٠٥٠هه تي ملڪ بانو جي جاءِ تي ويو. صفي خان کي سلطان نظر نالي هڪ پاءُ هو جنهن کي ديوان خاقاني، انوري، مثنوي ۽ حديقه ياد هئا. ڏسو ماثر جلد ٽيو ص ٤٣١.
(٢٧) ڏسو بادشاه نامه جلد ٢ ص ١٩٨.
(٢٨) ڏسو ماثر جلد ٻھريون ص ٧٧٥-١٧٧. مير ميران يزديءَ کي ايراني زال مان اهو پٽ هو.
(٢٩) ڏسو ماثر جلد ٻھريون ص ٢٧٧. بيگم صاحبجي مان کو اولاد نه هوس پر مريتن مان کافي کهول هوس.

سنڌس وڏي پٽ مرزا اسحاق کي "اميرخاني" خطاب مليل هو، جنهن بهره مند خان عزيزالدين مير بخشي (ولد مرزا بهرام ولد صادق خــان مير بخشي) جي ڌيءَ سان شادي ڪئي. هن جا ٻيا پٽ مرزا جعفر عقيدت خان، مــرزا ابراهيم، مرحمت خان، هادي خان، يوسف خان ۽ اسد خان هئا.

مرزا ابراهيم، مرحمت خان، مرزا اسحاق امير خان ۽ خديجه بيگم [زال روح الله خان ثاني) هڪ ٻي ماءُ مان هئا.

(٣٠) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٣٠٩.

(٣١) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٨٢٣.

(٣٢) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٣١٥.

(٣٣) ڏسو ماثر جلد ٽيون ص ٧٣٦.

(٣٤) مرزا باقر خان نجم ثاني، خــديجه بيگم [زال حاڪم بيگ ڪابلي ۽ نورجهان جــي ڀيڻ] جــي ڌيءَ سان شادي ڪئي هئي.

(٣٥) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٤٢١.

(٣٦) شايد اهو سلطان نـظر جــو پٽ هجي، ڏسو ماثر جلد پهريون ص ١٨٥.

(٣٧) ڏسو ماثر جلد ٽيون ص ٨٣٠.

(٣٨) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٩٣ـ ذوالفقار خان ١٠٦٧ هه ڌاري پيدا ٿيو ۽ ٣٩ ورهين جي عمر ۾ ١٦- محرم ١١٢٤هه تي وفات ڪيائين. ڪيس ڪو اولاد نه هو. ناصر عليءَ هن جي تعريف ۾ غزل لکيو، جنهن جو مطلع آهي:

اي شان حيدري ز جبين تو آشڪار
نام تــو در نبرد ڪند ڪار ذوالفقار

ڏسو ماثر جلد پهريون ص ١٠٤.

(٣٩) جڏهن گوهر آرا ڇائي تہ هن برهان پور ۾ وفات ڪئي.
(٤٠) مونس الارواح نالي هڪ رسالو خواجہ معين الدين چشتي، سنجري، اجميريءَ جي سوانح تي لکيائين.
(٤١) دلرس بانو بيگم [ڌيءَ شاهنواز خان پٽ مرزا رستم صفوي قنڌاري] سندس زال هئي. ڏسو رقعات عالمگيري، نجيب اشرف ندوي، جلد پهريون ص ١٥٣.
(٤٢) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٧٨٥. خان زمان مير خليل جي زال (عالمگير جي ماسي) هڪ ڏينهن زين آباديءَ کي (جا خان زمان جي دربار جي ڳائڻي ۽ سندس سريت هئي) شهزادي عالمگير وٽ وٺي ويئي. شهزادو ڪيس ڏسندي مٿس عاشق ٿي پيو. ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٧٩٠.
(٤٣) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٧٠٧.
(٤٤) ڏسو ماثر جلد ٻيو ص ٦٩٠، ۽ بلاخمن ٥٧٥- هن جي زال شاهنواز مرزا ايرج ولد عبدالرحيم خان خانان جي ڌيءَ هئي جنهن مان کو اولاد نہ هيس.
(٤٥) ڏسو ماثر جلد ٽيون ص ٢٨.
(٤٦) ٻئي سال عالمگيريءَ جي پڇاڙيءَ ۾ روح الله خان سان پرڻي.
(٤٧) ذوالفقار خان پٽ مهرالنساء بيگم (ڌيءَ يمين الدولہ). انهيءَ زال مان کيس کو اولاد نہ هو. ڏسو ماثر جلد ٻيو ص ٩٣.
(٤٨) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٢٩٢- جلد ٽيون ص ٣٥.
(٤٩) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٨١٤- اسد خان جي ڌيءَ مان کيس کوبہ پٽ نہ هو، پر ٻين زالن مان ڪيئي پٽ هئس.
(٥٠) جوانيءَ ۾ مرهٽن هٿان سال ڇهين جهانگيريءَ ۾ قتل ٿيو.
(٥١) ڏسو ماثر جلد ص ٣٣٥-٣٤١-٨٢٨.

(٥٢) مير ميران يزديءَ جو نسب نامو (شجرو) هن ريت آهي:
مير ميران امير خان متوفي ١١٠٩ هه (صاحبجي بيگم
جو مڙس) ابن مير خليل الله ثاني يزدي متوفي ١٥٧٢ هه
(حميده بانو ذيءَ ملڪه بانو يمين الدوله جي نياڻيءَ جو مڙس)
بن مير ميران يزدي (پيءُ سان گڏ هندستان آيو صالحه بيگم
ذيءَ يمين الدوله جو مڙس)- بن شاه خليل الله يزدي
(صفيه سلطان ذيءَ شاه اسماعيل ثاني- ٨٤-٩٨٥ هه- جو مڙس،
سال ١٠١٦ هه ڌاري هندستان آيو ۽ جهانگير جي اميرن
۾ شامل ٿيو) بن مرتضي الممالڪ اسلام و پيشوا طوائف
انام امير غياث الدين محمد مير ميران يزدي متوفي ٩٩٨ هه
بن مرتضي الممالڪ اسلام شاه نورالدين نعمت الله باقي
يزدي (خانش بيگم ڌيءُ شاه طهماسپ صفوي ٣٠-٩٨٤ هه
جو مڙس) بن امير نظام الدين عبدالباقي مقتول ٩٢٠ هه
(صدر شاه اسماعيل صفوي متوفي ٩٣٠ هه) بن امير حبيب الله
(؟ ڏسو جامع مفيدي ص ٨٣ ۽ مآثرالامرا جلد ٽيون
ص ٨٢٨) بن شاه نعيم الدين نعمت الله ثاني (سلطان
قلي قطب شاه باني سلسله قطب شاهي دڪن- سلطان
محمود شاه بهمنيءَ جي موت کان پوءِ ٩٢٤ هه ۾ هن
بزرگ جي دعا سان تخت ماڻيائين- سيد موصوف شهزادي
خانم ڌيءَ مرزا جهان شاه بادشاه آذر بائيجان ٤١-٨٨٢ هه
جو مڙس هو) بن شاه ظهيرالدين علي (؟) بن شاه
حبيب الدين محب الله (سلطان علاءالدين احمد شاه بهمني
٣٨-٨٦٢ هه جي ڌيءَ خوانزه حميرا جو مڙس هو ۽
دڪن ۾ وفات ڪيائين) بن برهان الدين خليل الله
٧٧٥-٨٤٧ هه (پنهنجي پٽن شاه محب الدين حبيب الله
متوفي ٨٦٤ هه- احمد شاه بهمنيءَ جي ڄاڻي- ۽ شاه

حبيب‌الدين محب‌الله سان گڏ ماهان، ڪرمان، مان دکن آيو- احمد شاه بهمني،خواجه گيسودراز جي وفات، ٨٢٥ هه، کان پوءِ شاه نعمت‌الله ولي ڪرمانيءَ جو معتقد ٿيو هو، انهيءَ ڪري پهريان ملڪ‌المشايخ شاه نورالله بن شاه برهان‌الدين خليل‌الله ڪرمان کان دکن آيو ۽ احمد شاه بهمنيءَ جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين، ۽ شاه نعمت‌الله وليءَ جي وفات کان پوءِ برهان‌الدين خليل‌الله پڻ پنهنجي پٽن سميت دکن آيو ۽ اتي ئي گذاري ويو) بن شاه نعمت‌الله ولي ڪرماني (٧٧٣-٨٣٤ هه). ڏسو جامع مفيدي- فرشته- حبيب‌السير- ماثرالامراء- حديقة‌العالم- رياض‌السياحه- عماديه ۽ سوانح‌الايام في شاهدةالعوام صنع‌الله، بمبئي ڇاپو.

(٥٣) ڏسو ماثرالامرا جلد ٣ ص ٨٢٨- مير خليل‌الله يزدي پيو، حميده بانو ڏيءِ ملڪه بانوءَ جو مڙس، سندس ڀاءُ هو، پر اهو هڪ ايراني خاتونءَ يعني ٻيءَ ماءُ جو پٽ هو.

(٥٤الف) خواجه حبيب‌الله ساوجي هن جو ممدوح هو. دورميش خان (ڏسو: عالم آراي عباسي ۽ هفت‌اقليم) يا درميش‌خان، متوفي ٩٣١ هه، سال ٩٢٧ هه ۾ حبيب‌الله کي پنهنجو وزير مقرر ڪيو، جو ٩٥٠ هه تائين جيئرو هو (ميخانه لاهور ص ١٤٤)- خواجه موصوف وڏو علم پرور هو، ڪيئي ڪتاب سندس نالي ممنون ٿيل هئا، مثلا: تاريخ حبيب‌السير، تحفة‌الحبيب فخري هروي، ترجمه مجالس‌النفائس فخري هروي ۽ رساله هيئت عبدالعلي برجندي.

(٥٤) شيخ شهاب‌الدين سهروردي متوفي ٦٣٣هه جي اولاد مان هو- ڏسو ماثر جلد ١ ص ٩٢- ١٠٧- ١٢٦- ١٣٥- ٢٠٣.

(٥٥) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٩٠- آصف خان اول عبدالمجيد هو، آصف خان ثاني اهو ئي غياث‌الدين بن علي قزويني

۽ آصف خان ٽيون جعفر بيگ ۽ اهڙيءَ ريت آصف خان چوٿون ابوالحسن يمين الدوله هو.

(٥٦) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ١٣٩

(٥٧) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٥٥٨

(٥٨) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٩٠

(٥٩) مرزا حسام الدين (بن مير جمال الدين حسين خان 'انجو' مصنف فرهنگ جهانگيري) ٺٽي ۾ فوت ٿيو. ان کان پوءِ ابوالبقا امير خان (يوسف ميرڪ جو وڏو پاٽ) ملتان مان بدلي ٿي ٺٽي آيو. ماثر الامراء ۾ لکيل آهي ته مرزا حسام الدين، احمد بيگ خان (ابراهيم خان فتح جنگ جي ڀائٽي) جي پيٽ مان پرڻيل هو. انهيءَ جي مهابي وڏي عزت ۽ عهدي کي وسيو. هي پنهنجي زال جو ڏاڍو فرمانبردار ۽ سندس رضا تي راضي رهندڙ هو. عيد يا نوروز جي موقعي تي جڏهن هوءَ شاهي دولت سرا ۾ ويندي هئي ته هي بنا اجازت جي محلات ۾ نه ويندو هو. معتمد خان تڪمله تزڪ جهانگيريءَ ۾ لکي ٿو ته مير حسام الدين نورجهان بيگم جي ماروٽ جو مڙس هو. ڏسو تڪمله تزڪ، نولڪشور، ص ٣٧٩،

(٦٠) ڏسو بادشاه نامه جلد پهو ص ٦٠٦-٧٣٦.

(٦١) ڏسو بادشاه نامه جلد پهريون حصو پهريون ص ٣٢٧.

(٦٢) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ١٥١-١٥٢ جهانگير جي زماني ۾ انهيءَ ٽي خواجه غياث جي ڌيءَ گلاب جو عطر ايجاد ڪيو. تزڪ ترجمو اردو لاهور ص ٣٧٩.

(٦٣) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ١٠٧. هن وٽ ڪيئي زالون هيون، پچاڙيءَ واري بيماريءَ ۾ سندس محل مان هڪ سؤ سريتون نڪتيون. مصنف مثنوي خسرو شيرين ۽ مثنوي ليليٰ مجنون هو. امير الامراء شريف خان جي بستري

تي پوڻ ڪان پوءِ، جهانگير جڏهن ڪابل پئي ويو ته 'بساول' جي منزل تي خميس ٣ صفر سال ١٠١٦ ھ تي وزارت جو قلمدان مرزا قوام الدين جي حوالي ڪيائين.

(٦٤) ڏسو تزڪ ص ٨٥.

(٦٥) علي احمد بيگ خان ڪابليءَ جو ڏاڏو. مير غياث الدين ترخان تيموري اميرن مان هو.

(٦٦) ڏسو ماثر جلد پهريو ص ٦٢٩، بلاخمن ٥١٨. انهيءَ سعيدخان کي ٢٢ پٽ هئا، جن مان ڪن جا نالا نسب نامي (شجري) ۾ اچي چڪا آهن.

(٦٧) ڏسو بادشاه نامه جلد پهريون حصو پهريو ص ٣٢٧. هن جي پٽن بابت معلوم نه ٿي سگهيو ته اهي احمد بيگ خان ڪابليءَ جي ڪهڙين زالن مان هئا.

(٦٨) ڏسو تزڪ ص ١٢٨-١٢٩.

(٦٩) ڏسو تزڪ ص ١٤٠، پڻ ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٢٠٣.

(٧٠) شريف خان. ڏسو ماثر جلد پهريو ص ٦٦٥. شريف خان ولد ملا عبدالصمد مصور شيرازي (شيرين قلم) بن خواجه نظام الملڪ وزير شاه شجاع شيرازي. آصف خان جعفر بيگ جي وفات ڪان پوءِ، جهانگير، جاراللہ کي مجبور ڪيو ته هو مصري بيگم کي طلاق ڏئي، جنهن ڪان پوءِ ان کي مرزا لشڪري ولد مرزا يوسف سان پرڻايو ويو.

(٧١) شاه بيگ خان ٺٽي جو صوبيدار ٿيو هو پر اتي پهچي نه سگهيو. بلاخمن ٤١٥، بادشاه نامه جلد پهريون حصو پهريو ص، ١٤-٣٢٧. شاه بيگ خان نوي ورهين جي چمار ڏاري لاهور ۾ (شوال ١٠٢٩ ھ) فوت ٿيو (ڏسو تزڪ ٦٤٢). شاه بيگ خان (خان دوران) بن ابراهيم بيگ چريڪ کي چار پٽ هئا- عبدالعزيز شاه، محمد غزنين خان، يعقوب بيگ ۽ اسد بيگ. جهانگير بادشاه، خان دوران

کي ٢٦ شوال ١٠٢٦ هه ۾ ٺٽي جو صوبه‌دار مقرر ڪيو، پر هن پنهنجي پيري ۽ ضعيفيءَ سبب معافي ورتي. پڇاڙيءَ ۾ هو خوشاب پرڳڻو ملڪيت ۽ جاگير طور حاصل ڪري لاهور ۾ رهي پيو. انهيءَ جاگير مان ڪيس ٽيهن لکن جي آپت ٿيندي هئي.

(٧٢) ڏيءَ معتمد خان بخشي (مؤلف اقبال‌نامه جهانگيري) مرزا علي اصغر جي نالي ٿيل هئي، پر پنهي جي شادي نه ٿي سگهي، شاهجهان انهيءَ ڇوڪريءَ کي خان دوران سان پرڻائي ڇڏيو.

(٧٣) ڏسو ماٿر جلد پهريون ص ١٧٤ ۽ سرو آزاد ص ١٤٦. سرو آزاد ۾ سندس وفات جي تاريخ ١٠٥٨ هه ڄاڻايل آهي.

(٧٤) ڏسو ماٿر جلد پهريون ص ٧٨٥-٢٥٤. اهو مير خليل خان زمان، راڳ رنگ جو شوقين هو، ڪيئي سريتون، سريليون ۽ ٺاهوڪيون ڳائڻيون پاڻ وٽ ڪنيون ڪيون هئائين. مشهور ڳائڻي زين آبادي (شهزادگيءَ واري زماني ۾ عالمگير جي محبوبه) پڻ انهن مان هئي. چون ٿا ته اها مير خليل خان جي سريت هئي. ڏسو ماٿر جلد پهريون ص ٧٩.

(٧٥) ڏسو سرو آزاد ص ١٤٦ – ماٿر جلد پهريون ٢٠٣. محمد باقر اعظم خان جهانگيريءَ جو ٻيون نمبر پٽ هو. پهريان مير اسحاق ارادت خان مرزا بديع‌الزمان ولد آقائي ملا ثاني جهانگيري (جعفر بيگ آصف خان جي پاءُ) جي ڌيءَ پرڻيو، پوءِ زاهد خان ڪوڪه جي ڌيءَ سان بيوگيءَ ۾ نڪاح ڪيائين، جنهن مان سندس وڏو پٽ محمد جعفر هو.

(٧٦) صاحب ديوان هو. ڏسو ماٿر جلد پهريون ص ٢٠٤ ۽ سرو آزاد ص ١٤٦-١٤٧.

(٧٧) فارسيءَ جو شاعر هو.
(٧٨) ڏسو ماثر جلد ١ ص ٢٠٥- پنهنجي پيءُ جي وفات کان پوءِ موروثي لقب ارادت خاني مليس، شعر گهڻا چوندو هو، زالن هٿ ڪرڻ ۾ حريص ۽ گهڻي اولاد وارو هو.
(٧٩) ڏسو ماثر جلد پهريون ص ٢٠٦.

(اهي پيڙهي شجرا هڪ سال ۽ ٽن مهينن جي عرصي ۾ پورا ٿيا. تاريخ ٧ جنوري ١٩٦١ع ڌاري سون هي ڪم هٿ ۾ کنيو، اج تاريخ ٢٧ مارچ ١٩٦٢ع تي پورو ڪيم. هتي پڙهندڙن کان اها اميد رکڻ مناسب ٿو سمجهان ته هن باوي ۾ جيڪڏهن ڪين ڪوبه شڪ پيدا ٿئي ته مهرباني ڪري مون کي اطلاع ڏين ته جيئن ايندڙ اشاعت ۾ درستي ڪئي وڃي.

پڇاڙيءَ پنهنجي ساٿين جناب رشدي، مسلم ضيائي ۽ مولانا قدوسيءَ جو تهدل شڪريو ادا ٿو ڪريان جن منهنجي هن ڪم ۾ مدد ڪئي.)

— جڏهن ماڻهن جو وطن ڪسجي ٿو، ڪڏهن دين جون ۽ دنيا جون خرابيون منجهن پيدا ٿين ٿيون. ڇالاءِ ته سڄي جهان جو مدار معاشي حالتن تي آهي.

— رعايا تي ظلم جو هٿ ڊگهو ڪرڻ، خرابيءَ جو ڪارڻ بڻجي ٿو.

— هن ملڪ جون حالتون وڃي انهيءَ حد تي پهتيون، جو ان جي ماڻهن جو ڪو پڇڻ وارو ڪونه رهيو ۽ اهي مظلوم ۽ بي واها بڻجي ويا.

— يوسف ميرڪ

# تاريخ مظهر شاهجهاني

## حصو ٻيو

## (سنڌ جو احوال ـ ٻکر کان ٺٽي تائين)

معلوم ٿئي ٿو. ڪهڙا جي (٢٢٨-٢) ۽ مرزا شاه حسن ارغون جي حڪومت (٩٢٨-٩٦٢ ھ) دوران، سنڌ ڇهن راڄڌانين ۾ ورهايل هئي، جيڪي:

١- بکر، ٢- سيوهڻ، ٣- نصرپور، ٤- چاچڪان، ٥- ٺٽو، ٦- چاڪر هالا ۽ جُون شمار ڪيل آهن.

اڪبر بادشاه جي فوجن جو سڀ کان اول (٩٨٢ ھ ڌاري) بکر تي قبضو ٿيو، سيوهڻ ۽ لاهري بندر کي، ٺٽي هٿ ڪرڻ ۽ مرزا جاني بيگ جي گرفتار ٿيڻ کان پوءِ، مغل بادشاهت ۾ داخل ڪيو ويو. اڳيتي هلي (٩٩٩ ھ ۾) باقي چارئي راڄڌانيون اڪبر بادشاه طرفان مرزا جاني بيگ کي جاگير طور بخش ٿي مليون.

ڪتاب جي مؤلف (يوسف ميرڪ) ڏهين صدي هجريءَ جي سنڌ کي ٽن ڀاڱن ۾ لکيندي ڇوٽون سڀيءَ وارو علائقو پڻ ان سان شامل ڪيو آهي، جنهن تي بادشاهي فوجن بکر ۽ ٺٽي مٿان ڪاهه ڪرڻ کان گهٽو عرصو پوءِ (١٠٠٣ ھ ڌاري) ڌاڪ ڄمائي هئي. اهڙيءَ ريت هن ڪتاب (مظهر شاهجهانيءَ) جا به چار باب ترتيب ڏنل آهن.

# باب پهريون

## بکر جو بيان (۲۲۹-۱)

بکر، قلعي جي صورت ۾، سنڌ درياهه جي وچ تي هڪ ٽڪريءَ مٿان واقع آهي. هن جي ڏاکڻين پاسي جتي پاڻيءَ جو چاڙهه رهي ٿو، نڪ سامهون درياهه سان لڳ ٽڪر جي مٿاهينءَ تي روهڙيءَ جو شهر ڏسجي ٿو. ٻئي طرف درياهه جي وراڪي ۾ ننڍي ٽڪريءَ تي ننڍي ڪوٽ اندر هڪ آستان اڏيل آهي. انهيءَ هنڌ مير ابوالقاسم نمڪين 'صفه صفا' نالي ويڪرو ٿلهو ٺهرائي ان جي چئن ئي ڪُنڊن ڏي ٿنڀا اڏايا هئا. هتي چانڊوڪي راتين ۾ سنڌس ڪچهريون لڳنديون هيون جن ۾ وقت جا عالم ۽ فاضل اچي شريڪ ٿيندا هئا، انهن جي خاطر تواضع خوشبودار سوادي گدرن سان ڪئي ويندي هئي، جيڪي چئن ڪوهن جي پنڌ تان 'نيه بدره'(۱) نالي هڪ واهڻ مان گهرايا ويندا هئا، تنهن زماني ۾ انهن گدرن جي ڏاڍي هاڪ هوندي هئي، ايتري قدر جو مير ابوالقاسم چونڊ گدرن جا پورا پرائي تحفي طور اڪبر بادشاه جي خدمت ۾ موڪليندو هو، (۲۲۹-۲). جيڪي ڪيس حد کان وڌيڪ وڻندا هئا. هن وقت مير ابوالقاسم (وفات ۱۰۱۸ هه) ۽ سنڌس خاندان جون مزارون انهيءَ هنڌ 'صفه صفا' تي موجود آهن.

---

(۱) ممڪن آهي ته سنڌيءَ ۾ اهو لفظ نئين بدو يا ٻڍي واري واهي هجي. (مترجم)

قلعي جي اترئين طرف سيت پور ناهران ڏانهن ويندڙ درياهي وسٽي جي مهاڳ ۾ البت پاڻيءَ جو ايڏو زور ڪونهي- خاص ڪري سياري جي مُند ۾ درياهه صفا لهي پنيءَ پوڙ تي بيهي ٿو. انهيءَ پاسي درياهه جي ڪپ تي سکر جو شهر آباد آهي. اوپر طرف قلعي جي آمهون سامهون ننڍڙي ٽڪريءَ تي خواجه خضر جو آستان نظر اچي ٿو، جو پڻ درياهه جي وچ ۾ آهي.

ساڄي قلعي جي اولاهين پاسي ستن پندن تي پاڻيءَ جي مٿاڇري سان ٺهڪندڙ سئين پٺيءَ واريءَ ٽڪريءَ مٿان ڪجهن جي جهرمٽ ۾ هڪ گنبذ جوڙيل آهي، جنهن کي ستاڏ پيلو سڏيو وڃي ٿو. اها ٽڪري (٢٣٠-١) پهريان هڪ ميل جي گهيري ۾ ڦهليل هئي ۽ پاڻيءَ هيٺان هوندي هئي ۽ سياري جي موسم ۾ جڏهن درياهه جهڪو ٿي ويندو هو ته وري ظاهر ٿي پوندي هئي، پر آبڪلاڻيءَ جي مند ۾ ان جو ڪو نشان نظر نه ايندو هو، جنهن ڪري مٿان ڪان ايندڙ ڪيئي ٻيڙيون ان سان ٽڪرجي پرزا پرزا ٿي درياهه ۾ ٻڏي ٿي ويون. اهو حال ڏسي مير معصوم بکري (١٠١٩ هه)۾ هڪ وڏي ٻيڙي پٿرن سان ڀرائي اتي وجهرائي ڇڏي ۽ انهيءَ پراءِ پوڻ ڪان پوءِ اتي هڪ سائو گنبذ تيار ڪرائي مٿس سيتاسر نالو رکيائين.

هيءَ ڏاڍي هوادارءِ نظاري واري جاءِ آهي، ڪيئي ماڻهو سير سواد سانگي هتي اچي لطف اندوز ٿيندا رهن ٿا. ساڄي وقت ٻيڙيائتا پڻ پري ڪان عمارت جا نشان ڏسي پاڻ سنڀالي اٿان ٻيڙيون هاڪاري ڏا وڃن. انهيءَ گنبذ جي سامهون درياهه جي ڪنڌيءَ سان هڪ ٽڪريءَ تي جهاز نموني مسجد جوڙيل آهي (٢٣٠-٢) جا ڏاڍي سهڻي ڏسجي ٿي. ان جي پٿرائين ڏاڪن جو رخ درياهه ڏانهن آهي، جتي نمازي ويهي وضو ڪندا آهن.

عيد جي موقعي تي سکر توڙي بکر جي خلق هتي دل وندرائڻ لاءِ ايندي آهي.

بکر ۾ ڪل اٺ پرڳڻا آهن، جن مان پنج روهڙيءَ پاسي ۽ ٽي سکر جي پاسي اچي وڃن ٿا. روهڙيءَ جي پنجن پرڳڻن مان هڪڙو ماٿيلي نالي آهي. ماٿيلو هڪ پڪي ۽ پراڻي قلعي جو نالو آهي، هن پرڳڻي ۾ ڏاريجا ۽ مهر رهن ٿا.

ان جو ٻيو پرڳڻو اروڙ آهي، جنهن جو قلعو قديم زماني کان مشهور ۽ پڪين سرن مان اڏيل هو. اوائل ۾ سنڌونديءَ اتان وهندي هئي ۽ سنڌ جي اڳين حڪمرانن جي گاديءَ جو هنڌ به اتي ئي رهندو ٿي آيو.

مرزا شاه بيگ ارغون (١) جڏهن بکر جو پراڻو قلعو ڊهرائي ان جي جاءِ تي نئون قلعو (١-٢٣١) پئي ٻڌرايو ته اروڙ جي قلعي کان علاوه بکر جي آسپاس ۾ رهندڙ ترڪن ۽ سمن جون جايون ڊهرائي اتان جون سرون هن قلعي جي اڏاوت ۾ ڪتب آڻڻ جو حڪم ڏنو هئائين. اهو قلعو اڄا سوڌو(١٠٤٤ هه) تائين موجود آهي (٢).

هي پرڳڻو ڏاريجن مان واسطو رکي ٿو ۽ هتي پنهور پڻ رهن ٿا جن وٽ اُٺن جا ڪيئي وڳ آهن، اهي اٺ جيسلمير ملتان ۽ قنڌار تائين ڀاڙي تي ڏنا وڃن ٿا.

ٽيون پرڳڻو للو گاگن آهي، هتي به ڏاريجا رهندا آهن. شروعات ۾ هنن مرزا شاه بيگ ارغون سان مهاڏو اٽڪايو هو، پر پوءِ ان جون عقوبتون ڏسي مات ٿي ويا هئا. انهيءَ واقعي بابت سنڌ جي تاريخ (٣) ۾ ڄاڻايل آهي ته (٢-٢٣١) مرزا

---

(١) مرزا شاه بيگ ولد امير ذوالنون ارغون ولد حسن بصري، سنڌ جو ڏاريو حڪمران متوفي ٢٢- شعبان ٩٢٨ هه. تاريخ وفات ”شهر شعبان“ــ تاريخ سنڌ فارسي معصومي ص ١٢٧. (٢) ڏسو تاريخ معصومي ١٢٤ (٣) تاريخ سنڌ، معصومي، مير معصوم بکري، سال تاليف ١٠٠٩ هه

شاه بيگ ارغون جڏهن سلطان محمود کي بکر جو حاڪم مقرر ڪيو ته اتان جي مهم مقامي سيدن کي سونپيائين. ان سان گڏ ڌاريجن جي ڪن پڳدارن کي به حڪم ڪيو ويو ته هو پڻ قلعي ۾ اچي رهن، پر ڌاريجن انهيءَ حڪم جي پوئواريءَ کان نابري واري ڇڏي ۽ پنهنجي منهن ماڻهو ميڙي جنگ جوڻ جا سانباها ڪرڻ لڳا. سيدن ڪوشش اها هئي ته ڪيئن به ڪري سلطان محمود جي مغز مان هوا ڪڍي وجهي، جيئن هو سنڌ جا وڻ ڇڏي ويندو رهي.

انهيءَ ضد تي چڙهي، هنن ڏيل ڏيڻ ته بند ڪري ڇڏي، پر پين معاملن ۾ به هن سان پورو منهن نٿي ڏنائون. سلطان محمود جا جيڪي به گماشتا وٽن ٿي ويا ته انهن کي ڏوڙ مٽي ۾ وجهي واپس پٺي آماڻيائون. پڇاڙيءَ پنهنجا ڪٽڪ سنبرائي سلطان محمود سان چڪري ڏيڻ لاءِ لاهريءَ جي ميدان ۾ لهي آيا. انهيءَ وچ ۾ سلطان محمود جيڪو اجا ٻارهن ورهن جي ڄمار ۾ هو، تيسي ۾ ڏند ڪرٽي ڌاريجن سان وڙهڻ لاءِ وٽ ڪائيندو رهيو، پر سيد سگهورا ڪيس اوپاريون لهواريون ڏيئي روڪيندا پئي آيا (١-٣٢). هوڏانهن ڌاريجن به پيرا اها ست ڪئي ته درياهه اڪري، قلعي ۾ داخل ٿي، سلطان محمود کي ڳٽڙ کان جهلي اچن، پر ايتري ۾ بکر جي سيدن کي ڪُڙڪ پئجي ويئي، جن قلعي جا سڀئي گهٽ سوگها ڪري، ڌاريجن کي منجهائي ڇڏيو ۽ هو سيدن کي سامهون ڏسي مڙي ويا *.

انهن ڪندي مرزا شاه بيگ ارغون، شال (ڪوئيٽا) ۾

* بکر جي سيدن ڌاريجن خلاف پنهنجي ولي نعمت شاه بيگ ارغون جي حمايت ۾ جيڪي ڪارناما ڪري ڏيکاريا تن جو انعام آخر انهن کي اهو مليو، جو شاه بيگ بدگمانيءَ ۾ اچي، ڪين اهل عيال سميت قلعي مان نيڪالي ڏياري ڇڏي. تاريخ سنڌ، معصومي، ص. ١٢٢ (مترجم)

سبيءَ کان ٿيندو (١)، سيوهڻ جي راڄڌانيءَ ۾ داخل باغبان
پرڳڻي ڏانهن وريو جتي ماڇين جي قوم سندس آڻ نہ مڃڻ
۽ ساڻس سيني ساهڻ جو اڳوات عمل دهرائي چڪي هئي. مرزا
شاه بيگ باغبان پهچندي شرط ماڇين کي ٻارين ٻچين قتل ڪرائي،
هنن جون ملڪيتون لٽي ڦري، سندن ڪوٽ ڊهرائي پٽ ڪري
بکر ڏانهن روانو ٿيو ۽ چانڊڪا ۾ اچي ديرو دمايائين، جو بکر
کان ڏيهن ميان جي پنڌ تي اولاهين پاسي آهي (٢٣٢-٢) (٢).

سلطان محمود جيڪو انهيءَ ئي اوسيئڙي ۾ پاڻ پتوڙي
رهيو هو تنهن پنهنجي هڪ ساٿياري جوجڪ بابا کي پيءُ ڏانهن
ڏياري موڪليو تہ کيس وچي سڀنيءَ واردات کان واقف ڪري.
پڻس مير فاضل اهو احوال جيئن جو تيئن مرزا شاه بيگ جي
ڏيان تي آندو ۽ کانئس موڪل وٺي ڏهہ ويهہ سوار ساڻ ڪري،
چانڊڪا وٽان ڀاڄي جهاڳي، پنهنجي سردارن ۽ مقدمن جي دل
ٻڌرائي، منزلون هڻندو، جڏهن بکر جي ڀسگردائيءَ ۾ پهتو تہ لالي
مهر نالي هڪ وڏيرو پنهنجي برادريءَ سميت سندس قدمن ۾ اچي
ڪريو، جنهن کي ڏسندي ڌاريجن سان بہ ڪي پريا مڙس جتان
ڪٿان کهي مير فاضل جي پيش پوندا ويا. آخر مير فاضل
ڌاريجن جا پورا ستيتاليهہ سرڪردا ماڻهو ميڙي سيڙي بکر پيڙو اچي
ٿيو، ۽ اُن تي سلطان محمود هنبوچيون هڻي پيءُ جا پير چمڻ لڳو.

---

(١) تاريخ ١٤ محرم ٩٢٧ هہ مرزا شاه حسن پنهنجي پيءُ مرزا
شاه بيگ ارغون کان ڪوئيٽا سان موڪلائي سنڌ ڏانهن نڪتو ۽
ويهن ڏينهن کان پوءِ سيوهڻ جي ويجهڙائيءَ ۾ اچي رسيو. پويان
پڻس شاه بيگ کيس لاڳيتي فوجي امداد پهچائيندو رهيو ۽ پاڻ ڏگ
تي دابو ڪندو پٺي آيو. تاريخ معصومي ص ١١٨. نيٺ ربيع الاخر
جي مهيني ۾ باغبان جي اندر قدم رکيائين. تاريخ سنڌ، معصومي، ص ١٢٠
(٢) ڏسو تاريخ معصومي ص ١٢٠.

مرزا شاهه بيگ کي جڏهن خبر ملي ته مير فاضل (١) سلامتيءَ سان بکر پهچي چڪو آهي تڏهن جتي هو اتان رات وچ ۾ بکر ڏانهن ڀڳو ۽ وات تي سکر ۾ اچي ساهه پٽيائين. سلطان محمود هڪدم بکر مان وٽس پهچي سندس قدمبوسيءَ جو شرف حاصل ڪيو (٣٣٢-١)، جنهن کي انعامن اڪرامن سان نوازيو ويو. انهيءَ موقعي تي هن ڌاريجن خلاف مرزا شاهه بيگ جا خوب ڪن ڀريا، جنهن سڄي روئداد ٻڌڻ کان پوءِ مجلس ۾ موجود سنڌ جي مشهور ديني بزرگ قاضي قاضن ڏانهن ڪنڌ ورائي ڏٺو، انهيءَ خيال سان ته هن باري ۾ سندس ڪهڙي صلاح هئي!

قاضي قاضن جهڙي چڱي مڙس هٿ ٻڌي عرض ڪيو ته قبلا سائين! سنڌ جي زمين سيلابي (ٻوڏائتي) آهي، هتي جيئن ته ڪانڊيرا گهڻا ٿا پيدا ٿيندا رهن تنهن ڪري ضروري آهي ته جهنگ ساڙڻ وارو پاهوڙو هٿ ۾ هئڻ گهرجي! شاهه بيگ تتو ته اڳيئي ويٺو هو، سو قاضي قاضن جي چُرچ ملندي، ڌاريجن جي قتل عام جو حڪم ڏيئي ڇڏيائين.

سلطان محمود (٢) حڪم جي تعميل ۾ هڪدم ٻوڙي شهر پهتو ۽ اوڏيءَ مهل ٻنا ڪنهن ويرم جي ڌاريجن جون مسيون ڌڙن کان ڌار ڪرائي انهن کي هڪ مٿاهين ٿل تان هيٺ اڇلرائي ڇڏيائين، جيڪو اڃا تائين خوني برج نالي مشهور آهي (٣٣٢-٢). تنهن ڏينهن کان پوءِ ڌاريجن وري ڪابه شورش ڪانه ڪئي (٣).

روهڙيءَ جو چوٿون پرڳڻو 'ڪاڪڙي' آهي جتي منگهيجا رهن ٿا. انهن به پهريان جڏهن بکر جي راڄڌاني اڪبر بادشاه

---

(١) مير فاضل متوفي ٩٢٨هه. تاريخ معصومي ص ١٢٥

(٢) سلطان محمود ولد مير فاضل ولادت ٨٩٨ هه. وفات ٩٨٢هه. تاريخ وفات "در بهشت آسود" (مير معصوم) تاريخ معصومي ص٢٣٧

(٣) تفصيل لاءِ ڏسو تاريخ معصومي ١١٨ کان ١٢٣ سنڌي ادبي بورڊ

جي ماتحتيءَ ۾ آئي ته وقت جي حاڪم سيد محمد امروهي
”مير عدل“ سان نافرمانيءَ واري روش اختيار ڪئي، پر مٿس ٿي
ڏنڊي جي زور تي کين سانت ڪرايو ويو.

مير عدل بکر (١) پهچڻ کان پوءِ رعيت سان ڏاڍيون سختيون ڪرڻ لڳو. ايتري قدر جو هن پنهنجي ارهه زوراڻيءَ سان داڻي بنديءَ (٢) جي دستور جو بهانو بڻائي هڪ جريب پٺيان پنج ’مڻ‘ محصول سڙهي ڇڏيو (٣) ۽ پوکي راهيءَ تي اهڙا ڪمدار مقرر ڪيائين جن هارين نارين جي ننڊ حرام ڪري ڇڏي. انهيءَ ڪري منگهيچا ميرجي پيا ۽ انهن قهري حڪمن کان منهن موڙي اڳ پوءِ جهيڙي جا جتن ڪرڻ لڳا (٢٣٤-١).

مير عدل جي ڪارندن جڏهن ڏٺو ته ڳالهه زور وٺي ويئي آهي. تڏهن ڪنبذ ۽ ديجر (٤) نالي ٻن ڳوٺن جي وچاڳ تي هڪڙي قلعي ۾ وڃي مورچا بندي ويهي رهيا، ٻئي پاسي منگهيچين به وجهه وٺي لاهي پاهي مٿن تيرن جو وسڪارو لائي ڏنو. انهيءَ مارا ماريءَ ۾ مير عدل جا ڏاڍا ماڻهو مئا، جن کي

---

(١) ميرمحمد عدل، ١١ رمضان ٩٨٣ هه ڌاري بکر ۾ آيو (تاريخ معصومي ص٢٤٥). هن باري ۾ وڌيڪ احوال ذخيرة الخوانين قامي ص ١٣١- اڪبرنامه (ص ٢٤٩-٣) بدايوني، (ص ٧٥-٢)، طبقات اڪبري (ص٤٣٨-٢)، تاريخ امروهه اردو ۽ تاريخ معصومي فارسي (ص٢٤٥-٢٤٦) نظر مان ڪڍڻ گهرجن. ميرعدل ٩٨٤ هه ڌاري بکر ۾ مئو هو (تاريخ معصومي ص ٢٤٦).

(٢) اصل لفظ ڪن ڪوت، ڊاڪٽر دائودپوٽي مرحوم تعليقات تاريخ معصومي نسخه ”ر“ (ص ٣١٨) تي ان جي معنيٰ ”داڻي بندي“ لکي آهي.

(٣) ڏسو تاريخ معصومي (ص ٢٤٥)

(٤) تاريخ معصومي لکيو آهي ته مير عدل جا ماڻهو گنبد ۽ بڇراه جي وچ تي هڪ ننڍي قلعي ۾ پناهي ٿيا هئا (ص ٢٤٥)، ٻئي قلمي نسخي ۾ گنبذ ۽ بحيره لکيل آهي، انهيءَ ڪتاب جي سنڌي ترجمي ۾ مترجم گنبت ۽ پچراه لکي ٿو، جو پڻ صحيح ناهي- ترجمو (ص ٢٩١)

منگهيچا ننگن مان گيهلي قلعي واري ڪيٽي ڪوهه ۾ ڦٽو ڪندا ويا. پيچاڙيءَ هڙئي ڪافر (١) موسن ڪوهه ۾ ڦاٽيڪا ڪري ان کي لتڻي ڇڏيائون.

مير عدل کي جڏهن پتو پيو ته سندس سورهين اها کيپ کٽي آهي ته هڪدم پنهنجي پٽ سيد ابوالفضل کي لشڪر سان گڏي وير وٺڻ لاءِ ڊوڙايائين. هوڏانهن سنگهيچن کي جيئن ڪن پڻڪ پئي ته اوسي پاسي ٽيڙي پکڙي هليا ويا. سيد فضل لاچار ٿي سندن پيڇو ڇڏي بکر جي قلعي ۾ واپس آيو (٢٣٤-٢). ٿورن ڏينهن کان پوءِ منگهيچا به دڙڪي داب سان ناپڙ ۾ اچي ويا ۽ اجا تائين خاموش آهن. (٢)

پنجون پرڳڻو دربيلو آهي جتي سهتن کان علاوه سميجن سان هڪڙا راڇپر پيا بهڻ رهن ٿا، سندن ڏندو پوکي راهي آهي. شروعات ۾ اهي به ڏاڍا سرڪش هئا ۽ بکر جي حاڪم سان نهي نٿي هلياه جڏهن سيد بايزيد بخاري (٣) بکر جو فوجدار ٿي آيو ته ان جا پٽ عيد جي ڏينهن، موقعي جو فائدو وٺي، بکر سان گهوڙا ڪاهي وچي مٿن ڪڙڪيا. بروقت پنهي قومن سهتن ۽ سميجن جا ڪيئي ماڻهو قتل ٿي وياه پوءِ سندن پارن ٻچن کي قيد ڪري بکر آندو ويو. انهن جا پونير اڄ تائين رعيت واري روش سان هلي سرڪاري ڏن پريندا رهن ٿا.

---

(١) 'ڪافر' کان مراد اهي غيرتمند سنڌي جيڪي مير عدل جهڙي ظالم خلاف وڙهندي مارجي ويا؛ مظلوم سنڌين جي باري ۾ فاضل مؤلف جي اهــا ابتدائي 'گوهر افشاني' اڳتي هلي دشنام طــرازيءَ ۾ بدلجي وڃي ٿي. (مترجم)

(٢) تاريخ معصومي (ص ٢٤٥-٢٤٦)

(٣) لب تاريخ سنڌ ۾ بايزيد بخاري جـي فوج دار ٿـي اچڻ جو سال (١٠٢٤هه) ڄاڻايل آهي. هي جلوس جهانگيري جي پنجين سال (١٠٢٨هه) ۾ بکر مان نٿي ويو ۽ اتي وفات ڪيائين (ذخيره الخوانين قلمي ص ٣٤٨)

اڪبر بادشاه جي زماني ۾ مٽيان پيٺي پرڳڻا مير معصوم بکريءَ جي جاگير هئا (١)، جنهن انهن کي آباد ڪري وڏي اوج تي رسايو هو (٣٥-٢٣٥).

مير معصوم جي ديانتداري پنهنجو مٽ پاڻ هئي هن

---

(١) اڪبر بادشاه جڏهن ٩٩٨هه ڌاري مرزا عبدالرحيم خان خانان کي لاهور مان سنڌ هٿ ڪرڻ لاءِ اماڻيو ته مير معصوم کي به ساڻس گڏ روانو ڪيائين. انهيءَ سال دربيلي وارو پرڳڻو مير معصوم کي جاگير تي مليو. مير معصوم تاريخ معصومي ۾ انهيءَ واقعي بابت لکي ٿو ته "خان خانان کي ٺٽي تي چڙهائي ڪرڻ ۽ بلوچن کي وس ۾ آڻڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو، جو ٢٢ شوال ٩٩٨هه ۾ خريف جي وچ ڌاري بکر پهچي پنهنجي مهم ۾ جنبي ويو. انهن ئي ڏينهن ۾ هي فقير (تاريخ معصومي جو مولف) گجرات مان هلي بادشاه جي خدمت ۾ اچي رهيو. اتفاق سان والده طرفان ڪي تحفا آيل هئا جيڪي حضور ۾ پيش ڪيا ويا. بادشاه سلامت مهر جي نظر سان نوازيندي فرمايو: توهان کي پنهنجي والده کان وڇڙئي ڪيترو عرصو ٿي چڪو آهي؟ مون عرض ڪيو ته ويهه ورهيه گذري چڪا آهن. اهو ٻڌي عنايت فرمائي حڪم ڪيائون ته ڀهريان پنهنجي والده جي خدمت ۾ رهي پوءِ اسان وٽ اچي حاضر ٿيو. انهيءَ سان گڏ بخشين (منشين) کي حڪم ڪيو ويو ته منهنجي جاگير واري تنخواه ادا ڪئي وڃي.

"انهيءَ وچ ۾ محمد صادق خان منهنجي سفارش ڪندي چيو ته جنهن صورت ۾ مير معصوم خود بکر وڃي رهيو آهي تنهن ڪري چونه محالستان مان ڪيس تنخواه ڏياري وڃي؟ بادشاه فرمايو، بکر اڳيئي خان خانان جي جاگير بڻجي چڪو آهي. خان خانان خود حاضر هو جنهن عرض ڪيو ته جيڪڏهن مير معصوم کي بکر جي راڄڌانيءَ ۾ جاگير ڏني ويندي ته آءٌ حڪم جي پوئواري ڪندس، ان جي عيوض مون کي ڪنهن ٻئي هنڌ جاگير عطا ڪئي وڃي. آخر بادشاه جي حڪم مطابق مون کي بکر جي راڄڌاني مان دربيلي، ڪاڪڙي ۽ چانڊڪا وارا پرڳڻا جاگير طور مليا" (ص٢١). مير معصوم ١٤ صفر٩٩٩هه ڌاري بکر پهتو هو.

پنهنجي پيل ساٿيءَ سان رعيت کي جهڙيءَ ريت خوش رکيو تنهن جو پورو بيان هتي نه اچي سگهندو البت سندس هڪ ڪارنامو مثال طور درج ڪجي ٿو جو هي آهي ته هن پنهنجي ڪمدارن کي حڪم ڪري ڇڏيو هو ته بٺيءَ جي وقت زمين جي پوري ماپ وٺڻ کپي ۽ فصل جي نفعي نقصان جو پڻ چڱيءَ طرح خيال رکيو وڃي. جيڪڏهن هڪ هنڌ آباديءَ لاءِ مخصوص ڪيل زمين جي هڪ هزار جريبن مان نو سو نوانوي جريب غيرآباد ۽ صرف هڪڙو جريب آباد پئي ٿيو ته اهو هڪ جريب شمار ڪيو ٿي ويو باقي نو سو نوانوي جريب حساب ۾ نٿي آندا ويا. (٢٣٥-٢) ان کان سواءِ زمين ۾ جتي به پاڻي پهچائڻ لاءِ واهه يا کنهن کسيءَ جي گهرج پوندي هئي ته مير معصوم پنهنجي خرچ تي ان جو انتظام ڪندو هو. رعيت کي رڳو پوک جي پرگهور سونپيل هئي. مير صاحب جي انهيءَ سهڻي قدم جي ڪري نتيجو اهو نڪتو، جو انهن پرڳڻن ۾ هڙئي غير آباد زمينون آباد ٿي ويون ۽ جهنگ جي ڪا ايراضي باقي نه رهي. ايتري قدر جو مير معصوم جيڪو پاڻ شڪار جو ڏاڍو شوقين هو تنهن کي پنهنجي شوق جي پورائيءَ لاءِ ٻين پرڳڻن ڏانهن وڃڻو ٿي پيو.

دوپهلي جي معتبر ماڻهن وٽان مؤلف کي معلوم ٿيو ته جنهن وقت اهي پرڳڻا مير معصوم جي جاگير ۾ آيا ته پهرئين سال هڪڙي دهه ۾ رڳو پنج سو جريب زمين آباد ٿي (٢٣٦-١). جڏهن رعيت جي دل ٻڌرائي ويئي ۽ مير معصوم جي سهڻي سلوڪ توڙي انصاف تي ٻـه کين پورو ڀروسو پيدا ٿيو ته ٿوري عرصي اندر آتي پوک جي آبادي جملي پنجاهه هزار جريبن ڪانئين وڃي پهتي. انهيءَ مان مير صاحب ۽ ٻين عملدارن جي پرڳڻن جي آباديءَ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. اهي پنج ئي پرڳڻا

باقاعدي واجبي ڍل ڀريندا رهن ٿا ۽ هتان جي ماڻهن ۾ ڪا به سرڪشي نٿي ڏٺي وڃي.

انهن پرڳڻن جو انتظام پوريءَ طرح پٽي جي حساب سان رکيو ويو آهي جنهن کي اڇو پٽو ۽ سائو پٽو چيو وڃي ٿو جيئن اڳ دستور هو. آبادي وڌائڻ جي خيال کان رعيت لاءِ خاص ڪري اها رعايت رکي وئي آهي ته مقرر ڪيل دستور (٢٣٦-٢) کان وڌيڪ ڪِنِ ڪنهن به ادائگيءَ لاءِ مجبور نه ڪيو وڃي، بٽئيءَ وقت آباد توڙي غير آباد زمين جو هرطرح خيال رکڻ گهرجي، ۽ انهيءَ کان علاوه اربابن، رئيسن، قانونگوين ۽ عملدارن کان چوڪس رهڻ جو به چتاءُ ڏنل آهي. جيڪڏهن رعيت جي ڀلائيءَ ۽ ديوان جي ڪفايت لاءِ ڪنهن به پٽي مان ڪا به شيءِ گهٽائي وڃي ته ان جي پورائيءَ لاءِ وڌيڪ ٻوڪ جو اپاءُ ڪرڻ ۾ اچي، جيئن ٻنهي ڌرين جو پلڙو ٽيندو رهي ۽ ماڻهو ڪنهن به وڳوڙ ۾ منهن نه وجهن.

پر هوڏانهن سيوهڻ جا سميجا انڙ جن جو ڌنڌو ئي رهزني آهي، پنهنجي ترَ سميت، ماڇيلي ۽ ملتان جي سرحد ۾ آيل اوٻاوڙي توڙي جيسلمير تائين ڌاڙا هڻندا رهن ٿا. سنڌن ارڏائي انهيءَ حد تائين آهي جو ڪنهن پرڳڻي جي طاقتور راڄ سان سئون سڌو هٿ اٽڪائڻ بدران انهن جون چوريون ڪندا ٿا رهن. جيڪڏهن ڪنهن پرڳڻي جي راڄ جي حالت زبون آهي ته (٢٣٧-١) انهن جا ڪنڌا ڪٽي ٿا ڇڏين، جيڪو به هنن جي ور چڙهي ٿو تنهن جو سر ئي گم ڪري ٿا ڇڏين. ان ڪري رعيت جو آڏي رهڻ مشڪل آهي. اڪثر ائين ٿئي ٿو ته سميجا هيڪر جنهن ڳوٺ کي ڦُري ناس ٿا ڪن اهو پوءِ ڪو به آباد ٿيڻ جو ست ساري نٿو سگهي.

آهي ني پرڳڻا (١) جيڪي سکر ۾ اچي ٿا وڃن تن مان هڪڙو جتوئي پرڳڻو آهي، هتي جا سردار انگريزن عملداريءَ وقت بلوچ هئا جن ۾ جتوئي، ٻڙدي، ڪورائي، داردشت، لولئي، شر ۽ ٻيا شامل هئا. اهي به اصل ۾ ڏاڍا فسادي هئا پر مرزا شاه بيگ ارغون کين مات ڪرائي ڇڏيو هو. شاه بيگ ارغون بکر جي قلعي جي اڏاوت لاءِ (٧٣٢-٢) جڏهن رعيت جي ڇڳن مڙس کي ڪوٺائي هيڪاندو ڪيو ته انهن فسادي بلوچن جي باري ۾ (جيڪي ڪڏهن به فتني کان باز نٿي آيا) سيني جي صلاح کان پوءِ اهو فيصلو ٿيو ته انهيءَ قوم جي ماڻهن کي ترار جي ڌار سان آجهائي ڇڏڻ کپي. آخر ڳالهه اچي اِئين بيٺي ته هنن جي هر وسنديءَ ۾ ڪافي ماڻهو نيڙي پکيڙي ڇڏجن جيڪي سدائين لهه وچڙهه ۾ ايندا رهن؛ ان کان پوءِ عين موقعي تي اشاري ملڻ شرط انهن جو پونو ڳار ڪرائي ڇڏجي. اهڙيءَ ريت هر هنڌ ماڻهن جي مقرريءَ بعد وقت جو انتظار ڪيو ويو ۽ موقعي ملڻ تي، هڪ ئي ڏڪ سان ڪيترن جون مسيون ڏڙن کان ڌار ٿي ويون، ۽ ائين اک ڇنڀ ۾ بلوچن جي ٻائيتاليهه ڳوٺن جا ماڻهو موت جي ٻوهي ۾ اچي ختم ٿي ويا (٢). انهيءَ پرڳڻي جي سرداريءَ جي پڳ پوءِ مهرن کي ٻڌرائي ويئي (٨٣٢-٢).

انهيءَ واردات کان پوءِ الان جي ٻين ماڻهن ته مڙئي اڙ ڪوڙ ڇڏي ڏنا ۽ پابنديءَ سان سرڪاري ڍل ڀهچائيندا رهن ٿا، پر ٻڙدي بلوچن جو اڄا ڪروڌ ۾ منهن آهي، اهي دريءَ نالي هڪ قلعي ۾ رهن ٿا ۽ جاگيردار جي هلڪي ڪن مهت سان هيڪر سڏا ٿي ٿا وڃن.

ٻيو پرڳڻو چانڊڪا جو آهي، جيڪو گهڻي ڀاڱين وڏو پرڳڻو ليکيو وڃي ٿو. هتي سميجا، بکيجا، سانگي ۽ ابڙا رهن

---

(١) چار [پ] (٢) ڏسو تاريخ معصومي ص ١٢٤-١٢٥.

ٿا جيڪي سڀ طاقتمند قبيلا آهن. هنن مان ابڙا ۽ سانگي پڻ
پاڻ کي سميجا سڏرائين ٿا. چوٿين قوم مهديجي شيخن جي آهي.
هن پرڳڻي جا رهاڪو ٿوري گهڻي نافرماني ڪندا رهن ٿا.

جيڪڏهن بکر طاقتور آهي ته هتان جي ماڻهن کي فصل
لهڻ تي زير ڪري، دستور کان وڌيڪ وٺانئن ڪا به گهر نٿي
ڪئي وڃي ۽ ساڻن سٺي سلوڪ روا رکڻ جي ڪري انهن ۾ ڪا به
گڙ ٻڙ نٿي ٿئي. پر جي لشڪر ۾ ايترو زور ڪونهي ته انهن
ماڻهن جو من وڌي ٿو وڃي (٢٣٨-٢)، ۽ هي بيرخي واري
روش اختيار ڪرڻ ٿا لڳن، ڇاڪاڻ ته ڪيترين ڳالهين جي
ڪري هنن جي پُٺ مضبوط آهي. هڪ ته هي گهٽائيءَ ۾ آهن
ٻيو ته سندن ايراضيءَ ۾ ڪرڙ ڪنڊا جام ٿا ٿين جنهن ڪري
ساڻن منهن ڏيڻ وقت جهنگ ۾ اچ وڃ ڏکي ٿي لڳي. ٽيون
ته هي ماڻهو عام طرح جهنگلي ۽ جابلو قسم جا آهن، جن ۾ بلوچ،
منگسي، لاشاري، داردشت، ديناري، رند، ڏومڪي، ڪنوهڙ ۽
۽ ٻڙدي اچي وڃن ٿا. انهن جو لاڳاپو سبيءَ واري علائقي سان
رهي ٿو. هنن ۾ چانڊيا نياڳا به آهن جيڪي وري سيوهڻ سان
تعلق رکن ٿا، اهي جڏهن به پنهنجيءَ تي اچن ٿا ته پنهنجا
ڍور ڍڳا ۽ ٻار ٻچا جبل ڏانهن آماڻي پاڻ جهنگ ۾ گهت ڪاڙي
ٿا ويهن ۽ جيئن لشڪر اتان لانگهائو ٿئي ٿو ته هي اچانڪ
ان تي ڌاڪا ٻڌي چڙهي ٿا وڃن.

ٽيون ذڪر وارو پرڳڻو آهي (٢٢٩-١) جنهن ۾ سميجن
بکيجن ۽ لاکيرن جا راڄ رهن ٿا. هي به پنهنجي سميجن وانگيان
رکي ٻگڙي پون ٿا. ڪڏهن ته هي ڏاڍا ارڏا هٺا پر هاڻ
منجهن اها اڙانگو ڙي نه رهي آهي، ۽ واجبي طرح ڍل ڀريندا رهن ٿا.
هتي به بنئي مطابق عملداري هلي ٿي ۽ ماڻهو اوسي پاسي جي
شاهينگن کان امن ۾ پيا گذارين، ليڪن چانڊين جي ڪونس
هلندي رهي ٿي. اهي ڏاڍا نامراد آهن، ايتري قدر جو ماڻهن

جا ٻار ڪٽي وجي وڪڻن ٿا ۽ سمُدن مال ملڪيت هڙپ ڪري ٿا ڇڏين (١).

هن ملڪ جي انن ٻـي پرڳڻن ۾ ڪٿي به زمين جي کوٽ ناهي، هتي ڪيترا خالي پٽ به پيا آهن، جيڪڏهن رعيتي ماڻهو ڪيا ستايا هجن ۽ ڪين پروسو ڏياريو وڃي ته اهي پنهنجي وس آهر درياهه مان واهڙ ڪڍي انهن پٽن تائين پاڻي پهچائي، زمين کي آباد ڪري ٿا سگهن (٩ ٢٢ – ٢) جهڙيءَ ريت هن کان اڳ ڪتاب جي پهرئين حصي ۾ مير ابڙي واري باب اندر بيان ٿي چڪو آهي (٢). يا ته ائين ٿئي ته هاري ناري،

---

(١) نسخي پ ۾ هن کان پوءِ هيٺين عبارت شروع ٿئي ٿي: چوٿون پرڳڻو فتح پور آهي جيڪو گهڻي وقت کان ويران رهي ٿو ان ڪري ان جي احوال پيش ڪرڻ جي ضرورت نه محسوس ڪئي ويئي (ورق ١٨٥).

(٢) ”محمد علي بيگ بندري (متوفي ١٠٦٦هه) جيڪو نواب آصف جاه پاران (١٠٣٨هه) ۾ بکر جو فوجدار هو تنهن زماني ۾ مير نالي چانڊڪا پرڳڻي جي ابڙي زميندار درياهه مان وڏو واهه ڪيرائي غيرآباد زمين ۾ آندو هو جنهن ڪري انهن پٽن ۾ جتي چرندن، پرندن ترڙي آدم ذات جو ڪو اير پير نه هو، اتي نيون وستيون آباد ٿي ويون. انهن مان ”جوکي هرٽي“ ۽ ”منهه“ نالي وارا ڳوٺ مير ابڙي جا ٻڌرايل هئا، ساڳيءَ ريت نندي ابڙي، ”پوپٽي“ نالي ڳوٺ ٻڌرايو هو.

”ابڙن جي مرشد شاه علي جيڪو سهڊيجو سڏائي ٿو تنهن ”ڪوٽلي“ نالي ڳوٺ آباد ڪيو. اهڙيءَ ريت چانڊڪا پرڳڻي جي ابڙن، سانگين ۽ سميجن واهه کوٽائي انهن جي ڪلنيرسان نوان ڳوٺ ٻڌرايا. نتيجو اهو ٿيو جو جتان ڪٿان جا ڏتڙيل ماڻهو انهيءَ پاسي رجوع ٿيندا ويا. سارين ۽ جوارين جي خريف واري پوک ۾ واڌارو اچي ويو جنهن جي آبادي لکن جريبن تائين وڃي پهتي، سواءِ ربيع واريءَ پوک جي جنهن ۾ ڪڻڪ، جَو، چڻا ۽ سرنهن وغيره شامل آهن.

”انهن پرڳڻن مان ڍاڪي پنيان ٽيهارو چاليهارو جي وصولي ٿيڻ لڳي، دربيلي وارو پرڳڻو جيڪو بکر جي راجڌاني ۾ آهي سو به پوکي راهي ۾ تمام گهڻو آباد ٿي ويو.“ مظهر شاهجهاني قسم اول باب چوٿون فصل پيو.

جاگيردارن جي مدد سان غير آباد زمين کي آباد ڪندا رهن جيئن مير معصوم واري باب ۾ ذڪر ڪيو ويو- انهيءَ ريت پوک جي پيداوار ۾ واڌ ٿي سگهي ٿي.

اصل ۾ هيئن ائين ڪيي ته بٽئيءَ جي باري ۾ ڪوبه جاگيردار ڪنهن به آبادگار وٽان مقرر ڪيل دستور کان وڌيڪ ڪا به تقاضا نه ڪري، جيئن هن کان اڳ پڌايو ويو. ساڳيءَ طرح حد بندي وقت به اها ڪوشش هئڻ کپي ته زمين جي ماپ ڪندڙن کان ڪا به گهٽ وڌائي عمل ۾ نه اچي ۽ ڪاراوا ايمانداريءَ سان آباد توڙي غير آباد زمين جي چڱيءَ طرح جاچ ڪندا رهن. انهيءَ سان گڏ هرهڪ پرڳڻي جي پڳدار تي پڻ لازم آهي ته هو جمعبنديءَ کان پوءِ ناليوار سيڪنهن جو حساب چُڪتو ڪري ڇڏي، جيئن ارباب، رئيس ۽ قانون گو غريب رعايا جي ميڙي چونڊيءَ ۾ پنهنجون اکيون نه وجهن (٢٤٠-١).

اڳين حاڪمن طرفان اربابن ۽ رئيسن لاءِ جيڪي انعام اڪرام مقرر ٿيل هجن اهي به پرڳڻي جي پڳدار کي پنهنجي هڙان ڏيڻ کپن، رعيت کي واجبي ڍل کان سواءِ ڪنهن به ادائگيءَ لاءِ مجبور نه ڪيو وڃي. جتي به ڪا خالي زمين پيل هجي اتي واهن ذريعي پاڻي پهچائڻ جو انتظام ٿيڻ کپي. ان لاءِ دستور ۾ اهڙي ڪتر آڻڻ گهرجي جيئن غيرآباد زمين آباد ٿي سگهي ۽ رعيت ۾ به پوکي راهيءَ جي پهچ ۽ سگهه پيدا ٿئي. ٻچاڙيءَ ۾ پرڳڻي جي پڳدار کي پنهنجي ئي حصي مان وڌيڪ واجبي ڍل ادا ڪرڻ کپي ۽ فساديـن سان به ڪيس ئي منهن ڏيڻ گهرجي جيئن رعيت انهن جي ڪنهن رگڙي ۾ نه اچي سگهي.

پيو هي ته سيد بايزيد جي ايامڪاريءَ ۾ رعيت جي آزار لاءِ ملڪ اندر جيڪا بدعت شروع ٿي چڪي هئي ته گذريل سال جي ڇٽي به انهن تي مڙهي پئي ويئي سا پڻ بند ٿيڻ گهرجي

(٢-٢٤٠). رعيت تي احسان ڪرڻ کان وڌيڪ ڪا به بهتر ڳالهه ٿي نٿي سگهي، جهڙيءَ ريت مير معصوم جي عملداريءَ بابت اشارو ڪيو ويو.

جيتري قدر ٿي سگهي، ٽيڪي ڏي زمين ڏيڻ واري رواج کي ختم ڪرڻ کپي، ڇا لاءِ ته اها ڳالهه ملڪ جي تباهيءَ ۽ بربادي جو ڪارڻ بڻجي ٿي. غريب رعيت انهيءَ آسري تي پاڻ کي اربابن ۽ رئيسن وٽ وڪڻڻ لاءِ مجبور ٿئي ٿي ته انهيءَ ٽيڪي جي مالڪي نيٺ ابهن کي ملندي، جيڪي وري ٽيڪي حاصلات جي لالچ ۾ اُن لاءِ ٻُڪ ڀرڻ جا پرينڊا رهن ٿا. ڀڄاڙيءَ پنهنجي ۽ پنهنجن واسطيدارن جي پوک کي پاسيرو رکي، ٽيڪي واري سڄي ڀل ويچاريءَ رعيت جي هڏن مان ڪڍن ٿا.

جيڪڏهن هڪ سال اڻين ٿيو ته پڻي سال انهن جو ڪهڙو حشر ٿيندو؟ ظاهر آهي ته ٽيڪي ۾ گهٽ وڌائي ٿيڻ ڪري انهن وٽ اهو ڪي نٿو بچي، جو واجبات جي پورائي ڪري سگهن. اهڙي حالت ۾ اهي ٻي ڪا واهه نه ڏسي قيد ڪاٽڻ جي ڊپ کان ٻر منهن ڪري ڀڄي ٿا وڃن. رعيت ويچاري پنهنجن اربابن ۽ رئيسن کان سواءِ پنهنجن جُهڳن ۾ رهڻ محال ٿي سمجهي، لاچار ان کي به انهن جي پويان ٿو پٽڪڻو پوي. انهيءَ صورتحال سبب ملڪ ويران ٿي وڃي ٿو.

جڏهن وري ڪو نئون عملدار اچي ٿو ته اهو چڱو مڙس پنهنجي آڳاڙيءَ کان علاوه اڳئين ٽيڪي کان وڌيڪ وصوليءَ جي طلب ٿو ڪري. عاملن جي انهيءَ لاڳيتيءَ پٽ ڪوهه جي ڪري ملڪ ۾ سُڃ واڪا ڪرڻ ٿي لڳي. ان ڪري مناسب اٿين ٿيندو ته دستور جي انصاف ۾ ڪا ڦيرگهير نه ڪئي وڃي، ڀنهي ڌرين جي ڀلائي به ان ۾ ئي آهي.

خدا ٿو ڄاڻي ته اها ٽيڪي واري رسم ڪنهن به حالت

۾ مناسب ناهي. خاص ڪري سنڌ ۾ ته اها نهي ئي ڪانه ٿي.
حڪومت سان تعلق رکندڙ اهو نيڪي ۽ وڏيڪ وصوليءَ وارو عمل
دخل وگوڙ پيدا ڪرڻ جو باعث بڻجي ٿو پوي. رعيت جي
واسطيداري ملڪ جي بادشاه سان رهي ٿي. جڏهن رعيت ان
جي هٿ وس آهي تڏهن ئي ان کي بادشاه سڏيو وڃي ٿو ۽
سيئي ماڻهو ان جا رعيتي سڏجن ٿا. (١٤٢-٢)

ارباب ٻن طبقن ۾ ورهايل آهن: هڪڙن جو تعلق رعيت
سان ته ٻين جو لاڳاپو حڪومت سان رهي ٿو. رعيت کان ڍل
جي وصولي اربابن سان مقرر ڪيل بادشاه جي نائب کي ڪرڻ
کپي، ان کي اربابيءَ وارو اجورو بادشاهي (سرڪاري) زمين مان
ملڻ گهرجي. ۽ رعيت کي ان جو ڪوبه ڏن ڏيڻو نه پوي.
ڪانئس جيتري قدر ٻچي سگهي رعيت کي پنهنجي احسان سان
راضي رکي. اربابن کي اهوئي سونهين ٿو ته هو پاڻ کي ٻه واڄ
وانگر رعيت ڪري سمجهن ۽ ڪنهن به بيائيءَ کي پنهنجي دل
۾ جاءِ نه ڏين.

جيڪڏهن نيڪي ۾ وڏيڪ وصوليءَ جي خيال کان
رعيت جي قسمت اربابن جي اختيار ۾ ڏني ٿي وڃي ته اهي
خود حڪومت وانگي رعيت جي مٿان شينهن ٿي چڙهي ٿا وڃن.
ساڳئي وقت رعيت به انهن ڏانهن رجوعات ٿي رکي جنهن جا
ٻه سبب آهن، هڪ ته ارباب حڪومت جا عيوضي ٿين ٿا (١٤٢-١)
۽ رعيت سان هموطنيءَ واري حُجَ به رکن ٿا. ٻيو ته بادشاه
جا نائب ٻڻ رعيت کي پنهنجي هٿ سان سندن حوالي ڪري
ٿا ڇڏين.

جڏهن به رعيت، نيڪي يا ڍل جي وڏيڪ وصوليءَ جي
ادائگيءَ لاءِ ڪوٽ ۾ پهچي ٿي وڃي ۽ اربابن وٽ به ايتري سوڙي
ڪانه ٿي بچي، جو انهيءَ ڪوٽ جي پورائي ڪري سگهن، تڏهن
پنهنجون راهون رَدَ ڏسي، هو ابتا پير ڪڻي ٿا لڳن ۽ گهرڪان بي گهر

ڏسي وڃن ٿا. اهو حال ڏسندي رعيت به انهن جي پويان رواني ٿئي ٿي. ساڻهن کي ٻن پاسن کان ڊپ وهي ٿو، هڪ اهو ته جيڪڏهن هو پنهنجيءَ جاءِ تي ٽانيڪا ٿا رهن ته حاڪم، ٺيڪي واريءَ ڪوت جي پورائي ۽ وڌيڪ وصوليءَ لاءِ سندن وَٽ ۾ وات وجهن ٿا، تنهن ڪري اڻ هوند واري حالت ۾ ڪين گهر ٻار وڪڻي به انهن سان سنمڪ ٿيڻو ٿو پوي. ٻيو اربابن جو ڏس، جيڪڏهن رعيت به انهن سان گڏ پنهنجو تڏو نئي پٽي ۽ مات ڪري ويهي ٿي وهي، ته ارباب سندن ٻُڻ وڃائي ٿا ڇڏين (٢٤٢-٢).

انهيءَ حالت ۾ حڪومت جو سرشتو جيڪو بنيادي حيثيت رکي ٿو، هرو پرو ڇا لاءِ بادشاه جي نائبيءَ طور ڪن بي بنياد اربابن جي حوالي ڪيو ٿو وڃي؟ ۽ ڇو هٿ وٺي ورسيل ملڪ کي ويران ڪرڻ جا سبب ڪيا ٿا وڃن؟

بکر جي واڇڏانيءَ ۾ ٻن هنڌن تي قبضي رکڻ جي ضرورت آهي، جيڪا دائمي صورت ۾ هٿ ۾ گهرجي، پهريون چانڊڪا پرڳڻي جي وچ ۾ مضبوط قلعو اڏائي اتي برجستن ماڻهن جو ڪٽڪ ٺاڻي طور مقرر ڪيو وڃي جيئن هرڪو اٺندي ويهندي مغلن جي مُنهن پوندو وهي، آنهن کي ڇگي پلي جي پروڙ پئجي سگهي ۽ ڪوبه پنهنجي آڏوڏائي ڏيکارڻ جي نه ڪري.

ٻيو نڪر واري پرڳڻي ۾، باقي ٻيا پرڳڻا هڪڙي جاگيردار ۽ عاملن وسيلي پوري ڍل پهچائيندا رهن ٿا، تنهن هوندي به هڪ شاهي امين جو اتي هجڻ لازمي آهي جيئن جاگيردار دستور جي خلاف ڪوبه قدم کڻي نه سگهي.

# باب ٻيو

## سبيءَ جو بيان

(١-٢٤٣) سبيءَ جو قلعو ٽڪريءَ جي ڀڪ سان آهي. هن جي اڏاوت ۾ ڪتب آيل پٿر سڀ گولائيءَ ۾ آهن. هتي زمين ڪي جيترو به کوٽجي ٿو ته هيٺان پٿر نڪرن ٿا. قلعي جي قطب واري پاسي هڪڙي قبي نظر اچي ٿي جنهن کي سنڌيءَ ۾ کيهراءِ جي ماڙي ڪوٺيو وڃي ٿو (١)، ماڻهو جڏهن ان جي ويجهو وڃن ٿا ته انهن کي اتي ڪجهه به ڏسڻ ۾ نٿو اچي. سلطان محمود بکري هڪ دفعي ٻه ٽي هزار ماڻهو گڏ ڪري، کين هٿ هٿ ۾ ڏياري، انهن ٽڪرين ڏانهن ويو، پر اتي ڪيس ڪاريءَ وارا ڪک نظر آيا، قبيءَ جو ڪو به نشان نه هو. چون ٿا ته اتي آڳاٽن ماڻهن جو طلسم رکيل آهي، جنهن ۾ خزانو محفوظ رهي ٿو. ڪنهن ڏينهن ڪو درويش اتي وڃي پهتو، ان کي ڪا شيءِ هٿ آئي هئي، تنهن ڪان پوءِ ڪيئي ماڻهو انهيءَ آسري تي اوڏانهين ويا پر سڪٽين هٿين موٽي آيا (٢٤٣ - ٢).

---

(١) تاريخ سنڌ 'معصومي' جي ڇپيل نسخي ۾ مارو کهيرءِ خطي نسخي ۾ سارو کهيري لکيل آهي (ص ١٢٨) هي اصل ۾ کهر واري ماڙي ٿي سگهي ٿي.

سبيءَ جي هيٺان جيڪا نهر وهي ٿي ان جو لنگهه گندرف
جي چشمي مان آهي، جيڪو به ان مان پاڻي پيئي ٿو سو بيمار
ٿي ٿو پوي. ڪيئي ماڻهو انهيءَ وڳهي سري چڪا آهن، ليڪن
جيڪي ماڻهو اڳي وهن ٿا، تن کي اهو پاڻي پاڻءِ پنجي ويو
آهي. سلطان محمود بکر جي حاڪميت کان پوءِ سبيءَ واري
قلعي جي سنڀال لاءِ هر سال نوان ماڻهو موڪليندو ٿي رهيو. جن
مان ڪن ٿورن کان سواءِ باقي سڀ سري کپي ٿي ويا. آخرڪار
اڪبر بادشاهه جي زماني ۾ پوڙ آئي، جنهن انهيءَ چشمي جي
پاڙ پٽي، يا ان کي بنهه ڍڪي ڇڏيائين، سو اڄڪلهه اها بيماري
انهيءَ پاسي گهٽ آهي.

اهو پاڻي پنجاهه ميلن کان پوءِ سروا (١) جي سر زمين ۾
وڃي پوي ٿو، جتي پوکي راهيءَ جي ڪم ٿو اچي. وڌيڪ
پاڻي (١٤١٤-١) منڇر ڍنڍ ڏانهن وهي ٿو وڃي جيڪا سيوهڻ
جي پر ۾ آهي.

انهيءَ پاڻيءَ جي ڪپر مان الاهي سنها ۽ ڊگها نانگ
ٿين ٿا، جن جو ڏنگيل ورلي بچي ٿو (٢). ان ڪري اتي جا
ماڻهو زالين مردين موڪريون ۽ وڏيون شلواروں پائيندا آهن،
جيئن نانگ جي ڏنگ کان بچاءَ ۾ رهن. سبيءَ جي آسپاس
'چٽ' ۽ 'ڪور' (٣) واري زمين ۾ وڻن جا پوڻا پير جي وڻ

---

(١) تاريخ سنڌ ۾ سرواهه ڄاڻايل آهي (ص ١٢٩).
(٢) ساڳي عبارت تاريخ سنڌ 'معصومي' (ص ١٢٩) تي آيل آهي.
(٣) ڊاڪٽر دائودپوٽي تاريخ سنڌ جي حاشيه ص ١٢٩ تي
لکيو آهي ته ڪور واري زمين اصل ۾ کهير آهي. مير معصوم لکي ٿو
ته چٽ جي ڳوٺ ۾ هڪ قوم آهي، جنهن کي کهيري سيدن جي
قوم سڏيو وڃي ٿو. چون ٿا ته انهن جي وڏن مان هڪ شخص کهير
جي وڻ تي چڙهي، ان کي ڇهو (سنهون لڪڻ) هٽي، گجهوڙي وانگي
هڪليو هو، ۽ اهڙيءَ طرح اها ڳالهه مشهور ٿي وئي ص ١٣٠.

جيڏا ٿِن ٿا. ماڻهو انهن ۾ چڙهي ڦٽيون چونڊيندا آهن. هرهڪ
وڻ ۾ گرانٽ جيترا سو ڪن سپ هوندا آهن. ڪِهه جي چونڊي
کان اڳ ماڻهو وڻن کي چاپڙڪون هڻي سپن کي ڏڙائي ڀڪڙائي
ڀوءِ پنهنجي ڪرت ۾ لڳي وڃن ٿا. جيڪڏهن ڪنهن کي سپ
سُنگهي وڃي ته ڏنگ واريءَ جاءِ تي پاڪيءَ سان ڇيھ ڏيئي
ڪنهن ماڻهوءَ کان رت چوسرايو ويندو آهي (٢٤٤-٢). بيءَ
حالت ۾ ڏنگيل ماڻهو اقٽ مري وڃي ٿو.

گنجابي لڳ جيڪو پڻ سبيءَ جي پرڳڻي ۾ آهي، هڪ
هنڌان پاڻيءَ جو گرم چشمو ڦٽي نڪري ٿو، جيڪو گهڻي
ايراضي والاري ٿو ڇڏي. ان پاڻيءَ ۾ مڇيون جام ٿين ٿيون.
انهيءَ گنجابي جي ٽڪرين ۾ هڪ ماڙيءَ تي لوهي پڃرو
ٽنگيل آهي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته ان ۾ ڪا شيءِ رکيل
آهي. پر ڪنهن جو به هٿ انهيءَ پڃري تائين پهچي نٿو سگهي.
جيڪڏهن ٽڪريءَ جي مٿين پاسي ماڻهوءَ کي واڍ تي هيٺ
لاهي آماڻجي ٿو ته اهو پڃرو وڌيڪ پراهون ٿي ٿو وڃي. وري
جي هيٺان ڪو ماڻهو وڃڻ جي ٿو ڪري ته به سندس پهچ
جي پيٽي ناهي، ڇاڪاڻ ته ٽڪريءَ جي چوٽي لسي ۽ هيڪاندي
آهي تنهن ڪري زمين ان کان پري پوي ٿي (١).

گنجابي جون پوڪون موزاهه (٢) جي پاڻيءَ تي آباد
ٿين ٿيون، جيڪو جبل مان وهي اچي ٿو، ۽ بي ناڙيءَ جي
پوک آهي جا پوڻي تي ٿئي ٿي. هي بروچن جو علائقو آهي،
جنهن ۾ لاشاري، منگسي، رند ۽ ديناري رهن ٿا (٢٤٥-١).

---

(١) مؤلف هي سڄو تفصيل هوبهو تاريخ سنڌ تان ورتو آهي
ڏسو ص ١٢٨—١٣٠.

(٢) موزاهه — موراهه پ.

گنجابو سبيءَ کان ٻن راڪين جي پنڌ تي آهي. سبي، بکر ۽ سيتپور جي وچاڳ ۾ هڪ ايراضي اچي ٿي جنهن کي 'بارڪان' سڏيو وڃي ٿو. هتان جا گهوڙا عراقي گهوڙن جهڙا مت آهن. جڏهن گهوڙيءَ پيٽان ڦر ڄمي ٿو ته ان جي ٽانهه تي ٻٽريون وڇايون ٽيون وڃن، جتي اهو ٻهاڻ سڄو سال دڙها هٽندو ٿو وهي. اهڙيءَ ريت ان جا سنب ايڏا ته پڪا ٿي ٿا وڃن جو نعل هڻائڻ جي ضرورت نٿي پوي ۽ هو ينا ڪنهن ڏکيائيءَ جي جبل جها گهيندو رهي ٿو.

سبي ۽ گنجابي واري وچاهين ايراضي هن طرح آهي ته پاڻيءَ جي ڪناري سان گنجابي، سبي، اراڙي ۽ پاٽ وڻـان گولائيءَ ۾ چڪر ڪائي وري درياهه جي ڪپ تي اچڻو ٿو پوي. انهيءَ وچ ۾ رڳو وڻ پٽ آهي. هتي ڪيئي ڪوٽ ۽ ڳوٺ اڏيل هئا، جيڪي نابود ٿي چڪا آهن. هتان ئي قندار ڏانهن گس وڃي ٿو (٢٤٥-٢). اهو رڻ درياهه کان سبيءَ تائين ڏيگهه ۾ سؤ ڪوهه ۽ ويڪر ۾ ستر ڪوهه ٿيندو (١).

ماڻهو هن وسٽي سان رات جو قطب ستاري جي سڃهندي ۾ سفر ڪندا آهن، نه ته اهڙو سونهون ساڻ ڪٽڻو پوي ٿو، جيڪو گهڻ گهيڙ کان واقف هجي- جهڙوڪ جهاز جو معلم وغيره. ٻيءَ صورت ۾ اها مسافري ڏاڍي جوکائتي آهي ۽ ميداني

---

(١) تاريخ سنڌ 'معصومي' ۾ هن طرح لکيل آهي ته سبي ۽ گنجابي واري ايراضيءَ جي صورتحال هن ريت آهي: هڪ ٽڪري سيتپور ۽ درياهه جي ڪنڌيءَ سان هلندي، ڪُن، سبي ۽ گنجابو ٽپي، پاٽ تائين وڃي پهچي ٿي. اتان وڪڙ کائي وري اچي درياهه سان ٿي لڳي. انهيءَ جي وچ ۾ بيابان آهي، جتان قندار ڏانهن رستو وڃي ٿو. انهيءَ بيابان جي ڊيگهه درياهه کان سبيءَ تائين سؤ ڪوهه ۽ ويڪر ستر ڪوهن تائين آهي. هتي اونهاري جي سنڌ ۾ پورن چئن مهينن تائين گرم هوائن (جهولي) جو زور هوندو آهي (ص ٩٣٠)

ماڻهن وانگي سر تان آسرو پلٽو پوي ٿو. اهڙو هڪ واقعو سلطان محمود جي زماني ۾ پيش آيو هو، جنهن بابت چيو وڃي ٿو تہ سلطان محمود هڪ ميداني جٿي کي گنجابي ڏانهن روانو ڪيو، جيڪو اتي پهچڻ کان پوءِ عملداريءَ جا احڪام پورا ڪري نہ سگهيو. تنهن ڪري سلطان انهيءَ کي واپس بکر گهرائڻ جو حڪم ڏنو ۽ ٻي جٿي کي ان جي جاءِ تي اماڻيائين. اهي ويچارو ڪن ماڻهو پنهنجي آڪاهين سميت گنجابي مان نڪري بکر ڏانهن پنڌ پيا. وات تي سندن سونهون وسٽو پلجي ويو ۽ انهن کي ٻڌايائين تہ (١-٢٤٦) منهنجو دماغ جاءِ تي ناهي، ٿورو ترسو تہ پوءِ ٿا هلون، پر هنن تواڻيءَ ۾ اچي ترار جي هڪ ئي ڌڪ سان ڪيس پورو ڪري ڇڏيو.

آخر اهي سڀ ميداني ماڻهو انهيءَ بنا بوند واري برپٽ ۾ پٽڪي، اڄ جي آوهہ ۾ پنهنجا پساهہ پورا ڪري ويا ۽ ڪو هڪڙو بہ انهن مان باقي نہ رهيو. اڄا تائين انهن جا هٿيار پنهوار توڙي پيا نپرڙ هيڪڙ پيڪڙو انهڙن کي هٿ ايندا رهن ٿا. هتي اڪثر لڪون لڳنديون رهن ٿيون ۽ ساندهہ چار مهينا اها حالت رهي ٿي، اهي جهولي جا ڏينهن اونهاري ۾ شروع ٿين ٿا.

سبيءَ جو قلعو اڪبر بادشاهہ جي زماني ۾ مير ابوالقاسم نمڪين، پني قوم جي پنائن کان فتح ڪيو هو (١) جڏهن

(١) مير ابوالقاسم نمڪين، ١٠٠٣ ﻫ ڌاري بکر جي جاگير ۾ پهتو، انهيءَ ئي سال اتان سبيءَ جي سوڀ لاءِ روانو ٿيو. اڪبرناسي ۾ لکيل آهي تہ سبي، قنڌار لڳ، هڪ مضبوط قلعي جي صورت ۾ آهي؛ اهو قلعو اوائل ۾ بکر جي راڄڌانيءَ اندر داخل هو. پوءِ پني قوم جي پنائن ان تي ڌاڪ ڄمائي، جنهن تان سيد بهاءالدين بخاريءَ اڄ جي نواب، بختيار بيگ سيوهڻ جي تمندار، بکر جي جاگيردار مير ابوالقاسم، مير معصوم بکري ۽ سلتان صوبي جي فوج کي حڪم ڏيو تہ سبيءَ پهچي پنائن کي ڌت ڪن، ۽ جيڪڏهن اهي نہ سڙن تہ کين ستت ڏيئي ڇڏين. اڪبرنامہ ص ٦٦٦-٣.

بکر جي راڄڌاني عبدالرحيم خان خانان کان ڦيرائي سنڌس جاگير ۾ ڏني ويئي هئي. انهن ئي ڏينهن ۾ ابوالقاسم (٢٤٦-٢) بکر کي پرڄهلو سمجهي اڪبر بادشاه کي درخواست ڪئي هئي ته جيڪڏهن حڪم ڪيو وڃي ته ڪيچ مڪران فتح ڪري مغل سلطنت ۾ داخل ڪيو وڃي. بادشاه انڪار ڪندي چيو هو ته ڪيچ مڪران جيئن ته شاه عباس ايرانيءَ جي سرحد سان دنگئي آهي ۽ اسان ٻنهي پاڻ ۾ دوستيءَ جي ناتي سان ڳنڍيل آهيون، ان ڪري ايڏاهين هرو ڀرو آڃاٽ نه ڪرڻ گهرجي.

مير ابوالقاسم سبيءَ جي پٺاڻن تي اناج ۽ روڪڙ جي صورت ۾ جيڪا ڍل وڌي هئي سا اچا تائين وصول ٿيندي رهي ٿي، فصل لهڻ تي بکر مان مقرر ٿيل ماڻهو الڳان جي رعيت وٽ پهچي وصولي ڪري ايندا آهن.

جيڪڏهن ماڻهو ڪم وارا هجن ته انتظام ته ٺيڪ رهي ٿو پر جي ماڻهن جو حال ڪونهي ته انتظام به ڪين جهڙو ئي ٿيو ٿو. قوچ علي ڪُرد جي وقت ۾ جڏهن سبي سنڌس جاگير ۾ هئي ته هن اتان جي ماڻهن کي (٢٤٧-١) چڱو سوگهو ڪيو هو، پر جيئن ئي ڪم وارن ماڻهن جي ونس ڪمي ٿي پيئي ته پنهنجي قوم جي پٺاڻن هڪ ئي حملي سان ڪيس قلعي بند ڪري ڇڏيو. انهن زماني ۾ تاج خان بکر جو جاگيردار هو. هوڏانهن منهنجي پاءُ مير ابوالبقا کي اباوڙي ۽ گنجابي واري جاگير مليل هئي (١).

اها خبر جڏهن جهانگير بادشاه تائين پهتي ته مير ابوالبقا کي تاج خان کان مدد وٺي قوچ عليءَ جي مانڊ ڏيڻ جو شاهي

---

(١) اوباوڙي ۽ گنجابي واري جاگير ١٠١٩ ھ يا ١٠٢٠ ھ ۾ مير ابواقاسم کي ملي هئي، انهيءَ زماني ۾ مير ابوالبقا قوچعليءَ جي مدد لاءِ پهتو هو.

فرمان ڏنو ويو ۽ هن اپاوڙي مان بکر پهچي تاج خان (١) کان گهوڙيسوارن جي ڪمڪ هٿ ڪئي، تنهن سان گڏ پنهنجي اڙالي سميت (جنهن ۾ پنهنجا ۽ سندس پيءُ جا ماڻهو شامل هئا) سبيءَ وڃي رسيو. پٺاڻ هيسجي ڳچيءَ ۾ ڳارو ڪري ونس آيا ۽ قوچ علي بند مان ٻاهر نڪتو (٢٤٧-٢).

ٻئي پيري جڏهن گنجابي واري جاگير به قوچ عليءَ کي ملي ته پٺاڻن مان ڏاڍيون جٺيون ڪيائين. ڪيئي پٺاڻ هن جي هٿان قتل ٿي ويا ته ب، جنگ هلندي رهي. هيڏانهن کي ٿوروڙا مغل هن جي همراهيءَ ۾ هئا ۽ هوڏانهن به ٽي هزار پٺاڻ ميڙي ٿي آيا، تڏهن به ويڙهه ۾ پچي نٿي سگهيا: آخر هي پٺاڻن کي مات ڪري، انهن ۽ ٻين ماڻهن جي مدد سان سبي چڏي، جبل وٽان چڙهائي ڪري ڪوهيار جي قلعي تي اچي پهتو. انهيءَ ۾ ڪيس پورا ٽي ڏينهن لڳي ويا. پوءِ قلعي جي اوٽ مان اتان جي پروچن ٽي مار ڪندو رهيو. پنهي پاسن کان چٽي جنگ چڙي ويئي جنهن ۾ ڪيئي ماڻهو ماوجي ويا.

جڏهن پيو ڪو نبيرو نٿي سگهيو ته قلعي جو سردار ابراهيم بلوچ اچي پيش پيو ۽ نذواني طور اٺ، گهوڙا، گهٽا، شطرنجي وغيره جاباو سامان (٢٤٨-١) آڻي اڳيان رکيائين. قوچ علي پوءِ سبيءَ ڏانهن واپس وريو.

جيڪڏهن ڪيس وڌيڪ ماڻهن جي آيل هجي ها ته بروقت انهيءَ قلعي ٽي ٿاڻي طور پنهنجا ماڻهو مقرر ڪري چڏي

---

(١) هن جو نالو تاش بيگ ۽ لقب تاج خان هو. هي ١٠٢٠ هه ۾ بکر جو حاڪم مقرر ٿيو. ١٠٢٢ هه ڌاري مرزا رستم صفوي جي جاءِ تي ٺٽي جي حاڪميت مليس، اتيئي ١٠٢٣ هه ۾ فوت ٿيو. ڏسو ماثر الاسراء ص ٤٨٣-١، ذخيرة الخرانين قلمي ص ٣٩٧، تحفة الڪرام ۽ لب تاريخ سند.

ها. ٻئي سال وري ايڏانهن وچڻ جا سانباها ٻئي ڪيائين ته ايتري ۾ بدلي ٿي هندستان هليو ويو.

هڪ فوجي منتظم لاءِ قلعي تي قبضو ڄمائڻ ڪا وڏي ڳالهه نه هئي، ڇاڪاڻ ته تاريخ سنڌ (معصومي) جي روايت موجب اڪبر بادشاه جي زماني ۾ مرزا مجاهد خان صرف ڏيهن ماڻهن جي مدد سان، سلطان محمود بکريءَ جي غلام مبارڪ خان سان منهن ڏنو هو، جنهن وٽ ڏهن هزارن ماڻهن جي فوج هئي. اها جنگ ماڻيلي واري قلعي لڳ اڳي هئي. مبارڪ خان شڪست کائي قلعي اندر قيد ٿي ويو، مجاهد خان اڳتي وڌي بکر جو قلعو سلطان محمود کان هٿ ڪيو ۽ بکر جي واچڏاني مغل سلطنت ۾ داخل ٿي ويئي (٢٤٨-٢).

ان واقعي سان قرآن جي آيت: ڪم من فئة قليلة غلبت فئة ڪثيرة باذن الله" جي تصديق ٿئي ٿي (١). فوج عليءَ کان پوءِ جڏهن سيد بايزيد بخاري بکر جو فوجدار ٿي آيو ته شيخ بولي (٢) نالي پنهنجي هڪ پراڻي ماڻهوءَ کي سبيءَ جو عملدار ڪري موڪليائين، جنهن کي ٻني قوم جي پٺاڻن پريندي ئي ماري ڇڏيو. پٺيان سندس پٽ پنهنجا ماڻهو گڏ ڪري سبيءَ ويا جن پٺاڻن سان وڇي جنگ جوٽي. پنهي ترين جي رتوڇاڻ کان پوءِ پٺاڻن پنهنجا ماڻهو مارائي ميدان هارايو ۽ سندن سردار جنگي خان کي جنگي قيدي بڻائي بکر آندو ويو (٢).

مرزا شاه حسن ارغون جڏهن بکر جي حڪومت (٢٤٩-١)

---

(١) يعني خدا جي حڪم سان ڪي ننڍا ٽولا به وڏن ٽولن تي سوڀ پائي ٿا وڃن.

(٢) ڏسو تاريخ سنڌ (معصومي) ص ٢٢٨- اها جنگ محرم ٩٨٠ ه ۾ لڳي هئي.

سلطان محمود جي حوالي ڪئي (١) ۽ انهيءَ پاسي جا ڪيئي قلعا جيڪي ايامن کان پروچن جي قبضي ۾ هئا، سندن هٿان ڇڏرائي، ڪوهستان جي نافرمان ۽ سرڪش ماڻهن کي سڌو ڪري، پنهنجو مطيع بڻائي ڇڏيائين.

ان مان ظاهر آهي ته علائقي ۾ نهايت برجستن ماڻهن جي موجودگيءَ جي ضرورت رهي ٿي. جن جي دل وندرائڻ لاءِ زهري (قوم) جي پلن گهوڙن، جابلو اٺن، سوکن گهٽن، تازي ڪتن، سنجري شالن ۽ اميرائي شطرنجيءَ جهڙا ڪيئي مال اسباب اتي موجود آهن.

---

(١) سنه ٩٥٩ هه تائين سلطان محمود بکريءَ جي تحويل ۾ هئي. ڏسو تاريخ سنڌ معصومي ص ١٨٦ .

# باب ٽيون

## ٺٽي جو بيان

ٺٽو درياهہ جي ڪناري هڪ وڏو ۽ ورسيل شهر آهي. هن جي ملتان واري پاسي کان ننڍو ۽ پڪو حاڪم نشين قلعو آهي. ٻيو وڏو ۽ پڪو قلعو جنهن کي ڪلان ڪوٽ ۽ طغرل آباد سڏيو وڃي ٿو، شهر کان ٻن ڪوهن جي فاصلي تي آهي پر اڄڪلهہ اهي ڪا بہ وسنوَ ڪانهي (٢٤٩-٢).

هتي ڪيئي عالم، فاضل، شاعر، اديب، ڪاتب ۽ عابد زاهد موجود آهن، ۽ هنرمند ماڻهن جي بہ ڪمي نہ آهي جيڪي پنهنجي هنر ۾ ڪمال رکن ٿا. هتي جيڪو سامان تيار ٿئي ٿو سو عراق ۽ فرنگ جي مال کان ڪنهن بہ حالت ۾ گهٽ ناهي. هتان جا رهاڪو دين جا پابند آهن ۽ نماز، روزي ۽ شريعت جي پيرويءَ ۾ ڪڏهن بہ پوئتي پير نٿا پائين. هن شهر ۾ ڪيئي وڏيون مسجديون آهن جن ۾ هڪ ئي وقت ويهہ، ٽيهہ هزار ماڻهو نماز لاءِ گڏ ٿيندا رهن ٿا. انهن کان علاوه ڪيتريون ننڍيون مسجدون پڻ اوسي پاسي وارن پاڙن ۾ آهن. انهن مسجدن ۾ جمعي ڏينهن ايتري جماعت اچي ڪَٺي ٿئي ٿي، جو پوئين صلوات مهل جيڪڏهن ڪو جماعتي وڃي ٿو تہ هزارن حيلن کان پوءِ مس ڪيس نماز پڙهڻ جي جاءِ نصيب ٿئي ٿي.

ٺٽي ۾ چار واڇڏانيون آهن (٢٥٠-١): ١- ٺٽو ٢- چاڇڪان ٣- نصرپور ٤- چاڪر هالا . ٻهريون ٽيئي واڇڏانيون درياهه جي هين ۾ ٺٽي جي پاسي اچي وڃن ٿيون ۽ چوٿين واڇڏاني درياهه جي ٻئي پاسي ٽڪر ڏانهن آهي. هر هڪ واڇڏانيءَ ۾ ڪيئي پرڳڻا ۽ هر پرڳڻي ۾ ڪيترا ڳوٺ اچي وڃن ٿا. جيڪڏهن انهن جو تفصيلي بيان ڪيو وڃي ته گهڻي ڊيگهه ٿي پوندي، ان ڪري مختصر طور هنن چئن واڇڏانين جو ڪجهه ذڪر پيش ڪيو ويو آهي.

ٺٽي جي واڇڏانيءَ جا رعيتي ماڻهو ڏاڍا مسڪين آهن ۽ ڪاٻه ڪڏائي ٺٽي ڪيائون، ليڪن ڪهيرين ۽ نڪامرين جو هنن کي هر وقت خوف پئي رهيو، تنهن ڪري ترخانن پنهي قومن جي سردارن سان صلح ڪري انهن کي اطاعت ۽ امن ۾ آڻي ڇڏيو. جڏهن ٺٽو (٢٥٠-٢) جهانگير بادشاه جي وڪيلن (عملدارن) جي ماتحتيءَ ۾ آيو (١)، ان سان گڏ چام هالي ۽ واڻي عمر کي راضي ڪري پنهنجي راڄ سان آزاد ڇڏيو ويو، جيڪي هميشه ٺٽي جي صوبه دار جي خدمت ۾ رهندا هئا. پوءِ ملڪ جي ضابطي ۽ بادشاه جي حڪم سان ڪهيري قوم پنهنجي سردار چام هالي سميت خدا جي مهر ۽ بادشاهي اقبال سان مير ابوالبقا هٿان نيست ٿي ويئي. ليڪن نڪامرين اڃا نه مڃي، تنهن هوندي به راڻو عمر جيڪو سندن سردار هو سو سدائين فرمانبردار رهندو آيو.

چاچڪن جي واڇڏانيءَ جي رعيت غريب ۽ مئين سڌي آهي، پر ميندرن جي قوم مٿئي سرڪشي ڪندي ٿي رهي، جيئن ترخانن جي (٢٥١-١) دور کان سندس ريت هئي. اها قوم ان

(١) محرم ١٠٠٠هه ۾ خان خانان سنڌ غصب ڪئي.

زماني ۾ جڏهن مير ابوالبقا هتي جاگيردار ٿي آيو (١)، مظفر خان معموريءَ جي صوبه داريءَ ۾ (٢) ٿوريءَ سيڪت سان اهڙي سنوت ۾ اچي ويئي ۽ اڄ تائين ڪنڊ ڪٿي نٿي سگهي. هيءَ قوم سيٺي راڄن کان هن جاگير ۾ زبون حال سان گذاري ٿي ۽ ڍل پريندي ٿي رهي.

هن راڄڌانيءَ ڪي ڪنهن به پاسي کان وڪوڙين جو اونو نه آهي، پر سوڍا ۽ سميجا دل جن جو لاڳاپو نصرپور جي راڄڌانيءَ سان آهي، تن جي مٿي ۾ ٿوري گهٽي هوا هئي، جن کي پڻ مير ابوالبقا دڀاءَ هيٺ آڻي ڇڏيو (٣). هاڻ هيءَ راڄڌاني ٿورن ماڻهن جي وسيلي ٽانيڪي رهندي اچي ٿي. نصرپور جي راڄڌانيءَ جا ڪي ماڻهو اوڏايون ڪندا رهن ٿا جن ۾ سوڍا، سميجا ڪيهر، سميجا ساند، سميجا جوڻيجا (١٥٢-٢) سميجا ڪيريا ۽ سميجا دل شامل آهن. هنن مان سميجا دل سڀ کان وڌيڪ اڙانگا آهن جيڪي سرڪاري ڍل کان به نابري واريندا اچن ٿا. سماواتي وارو پرڳڻو جنهن جي پيداوار چاليهن لڪن دامن (٤) تائين آهي، انهن هٿان ويران رهي ٿو.

جنهن وقت مرزا رستم قنڌاري نٽي ڏانهن ٿي آيو (٥) ته سيوهڻ

---

(١) مير ابوالبقا کي اها جاگير ١٠٢٤ هه ۾ ملي هئي.

(٢) مير عبدالرزاق، مظفرخان معموري ١٠٢٤ هه (٩- جهانگيري) ڌاري نٽي جو صوبه دار ٿي آيو.

(٣) سال ١٠١٧ هه. تذڪره اميرخاني.

(٤) دام، رپئي جو چاليهون حصو.

(٥) مرزا رستم صفوي (وفات ١٠٤٨ هه) ولد سلطان حسين مرزا ولد بهرام مرزا ولد شاه اسماعيل ١٠ محرم ١٠٢٢ هه ڌاري نٽي پهتو هو. [بيگلر نامه]

جي جاگيردار شمشير خان اوزبڪ کي پنهنجي فوج جو مهندار ڪري ننئي ڏانهن روانو ٿيو. جڏهن سماواتي پرڳڻي جي ڳوٺ 'پلي سمي' وٽ پهتو ته ان دهه جي رهاڪن جا ڍور ڍڳا سميجا دل ڏاڙو هٽي ڪاهي ويا. شمشير خان سندن پٺيان پيو ۽ کين جهلي، سندن ڪيترا ماڻهو مارائي، راڄ جو مال انهن منحوسن کان موٽائي مالڪن کي ڏياريائين.

هن راڄڌانيءَ جا پيا وڳوڙي سميجا انڙ آهن جيڪي سيوهڻ سان واسطو رکن ٿا ۽ هاڻ واري پرڳڻي سان دنگئي آهن (٢٥٢-١) ۽ ان سان به سندن واهپو رهي ٿو، انهيءَ پرڳڻي کي جنهن جي پيداوار ويهه لک دام ٿيندي هنن تباهه ڪيو آهي.

اهو ئي پرڳڻو هو جنهن مظفر خان معموريءَ جي زماني ۾ اناج جا ٻارهن هزار خرار محصول ۾ ڏنا هئا. ليڪن هاڻ سمجهي سگهجي ٿو ته ان مان ڪهڙي حاصلات پليءَ پوي ٿي! هن پرڳڻي جي تباهي مرزا حسام الدين مرتضيٰ خان ثانيءَ جي عملداريءَ دوران شروع ٿي چڪي هئي (١). هن پنهنجي سڪيلڌي

---

(١) مير حسام الدين مرتضيٰ خان پٽ جمال الدين حسين انجو- ١٠٣٨ھ ڌاري ننئي ۾ فوت ٿيو. ان کان پوءِ مير ابوالبقا امير خان (ڪتاب جي مولف جو ڀاءُ) ننئي جو حاڪم مقرر ٿيو. بادشاه نامه ۾ آيل آهي ته جڏهن خبر ملي ته ننئي جو صوبه دار مرتضيٰ خان ولد مير جمال الدين حسين خان انجو لاڏاڻو ڪري چڪو آهي تڏهن امير خان ولد قاسم خان نمڪين کي (جيڪو يمين الدوله جي نيابت سان ملتان جو حاڪم هو) ان صوبي جي نظامت لاءِ پنج صدي ذات، پنج صدي سوار، ٽي هزاري منصب ۽ ٻن هزارن سوارن جي اعزاز سان سرفراز ڪيو ويو.

بادشاه نامه (ص ٢٨٧-١). وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو مآثر الامراء ص ١٩٤-١، ص ١٣٩-١، ص ٣٨٢-٣، ص ٣٨٤-٣ ۽ ذخيره الخوانين ص ١١٧، ص ٣٦٠.

پڻ صمصام الدوله کي سميجن مٿان مقرر ڪيو جنهن هتي پهچي
هالن جي لڳ نئين‌ءَ جي ڳوٺ ۾ دايرو ڪيو، جو هالن کان
هڪ ميل جي مفاصلي تي هو. هي ڳوٺ ايڏو ته وڏو هو، جو
خود هالن سان ڪلهو ٿي هنيائين. هو اتي اچي ڪڏون ڪوني
مورچا ٻڌي ويهي رهيو ۽ آتاولي‌ءَ سان (٢٥٢-٢) هالن جي ٺاڻيدار
موسيٰ خان افغان سان هڪ ڄڻو گڏجي ڪيس سميجن تي ڪاهه
ڪرڻ لاءِ ڏياري موڪليائين. هوڏانهن سميجن کي اڳوات ئي
اها خبر پئجي چڪي هئي ته اجهو ٿو لشڪر حملو ڪري،
چاڪاڻ ته هو انهيءَ ڳالهه ۾ هئا. جڏهن سڄي فوج انهن جي
اجل لاءِ ميڻهن واءُ هڪ ڪندي رواني ٿي، ته دشمن پنهنجا
گهر گهاٽ ڇڏي ان جو انتظار ڪيو ۽ ڪس وٺي ويهي رهيا.
جيئن ئي فوج سميجن جي وسندين کي ويران ڏسي پوئتي موٽ
کاڌي، ته سميجن هڪدم ان جي مٿان ڪڙدي ڪئي ۽ ڪيئي
فوجي شهيد ڪري ڇڏيائون.

يوسف سميجو جيڪو ڪيبر پرڳڻي جو ارباب هو ۽ پنهنجي
پرڳڻي جي تمندار کان ڏکوئجي روپوش ٿي چڪو هو، سميجن
آنڙن سان ملي ڏينهن ڏٺي جو ڪيبرن جي ڳوٺ تي وڃي چڙهيو،
جو هالن کان ڇئن ڪوهن تي آهي. پرڳڻي جو تمندار حاجي
محمد (٢٥٣-١) اهو حال ڏسي، شرم وچان پنهنجي زال کي پنهنجي
هٿان قتل ڪري، انهن ڌاڙيلن سان وڃي دو بدو ٿيو. آخر ويڙهه
۾ هٿ پير هڻندي ڪُسجي ويو، ۽ ڌاڙيل سڄي ڳوٺ کي تاراج
ڪري ويندا رهيا. صمصام الدوله جڏهن اها واردات ڏٺي ته سندس
پيرن هيٺان ڌرتي نڪري ويئي ۽ هو دل نه جهلي سگهيو.

هو پوءِ هالن ۽ سماواتي پرڳڻن جي اربابن کي قيد ڪري
پنهنجي پيءُ وٽ نئين وٺي ويو، جنهن سميجن جي ڏوهه ۾ مٿن ڳاٽي
ٻڳا ڏنڊ وڌا ۽ جڏهن ڏنائين ته هو ڏنڊ پري ڏيڻ جهڙا نه آهن
ته ڪانئن شرعي ضابطا لکرائي مٿن مڙهي ڇڏيائين. اهي مير ابوالبقا

جي زماني تائين انهن ضابطن ۾ اڙيا رهيا، ليڪن پورا نه ٿي پئجي سگهيا، ۽ انهيءَ چڪتاڻ ۾ رعيت هنن جي وبال کان بچاءَ ۾ رهندي آئي.

صمصام الدوله جي واپسيءَ کان پوءِ ماڳهين ننڍيءَ جي ڳوٺ تي سميجن وري راتاهو هنيو (٣-٢٥٣). جنهن ۾ ڪيئي ماڻهو مارجي ويا. جيڪي بچيا تن ڀڄي وڃي هالن ۾ پناهه ورتي. اچا تائين انهيءَ ڳوٺ ۾ سڄي پيئي واڪا ڪري، ماڻهن جا جهڳا پينگ ڏسي هيانءُ پچرڻ لڳي ٿو.

مير ابوالبقا جي ڪوشش سان هي پرڳڻو وري آباد ٿيڻ لڳو، جو هن سميجن انڙن تي ڪاهي، انهن جي ڪن ڀرين مڙسن کي مارائي، ويڃهڙي ڳوٺ ۾ ترسي، اتان قلعي جو گهيرو ڪري، هڪ فوجي جٿو پنهنجي وڏي پٽ ضياء الدين يوسف سان گڏجي بکر جي راڄڌانيءَ واري پرڳڻي دربيلي ڏانهن روانو ڪيو، جنهن آئي پهچي ڪيترن سميجن کي قتل ڪرايو ۽ قيد ٿيل ماڻهن کي بکر جي حاڪم حڪيم (١) صالح جي حوالي ڪري ڇڏيائين. باقي فوج کي پنهنجي وچين پٽ ابوالقاسم (٢) جي سربراهيءَ ۾

---

(١) حڪيم محمد صالح ١٠٣٨ کان ١٠٤٣ھ تائين بکر جو فوجدار رهيو. لب تاريخ سنڌ ۽ ضميمه تاريخ سنڌ (معصومي) تاليف محمد بن زنده علي بيگ.

(٢) ابوالقاسم ١٠٤٥ھ ۾ وفات ڪئي ۽ صفه صفا (بکر) ۾ دفن ٿيو سندس مزار جو ڪتبو هن ريت آهي:

فغان از گردش گردون بد عهد دريغا زين جهان عمر فرسا
که از باد اجل ناگاه بشکست بباغستان جان سرودل آرا
گل و گلزار و اقبال و جواني ابوالقاسم فروغ بخت والا
مزد گر در فراق او بگريند بهاي آب خون چشم احبا
چو دلها داغ شد از فرقت او
نوشتم سال فوتش "داغ دلها" (١٠٤٥ھ)

ڏسو تذڪره اميرخاني، سيد حسام الدين راشدي.

هالن تي مقرر ڪيائين، جتي هو وڃي سو پيارو ٿيو (١٢٥٤-١)، ۽
نيٺ سيوهڻ جي جاگيرداو ديندار خان سميجن پاران اچي معافي
ورتي، انهيءَ وچ ۾ شير خان پناڻ (١) سيوي ۽ گنجابي تي
ڪاهه ڪري تباهي مچائي ڏني ۽ ٽنهي جي عملدارن ۽ منصبدارن
پاڻ ۾ گڏجي ٽنهي وچڻ جي صلاح ڪئي ۽ ديندار خان
لاءِ فيصل ڪيائون ته هو مير ابوالقاسم ۽ فوجي جٿي سان گڏ
بکر هليو وڃي. ليڪن ابوالقاسم ٽني وچڻ جي سنبت ڪئي ۽
پنهنجي ننڍي ڀاءُ لطف الله کي ديندار سان گڏ بکر ڏياري موڪليائين،
جا سندس غلطي هئي. جيڪڏهن ائين نه ڪري ها ته سميجن
جي ڀاڙ ٽي پنجي وڃي ها. ڀچاڙيءَ هتي ٽي هزار سوار ۽ ڏيڍ سو
توبچي ۽ تيرانداز ٿاڻي طور رهايا ويا.

هن راڄڌانيءَ ۾ ٻن هنڌن تي (١٢٥٤-٢) بندوبست جي
ضرورت آهي. انهن سان هڪ سماواتي پرڳڻي ۾ ٻيو هالن واري
پرڳڻي ۾. باقي پرڳڻن سان هڪڙي عملدار هٿان ڀل آ ڳڙي
اچي ٿي.

چاڪر هالي واري راڄڌاني نڪريءَ جي پر ۾ آهي.
هتي جابلو ماڻهو ڏاڍا سرڪش آهن، ان ڪري ٻيون پر پاسي جون
قومون پڻ سرڪشيءَ سان هلن ٿيون. هتي شورا، سميجا دل ۽
ٻير ٻروچ رهن ٿا جيڪي حد کان وڌيڪ حرڪتي ۽ فسادي
آهن. انهن کان سواءِ ڀليجا، ڪوريجا، لنجار ۽ ناريجا به هتي
رهن ٿا. اهي چارئي قومون اصل کان جاگيردارن جي فرمانبرداري
ڪنديون اچن ٿيون. هيءَ راڄڌاني ترخانن جي دور ۾ ڏاڍي
آباد هئي. پر مٿي ڄاڻايل ڀهريون ٽي قومون ترخانن جي عملداريءَ
لاءِ آزاو جو باعث هيون، ايتري قدر جو ٽنهي جي حاڪم خسروبيگ

---

(١) ذخيره الخوانين قلمي (٥٠٢) شير خان ١٠١٤هه ۾ سبيءَ تي ڪاهه
ڪئي.

جي وڏي پٽ رستم کي (١-٢٥٥) شورن قتل ڪري ڇڏيو.
پوءِ شورن جي ملتان فوج چاڙهي ويئي، ۽ هوڏانهن شوروا نومڙين
جي قوم سان ملي جبلن ڏانهن هليا ويا. خسرو بيگ ڪوهيار
۽ وڪار تائين جبلن جي وچان انهن جو پيڇو ڪيو، پر ڪيس
ڪوبه هٿ نه آيو. نيٺ سيوهڻ ڪان پٺڪندي، هو واپس ٿيو ۽
ڪوبه ڀونو ڪونه پاريائين.

مرزا غازي ترخان (١) جڏهن قنڌار جو صوبه دار ٿيو ته
سائين ڏني نالي هڪ هندوءَ کي 'هندوخان' جو خطاب ڏيئي
خسرو بيگ جي جاءِ تي ٺٽي موڪليائين. ان سان گڏ شهبازي
نالي پنهنجي چاڪر کي 'خان' جو خطاب ڏيئي قاسم خان ارغون
جي پٽن جي جاءِ تي نصرپور آمائي ڇڏيائين.

سائين ڏنو جيئن ٺٽي پهتو ته خسرو بيگ اتان نڪري
هالن ۾ اچي ويٺو، قنڌار جي جاري ٿيل حڪم جي نتيجي جو
انتظار ڪرڻ لڳو.

ايتري ۾ مرزا غازي (٢) جي موت جي خبر سائين ڏني
جي ڪنن تائين پهتي، ۽ هو لڙ تڪڙ ۾ پنهنجا ماڻهو ساڻ
ڪري، درياهه اڪري، جبل جي وٽان ٿي سيوهڻ ڏانهن فرار
ٿيو. جڏهن شورن جي ڪر ۾ پهتو ته هي خسرو بيگ
جي چورڻ تي ميڙاڪو ڪري ساڻس سامهون ٿيا ۽ نيٺ ان کي
پيدا پور وٺي آيا، ۽ پوءِ ساڻس گڏ سندس پاءُ نارو کي جيڪو
مرزا غازي وٽان 'شجاعت راءِ' جي خطاب سان نوازيل هو قيد
ڪري پنهي جون سسيون لاهي ڇڏيائون.

---

(١) مرزا غازي بيگ ولد مرزا جاني بيگ ترخان، پنهنجي پيءُ جي وفات
١٠٠٨هه ڌاري، اڪبر بادشاهه پاران ٺٽي جو صوبه دار ٿيو ۽ جهانگير
جي دور ۾ کيس قنڌار جي حڪومت سونپي ويئي.

(٢) وفات ١١- صفر ١٠٢١هه.

انهن جي قتل کان پوءِ قنڌار کان آندل سندن عراقي گهوڙا، زريءَ پٽيل ڪپڙا، خرجينون، نغارا ۽ ٻيو سمورو سامان تاراج ٿي ويو.

مرزا غازيءَ جي وفات کان پوءِ جهانگير بادشاه، مظفرخان معموريءَ کي ٺٽي موڪليو. انهيءَ زماني ۾ شمشير خان اوزبڪ سيوهڻ جو جاگيردار هو (١-٢٥٦). هن ٺٽي هزار چونڊ سوارهيه ساٿهو خواجه جان سان گڏي مظفر خان جي همراهيءَ لاءِ روانا ڪيا: مظفر خان جڏهن ٺٽي پهتو ته خسرو بيگ اوزبڪن کي ڏسي هيسجي ويو ۽ پهه ڪياڻين ته انهيءَ ايل سان ڪا ڪيڏ ڪرڻ ڪپي.

مظفر خان کي چيائين تہ شورا، دل ۽ ٻيهر وري ڪر ڪڻڻ لڳا آهن؛ توهين خواجه جان کي اوڏانهين آماڻي ڇڏيو. اوزبڪ جيڪي اچا هن ملڪ جي ماڻهن کان واقف نه ٿيا هئا، انهيءَ حڪم مان سان پڌرتر ۾ پنجي روانا ٿيا؛ ٻئي پاسي هن تر جا ماڻهو جيڪي ٻن هزارن تائين سوار ۽ اٺن هزارن تائين پيادا گڏ ٿي چڪا هئا، لشڪر جا گوٽ تاڙي ويهي رهيا.

اوزبڪ جيئن نيرون ڪوٽ جي قلعي واري لاگيتي ميدان وٽ اچي پهتا تہ کين پنهنجي ريت موجب آپيون ڏوپيون مٿن تي هيون. انهيءَ حال ۾ هن تر جي ماڻهن جڏهن پري کان کين ڏٺو ته پاڻ ۾ صلاح ڪيائون تہ اچو تہ اسين به کنب پايون؛ ۽ آهو ايئن جو اسان جي هڪ سوار سان چار پيادا گڏ هجن، ٻه هڪڙي پاسي کان ۽ ٻه وري ٻئي پاسي کان، ان کان پوءِ مغلن سان مهاڏو انڪائڻ گهرجي. انهيءَ سماءَ سان هوسيدان ۾ لهي آيا. اوزبڪ جڏهن سندن گهيري ۾ آيا تہ هنن جي پيادن، گهوڙن جي پٺ ورتي، ۽ اک ڇنڀ ۾ گهوڙيسوار پٽ تي پوندا ويا ۽ اجل جي منهن ۾ ويندا رهيا. خواجه محمد

سلطان اوزبڪ جيڪو شمشير خان جي بهادرن مان هو، انهيءَ جنگ جو بَـڪ ٿي ويو ۽ پيا ميدان ڇڏي نيرون ڪوٽ جي قلعي ۾ اچي پناهي ٿيا، ۽ ٻيءَ ڏر وارا قلعي کي گهيرو ڪري ويهي رهيا.

اها خبر جڏهن شمشير خان کي پيئي ته سيوهڻ مان وڏو ڪٽڪ سنبرائي پاڻ به ان مان گڏ سندرو ٻڌي روانو ٿيو (١-٢٥٧). وگهوڙٻن کي جڏهن پتو پيو ته شمشيرخان پنهنجي هاوايل سپاهه جي مدد لاءِ پيو اچي ته قلعي جي ڀچر ڇـڏي، پنهنجن ٽاڪن ڏانهن هليا وياه خواجه جان، جنهن پڇي جان بچائي هئي، پنهنجي سورهين سميت قلعي مان نڪتو ۽ سيوهڻ ۾ اچي ساءت جو ساهه کنيائين.

شورن جي قوم ۾ اسماعيل شورو ارڏائيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هي سائين ڏني هندو جو سائياري رهي چڪو هو. ميني جابلو قومن توڙي انهي راڇڏائيءَ جي واڇن ۾ (سيوهڻ تائين) هن مان ڪنهن به قوم جي پڇڻ جي پيٽي نه هئي.

پيو دائود شورو، جيڪو خاسائي شورن جي ڳوٺ ۾ جبل لڳ رهندو هو: هن جي پاٽاري هوسڙن جي قوم جي چورن ملاحن مان پري پيٽي هوندي هئي ۽ ڪليو ڪلايو درياهن توڙي خشڪي رستن مان ڌاڙا هڻندو ٿي رهيو. ٽيون دل قـوم جو مَـناهيو به نامي گرامي شاهينگ هو.

## ٺٽي جي صوبہ داري، شمشير خان اوزبڪ جي زماني ۾:

تاج خان (١) جي مرڻ کان پوءِ شمشير خان اوزبڪ کي (٢-٢٥٧) ٺٽي جو صوبہ دار مقرر ڪيو ويو. هن جي بدليءَ

---

(١) وفات ١٠٢٣ هه (ماثرالامراء، ص ٣-٤٨٣ . ذخيره الخوانين قلمي ص٣٩٧)

کان پوءِ سيوهڻ جي راڄڌاني مرزا دوست بيگ جي شراڪت سان مير ابوالبقا کي جاگير طور مليو.

هڪ دفعي هنن پنهنجي هڪ چاڪر، محبت، هٿان پيڙيءَ رستي نارلم (نار) جا گڏرا شمشير خان ۽ مظفر خان ڏانهن روانا ڪيا، جيڪي تنهن زماني ۾ ٺٽي جا بخشي (پگهار ورهائيندڙ) هئا. جيئن اها پيڙي خاسائي شورن جي ڳوٺ وٽ پهتي ته دائود شوري وارا، هوسڙن جي قوم جا ماڻهو پنهنجين پيڙين تي چاڙهي، محبت چاڪر جي هٿان اچي ٺٽا ۽ ڪيس قتل ڪري گڏرا دائود شوري جي حوالي وڃي ڪيائون. مير ابوالبقا کي جڏهن سڌ پيئي ته ڏاڍو ڏمريو. ان ئي ڏينهن سانجهيءَ جي نماز مهل سيوهڻ مان پيڙين ۾ سوار ٿي، ٽي پهر رات جا پنڌ هڻي، پوئين پهر مِن ۽ سيوهڻ واري گهٽ کان هڪ ڪوهه پرتي پڙيون جهليون لهي آيو (٢٥٨-١)، ۽ خاسائي شورن تي حملو ڪيائين. هي جڏهن انهي ڳوٺ ۾ پهتو ته اتفاق سان دائود شورو، اڳوات پاپور پڌڻ تي، پنهنجي اهل عيال سميت جبل ڏانهن نڪري ويو. شاهي لشڪر شورن جي ڳوٺ کي باهيون ڏيئي، سامهون آيل شورن ۽ هوسڙن جا ڪي ماڻهو قتل ڪيا ۽ ڳوٺ ۾ جيڪو مال متاع انهن جي وَر چڙهيو، سو غارت ڪري ڇڏيائون ۽ اها ئي پيڙين ڇپيٽ هڻي جيڪا شاهي لشڪر طرفان شورن کي ملي.

## ٺٽي جي صوبه داري، مظفرخان معموريءَ جي دور ۾:

شمشير خان جي بدليءَ کان پوءِ مظفر خان معموري ٺٽي جو صوبه دار ٿي آيو ۽ شمشير خان کي وري سيوهڻ موڪليو ويو. مير ابوالبقا کي چاچڪن جي راڄڌانيءَ ۾ داخل بدين ۽ چاڪر هالي جي راڄڌاني ۾ آيل نيرون ڪوٽ ۽ شال (ڪوٺيا) جاگير طور ڏنا ويا (٢٥٨-٢). هو حڪم ملڻ تي بدين هليو ويو.

مظفر خان، شال جي پرڳڻي ۾ رهندڙ سميجن جي سيکت لاءِ پنهنجن انهن منصبدارن سان جيڪي ٺٽي ۾ سندس حاضر باش هئا، گهوڙا سنجي گهران نڪتو. مير ابوالبقا اڄا بدين مان ٺٽي ڪونه آيو هو. جڏهن مظفر خان جي فوج شال جي پسگردائيءَ ۾ پهتي ته دل قوم جو ناميارو سردار سناهيو پنهنجي ڪٽنب سان اچي، ان جو گس جهلي، جنگ ۾ لڳي ويو، ۽ هن ڪيئي فوجي قتل ڪري ڇڏيا. مظفر خان اڪين سان سڀ ڪجهه ڏسي به ماٺ رهيو ۽ اتي ئي ديرو دمائي ويهي رهيو، سندس فوجي گاهه ٻڌي ۽ ڪاٺيءَ ڪٺي لاءِ پريشانيءَ ۾ پئجي ويا.

اوچتو مير ابوالبقا بدين مان ڏوڪيندو رات وچ ۾ اچي مظفر خان وٽ پهتو، ۽ ٻيءَ رات (٩٥٢-١) پنهنجي سوار جٿي سان اتي وڳوڙين جي پويان پيو. ساري رات پنڌ هلي صبح تي جبل جي پاڙهين سان رهندڙ فسادين مٿان حملو ڪيائين، ۽ هزارين ماڻهو سندس هٿان مارجي ويا، جن جون سسيون لاهي مظفر خان وٽ ڪٺي آيو. اهڙيءَ ريت سميجن جي مُهم سر ٿي ويئي. ان کان پوءِ مظفر خان مير ابوالبقا کي اتي ئي نيرون ڪوٽ جي قلعي ۾ رهائي پاڻ ٺٽي ڏانهن وريو. پنيان مير ابوالبقا پيهر سميجن ۽ شورن کي (جيڪي حميد شوري جي ٽولي مان هئا) سيکت ڏيئي سڌو ڪيو. انهيءَ سيکت سان دل صفا ڍهجي ويا. سناهيو دل ۽ حميد شورو به خوار خراب ٿي حاضري ڀرڻ تي مجبور ٿيا ۽ ڍل ڏيڻ لڳا. انهن شورن مان داڙو بند واري ٽڪريءَ تي نور الله ۽ پاٿس شهيد ٿي ويا. (٩٥٢-٢) ۽ مير ابوالبقا کي فتح حاصل ٿي.

پڇاڙيءَ مير ابوالبقا کي ڪانگڙي (هندستان) جي مهم

تي وجڻ جو حڪم مليو، ۽ هو اوڏانهن هليو ويو (١). هيڏانهن شورا، اسماعيل شوري جي سرداريءَ ۾ سرڪش ٿي ويا ۽ وري وڳوڙ ۾ منهن وڌائون. هنن رعيت جو آرڪو ترڪو هٽي ڇڏيو ۽ بابو پليجي جو باغ وڍي ويران ڪري ويا. مظفر خان سندن فساد جو ٻڌي پنهنجي پاڻئٽي مرزا محمد کي ڪمڪ ساڻ ڪرائي انهن نياڳن جي پاڙ پٽڻ لاءِ روانو ڪيو. مرزا محمد نٽي ڪان نڪري، اسماعيل شوري جي ماڻهن سان مقابلو ڪرڻ لڳو. اسماعيل شوري جا حوصلا خطا ٿي ويا، هن جا ماڻهو پنهنجن پاون ٻچن کي ٻاهر ڪيڻ ۾ اڙجي پيا. آخر اسماعيل هڪڙوگهٽ جهلي. پنهنجن پاڻپيءَ وارن سان گڏ لشڪر سان منهن ڏيندي مارجي ويو (٢٦٠-١) ۽ مرزا محمد جي سوڀ ٿي ويئي.

ان کان پوءِ هو شورن واري علائقي ۾ رهي پيو. جتي بہ ڪيس شورن، ٻيرن ۽ دلن جو مال وغيره هٿ آيو سو ميڙي سڀيڙي ڪيترن ماڻهن کي ٻانـدي بڻايائين. شورن کي اهـو ڪاپاري ڌڪ لڳي ويو. باقي شورا آباٽا ڪک ڇـڏي زبون حالت ۾ جبلن اندر وڃي جُهڳيون اڏي ويٺا. سندن گذر بسر چورين چڪارين تي ٿيڻ لڳو، جنهن لاءِ هي جابلو ماڻهن سان ملي راڄن کي ڦريندا ٿي رهيا. دائود شورو اچا انهيءَ حال ۾ هو.

شمشير خان اوزبڪ جهانگير بادشاه جـي حڪم ملڻ تي بهادرخان اوزبڪ جي ڪمڪ سان قنڌار ڏانهن راهي ٿي ويو، اٽان خوشم بيگ جي بدليءَ تي سيوهڻ جـي حاڪميت پنهنجي مائٽ شاه خواجہ جـي حوالي ڪري ڪيس هيڏانهن آماڻيائين. خامائي شورن جو ڳوٺ شمشير خان جي ٿي جاگير ۾ هو (٢٦٠-٢).

---

(١) ١٠٢٤هه جي پڇاڙي يا ١٠٢٥هه جي شروعات ۾ مير بوالبقا انهيءَ مهم تي روانو ٿي ويو- تذڪره اميرخاني.

انهن شورن جو منهن سدائين جهيڙي ۾ هو ۽ ڀل به پوري ڪانه ٿي پريائون. شاهه خواجه پوياڙيءَ جي نماز ڪان پوءِ پيڙين تي سوار ٿي، پرڻ ڦنيءَ ڪان اڳ، سن ڪان ڪوهه ڪن پرڻي ٻهڻ واري گهٽ وڻان لهي، منجهند جي مهل ڏوڙيا لائي خاسائي شورن تي وڃي ڪڙڪيو، جيڪي آتان ڏهن ڪوهن جي پنڌ تي هئا. انهيءَ چڙهائيءَ ۾ دائود شوري جا ڪيئي ماڻهو قتل ۽ قيد ٿيا، خود دائود شوري جي زال به جهلجي پيئي.

شاهه خواجه قيدين کي سيوهڻ آندو. دائود شورو زال جي ڪري عاجز ٿي، انهيءَ ڏڪ جي پٺ وٺي، سيوهڻ آيو. جڏهن زال کي پنهنجي اڪين سان ٻـرائي بند ۾ ڏٺائين تـه هيردل ٿي، سڀ ڏنڊ ڏوهه ڀري، زال جي ٻانهن ڇڏرايائين (١٦٢-١). ان ڏينهن ڪان پوءِ دائود شوري واري ڏُر ڪُرمش ۾ اچي ويئي. پچاڙيءَ جبل جو پاسو ڇڏي دربيلي جي ڪچي واريءَ زمين تي سيڪنهن پنهنجا گهر اڏيا ۽ اجا تائين اهي ماڻهو رعيت جي روش سان هلندا اچن ٿا، منجهن ڪا به اڙانگوڙي ڪا نه آهي.

## ٺٽي جي صوبه داري، سيد بايزيد بخاري جي وقت ۾.

سيد بايزيد بخاري ١٠٢٨ هه ۾ ٺٽي جو صوبه دار ٿيو (١). هن جا پٽ ڏاڍا چالاڪ هئا، جهانگير بادشاهه جي حڪم سان لشڪر ساڻ ڪري جبل پاسي ويا، جتي ڪانهري قلعي ۽ انون

---

(١) مير بـايزيد بخاري جلوس جهانگيري جي پندرهين سال (١٠٢٨هه) ڌاري ٻن هزارن ذاتي ۽ پندرهن سون سوارن جي منصب سان ٺٽي جو صوبه دار ٿيو. ان ڪان اڳ ۾ هو بکر جي زاجڏانيءَ جو فوجدار هو- مقالات ص ١٠٨. مير بايزيد ٺٽي ۾ وفات ڪئي ۽ مڪليءَ جي قبرستان ۾ سيد جلال بخاريءَ جي پرسان ڪيس دفنايو ويو. لب تاريخ سند جي مصنف لکيو آهي ته هو ١٠٢٥هه ۾ بکر آيو هو.

پيلي ڏائين گشت ڪيائون. هتان جي سردارن کين مان ڏيئي،
جهانگير بادشاه جو خطبو جاري ڪيو ۽ سندس فرمانبردار ٿي
ويا. اتان واپس ٿيڻ تي شورن ۽ دلن ڏانهن پيشقدمي ڪري،
ننٽي وچي ڪاهيائون (٢٦١-٢) جيڪي جبل جي پر پاسي پکڙيل
هئا. جيئن شڪارگاهن ۾ شڪار ڪيو ويندو آهي، تيئن انهن
بدنصيبن جو گهيرو ڪري، منجهائن ڪيترن کي قتل ڪيو ويو،
۽ جهونجهار نالي اسماعيل شوري جو پٽ پين سان گڏ قيد ٿيو.
سندن مال اسباب هڙئي تلف ٿي ويا. جيڪي ماڻهو قيد ٿيا
تن کي هتن ننٽي ۾ پنهنجي پيءُ سيد بايزيد وٽ آندو، جتي اسماعيل
شوري جو پٽ جيل ۾ مري ويو. هن حملي ۾ شورن ۽ دلن
جي جَڙ نڪري ويئي. سندن ڪيترا ماڻهو جبلن ڏانهن وچي
جابلو ماڻهن سان ويئا ته ڪي رعيتي راڄ وانگي ملڪ ۾ رهي
پيا. اڄا تائين انهيءَ ربت سان هلن ٿا ۽ چاڪر هالي جي
راڄڌانيءَ جي رعيت کي هنن سان ڪوبه خوف خطرو ڪونهي.
پر قوم جا ماڻهو بابو پليجي جا مائٽ هئا، هي دلن
۽ شورن جي حمايت کان سواءِ بنهه چورا ٿي پيا (٢٦٢-١).
ڌوڙهَ به ٿوورائيءَ ۾ هئا، تنهن ڪري بابو پليجي جي پر ۾ لڏو
لاهي اچي ويئا. بابوءَ ڇا ڪيو جو نيرون ڪوٽ ۾ رهيل سيد
بايزيد جي ٿاڻي تي وچي ڌپال پهچايائين. هن سچ اپرئي پيرن
جي سنڌ هٽي گهڻن کي ماري ڇڏيو، ۽ ڪن رعيتي راڄ ٿي
رهڻ جي آڻ مڃي ڇڏي.

سيد بايزيد جي زماني ۾ ننهي قومن کي چڱي ڦيهه ملي
ويئي. پر هيڏانهن هي ڊرا ٿيا، ته هوڏانهن وري جبل جي نومڙين
جي قوم جي ماڻهن جي (جيڪي سيوهڻ پاسي نڪر ۾ ويٺل هئا)
اچي پيکهي متي، جن چاڪر هالي جي راڄڌانيءَ جي رهاڪن
جو ويهڻ وهه ڪري ڇڏيو. اتان جي جا گيردارن پنهنجيون کي
دهرن سندن حوالي ڪري، انهيءَ ڏي وٽ وسيلي، پيون جا گيرون

آباد ڪيون (٢-٢٦٢). هاڻ نيرون ڪوٽ ڪان، وٺي اويس قرنيءَ
جي نظرگاه تائين نومڙين جون وسنديون آهن، انهيءَ نظرگاه جو
بيان اڳتي هلي ڪيو ويندو.

هيءَ راڄڌاني ۽ چاڪر هالي واري پاسي ڪان ٺٽي جو
ڪجهه حصو، ساڪري جي پرڳڻي تائين انتظام طلب آهي.
ساڪري واري پرڳڻي جي پاسي ڪرمتي پروچ ۽ جوکيا وهن
ٿا، هنن جو تعداد پيادن ۽ سوارن سميت ٽن هزارن مڙسن تائين
ٿيندو. هي آن ۽ دنبا ڍل طور ٺٽي جي صوبيدار کي ڏيندا
آهن ۽ هر ورو ڪنهن وڳوڙ جي ويجهو ٿتا وڃن. تنهن هوندي
به ٺٽي جي صوبيدار ناريلي واري قلعي کي ٿاڻي جي صورت
۾ آڻي ڇڏيو آهي، جيئن انهن ماڻهن جي خبرچار پوندي رهي.

سيد بايزيد جي عملداريءَ ۾ جوکين ڪان ڪا خطا ٿي
هئي، جنهن جو احوال هن ريت آهي ته (٣-٢٦٣) سيد بايزيد،
هڪڙي شاه محمد نالي پنهنجي نيپاج کي پنجاه سوارن سان ناريلي جو
ٿاڻيدار ڪري موڪليو. هي ٽرڙي طبيعت وارو هلڪڙو ماڻهو
هو، سو ڪنهن لڳان بجاءِ جوکئي جي پٽ حاجيءَ سان گهرو
پيو ۽ پنهنجو پادر لاهي ڏانهنس اڇلايائين. جوکين کي باهه
وٺي ويئي، ۽ سيئي مڙي سيڙي لڏي پلاڻي جبل ڏانهن آسهيا.
شاه محمد پنهنجا ماڻهو ساڻ ڪري سندن پٺيان ويو، گهڻيون ئي
صلح جون ڳالهيون ڪيائين، پر هنن ڪيس رکو جواب ڏيئي
ڇڏيو. آخر اهو جنجهٽ وڃي جنگ تائين پهتو.

شاه محمد جي ماڻهن وٽ ڪي ٿورا هٿيار (ترارين ۽ نيزا)
هئا، جن سان جُلهون ڪرڻ لڳا. ٻئي طرف جوکين تيرن جي
ويڙهه شروع ڪئي جنهن ۾ شاه محمد جا پنجاهي ماڻهو پورا
ٿي ويا. جوکيا سندن گهوڙا ۽ هٿيار پنهوار هٿ ڪري وڃي
جبل پيڙا ٿيا (٣-٢٦٣). انهيءَ معاملي جي ڪري سيد بايزيد
ماڻهن کي جهلي ڇڏيو ته آن يا پيون شيون جبل ڏانهن نه

ڪٽي ويون. آن ڪان پوءِ جوکين جا چڱا مڙس قول وٺي، وٽس آيا ۽ ساڻس واڇوٽي فيصلو ڪيائون.

اهي جوکيا ۽ ڪرمتي پروچ وري به رکي رکي سيوهڻ سان هٿ چراند ڪندا رهندا هئا، هنن جي نومڙين سان به اصل کان دشمني هلندي اچي ٿي ۽ ٻنهي ڌرين ۾ سدائين هيئنس ڪينس رهي ٿي پر نومڙيا گهڻن ٻارن جي ڪري هنن کان زور آهن.

ٽنهي جي عملداريءَ ۾ ان جي بٽئيءَ جو رواج آهي ۽ اڃا تائين اها ريت هلندي پيئي اچي. بٽئيءَ جو اهو رواج وڌيڪ آباديءَ جو باعث بڻجي ٿو. جيڪڏهن جاگيردار بٽئيءَ ۾ اڌ کان مٿي وصولي نٿا ڪن ۽ ٻئي فصل لهڻ تائين ڪوڙن بهانن سان رعيت جو حصو نٿا کائين ته آباديءَ تي ان جو سٺو اثر پوي ٿو. هن ملڪ جي بهتري ان ۾ آهي ته ملڪي انتظام بابت قانونگوئن کان تفصيل گهرائي ان جي تحقيقات ڪرڻ ۾ اچي (٢٦٤-١). ۽ جاگيردار جيڪا ٺٽين اڳاڙي ڪندا ٿا رهن، ڪن جا سيئي ڪوڙا بهانا رد ڪري رعيت تان اهو آزار لاٿو وڃي.

هڪ پروسي جوڳي امين کي مقرر ڪري ان تي اهو ڪم رکيو وڃي ته ملڪ جي آباديءَ ۽ ويرانيءَ جو هر طرح خيال رکي. جيڪڏهن ڪا به گهٽ وڌائي ٿئي ته ان بابت ڪانئس ٿي پڇا ڪئي وڃي. ان سان گڏ جاگيردار کي جهلي ڇڏجي ته هو دستور کان وڌيڪ رعيت جي فصل مان ڪا به وصولي نه ڪري.

ملڪ جي سرحدن کي وڳوڙين جي ڪونس کان بچايو وڃي، جيئن هڪڙي ئي ملڪ سان ڏهه ملڪ ٻيا پيدا ٿي سگهن ۽ سڄو ملڪ ترخانن واري دور وانگي آباد ٿيندو رهي، رعيت زور وٺي، ۽ جاگيردارن جو ساٿ ڏيئي، وڳوڙين جي پاڙ پٽي ڇڏي.

ترخانن جي زماني ۾ ملڪ جي آباديءَ جو ڪارڻ اهو ئي هو ته هنن بٽئيءَ کان وڌيڪ رعيت وٽان ڪا به وصولي نه ٿي ڪئي، ڪٿي ٽيون حصو ته ڪٿي چوٿون حصو (٢٦٤-٢)

پئي ورتائون. ان ڪري ملڪ به آباد هو، رعيت به راضي رهندي
ٿي آئي، ۽ وڳوڙين ڪي هوڏ ۾ اچي رعيت سان هٿ انڪائڻ
جي ڪابه مجال نه پئي ٿي.

هن وقت حالت اها آهي جو ڪن جاگيردارين جي بچڙيءَ
روش جي ڪري هڪ پاسي رعيت پنهنجي روزگار کان محروم
آهي ته ٻئي طرف وڳوڙي زور وٺي ٿا وڃن ۽ رعيت انهن جي
ارڏائين ۾ اڙجي ٿي وڃي. ٻر جي رعيت جاگيردارن جي آڏل
۾ ٿي اچي ته اهي ظالم ان جو ويتر خانو خراب ڪري ٿا
ڇڏين. جيڪڏهن ڪو جاگيردار خدا ترس آهي ته ماڻهن کي
آٿت ملي ٿو وڃي ۽ جاگيردار پاڻ به اُن ۾ ٿو رهي. ساڳئي
وقت هن جي جاگير جو هر فصل سال بسال زياده پيداوار ڏيندو
رهي ٿو. ان جي ڀيٽ ۾ ظالم جاگيردار جو فصل سدائين ڪوٽ
۾ آهي. نتيجو آخر هي ٿو ٿئي ته اهو جاگيردار بيزار ٿي جاگير
بدلائڻ جا جتن ٿو ڪري (١-٢٦٥)، ليڪن پنهنجي ظلم ستم
کان باز نٿو اچي، جنهن ۾ هن جي پنهي جهانن جي ڀلائي آهي.

گهوڙن جي خرچ پکي لاءِ اڳاڙي ڪرڻ جيئن ته شريعت
جي روءِ سان بي واجبي آهي، ان ڪري اهو اجايو بار به نٿي
جي رعيت کي بخش ڪرڻ گهرجي. اها اڳاڙي پرڳڻن جي جمع
بنديءَ ۾ آندي وڃي، ڇاڪاڻ ته اها ڳالهه به رعيت لاءِ ڪنهن
آزار کان گهٽ ناهي. انهيءَ اڳاڙيءَ جي بهاني عاملن، اربابن،
رئيسن ٿوڙي قانون گوين جو مَن وڌي ٿو وڃي. ان کان علاوه
جيڪڏهن نٿي شهر جي ڪوتواليءَ کي به اڳئين دستور موجب
انهيءَ حساب کان الڳ ڪيو وڃي، ته نٿي جي رهاڪن جو گهڻو
فائدو ٿي پوندو. ڇاڪاڻ ته ڪوتواليءَ جو ٺاڪ صوبه دار جي
جاگير ۾ رهي ٿو، ۽ هن زماني ۾ ورلي ڪو خدا ترس ماڻهو نبيءَ
جي شرع جو تابع هوندو، ان ڪري اها پڪ آهي ته ڪي
صوبه دار دنيا جي لالچ کي وچ ۾ آڻي ڪيترن اشرافن کي

حق پليءَ ۾ وجهندا ۽ ڪانءَ ڪا ٿُڪ ٿاهي هن ملڪ جي باشندن کي پيا عذاب ڏيندا (٥٦٢-٢).

هي محصولن کان وڌيڪ ماڻهن تي چٽيون وجهن ٿا جيڪي سندن وس کان ٻاهر آهن ۽ ماڻهو هلاڪيءَ ۾ پئجي ٿا وڃن.

"ماڻهن کان جڏهن وطن کسجي ٿو ته دين دنيا جون هزارين خرابيون منجهن پيدا ٿي پون ٿيون، ڇا لاءِ ته جهان جو مدار معاشي وسيلن تي آهي."

جيڪڏهن شاهي ڪوٽوال سرزمين تي آهي ۽ انصاف ٿئي ٿو، ته ماڻهو شرافت سان هلن ٿا ۽ بادشاهت به وسيع ٿئي ٿي، هر شخص تي ڏوهه موجب شرعي ڏنڊ پوي ٿو ۽ اهو بيت المال ۾ داخل ٿئي ٿو. ان حالت ۾ ملڪ جي ڪهڙي به علائقي ۾ ڪنهن به ماڻهوءَ لاءِ ڪو آزار پيدا نٿو ٿئي. تنهن ڪري شاهي ڪوٽوال جو هئڻ ضروري آهي، ان لاءِ ته زماني ۾ گهڻا فساد ٿيندا رهن ٿا، چڱائي انهيءَ ۾ آهي ته هن باري ۾ احتياط کان ڪم ورتو وڃي.

# فصل پهريون

## سيوهڻ جي پرڳڻ جو مختصر احوال

سيوهڻ، ڪچي پراڻي قلعي جي صورت ۾ مٽيءَ جي وڏي دڙي تي درياهه جي سيتپور ناهران طرف واري ڪناري تي آباد آهي. درياهه قلعي جي اترئين پاسي ۽ شهر ان جي ڏاکڻين طرف اچي ٿو. قلندر شهباز (١) جو مقبرو شهر جي پڇاڙيءَ ۾ ۽ مخدوم چٽي امراڻي (٢) جي مزرا شهر کان اڌ ميل جي مفاصلي تي آهي. ٿورو پريان جبل نظر اچي ٿو، جنهن جو پٿر ڪچو ۽ واريءَ گاڏڙ سائي رنگ تي آهي، ان جي ڊيگهه (٢٦٦-٢) ڇهه ميل ۽ ويڪر اڌ ميل کن ٿيندي. جبل جي مهاڙيءَ ۾ يڪ ٿنڀي (٣) تي ننڍي ٽڪريءَ تي هڪ جاءِ آهي جا ڪنهن زماني ۾ يڪي ٽڪريءَ مان گهڙي ٺاهي،

---

(١) ڏسو تعليقات. (٢) ڏسو تعليقات، ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾.

(٣) انهيءَ هڪ ٿنڀيءَ بابت تحفة الڪرام جو مصنف لکي ٿو ته اها ٽڪريءَ جي دڙي تي هڪڙي ٿنڀي مٿان بيٺل آهي، ماڻهو ان کي عقيدت مان قدرتي جاءِ ڪري ٿا سمجهن. هي هرڪو سير لاءِ اچي چت تان ويهي نظارو ڪري ٿو. چون ٿا ته چار ولي مخدوم جلال جهانيان (؟)، شيخ عثمان مروندي، شيخ فريد (متوفي ٦٦٤ هه) ۽ شيخ بهاءالدين (متوفي ٦٦١ هه)، هتي چلي ۾ ويٺا هئا. هيءَ نهايت هاڪاري ۽ سڳوري جاءِ آهي (جلد ٽيون ص ١٣٦).

اها هڪ ٿنڀي اڃا سوڌي سيوهڻ جي ريلوي اسٽيشن جي سامهون موجود آهي. هينري ڪزنس ( *Henry Cousens* ) پنهنجي ڪتاب (*The Antiquities of Sind 1929*) ۾ لکي ٿو:

*There is a small cave between the town of Sehwan and the Bandar, called the "Ek Thamb" or 'one pillared cave', which was uisited by Dr, Wilson and is noticed in his "Memoir on the Cave Temples, Etc, of Western India" PP, 45.*

حقيقت ۾ اها هڪ ٿنڀي توڙي ٻيا غار جيڪي سيوهڻ جي جبلن ۾ ڏٺا وڃن ٿا، تمام آڳاٽي زماني ۾ هتان جي اصلي رهاڪن جا ماڳ هئا. (ڏسو ساڳيو مٿيون ڪتاب.)

هڪڙي ٽنهي تي بيماري ويئي هئي، ان کي حضرت عليءَ جي
نظرگاهه ۾ سڏيو وڃي ٿو.

انهيءَ ٽڪريءَ تي مؤلف جي والد (مير ابوالقاسم نمڪين)
بکر جي 'صفه صفا' وانگي 'صفه وفا' نالي ويڪرو ٿلهو ٺهرايو
هو، جتي چانڊوڪين راتين ۾ مندس ڪچهريون لڳنديون هيون.
دستور موجب اهل علم مهمانن ڏوڙي سپاهين جي خاطر تواضع
ناو جي گدرن سان ڪئي ويندي هئي. اها جاءِ اڃا سوڌي
(١٠١٤ هه تائين) قائم آهي، جنهن جي پڪيڙ اڌ ميل ۾ ٿيندي.
هتي ڳاڙهي واري عام آهي، ان ۾ ريگ ماهي (١) جام ٿئي ٿي،
جنهن جو شڪار اونهاري جي مُنڊ ۾ مينهوڳيءَ کان اڳ
ڪيو وڃي ٿو (٧-٢٢٧). هتان جي واريامي زمين مان قدرتي
پاڻيءَ جا ڪيئي چشما ڦٽي نڪرن ٿا، جيڪي هڪٻئي سان
لاڳيتا آهن. اهي چشما لعل شهباز جا ليکيا وڃن ٿا. قلندر جا
مجاور انهن جي پاڻيءَ ڏيي پوکون ڪندا آهن (٢). شهر جا
ماڻهو جيڪي وڏي 'دڪري' (وهندڙ چشمي) تائين نڌا پهچي سگهن،
تن مان هندو خاص ڪري هتي زالين مردين اچي وهنجندا آهن.
هيءَ ننڍي واهي سڏبي آهي (٣). وڏي واهيءَ جو احوال
اڳتي ايندو.

---

(١) ريگ ماهي *Sand Lizard* جنهن کي سنڌي ۾ مکڻي جوندا
آهن؛ هيءَ ڇڇي (ڪرڙي) جيتري، ان جهڙي، مگر سهڻي ۽ چلڪيدار
ٿئي ٿي؛ حڪيم انهيءَ کي دوائن ۾ ڪتب آڻيندا آهن. (مترجم)

(٢) اهي چشما اڃا تائين موجود آهن ۽ قلندر جا مجاور انهن
جي پاڻيءَ تي پوک ڪندا رهن ٿا. زمين جو اهو ٽڪرو قلندر جو
باغ سڏجي ٿو. ان کي لعل جي واهي به چون ٿا.

(٣) تحفته الڪرام جي لکت موجب ٽڪر جا وهندڙ چشما
عجائبات مان آهن، جتي مريض غسل ڪري شفاياب ٿين ٿا؛ هتي سدائين
پاڻي وهندو رهي ٿو، ۽ هندو خاص موقعن تي پوڄا ڪرڻ ايندا آهن
(جلد ٽيون ص ١٣٥).

شهر ڪان ٽي ڪوهه پرٽي ڀڪو پهاڙ آهي، جنهن جو
پٿر اڇو ۽ سخت ٿئي ٿو. اهو پهاڙ ڏکڻ ڏانهن وڃي سمنڊ ۽
ڪيچ مڪران سان ملي ٿو ۽ اتر ۾ قنڌار، ڪابل ۽ ڪشمير
جي (٢-٢٦٧) پهاڙن سان ڳنڍيل آهي. هن جي وچاڳ ۾ گهٽي
آبادي ٿئي ٿي، آسپاس جا پروچ ٽوڙي پيا ماڻهو هتي هڪ هنڌ
ويهڻ بدران جتي به گاهه پٺو گهڻو ٿا ڏسن اتي لڏو لاهي
ٿا ويهن. هتي ڪي قلعا به آهن، جن ۾ پوکي واهي ٿئي ٿي،
جهڙوڪ: ڪانهري (١) وارو قلعو، انسون پيلو، ڪوهيار ۽
وڏڪار وغيره. انهيءَ پهاڙ جي پويان لڪيءَ واري جبل تي
ڀڪ سرو قبو نظر اچي ٿو، جو اڄڪلهه ويران آهي. اهو قبو
شهر ڪان چٽن ڪوهن تي ٿيندو ۽ مرزا محمد باقيءَ جي ماڙيءَ
نالي مشهور آهي. هن جبل سان به واٽون نڪرن ٿيون، هڪڙي
باقيءَ جي واٽ سڏجي ٿي، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اها
مرزا محمد باقي ترخان (٢) ٺڪر ٺڪائي ڪيرائي هئي، ٻي
گهاٽي واري واٽ آهي جا مٽيءَ ماڙيءَ وٽان لنگهي ٿي. انهيءَ
واٽ تي (١-٢٦٨) گهاٽي جهڙو پٿر پيل آهي، جنهن ٽان هن
تي اهو نالو پيو هو. هي ٻئي جوکائتيون واٽون آهن، جنهن
ڪري ورلي هتان لنگهندڙن جي جان بچي سگهي ٿي. ڪيئي
ماڻهو هن پاسي جي پروچن هٿان شهيد ٿي چڪا آهن. هن
ٺڪر ۾ ڪيئي شهيد ۽ غيب وارا پيا ٻجهن، ڪيترا پيرا اڏرات
جي وڳڙي ۾ انهن جي ذڪر جو آواز وڏي واڪي ٻڌڻ ۾
آيو آهي. انهيءَ ٺڪر جي هيٺاهينءَ ۾ مرزا جاني بيگ ترخان
اڪبر بادشاهه جي فوجن سان مقابلو ڪيو هو، جن کي خانخانان
سيوهڻ جي قلعي تي گهيرو ڪرڻ لاءِ ڇڏي، پاڻ چاچڪان جي

---

(١) ڪانهري اڄ به موجود آهي.

(٢) مرزا محمد باقي ولد مرزا عيسيٰ ترخان سنڌ جو حڪمران، ٩٧٤-٩٩٣ هه سندس حڪومت جو زمانو هو.

واڇڏانيءَ ۾ جون (جوڻ) ڏانهن هليو ويو هو. مرزا جاني بيگ کي نيٺ شڪست آئي، جنهن سندس چيلهه ڀڃي ڇڏي. راجا توڏرمل جو پٽ دارو (١) انهيءَ جنگ ۾ مارجي ويو (٢). (٢٦٨-٢).

---

(١). ذخيرة الخوانين (قلمي) ۾ اهو نالو ڏارو لکيل آهي.

(٢) ذخيرة الخوانين (قلمي) مان انهيءَ جنگ بابت هن ريت معلوم ٿئي ٿو: سال الاهي ٣٥ مطابق ٩٩٨ هه ملتان ۽ ڀڪر جي حڪومت جيئن خان خانان کي ملي ته کيس سنڌ ۽ ٺٽي جي حڪومت هٿ ڪرڻ جو حڪم پهتو. انهيءَ مهم سر ڪرڻ لاءِ ميان محمد خان نيازي، فريدون خان برلاس، شاه بيگ خان ڪابلي، سيد بهاءُالدين بخاري، شير خان، جانش خان بهادر، مير معصوم بکري ”نامي“ (مؤلف تاريخ سنڌ) بختيار بيگ، قرا بيگ ترڪمان، ڏارو ولد راجا توڏرمل وغيره خان خانان سان گڏ روانا ڪيا ويا. ملڪالشعراءِ فيضي انهيءَ روانگيءَ جي تاريخ ”قصد تته“ مان ڪڍي آهي. (خان خانان) ٺٽي لڳ جوڻ پرڳڻي ڏانهن هليو ويو. سيد بهاءالدين بخاري وري بختيار بيگ، قرابيگ ترڪمان، مير محمد معصوم بکري، حسن علي عرب ۽ ٻين چاڪرن کي ساڻ ڪري سيوهڻ پهتو. اها خبر جڏهن خان خانان کي ملي ته هڪدم ميان دولت خان لوڌي سپهه سالار ۽ بينظير بهادر (وقت جي رستم)، خواجه رستم بخشي، ميان محمد خان نيازي، ڏارو پٽ راجا توڏرمل، دلپت ولد راءِ رائسنگهه پرتو ۽ بهادر خان ترين کي سيوهڻ اماڻيائين. اهي روزانو اسي ميلن جو پنڌ هڻي، سيوهڻ وڃي پهتا. ٻي ڏينهن مرزا جاني بيگ پنهنجيون فوجون سنبرائي سامهون ٿيو، جن جو تعداد پنجن هزارن سوارن تائين هو ۽ هيڏانهن صرف ٻه هزار سوار هئا، جن بادشاهي اقبال جي آسري مهاڏو ڏنو. ٻنهي ڌرين ۾ سخت جنگ لڳي، راجا توڏرمل جو پٽ ڏارو سڙسيءَ سان وڙهندي مارجي ويو. ميان محمد خان نيازي پنهنجي سر پاڻ پتوڙي پنهنجن ماڻهن کي موت جي منهن ۾ ڌڪيندو رهيو. دولت خان لوڌي ايڏا جتن ڪيا جي ان ڪان ٻڇي سگهيا ٿي. دلپت ڇهن سون راجپوت سوارن سان دل ٻڌي جنگ ۾ ثابت قدم رهيو. مير محمد معصوم بکري ۽ شاه بيگ خان به وسان ڪين گهٽايو.

مرزا جاني بيگ جي ڏاڍي گولا ڪئي ويئي، جيڪو هيلتائين شاه قاسم ارغون سان گڏ جنگ جي ميدان ۾ موجود هو، پر شڪست جا آثار ڏسي شاه قاسم مرزا جاني بيگ جي پٺيان اهو چوندي فرار ٿيو ته حياتي آهي ته ٻيهر جنگ ڪئي ويندي. پوءِ ٻئي جڻا ”نواري“ طرف هليا ويا، ۽ وري انڙپور ۾ مرزا جاني بيگ مورچا ٻڌي ويهي رهيو. خان خانان ٻيهر مٿس گهيرو ڪيو، ڏهاڙي ڇڪريون نڱنديون رهيون، آخر توبن بندوقن جي هڻ سار وڃي هند ڪيو ۽ صلح جا سانباها ٿيا... (قلمي ١٦-١٧-١٨) (هن واقعي جي وڌيڪ تفصيل بابت ڏسو تاريخ سنڌ مير معصوم ص ٢٥١- کان-٢٥٦).

انهيءَ سيوهڻ واري قلعي مان ٻارهن پرڳڻن جو لاڳاپو هو، جن مان اٺ پرڳڻا درياهہ جي هن پر قلعي طرف ۽ ٽي پرڳڻا درياهہ جي پرئين پاسي آهن. مٿين اٺن پرڳڻن مان هڪ وڏو پرڳڻو باغبان جو آهي، جنهن ۾ هيٺيون چار قومون ۽ ذاتيون رهن ٿيون. باغبان جا ملڪ، پنهور، ابڙا ۽ سميجا تنهن کان سواءِ:

١- جوڻيجن جي قوم،

٢- پربن جي قوم،

٣- ٻڪيجن جي قوم-

اهي سڀئي (قومون ۽ ذاتيون) رعيت ليکجن ٿيون. منجهن ڪابہ اڙانگوڙي ناهي، ساڳئي وقت سرڪاري ڍل بہ ڀرين ٿيون.

٤- ٿيٻن جي قوم.

اها قوم سميجن وانگي ڏاڍي شوم آهي. جيڪڏهن فصل لهڻ مهل سرڪاري عملدارن جي مٿانئن چڙهائي ٿئي ٿي تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڍل ڏين ٿا، نہ تہ ڪا شيءِ وٺائڻ وصول نٿي ٿئي. هن قوم جا چار ڳوٺ آهن، جن مان ٽن جو تعلق (٩٦٢-١٢٦٩) مٿين پرڳڻي سان آهي. انهن ڳوٺن کي ڪنڊڪوٽ، چني (١) ۽ ٿيٻن جو ڳوٺ سڏيو ويو ٿو. چوٿون پٽيجي (٢) ڳوٺ آهي، جيڪو بکر جي راڄڌانيءَ واري ٽکر جي پرڳڻي سان تعلق رکي ٿو.

سمن جي دور ۾ هي پرڳڻو حد کان وڌيڪ آباد ۽ سرسبز هو. مخدوم جعفر بوبڪائي جيڪو سنڌ جي مشهور عالمن مان هو، مرزا عيسيٰ ترخان (٣) کان نقل ڪري ٿو تہ شاهہ بيگ

---

(١) چني ڳوٺ اڄا تائين موجود آهي.

(٢) اهو ڳوٺ اڄا سوڌو موجود آهي.

(٣) مرزا عيسيٰ ولد عبدالعلي ترخان سنڌ جو حاڪم (٩٦٢ کان ٩٧٤ هہ تائين).

ارغون جي فوج جيڪا قنڌار ڪان سنڌ ڏي مقرر ٿيل هئي، تنهن هتي پهچي باغبان پرڳڻي کي ڀيل ڪري ڇڏيو ۽ هتي هڪ هزار اٺ باغن جي ناون ۾ وهندا هئا، جيڪي هنن هٽ ڪيا. انهيءَ مان هن پرڳڻي جي آبادي ۽ وسنديءَ جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. اهو پرڳڻو ترخانن جي زماني ۾ پڻ چڱيءَ طرح آباد هو. (١) سلطان محمد برتنڪاني (٢) ارغون هن پرڳڻي جو ٽاڻيدار و. هي ڪيترين جاين تي قلعا جوڙائي (٩٢٢-١) پنهنجا ماڻهو اتي مقرر ڪري، پاڻ قلجي (٣) وارو قلعو وسائي ويٺو، جنهن ڪري رعيتي ماڻهو وڳوڙين جي گهمسان کان امن امان ۾ هئا.

هن علائقي ۾ جيئن ته باءِ بخت چانڊين ۽ ٿيبن جي گهٽائي آهي ۽ هتي پوريءَ ريت ٿاٽا قائم ڪري نٿا سگهجن، ان ڪري ڪيئي ديهون ويران رهن ٿيون. هن پرڳڻي ۾ ستها نالي وڏي

---

(١) مير معصوم تاريخ سنڌ ۾ لکي ٿو . انهن ماڻهن ( ارغونن ) ٩٢١ هه ڌاري ڳاهن ۽ باغبانن کي اچي ڦري ناس ڪيو. مخدوم جعفر (ولد عبدالڪريم عرف ميران ولد يعقوب بوبڪائي) سنڌ جي گذريل دور جو برک عالم.

ارغونن جي اها گهل سڄو هفتو سلڪ ڀليندي رهي.

(تاريخ معصومي ص ١١٠)

(٢) پ. واري نسخي ۾ برنتقاني لکيل آهي.

(٣) قلجي اجا موجود آهي.

ڏنڊ آهي، جنهن ۾ ٻرڪلڪي (ٻوٻري) (١) مڇي جام ٿئي ٿي.

ٻيو ٻرڳڻو ٻاٽ آهي (٢). هتي خواجن جو امن پسند راڄ رهي ٿو، جنهن کي جاگيردار جي آيل جي ضرورت رهي ٿي.

ٽيون پرڳڻو نيرون وارو قلعو (٣) آهي. اڳئين زماني ۾ هن ڳوٺ کي واهي سڏيو ٿي ويو. هتي جبلن مان ٻاٺيءَ جي ڪاريز وهي اچي ٿي، جنهن مان چار واهيون نڪرن ٿيون (٢٧٠-١). اهي واهيون ٻئن ۾ وڃي ٻيون ٿيون جتي ماڻهو ٻوڪي راهي ڪندا آهن.

ٻهريان هي ڳوٺ ماڇين جو هو، جيڪي ڏاڍا اڙيباز هئا ۽ جاگيردار کي ڪاٻ ڍل نٿي ڏنائون. بختيار بيگ ترڪمان انهن تي ڪاهي ڪين مت ڏني. پوءِ انهيءَ ڳوٺ تي اڪبرآباد نالو رکي، ان کي پنهورن جي حوالي ڪيائين، جيڪي رعيتي ريت هلندا ٿي رهيا. هرهڪ واهيءَ تي انهن کي مقرر ڪيائين. هڪ واهي موسي پنهور کي، ٻي عيسي پنهور کي، ٽين دائود پنهور کي ۽ چوٿين جلال پنهور کي ملي. اڃا تائين اهو ڳوٺ پنهورن وٽ آهي، جو هن کان اڳ باغبانن جي پرڳڻي ۾ داخل هو.

شمشير خان اوزبڪ جي ڏينهن ۾ اهو ڳوٺ باغبانن جي پرڳڻي کان الڳ ڪري، ان کي نيرون ڪوٽ جو نالو رکي، سيوهڻ جي واڳڏانيءَ ۾ ڏنو ويو ۽ احمد بيگ جي زماني ۾ (٢٧٠-٢) بلڪل ان کي ويراني ورائي ويئي.

---

(١) هڪڙي قسم جي مڇي.

(٢) ٻاٺ جو شهر اڃتائين باقي آهي، اڳئين زماني ۾ هي شهر پرڳڻي جو مرڪزي شهر هو.

(٣) هن وقت اهڙي نالي وارو ڪوبہ ڪوٽ يا ڳوٺ موجود نہ آهي.

چوٿون ڳاهن وارو پرڳڻو آهي، هن وڏي پرڳڻي ۾ ڪي هيٺيون قومون ۽ ذاتيون رهن ٿيون (١).

١- پنهور جيڪي قريشي سڏ ئين ٿا بيبي حليمہ (حضور اڪرم جي دائيءَ) جو اولاد چوائين ٿا.

٢- ڪوريجا.

٣- سميجا ٻُڪيجا

٤- سميجا ٿيبا

٥- راهم پوٽا، هي پڻ سميجن مان آهن.

٦- پيان

٧- سيد

٨- شيخ

هن پرڳڻي ۾ پنهورن ۽ سميجن جي گهڻائي آهي. هي پرڳڻو ڪنهن حد تائين پرامن رهي ٿو. هتان جي رعيت جاگيردار کي ڍل ڏيڻ يا وڳوڙن ۾ ڪاهڻ مهل ڪابہ ڪوتاهي نہ ٿي ڪري ۽ هروقت سندس مددگار رهي ٿي ۽ ڍل ڏيڻ ۾ بہ نهڪر ڪانہ ٿي ڪري؛ ليڪن احمدبيگ جي ظلم سبب (١-٢٧١) هي پرڳڻو پوئتي پئجي ويو آهي، خاص ڪري نڪر وارا ڳوٺ وسنو کان خالي آهن.

پنجون بوبڪن جو پرڳڻو آهي، هتي بہ ڪيئي ماڻهو رهن ٿا:

١- بوبڪ، جيڪي پاڻ کي خلجي ٿا ڪوٺائين؛ هنن ۾ مخدوم

---

(١) ڳاهن جو ڳوٺ سيوهڻ کان ٢١ ميلن جي فاصلي تي اتر اولهہ واريءَ ڪنڌ کان آهي.

جعفر (١) بوبڪائيءَ جي اولاد مان ڪي مخدوم آهن، جيڪي بوبڪن جي ڳوٺ ۾ ٿا رهن.

٢- سميجا دل.

٣- سميجا بڪيجا

٤- خواجا، جيڪي نو مسلم آهن.

٥- پچا (٢) جيڪي سميجن مان آهن.

٦- پنهور

٧- هندو

هن پرڳڻي جي رعيت نهايت غريب آهي، جاگيردار ان تي جيڪي به ظلم ڪري ٿو، صبر سان سهندي رهي ٿي. منجهس ڪابه پيدائش ڪانهي. هي پرڳڻو ڏاڍو آباد ۽ سرسبز ٿي سگهي ٿو، جيڪڏهن ماڻهن جي دل ورتي وڃي. پر هتي چغلخور ۽ متسهو ماڻهو گهڻا آهن (٢٧١-٢). جڏهن به ڪو نئون جاگيردار اچي ٿو ته هڪڙي جي مسهائپ ڪان ڇيٽاپور ڪري، فتني جي باهه پڙڪائيندا رهن ٿا، جنهن ۾ پين سان گڏ پاڻ به سڙن پچن ٿا، جا ڳالهه هن علائقي جي تباهيءَ جو ڪارڻ بڻجي ٿي.

٦- سيوهڻ جي حويلي وارو پرڳڻو: هتان جي رعيت ڏاڍي مسڪين آهي، ڪڏهن به دل ۾ غير نٿي آڻي.

٧- نيرون ڪوٽ (٣) وارو پرڳڻو آهي، ڪنهن زماني

---

(١) مخدوم محمد جعفر ولد عبدالڪريم عرف ميران (متوفي ٩٤٩ هه) ولد يعقوب بوبڪائي، مؤلف البصارته في العمل بالاشارته، حاصل النهج، حل العقود في طلاق السنود، عجالته الطالبين، فتح الدارين، قرته في سرته پرده، ڪشف الحق، المتانته، في سرته الخزانته، منهج العمال (منتخب ڪنزالعمال.) (٢) فارسيءَ ۾ بهچ لکيل هو، اها (پچا قوم) اڄ تائين سنڌ ۾ آهي.

(مترجم)

(٣) اڄڪلهه ان جو ڪو نشان ڪونهي.

۾ هن جو نالو منڇر ڍنڍ هو (١). هتي ڪابه پوک نه ٿيندي آهي پر مڇين ۽ پکين جي ڪمي ڪانهي. پوک نه هئڻ ڪري ماڻهو ڍل ڏيڻ کان انڪاري رهن ٿا. هتي جي رعيت غريب ملاحن جي قوم آهي، جنهن جو ڪڏهن به زمين تي پير نٿو پوي. هنن اڪين سان آنُ ڪونه ڏٺو آهي ۽ ڪپڙو به ڪين ڏڪي چاڻن (٢٧٢-١). هتي ماڻهو گاهه ۽ ڪانن سان مَڏ ناهي ان تي پڙڇ وجهي پاڻيءَ ۾ لهن ٿا، جنهن کي ترهو چيو وڃي ٿو انهيءَ ترهي جي وسيلي مڇين ۽ پکين جو شڪار ڪندا آهن. هي ٿڌن کان پوشاڪ جو ڪم وٺن ٿا، مڇيون ۽ گاهه جون پاڙون سندن خوراڪ آهي- انهن کي بيهه، ڪُم ۽ لوڙهه چوندا آهن. جيڪڏهن ڪين زمين تي آندو وڃي ٿو ته گهمي ڦري نٿا سگهن.

هن ڍنڍ ۾ سورهن وڏا ڳوٺ آهن. هيءَ ڏهاڪو ڪوهن ۾ آهي، سياري ۾ هتي (٢٧٢-٢) آڙين، بدڪن ۽ ٻين پکين جا وَلر اچي گڏ ٿيندا آهن جن جو شڪار ڪيو وڃي ٿو. اهي پکي جيڪي ڪروڙن ڪانئين هوندا آهن تن جو شڪار ڪيترن نمونن سان ڪيو ويندو آهي پر سڀ کان سٺو شڪار بندوق سان ٿئي ٿو، چاڪاڻ ته ان لاءِ ڪنهن ليڪچپ جي ضرورت ناهي. اهو شڪار پيڙين ذريعي ٿئي ٿو ۽ هڪ ڏڪ سان ڪيئي پکي ڪيرائي سگهجن ٿا. مؤلف [يوسف ميرڪ] پاڻ به ڪيئي پيرا هتي بندوق سان شڪار ڪيو آهي.

ڍنڍ جي اوسي پاسي ڏير جو گاهه گهڻو ٿئي ٿو جنهن سان تڏا [پڙڇ] ٺهن ٿا (٢٧٣-١). ربيع جي فصل کان پوءِ جڏهن پاڻي لهي وڃي ٿو ته سيوهڻ ۽ بکر جا ماڻهو هتي اچي

(١) منڇر ڍنڍ اڃا تائين موجود آهي جنهن جي پکيڙ ٢٠ ميل ۽ ديگهه ١٢ ميل ٿيندي.

ڏير جون ٻاڙون ڪيدي، گرم ڪري، ان مان ٻنيءَ ڏاهي ٿا رکن، جن تي سڄو سال سنڌن گذارو ٿيندو آهي. انهيءَ تي ئي پنهنجي ربيع ۽ خريف گذارين ٿا. ڏير جي گاهه نه ٿيڻ ڪري ڪيترن جاگيردارن جي عملداريءَ ۾ مؤلف هتي گهڻا ماڻهو موجود نه ڏٺا، سواءِ ڪن ٿورڙن جي جيڪي هن علائقي کي پنهنجو اباڻو ماڳ سمجهي لاچار ڪان هتي رهي، ٻنيءَ (١) تي گذران ڪندا ٿي رهيا.

منڇر ٿوڙي پين ڊينڊن ۾ ڪيهر نالي گاهه به جام ٿئي ٿو، جيڪو گهوڙن کي چاريو ويندو آهي (٣٧٢-٢). اهو گاهه جيڪڏهن، ڍڳي، مينهن ۽ رڍ ٻڪريءَ کي کارايو وڃي ته انهن ۾ ٻجهه جو مرض پيدا ٿئي ٿو جو يقيني طرح موت جو ڪارڻ آهي. اها ڊينڊ ڪڏهن سيوهڻ جي حويليءَ واري پرڳڻي ۾ داخل هئي. شمشير خان اوزبڪ جي عملداري دوران ان کي نيرون ڪوٽ جو نالو ڏيئي، سيوهڻ مان گهٽيدي چڙيائون. هن ڊينڊ ۾ به پوپري سڃي گهڻي ٿئي ٿي.

٨- سن جو وڏو پرڳڻو آهي، جنهن ۾ ڪيئي ذاتيون ۽ قومون رهن ٿيون.

١- سيد
٢- لاکا
٣- ڪوريجا

اهي ٿيئي بلڪل مسڪين رعيتي آهن.

٤- مانجهند
٥- ڪماڻ
٦- چڇر (٢)

---

(١) ٻنيءَ انهيءَ ٻاسي جي غريب ماڻهن جو ذات آهي.
(٢) آسري ۽ سن جي وچ تي به مشهور ڳوٺ چڇر وڏا ۽ چڇر ننڍا اڃا تائين موجود آهن.

## ٧- ڳاهيجا

هي چار ٿي سرڪش قومون آهن پر جاگيردار جي ٿوري پنهنجي
سان سڌيون ٿي وڃن ٿيون.

هتي سيدن جا چار ڳوٺ (٤-٢٧٤) سن، لڪي، آسري
۽ ٽڪي ولي محمد آهن (١). لڪيءَ وارا نج سيد آهن ۽ ٻين
سيدن سان سڱابندي نٿا ڪن. جڏهن جنت آشياني (همايون بادشاه)
ڪنهن زماني ۾ هن پاسي آيو هو ته انهن سيدن سندس خوب
خدمت چاڪري ڪئي هئي. جيتوڻيڪ سڄو ملڪ مرزا شاه
حسن (٢) ارغون جي حڪم سان ويران ٿي چڪو هو تڏهن
به سيد سگهوارا ٿي ويا هئا. بادشاهي سپاه کي گاهه داڻي توڙي
وڏ ٻڪريءَ جي جيڪا به ضرورت پئي ٿي، سا هنن پوري ٿي
ڪئي. بادشاه هنن تي ڏاڍو راضي ٿيو ۽ کين جاگيرن جا پروانا
عطا ڪيائين.

سيوهڻ جو پرڳڻو جڏهن ابوالقاسم نمڪين جي جاگير ۾
آيو ته ان کان اڳ لڪيءَ جا سيد ڪن حادثن جي ڪري
پنهنجا گهرگهاٽ ڇڏي ڳاهن واري پرڳڻي ۾ وڃي ويٺا هئا.
هنن کي اها سگهه ڪانه هئي ته وري پنهنجي ٿاڪن تي هليا
اچن. مير ابوالقاسم دم دلاسو ڏيئي سڀني کي پنهنجن ڪکن ۾
آباد ڪرايو. اهي اڃا تائين اتي ئي ويٺل آهن.

مير ابوالقاسم کي هنن جڏهن همايون بادشاه جا پروانا
ڏيکاريا ته هن کين اڪبر بادشاه جي خدمت ۾ وڃي بخشش

---

(١) ٽڪي ولي محمد آسري ريلوي اسٽيشن کان سيل ڏيڍ جي وٿيءَ تي آهي.
(٢) مرزا شاه حسن ولد شاه بيگ ارغون سنڌ جو ٻارهو حڪمران ٩٠٨
کان ٩٦٢ھ (هن خاندان جي دور حڪومت جي تاريخ 'خرابي سنڌ' مان
نڪري ٿي، جڏهن ٻئي پيءُ پٽ سنڌ کي تباه ڪري مٿس مسلط ٿيا
چڪا هئا.) (ڏسو مڪلي نامہ ص ٩٧.) (مترجم)

وٽن جو ٽاڪيد ڪيو. انھيءَ وچ ۾ اوچتي لڪيءَ (١-٢٧٥) جي ڳوٺ کي باھہ لڳي، جنھن ۾ اھي پروانا سڙي ويا.

ھي پرڳڻو شمشير خان جي عملداريءَ جي شروعات ۾ گھٽي قدر آباد ھو، ڇا لاءِ تہ ھتي لاڪا قوم جي ماڻھن جي ڪثرت ھئي، جن جي سميجن انڙن لعنتين سان دشمني ھلندي ٿي آئي. لاڪن جا ڪي ڳوٺ درياھہ جي اورينءَ پر 'سن' جي پاسي ھئا جيڪي جابلو ماڻھن سان مقابلي ۾ آيا. ھنن جا ڪي ڳوٺ درياھہ جي پرينءَ پر سميجن انڙن سان بہ لاڳيتا ھئا، ۽ آتي ھو آنھن سان وڙھندا رھندا ھئا.

جيستائين شمشير خان اتي ھو تيستائين رعيت انھن پنھي سوڌين (لاکن ۽ سميجن آنڙن) جي ڪؤنس کان آجي ھئي، ان ڪري جو ھن درياھہ جي ڪنڌيءَ تي سن ۾ ٿاڻو قائم ڪري خواجہ خان کي اتي ويھاري ڇڏيو ھو. ليڪن (٢-٢٧٥) شمشيرخان جيئن ھتان قنڌار ھليو ويو تہ ھي پرڳڻو ڏينھون ڏينھن ويران ٿيندو رھيو. ويتر جو سميجن ۽ جابلو ماڻھن جا ھٿ لڳس تہ ھن جو خانو ئي خراب ٿي ويو. انھيءَ وٽ پڪڙ ۾ سيدن جا بہ ڳوٺ آمري ۽ نئي ماڳھين پينگ ٿي ويا. ڪيترن سيدن کي سميجن ۽ جابلو ماڻھن قتل ڪري ڇڏيو ۽ رعيت ڪک پن ٿيندي ويئي. اھڙيءَ ريت ادوپيلي وارو ڳوٺ لاکن ھتان ۽ جيسروت جو ڳوٺ ڪوريجن ھتان پڻ پينگ ٿي ويو. ان کان پوءِ ديندار خان جي عملداريءَ ۾ ماڻھن وچي ڪجھہ ساٽ جو ساھہ کنيو.

درياھہ جي ھُن پر ھيٺيان ٿي پرڳڻا آھن:

پھريون جوڻيجن (١) وارو پرڳڻو، جيڪو ھڪ وڏو پرڳڻو

(١) ھن وقت اھڙي نالي سان ڪوبہ ڳوٺ يا پرڳڻو موجود ناھي.

آهي، هتي هي قومون رهن ٿيون:
١- ڪوريجا (١-٢٧٦)
٢- پنهور
٣- شيخ
اهي سڀئي هر طرح فرمان برداريءَ ۾ آهن.
٤- سميجا ٻُڪيجا.

هي ماڻهو ڏاڍا نافرمان آهن. سندن تعلق سميجن انڙن سان رهي ٿو. شروعات ۾ هي به سميجن انڙن وانگر باغي هئا، ۽ جاگيرداري جي پنهنجي فصل مان فقط نالي ماتر ڍل ڏيندا ٿي رهيا. پر مؤلف جي پاءُ ميرابوالبقا جي زماني ۾ جڏهن مٿن ڪاهون ڪيون ويون ته شرافت سان هر حڪم جي تعميل ڪندا رهيا ۽ پوکي راهيءَ ڏانهن به پورو ڌيان پئي ڏنائون. اجا تائين حڪم هيٺ آهن.

هي پرڳڻو سميجن انڙن بدبختن جي هٿ وس آهي. ڪنهن زمانـي ۾ ڪوريجا ۽ پهنور به هتي پڄنديءَ وارا هئا. سميجن سان به پئي ڳن ڏنائون (٢-٢٧٦) ۽ جاگيردار سان به پورا رهندا ٿي آيا. هاڻ هنن جا حال زبون آهن، ان ڪري سميجن جي مٿن هلان ٿيندي رهي ٿي. هن پرڳڻي ۾ ڦاڙهي، هرڻ، روجهه وغيره جو گهڻو شڪار ٿئي ٿو. هتي ريل نالي هڪ ڍنڍ آهي، جنهن ۾ آڙين جو انت شمار ڪونهي، اهي باز ۽ ڪوڙڪيءَ سان ڦاسايون وڃن ٿيون. هن ڍنڍ ۾ به پوپري مڇي گهڻي ٿيندي آهي.

پيو پرڳڻو خطہ (١) نالي آهي، هن ۾ هيٺيون قومون رهن ٿيون:
١- هالي پوٽا

(١) هاڻ انهيءَ نالي سان به ڪا وسندي نٿي ٻڌجي.

٢- شيخ
٣- سميجا اوٺا
٤- سميجا ٻريا
٥- سميجا ٻڪيجا
٦- راهوجا
٧- ڪوريجا
٨- ترڪ (٢٧٧-١)
٩- ڏيٿا
١٠- ٻلي
١١- لاڪا

اهي مڙيئي غريب مسڪين ۽ ڇٽي آکٽي ۾ آهن.

١٢- سميجا ڏاهري

هي بلڪل بي ڇيا ۽ ڇيهٽ لائق آهن.

راءِ سنگهہ، گوريہ (١) هندو جو ٻوٽو جڏهن هن پرڳڻي جي ڪنهن ڀاڱي تي جاگيردار هو، تہ هنن ماڻهن سان ڪي ڇڪريون ڏنيون هڻائين، جنهن جو ڪارڻ اهو ٻڌايو وڃي ٿو تہ هـن وٽ هڪ سو سوار هئا، ۽ انهن کان علاوه رعيت مان بہ سو ڏيڍ پيادا ساڻ ڪري نڪتيءَ کان ڏاهرين تي وڃي ڪاهہ ڪيائين. جنهن وقت سندن ڳوٺ جي ويجهو پهتو تہ هنن کي پتو پئجي ويو، سو هڪ هزار ڏاهري (سوار ۽ پيادا) نڪري تروار ٿيا. راءِ سنگهہ جا ماڻهو ڀڄي جان ڇڏائڻ لڳا پر جيڏانهن ٿي ويا ڏاهرين سندن پيڇو ٿي ڪيو. آخرڪار جهنگ جي وچ ۾ پهچي (٢٧٧-٢) پنجاهہ پنجاهہ سوار آسيرا ڀاسيرا ڪري خالي ٻيل گس وٺي ويهي رهيا، جيئن ڪو ڏاهري اتان ٿي لنگهيو تہ ان کي تير هڻي ڪيرائيندا ٿي ويا. انڪل نيهارو کن ڏاهرين

(١) شايد گهوريو هجي.

جا پريا مڙس ماري وڌائون ۽ ڪيترن سردارن کي قيد ڪيائون جن جا نالا شهمير ۽ ساند وغيره هئا. هن پاسي کان به ڪيترا ماڻهو قتل ٿي ويا پر ڌاهرين کي شڪست اچي وئي. ان ڏينهن کان پوءِ اهي ڌاهري سڀ ڏنڊ ۽ ڏن ڀريندا رهيا، وري هنن جو جاگيردار سان ڪو وير ويڇو نه رهيو.

هي طاقتور قوم هالي پوٽن جي آهي، جا سميجن انڙن سان پوري پوندي ٿي اچي. هيءَ پوکي واهيءَ سان گڏ جاگيردار جي پوئواري به ڪندي رهي ٿي. شمشير خان اوزبڪ جي عملداريءَ کان اڳ ۽ پوءِ (١-٢٧٨) هن پرڳڻي جي رعيت ڪن جاگيردارن جي ظلم ۽ زيادتين سبب بدحال ٿي وئي ۽ هاليپوٽن ۾ به ڪو حال نه رهيو. ان ڪري سميجا زور وٺي ويا ۽ ٻنهي ڌرين ۾ رڳڙا هلي رهيا هئا ته ايتري ۾ احمد بيگ جي عملداري شروع ٿي، جنهن ۾ سميجن انڙن هيڪاري وڌيڪ هن پرڳڻي جا ڪنڊا ڪڍي ڇڏيا. ماڻهو دربدر ٿيندا ويا ۽ سميجن جا هٿ ٻوٻڪن کان وٺي سيوهڻ جي حويلي ۽ سن جي پرڳڻن تائين ڊگها ٿيندا رهيا، ڇاڪاڻ ته هي پرڳڻو درياهه جي ڪنڌيءَ سان لاڳيتو آهي ۽ لاڪاٽ واري پرڳڻي سان وچي ملي ٿو، جو سميجن انڙن جي حد ۾ آهي. تنهن زماني ۾ هتي ڇڙوڇڙ ماڻهو ويٺل هئا. سميجا ندورا (٢-٢٧٨) ۽ ڪارسنهان ويڙهه ۾ جيڪي تعديون ڪري ٿي سگهيا، تن جو شڪار هن پرڳڻي جا رعيتي ماڻهو ٿيندا پئي رهيا ۽ جاگيردار بادشاهي رعيت جي حمايت ۾ نڪري ٿي آيو. پر وري به سميجا ڪڏهن به اڪاليءَ سان رعيت کي هيسائي درياهه کان هين پر اچي ڪنهن کي آزار ۾ وجهي نٿي سگهيا. هنن جيڪي وگوڙ پئي ڪيا اهي درياهه جي هُن پر هئا، ۽ آن پرڳڻي جي ويراني کان سميجن انڙن کي وڏي هٿي ملندي وئي.

ديندار خان خطي، لاڪاٽ ۽ سن پرڳڻن جا ڪي ڳوٺ سميجن انڙن، سن جي سيدن ۽ لڪيءَ وارن سيدن کي جاگير

طور ڏيئي صلح جي راهه پيدا ڪئي. سميجن مان ڪَرن نالي سردار کي آٽي خطي واري پرڳڻي جي وچاڳ ۾ ويهاريائين، جنهن ڪري هين پرڳڻي جا ڪي ڳوٺ وري آباد ٿيڻ لڳا (٩ ٢٧-١). تنهن هوندي به هن پرڳڻي کي سميجن انڙن جي آچات کان بچاءَ ۾ وڪڻ ضروري آهي انهيءَ سان گڏ آباديءَ جو به آپاءُ ڪرڻو پوندو. هن پرڳڻي جي آبادي دراصل سميجن انڙن جي زبونيءَ لاءِ ڪارائتي ٿيندي.

ڏيون پرڳڻو لاڪات (١) وارو آهي. هن پرڳڻي ۾ سميجن انڙن جي ڏماچوڪڙي قائم رهي ٿي. هن جا به ٽپا آهن هڪڙو سميجن جو ۽ ٻيو لاڪن وارو، جيڪي سميجن انڙن جا سدائين دشمن رهندا اچن ٿا. اڳئين زماني ۾ سيوهڻ جا جاگيردار لاڪن جو پاسو وٺندا ٿي آيا ۽ فصل لهڻ وقت سميجن انڙن تي پڻ چڙهايون پئي ڪيائون. تڏهن اهي لاڪا اڳ ۾ پئي ٿيا ۽ جاسوسيءَ جو ڪم ٿي ڏنائون. جتي به لاڪا سميجن جي وَرَ ٿي چڙهيا ته انهن کي ٻارين ٻچين تيارين جو ٻڪ پئي ڪندا رهيا. پئي پاسي لاڪن وارو ٽپو چڱيءَ طرح آباد ۽ سرسبز هو ۽ هي دستوري ڍل پريندا ٿي آيا (٩ ٢٧-٢). سميجن انڙن جي اها حالت هئي، جو لاڪن جي ڌپ ۽ شاهي لشڪر جي دٻاءَ سبب ڍنڍن جي ڪپ تي ٿوري گهڻي پوک ڪندا ٿي رهيا ۽ خريف ربيع جا فصل (جَو ۽ جوار) پوني تي پئي پوکيائون. بادشاه جا ڪارندا سميجن جي اها پوکي راهي به لاڪن جي سنگ سات سان تاراج ڪري ٿي ويا، ٻيءَ حالت ۾ سميجن کي ڍل ڏيڻ لاءِ مجبور ڪيو ٿي ويو. تنهن ڪري سميجا ڪر ڪٿي نٿي سگهيا. رعيت جي رجوعات

(١) لاڪات ضلعي نواب شاه تعلقي سڪرنڊ ۾ قاضي احمد پرسان هڪ هڪ ديهه جي صورت ۾ انهيءَ ٿي نالي سان موجود آهي. شايد انهيءَ زماني ۾ هن علائقي کي لاڪات جو پرڳڻو سڏيو ٿي ويو.

به لاڪن ڏانهن هئي.

شمشيرخان اوزبڪ جي عملداريءَ کان پوءِ ڪن جاگيردارن جي ٻچڙائپ جي ڪري لاڪا ڀڄي پوندا ويا جن جون زمينون سميجن انڙن جي قبضي ۾ اچي ويون. ڪي لاڪا سميجن هٿان ڪنگال ٿي ويا ته ڪن وڃي سن ۾ پناهه ورتي. رعيت به ڦري سميجن انڙن (٢٨٠-٢) جي ويءَ رکڻ لڳي. ٻچاڙيءَ سميجا آزاديءَ سان پڪين پوکن جا مالڪ ٿي ويا، ڪو به سندن آڏو نٿي آيو. اهڙيءَ طرح لاڪاٽ جو پرڳڻو اڳاڙيءَ کان نيرهه ٿي ويو ۽ هوريان ڏاڍيان سميجن جي سگهائي ٿيندي ويئي. ديندار خان جڏهن سميجن سان صلح ڪيو ته لاڪن جا باقي ماڻهو درياهه جي هُن ڀاسي ڪجهه آرام سان وهڻ لڳا.

هن پرڳڻي ۾ اعتماد جوڳن ماڻهن جي انتظام جي ضرورت آهي، جيئن اهي ماڻهو سرڪش سردارن سان هر حال ۾ پورا پئجي سگهن.

# فصل ٻيو

## هن ملڪ جي وڳوڙين ۽ فسادين بابت

هنن ماڻهن جي فسادن سبب هي ملڪ زبون ٿي چڪو آهي، ايتري قدر جو بکر، ٿنو ۽ جيسلمير به سندن وڳوڙ کان آجو ناهي.

*

هي ٽي گروه آهن، هڪ سميجن جو گروه جنهن ۾ ٻارهن قومون اچي وڃن ٿيون.

۱- ٻکيجا
۲- ٽيٻا
۳- جوڻيجا
۴- ٻريا
۵- دل
٦- ڪيهر
۷- اوٺا
۸- لاکير
۹- واڇڙ
۱۰- ڀان.

هي ڏهہ قومون ٽيہن ڪان سواءِ، باغبانن جي پرڳڻي ۾ رهن ٿيون. دل سماواتي (ساهتي) ۾ شال (١) پرڳڻي جا رهاڪو آهن ۔ فرمانبردار رعيت جيئان جاگيردار جي ڏل ڪان انڪاري ناهن ۔ جيئن اڳ بيان ٿي چڪو آهي ۔

١١- منگواٺا جيڪي حراسي قوم آهن ۔

١٢- آنڙ، جن جون پنج ذاتيون ٿين ٿيون:

(الف)۔ راهو

(ب)۔ ڏاهري

(ج)۔ ساند

اهي ٽيئي جاگيردار جي حڪم هيٺ رهندڙ آهن ۔

(د) سانرہ (ساريا)

هنن ۾ چار ذاتيون آهن:

(١) ڏاريجا

(٢) واهوجا

(٣) مڻاهيجا

(٤) فيروزيجا

(٥) ڪيريا ۔

هنن مان ڪيريا ۽ منگواٺا، سارين جي قوم مان ڳڻيل آهن. آنڙن جي (٢٨١-١) قوم مان اهي ٽي ساريا جهيڙي جي جتڙ ليکيا وڃن ٿا جيڪي ڪڏهن ڏسڪائڻ مان ڏٽ ۾ ٽٺا اچن. آنڙن مان ٻيون قومون به سارين سان گڏجي فتنا پيدا ٿيون ڪن. انهيءَ ڪري سڀني جي هر فساد ۾ آنڙن جوئي نالو ورتو وڃي ٿو.

ساريا پنهنجي ليکي لاکاٽ جي پرڳڻي ۾ پنجن هزارن

---

(١) شال ڪونڙيءَ لڳ آهي. ان کي اڄڪلهہ سال سڏيو وڃي ٿو هتي جا گدرا مشهور آهن. (مترجم)

ٽائين ڏيندا جن ۾ هڪ هزار سوار ۽ چار هزار پيادا آهن. جنگ جي وقت هنن جا پيادا سوارن کان وڌيڪ جگرداو ثابت ٿين ٿا، بلڪ اهي سوار جيڪي جنگ ۾ ڪنار جا ڪوڏيا هوندا آهن، پيادا ٿي جنگ ۾ ڏوڪي ٿا پون. اهي لاڪاڻ واري پرڳڻي ۾ ئي رهن ٿا. هو سڀني قومن جي وچ ۾ آهن، جيڪي شاهي رعيت وانگر هلن ٿيون ۽ هنن مُنهن ڪارن جون آهي دشمن آهن. آهي هي آهن:

(٢٨١-٢) نصرپور جي راڄڌانيءَ ۾ هالا ڪندي (هالن) واري پرڳڻي جي هالا قوم، اتر ۾ ڪوريجا ۽ پنهور (جيڪي جوٽيجن واري پرڳڻي جا آهن)، بکر جي راڄڌانيءَ ۾ دربيلي واري پرڳڻي جا سهتا، اوڍا، ۾ لاڪا ۽ هاليپوٽا جيڪي لاڪاڻ ۽ خطي پرڳڻي ۾ رهن ٿا، ۽ اوڀر ۾ جيسلمير جي پٽن ۾ وهندڙ راجپوت، جي جيسلمير جي راجا جا رعيتي آهن.

سارين جي قوم پنهنجن ڳوٺن ۾ پوک ڪندي رهي ٿي پر پيءَ رعيت وانگي آناج يا روڪڙ جي صورت ۾ ڍل مڙيئي گهٽ ٿي ڏئي. جيڪڏهن جاگيردار وقتي مٿن ڪو زور بار وجهي ٿو ته ٺيڪيدارن جيئان روڪڙ يا اناج ڏيئي جند ڇڏائي ٿا وڃن، اها موڙي به نالي ماتر ٿئي ٿي جا گهڻو ڪري بيڪار وهٽن، اٺن، گهوڙن، ڍڳن ۽ گڏهن جي جنس ۾، اناج ۽ روڪڙ جي عيوض، ڏيندا آهن. شير خواجه جي عملداريءَ ۾ ته ايترو به نه ڏيندا هئا، الٽندو رعيت کي قتل ۽ تاراج (٢٨٢-١) ڪري دربدريءَ ۾ پئي وڌائون. انهيءَ هڻ مار ۾ خطي پرڳڻي سان گڏ لاکن جون ڪي ڍِهون به ڦٻائي ويهي رهيا. لاڪاڻ واري پرڳڻي ۾ هونءَ ته هنن جي ماتحت هي پنج ڳوٺ آهن جتي پوکي واهي ڪرائين ٿا، پر ڪيترا پيا واهڻ به سندن ڏاک ۾ رهن ٿا:

١- ڏيڙان جتي ڏاريجا رهندا آهن، هي سيوهڻ جي قلعي

ڪان اٺن ڪوهن تي آهي.

٢- ڪانڙي جيڪا سيوهڻ کان ٻارهن ساڍا ٻارهن ڪوهه پرتي ٿيندي، ۽

٣- وينجهڙو، هي سيوهڻ کان ٻارهن ڪوهن تي آهي: هنن ٻنهي ڳوٺن ۾ سماهيجا رهن ٿا.

٤- صابو، ۽

٥- پرياڙي: هي ٻئي راهوجن ۽ فيروزيجن جا ڳوٺ آهن، ٻنهي ڳوٺن جو هڪٻئي سان ڳانڍاپو آهي، اهي سيوهڻ جي قلعي کان چوڏهن ڪوهن تي آهن.

هي عجيب قسم جا ماڳ آهن (٢-٢٨٢). سيوهڻ نه ٿيو ٻر بکر، نه ئي توڙي ملتان ۾ به هنن جهڙا شڪارگاهه يا پوکيءَ راهيءَ لائق پٽ مشڪل سان ملندا. هتي ڪيئي ڍنڍون آهن جن جي چوڌاري پيل پٽن ۾ خريف جون پليون جواريون ٿين ٿيون. زمين ۾ پڻ ريج گهڻو آهي جنهن لاءِ ربيع ۾ هر هلائڻ جي حاجت نئي رهي. هتي ٻنيءَ ۾ ٻج ڇٽي مٿان گاهه وجهي ٿا ڇڏين، جيئن پکي ۽ ٻيا جانور زيان نه ڪري وڃن، خدا جي قدرت، ائين ئي پوک پچي تيار ٿئي تي ۽ هنن نياڳن جو قوت ٿي بڻجي. ان مان جيڪڏهن ڏهون حصو به ڏيل اگهڙي اچي ته سرڪار لاءِ لک ٿيو.

هتي ٻيو فسادي گروه چانڍين جو آهي. اهي نياڳا باغبانن جي ٻر ڳٺي ۾ جبل پاسي رهن ٿا. پوکي راهي پڻ ڪندا آهن (١٨٣-١). هنن وٽ چوپايو مال ججهو آهي. بختيار بيگ توڙي مير ابوالقاسم جي عملداريءَ ۾ هنن کان ڪنهن به ڪا ڏيل نه اگهاڙي. چانڊين جا ٻه پاڙا آهن:

هڪڙا ڳورا چانڊيا.

ٻيا ڪارا چانڊيا.

چون ٿا ته چانڊوڻي نالي جابلو ٻروچ ڪي ٻه پٽ هئا، هڪ جو نالو ڳؤرو ٻئي جو ڪارو هو. ڳوري جو ڪهول ڳورا چانڊيا ۽ ڪاري جي آکهه وارا ڪارا چانڊيا ڪوٺجڻ لڳا: هي سڀ هڪ هزار ڄڻن تائين سوار ۽ پيادا آهن - ٽي سؤ سوار ۽ ست سو پيادا. هي ٻي ٻير ورلي هٿ اچن ٿا، هنن بدبختن جو ڌنڌو ٿي چوري، بردہ فروشي ۽ سنڌ هٺو آهي. باغبانن جي سڄي علائقي جي ستيا ناس ڪري چڪا آهن. ڳاهن وارو پرڳڻو پاٽ توڙي اڪبر آباد جو پرڳڻو به هنن پيلي ناڙ ڪري ڇڏيو آهي.

ٽيون فسادي گروه (٢-٢٨٣) نامراد نومڙين جو آهي. هنن جي اصليت بابت روايت آهي ته سيڄن جا نو ماڻهو پنهنجي قوم کان الڳ ٿي جبل ۾ وڃي رهيا، ۽ هي بدبخت انهن نياڳن جي ٻڻ منجهان آهن جن کي نومڙيا ڪوٺيو وڃي ٿو. هنن وٽ ڇهه هزار کن پنهنجا بازو ٽيندا جيڪي ڏاڍا سگهارا ٿين ٿا، جن ۾ پندرهن سو سوار ۽ ساڍا چار هزار پيادا آهن. پاسن کان ڪانيو، هارون، چولي ۽ لشڪري نالي ٽڪريون اٿن. هنن جي رهائش ڪوهستاني علائقي ۾ سيوهڻ جي حويلي ۽ سنڀر ڳڻن جي پرسان آهي. هنن جا ڪي ماڻهو، جن کي چاڪر هالي جي جاگيردارن پاران زمينون انعام ۾ (٢-٢٨٤) مليل هيون، هاڻ به اتي ئي رهن ٿا.

هي ۽ قوم ڪٿي به هڪ هنڌ وهي پوکي راهي ڪانه ٿي ڪري. جنهن جاءِ تي هي ديرو ڪن ٿا ان کي ٿاٽو چيو وڃي ٿو. وڏن اٺ، گهوڙا، ڍڳا، ڏنبا توڙي ٻي جابلو مڏي گهٽيري آهي ۽ سدائين سکيا ستابا ٿي پيا گذارين. رنگدار اٺ هنن وڏان ٿي ملن ٿا. هنن جو اصل پيشو ڌاڙا هڻڻ آهي، جن جو ڀڪو وڃي سيوهڻ جي پرڳڻن ۾ درياهه جي اورينءَ پر وارن قلعن ٿي پوي ٿو. چاڪر هالي واري راڄڌاني به سڌن اڪ ۾

رهي ٿي. هيلتائين سيوهڻ جي ڪنهن بہ جاگيردار يا ٺٽي جي
صوبہ دار هنن جو نالو نہ ورتو آهي. انهن سان اهو ئي پڇي
سگهي ٿو جيڪو سندن ڳاڙ ۾ وهي ۽ عين موقعي تي هنن جا
ڪي (٢٨٣-٢) همراهہ ڌارين سان ڪيندو رهي.

# فصل ڇهون

## هن راڄڌانيءَ جي زبوني ۽ وڳوڙن جي زور وٺڻ جو احوال

هي موضوع اڳين جاگيردارن جي عملداريءَ سان تعلق رکي ٿو. ترخانن جي دور ۾ رعيت جون آهي قومون جن جو مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي، انهن جي سٺي سلوڪ ۽ رواداريءَ جي ڪري حڪمرانن جون فرمانبردار رهنديون ۽ ڍل ڏينديون ٿي آيون. پر ڏينهن ۾ هر هنڌ ٿاڻا محڪم ڪيل هئا، جنهن ڪري ڪنهن به قوم ٻيءَ قوم سان هٿ چراند ڪانه ٿي ڪئي. هر ڪو باغين جي آزار کان امن ۾ هو. رعيت به ٿاڻيدارن جي آيل جي ڪري پاڻ ۾ ايڏو پوتو پئي پائيو، جو وقت مير هڪ ٻئي جي مدد سان وڳوڙين کي منهن ڏيندي ٿي رهي. ان جو فائدو اهو ٿيو جو رعيت جي وچ ۾ ڪو به وڳوڙ آڙي نٿي سگهيو، هر ڪنهن (٢٨٥-١) دلجاء سان پوکي راهي پئي ڪئي. ماڻهن کي پوک کان سواءِ ڪا به ٻي گهٽتي ڪانه هئي. جنهن ڪري جتي به ٿي وڏيو غير آباد زمين کي آباد ٿي ڪيائين، جنهن سان سرڪاري ڍل به پئي ڀريائين ته پنهنجو پيٽ به ٿي پاليائين.

سميجا اڻڙ به رعيت واري ريت سان هلندا ٿي رهيا، پر جڏهن ارغونن ۽ ترخانن جي ڪن هلندي پڄنديءَ وارن هنن سان مڳابندي ڪري، مٿي مائٽي ڳنڍي، ته هي سرڪش

ٿي ويو. مرزا صالح خان ترخان (١) جي هٿن مان ڏاڍي پوندي هئي. مرزا محمد باقي خود هڪ دفعي پيڙين ۾ چڙهي هٿن وٽ ويو هو. بهرحال، هڪ رات سميجن سندس لشڪر تي چڙهائي ڪئي ۽ مرزا جي پيڙيءَ تي آنهن مان ڪي چڙهي ويا، پر ايتري ۾ مرزا هڪ ٻونڊيءَ تي چڙهي پاسيرو ٿي ويو ۽ پوءِ مرزا جي زال رائحه بيگم (ناهيد بيگم جي ڌيءَ) کي باغي قتل ڪري رهندا رهيا (٢). هن واقعي بيان ڪرڻ جو مقصد هي آهي ته اهي سميجا اڃا ترخانن جي دور ۾ به پنهنجين ٻچڙائن کان باز نه ٿي آيا (٢٨٥-٢).

پئي پاسي چانڊيا ۽ نومڙيا حڪومت جا سلامي هئا. هي آن گهوڙا ۽ گهٽا توڙي ٻي مڏي پل ۾ ڏيندا ٿي رهيا. هٿن جو رعيت تي ڪوبه آزار نه هو، ۽ جتي به لشڪر چڙهائي تي ڪئي اتي ماڻس پاڻهن پيلي پئي ٿيا. جڏهن سنڌ، الاهي عنايت ۽ بادشاهي اقبال جي برڪت سان خانخانان هٿ ڪئي، ته هن ترخانن کان وڌيڪ سنڌي رعايا سان سهٺو سلوڪ ڪيو، جنهن ڪري سنڌ وارا مرزا جاني جي هوندي هن ڏانهن مائل رهيا ۽ هنن ۾ ڪوبه تفرقو پيدا نه ٿيو.

جڏهن مرزا جاني بيگ بادشاهي دربار مان مشرف ٿي چڪو ته اڪبر بادشاه سلطنت جي تدبير مطابق (١٨٦-٢) سيوهڻ ۾ لاهري بندر واريون راڇڏانيون قبضي ۾ آئي، مرزا جاني بيگ کان الڳ ڪري، شاهي تحويل ۾ آنديون، ۽ باقي چار راڇڏانيون مرزا جاني بيگ کي جاگير طور بخش ڪيائين.

خدا ڏنو چائي ته سيوهڻ جي راڇڏاني ان زماني ۾ جنهن

---

(١) مرزا عيسيٰ ترخان اول جو پٽ، موت ٢٢ رمضان ٩٧٠هه. ڏسو تاريخ سنڌ مير معصوم ص ٢٢٥ ۽ تعليقات مڪلي نامه سماهي مهراڻ ۾ شايع ٿيل.

(٢) تفصيل لاءِ ڏسو تاريخ سنڌ مير معصوم ص ٢١٢ ۽ بيگلار نامه قلمي ص ٧٧.

جي ۾ هٿ وس رهي ته سهتن جي قوم ڪابه سرڪشي نه ڪري سگهي. تن ڏينهن ۾ مقصود بيگ (١) خان خانان جي پاران سيوهڻ جو حاڪم هو.

## بختيار بيگ ترڪمان جي عملداري

مقصود بيگ کان پوءِ بختيار بيگ ترڪمان سيوهڻ جو حاڪم ٿي آيو (٢). هي سرجوش سپاهي هو. پڌڻ ۾ اچي ٿو ته هن هتان جي ترخانن مان چونڊ ماڻهو هٿ ڪري انهن کي پاڻ وٽ رکيو، جن سرڪش ماڻهن کي سيکت ڏيئي سڌو پڌي ڪيو.

پهرين ڳالهه ته هن جي سپاه پروري هن ريت هئي ته وٽس هڪ هزار (٦٨٦-٢) سورهيه ۽ سگها نوڪر چاڪر هئا، جي سواريءَ ۾ بيمثال ليکيا ٿي ويا. هي حاڪم هميشه پنهنجي لشڪر کي خوشحال رکندو ٿي آيو، جيئن شيخ سعدي بوستان ۾ لکيو آهي:

دلاور ڪه باري تهور نمود – ببايد بمقدارش اندر فزود –

اهو بهادر جيڪو هڪ دفعي ڪا سورهيائي ڏيکاري ته ان جو رتبو وڌائڻ کپي.

---

(١) خان‌خانان جو ملازم جيڪو سنڌ هٿ ڪرڻ وقت ساڻس گڏ هو؛ ان کان پوءِ هو سيوهڻ جو پهريون صوبه دار ٿيو جتي ڪي مهينا يا هڪ سال رهيو. کانئس پوءِ بختيار بيگ آيو.

(٢) طبقات اڪبريءَ جي مصنف هن کي سيوهڻ جو صوبه دار ڄاڻايو آهي [ص ٥٥٤-٢]، ان مان ظاهر آهي ته بختيار بيگ جي عملداري ١٠٠١ھ کان شروع ٿي ۽ ١٠٠٣ھ تائين هلي. انهيءَ پڄاڻيءَ واري سال هي مير ابوالقاسم نمڪين سان گڏ سبي هٿ ڪرڻ لاءِ آسهيو. ڏسو اڪبر نامه [٦٦٦-٣]

کہ ياو دکر سر نهد بر هلاک ـ ندارد ز پرخاش ياجوج باک ـ
جيئن پٺي دفعي هو بي ڊپو ٿي موت جي
منهن ۾ وڃي ۽ ڪنهن به اڙٻنگ کان
هيسجي نہ سگهي.
سپاهي در آسودگي خوش بدار ـ کہ در حالت سختي آيد بکار ـ
سپاهيءَ کي سدائين سکيو رک تہ جيئن
اوکيءَ ويل تو کي ڪم اچي.
کنون دست مردان جنگي ببوس ـ نہ آنگہ کہ دشمن فرو کوفت کوس ـ
ان کان اڳ جو دشمن پير تي ڏونڪو
هڻي، تون پنهنجي سورهين جا هٿ چمي ڇڏ.
سپاهي کہ کارش نباشد بہ برگ ـ کجا دل نهد روز هيجا بہ مرگ ـ
سُڃو سکٽو سپاهي جنگ جي ميدان ۾
ڪڏهن به دل ٻڌي ڪونہ وڙهندو.
نواحي ملک از کف ـ بد سگال ـ بہ لشکر نگهدار و لشکر بمال ـ
ملڪ جا پاسا اوسا باغين کان محفوظ رکڻ
جو ڪم لشڪر تي وک ۽ لشڪر کي
زر سان نوازي پنهنجي پاسي وک.
ملک را بود بر عدو دست چير ـ چو لشکر دل آسوده باشند و سير ـ
اهو ئي بادشاه دشمن تي سوڀارو ٿي سگهي
ٿو جنهن جو لشڪر سکيو ستابو هوندو.
بهاي سرخويشتن مي خورند ـ نہ انصاف باشد کہ سختي برند ـ
جيڪي سر جي بازي لائي ڇاڻن تن تي
ڪا بہ سختي ڪرڻ انصاف جي خلاف آهي.
چو دارند گنج از سپاهي دريغ ـ دريغ آيدش دست بردن بہ تيغ ـ
سپاهيءَ لاءِ جيڪڏهن خزاني جو در بند
رهيو تہ هن جو هٿ ترار ڏانهن وڌي
نہ سگهندو.

چہ مردي کند در صف کار زار ـ کہ دستش تهي باشد از روزگار۔

اهو ماڻهو جنگ ۾ ڪهڙي مڙسي ڏيکاريندو
جنهن جا هٿ ڪمائيءَ کان خالي هوندا!

پيو، هاڻ سنڌس سپاهگريءَ جو ذڪر ڪجي ٿو. هن پنهنجي لشڪر لاءِ حڪم ڪري ڇڏيو هو تہ هر سپاهيءَ وٽ ٽن ڏينهن جو پتو سدائين موجود هئڻ کپي. جيڪڏهن ڪنهن بہ انهيءَ امر جي خلاف ورزي ٿي ڪئي تہ اهو ان جي پگهار مان پورو ڪيو ٿي ويو. هن ڪيترن جابلو ماڻهن ۽ سميجن انڙن کي ريجهائي جاسوسيءَ لاءِ پاڻ وٽ ملازم ڪري رکيو هو جيڪي سنڌس راضپي موجب کيس وڳوڙين جون خبرون چارون پهچائيندا ٿي رهيا. هن جو لشڪر ستن حصن ۾ ورهايل هو جنهن مان واري سان هر فوجي هڪ رات هڪ ڏينهن وٽس حاضر ٿي رهيو. اها هن جي "حضوري فوج" هئي. هي نفيرو شرناءِ پاڻ وٽ رکندو هو ۽ حڪم ڏيئي ڇڏيو هئائين تہ جڏهن بہ هو گهوڙي تي لانگ ورائي (٢٨٧-٢) تہ سپاهي بہ ساڻس ئي گڏ گهوڙن تي سوار ٿين، ۽ جيئن بگل وڄي تہ لشڪر جا سيئي سپاهي، منشين مڙن جي اشاري کان سواءِ ئي، ٽن ڏينهن جو پتو پاڻ سان کڻي وهٽن تي لانگ ورائين. هن باري ۾ هدايت ٿيل هئي تہ ڪوبہ پيو ماڻهو لشڪر سان گڏ سوار ٿيڻ جي جرئت نہ ڪري. هيءَ سپاهگريءَ جي اهڙي نرالي تدبير هئي، جو ڪنهن پئي کي ان جي ڪابہ ڪل نٿي پيئي. هن وقت هي حال آهي، جو جيڪڏهن ڪو حاڪم سواريءَ جو ارادو ٿو ڪري، تہ کيس بہ مهينا سنبت ۾ لڳي ٿا وڃن.

ٽيون، هن جي ڪن شهسوارن جو بيان: جيتوڻيڪ هن جا گهڻي ۾ گهڻا شهسوار پنهنجي مڙسيءَ سان وڳوڙين کي مات ڪري چڪا هئا، تڏهن بہ انهن مان ٿورڙن بابت ڪجهہ لکجي ٿو.

بختيار بيگ ڀيريون جڏهن سيوهڻ پهتو ته شهسوار نالي پنهنجي نائب جاگيردار کي لاڪاٽ جي پرڳڻي ۾ سميجن آڙن جي ٽپي ڏانهن موڪليائين (٢٨٨-١). هو الي وچي پل اڳاڙڻ لڳو، هڪ ڏينهن سميجن وجهه وٺي کيس قتل ڪري ڇڏيو. جيئن ئي بختيار بيگ تائين خبر پهتي ته علي شاملو سان لشڪر ساڻ ڏيئي کيس سميجن ڏانهن روانو ڪيائين. ٻئي ڏينهن انهيءَ لشڪر سميجن اڙن ٽپي ڪاهي منجهائن ڪيترن چنڊالن کي ڏاڳا واڳا ڪري ڇڏيو. پوءِ ڇڳني پاسن کان سميجن جا سردار، هرهڪ پريو، بودلو، محمود، فريد، جنندو ۽ جوڻو گاهه جا سلا وات ۾ وجهي قوچ علي وٽ ميڙ ڪري آيا، جنهن قتل ڏيل وڳوڙين جون منڍيون ڪارن ۾ پـرائي، انهن سردارن سان گڏ بختيار بيگ ڏانهن سيوهڻ ڏياري مُڪيون. بختيار بيگ سردارن کي قيد ۾ وجهي ڇڏيو. آخرڪار قاسم خان ارغون (١) جيڪو هن کان اڳ مرزا جاني بيگ جي زماني ۾ (٢٨٨-٢) نصرپور (٢) جو حاڪم هو، تنهن چوويهن هزارن جي ضمانت ڏيئي سميجن جي جان ڇڏائي. بختيار بيگ پنهنجا ماڻهو نصرپور موڪلي قاسم خان ارغون کان ضمانت وارن ڏوڪڙن جي تقاضا ڪئي. سميجا مچائيءَ جي ڪري پنهنجا گهر ڇڏي ٻي گهر ڏي ويا ۽ نصرپور ۾ وڃي دڳو دماياڻون. هنن ڪجهه ڏنڊ ڏوڪڙن جي صورت ۾ ڀريو باقي رقم آنن،

---

(١) امير شاهه قاسم شاهه زمان (متوفي ١٤ رمضان ١٠١٩هه)، تفصيل لاءِ ڏسو بيگلارنامه قلمي ۽ مثنوي چنيسر نامه.

(٢) مرزا محمد باقي ٩٩٢هه، ڏاري پنهنجي پٽ مرزا شاهه رخ (نصرپور جي صوبه دار) جي وفات کان پوءِ نصرپور جو علائقو شاهه قاسم خان زمان کي جاگير طور ڏنو. ان کان پوءِ ڪيترن ورهين تائين اهو پرڳڻو افهيءَ خاندان جي تحويل ۾ رهيو.

گهوڙن، ڍڳن ۽ گڏهن جي جنس ۾ ڏيڻي ڪيائون. بختيار بيگ
جي ماڻهن جڏهن اها خبر بختيار بيگ کي ڏني ته هن ولڻ ڪان نابري
واري، ۽ درياهه اڪري وينجهڙي واري قلعي ۾ وڃي،
مورچا بندي ويٺو. آتان قاسم ارغون (٢٨٩-١) کي خط لکيائين
ته ڪيئن به ڪري سميجن کان روڪڙ جي صورت ۾ ڏنڊ
وٺي ڏياري موڪل، نه ته تنهنجي سر جو خير نه هوندو.
ان سان گڏ اهو به ڪيس چوائي موڪليائين ته سميجا منهنجي
رعيت آهن. توکي اهو نه ٿو سونهين ته انهن کي ڀاڻ وٽ
ويهاري ڇڏين! قاسم خان کي جڏهن خط پهتو ته حيلا بهانا
ڪري لنوائڻ لڳو. بختيار بيگ لشڪر سميت نصرپور روانو
ٿيو، جيئن هي راڄداني جي دنگئي ڳوٺ ' نگر' تائين پهتو
ته قاسم خان کي اچي ڊپ ورايو ۽ هڪدم باقي رهيل ڏنڊ
جي رقم پنهنجي خزاني مان ڀري، معافي ورتائين. ان کان
پوءِ پنهنجا ماڻهو مقرر ڪري انهن کي حڪم ڏيئي ڇڏيائين ته
جتي به ڪو سميجو ڏسن ته ان کي نصرپور مان ڪڍي سيوهڻ
ڏانهن تڪي ڇڏين، اهڙيءَ ريت سميجن جي ضمانت کان پنهنجا
پَلوَ آجا ڪرايائين (٢٨٩-٢).

پڇاڙيءَ سميجا در در پٽڪي، خوار خراب ٿي، وري پنهنجن
ماڳن تي موٽي آيا ۽ رعيتي ريت سان هلي گذر ڪندا رهيا.
هنن کان پوءِ ڪابه حماقت يا بغاوت ظاهر نه ٿي. بختيار بيگ
واپس سيوهڻ هليو آيو، سندس نائب جاگيردار سميجن آنڙن
وٽ وڃي ڪانئن آڳاڙيون ڪري ٿي آيا. جيئن پوءِ رعيت مان
وصوليون ٿي ڪيائون تيئن هنن جو به حساب چڪتو ڪندا
رهيا. سميجن جيڪي پنهون ٿي ڀوڪيون تن جي ڊپ به عملدارن
کي برابر ملندي ٿي رهي.

پيو رحمان قلي نالي هڪ چرڪس غلام هن جو پنيلو
هو، جنهن جي بهادري بي مثل هئي. ان کي پنجاهه سوار ڏيئي

۾ رهايو هٽائين. ڪنهن ڏينهن نوڙين اچي ماڻهن جي مال تي ڌاڙو هنيو. ٻپهريءَ جي نماز مهل جيئن هن کي اها خبر پيئي ته هڪدم گهوڙا زين ڪري ٻئي ڏينهن منجهند جو انهن ڪارنهن جو پيچو ڪندي (٢٩٠-١) وڃي کين جهليائين، انهن جو تعداد ٽن هزارن پيادن ۽ سوارن تائين هو. اهي ڪاهيل مال چڙي جبل تي چڙهڻ لڳا. رحمان قلي مال مالڪن جي حوالي ڪيو، جيڪي سن کان ماڻس گڏ هئا، پوءِ پاڻ جبل ڏانهن وڌيو ۽ ڌاڙيلن جا ڪيئي باز و قتل ڪيائين، بيچاريءَ انهن جون منڊيون لاهي هن بختيار بيگ ڏانهن آماڻيون. اهو ڏينهن اهو شهن، وري نه انهن نوڙين بختيار بيگ جي عملداريءَ ۾ ڪو ڌاڙو نه هنيو، ۽ ڪنهن ويڙه جو امڪان باقي رهيو.

انهن کان علاوه ماڇين جي قوم به هئي جنهن جو نالو ٽڪاڻو اڪبرآباد ڳوٺ ۾ هو. هي رعيتي طرح ٽاهه ۾ نه ٽي آئي: بختيار بيگ پنهنجي سير مٿس ڪاهي کيس معنوت ۾ آندو، جيئن اڳ بيان ٿي چڪو آهي.

هڪ دفعي نوحاڻي بروچ (جن جو احوال اڳتي ايندو) نافرمان ٿيا، جن کي پڻ بختيار بيگ پاڻ سوار ٿي سيڪت ڏني (٢٩٠-٢). انهن بروچن جا سترهن جنگي سردار ڪُسجي ويا. انهيءَ ويڙه ۾ توتان (١) نالي هڪ بروچ ڏاڍي چڪري ڏني

[١] توتان هڪ بهادر نوحاڻي بروچ هو جنهن پنهنجي ماٺ موندر ۽ چڪي نالي خاصخيليءَ سان گڏجي مخالفن جو مقابلو ڪيو. انهيءَ جنگ جي باري ۾ سگهڙن جا ڪيئي بيت مشهور آهن، جهڙوڪ:

ڌڙ ڌڙيو سر لڌيو، پوءِ به چڪي هنيون چار
توتان جي تراري موندر مست ملهائيو—!

ننگ کان ڏيڍ ميل پرتي ڏکڻ پاسي هڪ تاريخي قبرستان اڃا تائين موجود آهي جنهن ۾ انهن جهونجهارن جون قبرون نشانبر آهن. مترجم هن روايت لاءِ مولوي خان محمد صاحب نوحاڻي ننگ واري جو ٿورائتو آهي.

جنهن ڪري بختيار بيگ جا به ڪيترا ماڻهو شهيد ٿي ويا.
نيٺ رحمان قلي وچي انهيءَ بروچ کي رسيو ۽ بروچ هڪل ڪري
رحمان قلي جي گهوڙي جي پويان پيو. رحمان قليءَ وچي پٺ
تي ڪريو ۽ پيٺي چٺا پاڻ ۾ ڳنڍجي پيا. رحمان قلي زره
بند هو، تنهن ڪري بروچ جو وار سٺس ڪارگر ٿي نه پيٺي
سگهيو، هوڏانهن رحمان قليءَ جا ڏڪ بروچ کي چچريندا ٿي
ويا. آخر بروچ جا پساهه وچي پورا ٿيا.

انهيءَ ويڙهاند کان پوءِ بختيار بيگ نوحاڻين کي پرچائي
پنهنجو ڪيو، ۽ کين ڪيٺي انعام اڪرام ڏنائين. سيوهڻ جي
حويليءَ واري پرڳٺي پاسي جبلن ۾ جيڪي لڪ هئا، اهي
نوحاڻين کي مليا، جيٺن هو نوسڙين کي نگاه ۾ رکندا اچن.

ٻئي پيري، چاڪر هالي جي واچڏانيءَ ۾، جا ان وقت
مرزا جاني بيگ ترخان جي جاگير ۾ هئي (٢٩١-١)، انڙپور
(٢) پرڳٺن جي ڳوٺن خاسائي شوري (٣) ۽ ٻڍاپور (٤) جي
مهم سر ڪرڻ لاءِ بختيار بيگ ساڳئي رحمان قليءَ کي پنجاه
سوار ڏيٺي حڪم ڪيو ته انهن ڳوٺن جون زرعي زمينون سن
جي پرڳٺي ۾ داخل ڪيون وڃن.

رحمان قلي، سن پرڳٺي جي ڳوٺ ڪماڻ (١) لڳ
خاسائي شوري ۾ پهتو ۽ ربيع جي پوک جو اَنُ قبضي ۾
ڪيائين، ۽ اهو اَن پيڙين ۾ وجهرائي، سيوهڻ اماڻي، پاڻ وري
ٻڍاپور جي ٻنين جي ٻار هٿ ڪرڻ لاءِ اوڏانهين روانو ٿيو.

---

(٢) انڙپور اڄا موجود آهي.

(٣) اهو ڳوٺ، گوپانگ [ڪاڻوٺ] جي ريلوي اسٽيشن لڳ موجودآهي.

[٤] ٻڍاپور به اڄا تائين ريلوي اسٽيشن سميت موجود آهي.

[١] اهو ڳوٺ اڄا موجود آهي [مانجهند لڳ لاڪا اسٽيشن کي
به ڪماڻ سڏيو وڃي ٿو]

انهيءَ وچ ۾ خسرو بيگ جيڪو مرزا جاني بيگ پاران ٺٽي جو
حاڪم هو، تنهن ڇا ڪيو جو چاڪر هالي ۽ نصرپور جي
واڳڏانيءَ جا لشڪر ڪانڊي، رحمان قلي سان جنگ جوڙڻ لاءِ
ڏياري ڇيو. اهو اهڙو سارو لشڪر ٺهي ٺڪي اچي شوون ۾ ويٺو.
هوڏانهن رحمان قليءَ بختيار بيگ کي چوائي موڪليو تہ ٺٽي
جو اڙٻنگ لشڪر ڪنڪ ساڻ ڪري اچي ڪڙڪيو آهي،
جيڪڏهن توهان مهرباني ڪري پنهنجو جنگي هاٿي جبري
سپاهہ سان گڏ سون ڏانهن ڏياري موڪليو تہ هنن سان اوس
هڪا هڪ ڪري رهندس.

بختيار بيگ آڪڙجي کيس لکيو تہ تو نامراد بہ جيڪا
کيپ کٽي سا ڏيهہ ڏسندو! مون کان کهڙي منهن سان هاٿي
۽ سپاهہ جي گهُر ڪري رهيو آهين؟ اهو ٻڌندي رحمان قلي
مايوس ٿيڻ بدران دل ٻڌي پنهنجي سپاهہ سان جشن ملهايو ۽
پيلا ڪپڙا پائي چيائين تہ سڀاڻي پنهنجي صفائي آهي. جڏهن
صبح ٿيو تہ جنگ جو سانباهو ڪري خاسائي شوري ڏانهن
روانو ٿيو. ٻئي پاسي ٺٽي جو لشڪر پوريءَ طرح هٿياربند
ٿي سامهون آيو. رحمان قلي پرينڌي ئي پنجاهي جوان اڳ ۾
ڪري دشمن جي لشڪر تي وڃي پيو ۽ ان جي صفن وچان
لنگهي هن پاسي ٿي بيٺو. من جا جيڪي همراه ساڻس گڏ هئا تن ڀؤ
مان وٺي ڀاڄ ڪاڍي. ايتري ۾ ٺٽي جي لشڪر (٢٩٢-١)
رحمان قلي ۽ سندس ساٿيارين کي گهيري ۾ آندو، ۽ ويڙهہ ٿي
ڪانہ ٿي تہ رحمان قلي پنجويهن سپاهين سميت اجل جو شڪار
ٿي ويو ۽ ٻيا پنجويهہ ڇٽا جنگ جو ميدان ڇڏي وڃي بختيار
بيگ وٽ پهتا.

بختيار بيگ سڄي ماجرا ٻڌڻ کان پوءِ ڏاڍو پيشمان ٿيو.
آخر پاڻ وڃي چاڪر هالي جي راڄڏانيءَ تي چڙهائي ڪيائين.

انهيءَ دوران بکر جي راڄڌاني خان اعظم (١) مرزا
ڪوڪه کي جاگير ۾ ملي ۽ هن پنهنجي پٽ مرزا انور کي
(٢) بکر ڏانهن اماڻيو. ايتري ۾ چانڊيا پروچ بکر ۾ ديهون
ويران ڪرڻ لڳا. مرزا انور پنهنجي ملازم حيدر بيگ کي
ڪنڪ ساڻ ڏيئي چانڊين تي ڪاهڻ لاءِ موڪليو. چانڊيا
ڏينهن ڏٺي جو ساڻس جنگ ڪري کيس شڪست ڏيئي ويا ۽
سندس مال اسباب نغارن سميت لٽي ڦري ويندا رهيا.

مرزا انور اها خبر ٻڌڻ شرط پاڻ سواريءَ جي سنبت
ڪرڻ لڳو ۽ بختيار بيگ کي نياپو موڪليائين تہ اهو بہ
پنهنجي پاسي کان اهڙي مدد ڪري (٢٩٢-٢).

بختيار بيگ، مرزا انور کي چتاءُ ڏنو تہ آءٌ تيار آهيان،
جيئن تو هان سوار تي نڪرو تہ يڪ چاڙهو مان اڳوات اتي هوندس.
پوءِ چانڊين جي چوڪسيءَ لاءِ پنهنجا ماڻهو مقرر ڪيائين، جن
جي ڏس پٽڌ تي شام جو شڪار جي بهاني سيوهڻ ڇڏي منجهر
ڏانهن راهي ٿيو، ۽ هڪ ۾ آڙيون قاسائي، چڱو شگون وٺي، اتان
سيوهڻ هليو. شهر کان اورتي هڪڙي مزار وٽ ترسي گهوڙي
تان لٿو ۽ پروارن ساٿهن پنهورن، ڪوريجن ۽ سميجن ڏانهن
خط لکي تيز رفتار گهوڙي سوارن هٿان ڏياري موڪليائين تہ
صبح جو سوير سڀ اچي 'ڪنور ڪوٽ' (ڳاهن جي پرڳڻي
۾ ) حاضر ٿين. پاڻ اتان سانجهيءَ مهل سوار ٿي (٢٩٣-١)
سڄي رات پٽڌ هڻي، صبح اڍرئي ڪنور ڪوٽ پهتو. منجهند

---

[١] خان اعظم مرزا عزيز ڪوڪه (متوفي ١٠٣٣ هه) ولد خان اعظم
شمس الدين محمد خان آتڪه (متوفي ٩٧٠هه) سال ٤١ اڪبري مطابق
١٠٠٥-٤هه ملتان جو صوبہ دار ٿيو. [ماٿرالامراء ٦٨٥-١] شايد انهيءَ
زماني ۾ بکر بہ سندس جاگير ۾ ڏنل هو.

[٢] ڏسو تعليقات.

تائين سمورو لشڪر ۽ سيئي واچ اچي ڪنا ٿيا. پنهورن جي سردارن عيسيٰ، موسيٰ ۽ جلال کي گهرائي چيائين ته چانڊين کي هن مهل تائين سنهنجي ڪا خبر نه پيئي آهي، مان مٿن چڙهائي ڪرڻ وارو آهيان. سياڻي انهن کي منهنجي مدد پئجي وبئي ته چانڊين بدران اوهان جون سريون سلامت نه هونديون. پوءِ چئني سردارن کي ساڻ ڪري سج لٿي جو اتان اسهيو ۽ رات ڏينهن ڊوڙيو لائي صبح ٿي چانڊين مٿان وچي ڪڙڪيو ڪيائين. هو به ميدان ۾ لهي آيا ۽ دليريءَ سان جنگ ۾ پهچي ويا. هنن ڀانيو ته اڳئين لشڪر وانگي هي ڪٽڪ به بکر کان چڙهي آيا آهن (٢٩٣-٢). ايتري ۾ خبر پيئن ته هي بختيار بيگ ترڪمان آهي جو سيوهڻ کان پيو اچي. اتي هنن جا ڍڪر لڳي ويا: ته به لشڪر سان چڱيون چوٽون کاڏائون. انت چانڊين هارايو، جن مردودن جا ڪيئي ماڻهو مارجي ويا ۽ ڪيترن کي لشڪر قيد ڪري ورتو. بختيار بيگ انهن سان ڪن جون منڌيون لاهي، ٿورن قيدين سان گڏي، پنهنجي ساٿهن هٿان مرزا انور ڏانهن اماڻيون.

مرزا انور اچا لشڪر ڪشيءَ جي تيارين ۾ هو ته چانڊين جون منڌيون ۽ انهن جا قيدي وٽس پهچي ويا. مطلب ته هن چڙهائيءَ ۾ چانڊين سان اهي جنيون ٿيون جو پنهنجي جاگيرداري وچ ۾ آڻي بانءِ ڪيائون. جيستائين سندس عملداري هئي تيستائين بيءَ رعيت وانگي چانڊين کان زمين جي ڍل وصول ڪندو رهيو.

بختيار بيگ ست سال سيوهڻ ۾ رهيو. (١) رعيت کان پورن چنيون لاهي اڌو اڌ بٽئي وارو حساب ورکيائين (٢٩٤-١).

[١] بختيار بيگ ١٠٠١ ڌاري سيوهڻ ۾ آيو ۽ ستن سالن [١٠٠٧هه] تائين اتي رهيو.

ڪٽي ٽيون حصو، چوٿون حصو ۽ پنجون حصو به معاف ٿي
ڪيائين. سنڌس عملداريءَ جي انهيءَ سلوڪ جي ڪري ربيع
جي فصل جي آيت اسي هزارن خروار ٽائين وڃي پهتي، خريف
وغيره تنهن کان سواءِ هئي.

هن علائقي جي آبادڪارن کي رعيت ڪري ٿي چاتائين،
سنڌس پاران ڪنهن تي به زيادتي ڪانه ٿي. هرڪنهن کي ان
جي حيثيت مطابق سان ڏيندو رهيو. تنهن ڪري ڪوبه ڪنهن
کان مٺي ڪونه هو. اربابن ۽ مقدمن کي پنهنجي هڙان بخششون
پٽي ادا ڪيائين، جيئن رعيت کي ڪو اهنج نه رسي.

عملداريءَ جو اهو طريقو آباديءَ جو باعث بڻجي ٿو،
ڇا لاءِ ته هڪ پاسي غريب رعيت کي حق ملڻي ٿو پوي ته
ٻئي طرف اربابن، مقدمن ۽ قانون گوين (پٽوارين) جي به حق
رسي ٿئي ٿي ۽ ڪنهن تي به ظلم نه ٿو ڪيو وڃي. ٻيءَ
حالت ۾ سرڪاري عامل(٢٩٤-٢) وصوليون وڌائي رعيت کي آزار ۾
ٿا وجهي ڇڏين، جو سراسر ظلم آهي. ضرورت آهي ته چڱا
عامل مقرر ڪيا ويا وڃن، جيڪي سرڪاري ڪارندن، اربابن،
مقدمن ۽ پٽوارين جي حرڪتن تي ڪڙي نگاه رکندا رهن ۽
هر ڳالهه حق حساب سان فيصل ٿيندي رهي. اهڙا ڪي نڪتا
اڳئين باب ۾ مير معصوم بکريءَ بابت پيش ڪيا ويا آهن.

گهٽ پيداوارين زمينن تي معافي ڏيڻ سان رعيت وڌيڪ
زمين آباد ڪري ٿي، هونءَ به هرڪو ماڻهو ڪوشش ڪري
وڌيڪ پيداوار واري زمين آباد ڪرڻ لڳي ٿو ۽ گهٽ پيداوار
واري زمين کي ڪوبه هٿ نه ٿو لائي.

اڪبر بادشاه جي حڪم سان جڏهن مير ابوالقاسم سبيءَ
واري قلعي سر ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو، ته سائس ماڻهن

جا ڪيئي ڪَنڪ ساڻ هئا (١) ۽ هن پنهنجي ننڍي پٽ ابابيگ سان ٽي هزار سوار گڏي ڪيس قنڌار سوڪليو هو (٩٥ : ٢-١).

هنن ڳالهين جو مقصد هي آهي ته بختياربيگ جي عملداريءَ دوران سيوهڻ جو سڄو علائقو باقاعدي انتظام سان سرسبز ۽ آباد ٿي رهيو ۽ لشڪر به ملڪ جي آباديءَ مطابق طاقتور هو (٢) جو پڻ علائقن جي خوشحال فوج وانگي شاهي مهمن ۾ ڪارگر ٿيندو رهيو (٣).

ايتري قدر جو لشڪر جي ڏيڍي سبب بکر ۽ ٺٽي جي راڄڌانين جا رهواسي بنهه ڏبيل هوندا هئا. اهو سيڪجهه ان ڪري ٿي ٿيو جو اڪبر بادشاهه جي هر معاملي تي پوري نظر هوندي هئي. پاڻ جيڪو به ڪم ٿي ڪيائون (خريد فروخت ۽ ڏيل اڳاڙڻ تائين) ته شهر جي قاضين ۽ مفتين کي انصاف ڪرڻ جي آزادي مليل هئي، جيئن ڪنهن سان به ڪو ظلم نه ٿئي. انهيءَ ۾ ئي رعيت جي ڀلائي ۽ وڳوڙين جي ٻڏاهيءَ جو راز سمايل آهي.

بختاور بيگ جڏهن بيمار ٿي پيو ۽ سندس حالت ڏينهون ڏينهن نازڪ ٿيندي وئي ته هن جي پٽن عبدالرحمان ۽ بابا بيگ پنهورن جي سردارن کي سڏائي سيوهڻ جي قلعي ۾ بند ڪرايو. پر بهاءالدين پنهور نالي هڪڙو سردار (٩٥ : ٢-٢) ٻاهر هو. انهيءَ وچ ۾ جيئن ربيع جي فصل ۾ لاڙو پيو ته بختيار بيگ اکيون پوري ڇڏيون (٤).

---

(١) اها ڪمڪ ١٠٠٣ هه ڌاري سبيءَ موڪلي وئي هئي.

(٢) ١٠٠٣ هه ۾ سبيءَ جي سوبي کان پوءِ قنڌار تي چڙهائي ڪئي وئي. مير معصوم سبيءَ مان اوڏانهين ويو هو، ممڪن آهي ابابيگ به ساڻس گڏ ويو هجي.

(٣) پ- واري نسخي ۾ هتان ورق ٢٢٤-٢٢٨ تائين گم آهن.

(٤) هن جي وفات جي تاريخ نٿي ملي، اندازو آهي ته ستن سالن کان پوءِ (١-١٠٠٢ کان پوءِ ٧-١٠٠٨ هه ۾) هي جهان ڇڏيو هوندائين.

## ڪوريا هندوءَ جي ٺيڪيداري:

اهو لاباري پيل فصل ڪوريا هندوءَ شاهي دربار مان ٺيڪي تي کڻي جيسر نالي پنهنجي هڪ هندو گماشتي جي حوالي ڪيو، جو سيوهڻ جي قانون گوئي جي عملداريءَ ۾ وڏس زبردست موجود هو. انهيءَ ارادي سان تہ هو آن جو انتظام سنڀاليندو رهي. ايتري ۾ سميجن کي موقعو ملي ويو، جن چاهيو ٿي تہ پنهورن ۽ ڪوريجن کي جيڪي پرامن رعيتي هئا، ڏڪي ڏار ڪري پاڻ اچي ڪاري جا مالڪ بڻجي وجن ۽ بکر کان وٺي سيوهڻ تائين سندن ئي راڄ هجي. پنهورن ۽ ڪوريجن سان هٿ ڳنڍڻ لاءِ هنن درياهہ جي اولهہ پر بکر جي راڄڌانيءَ ۾ لاکيرن جي ڳوٺ ۽ ڳاهن جي پرڳڻي ۾ ٻهڻ جي ڳوٺ کي اچي ٻاهيون ڏنيون. ائين هٿندا ماريندا ڳاهن جو پرڳڻو ڳاهيندا ويا ۽ وڃي ڪانهريءَ ۽ سامتاڻيءَ کان نڪتا، جتي (٦٩٦–١٢٩) بهاءالدين پنهور وينل هو. هوڏانهن درياهہ جي پرينءَ پر سميجن انڙن سندرو ٻڌي جوڻيجن واري پرڳڻي ۾ ڪوريجن ۽ پنهورن جون سنڌيون هڻڻ شروع ڪيون. سيوهڻ جو سڄو علائقو جهيڙن فسادن جي جنجل ۾ اچي ويو. ڪوريجا ۽ پنهور ٻيو چارو نہ ڏسي پاڻ ۾ ملي ويا ۽ اهو پڪہ ڪيائون تہ ڀريان سميجن انڙن جي لاک لاٿي وڃي، جيڪي فساد جو مُنڍ آهن؛ جيڪڏهن فتح ٿي تہ واهہ نہ تہ ملڪ ڇڏي وڃي ٿٽي جا وڻ وسائينداسون.

اها سماءُ ڪري چار پنج هزار پيادا ۽ سوار ڪوريجن ۽ پنهورن مان مڙي، درياهہ ٽپي، جوڻيجن جي پرڳڻي اندر پريءَ جي ڳوٺ ۾ ٺانيڪا ٿيا، جتي جيسر هندو بہ پنهنجا ساٿهو ساڻ ڪري اچي هنن سان گڏيو. هوڏانهن سميجا انڙ بہ پنج ڇهہ هزار پيادا

۽ سوار (٢٩٦-٢) سنبرائي، گچيري، (١) جي ڳوٺ ۾ اچي گڏ ٿيا، جو ٻه ساڳئي پرڳڻي ۾ آهي. ڪوريجن ۽ پنهورن پاڻ ۾ صلاح ڪئي ته پيش قدمي ڪري سميجن تي ڪاهيو وڃي. پوءِ رات وچ ۾ ٽهي سنبري ٽي هزار سوار بهاءالدين وٽ ٽمائي اڳتي وڌيا. پٺئي پاسي سميجن به اهائي ڳڻ ڪئي ۽ راتوواهه گهوڙن تي چڙهي پيا. عليالفجر جو پيئي لشڪر اچي ٻيلهه ٿيا ۽ خونا خونيءَ جي جنگ لڳي وئي. ٻنهي ڌرين مان ڪيئي ماڻهو رتوريت ٿي، ڪُسندا ويا. آخر شاهي رعيت (ڪوريجن، پنهورن ۽ جيسر جي ماڻهن) ميدان ماريو. بروقت بهاءالدين پنهور به اچي پهتو، جنهن پنهنجي جاني دشمن ۽ سميجن انڙن جي سردار پرٽي تي ڪڙدي ڪري سندس مري ڌڙ ڪان ڌار ڪري ڇڏي. اهو ئي هن سڄي فساد جو ڪارڻ هو. سميجن جو منهن وڃي پٽ ساڻ لڳو (٢٩٧-١). اهڙيءَ ريت رعيت سوپاري ٿي، واپس وري ۽ هرڪو پنهنجي هنڌين ماڳين سک ۽ سلامتيءَ سان اچي آرامي ٿيو.

## خواجہ نورالدين ڪروڙيءَ جي عملداري:

هن ڪي خريف واري فصل جي شروعات ۾ ميرهڻ موڪليو ويو. هن پنهنجي پانئين تيموربيگ کي ٽي هزار سوار ڏيئي سميجن انڙن ڏانهن آمائيو، جيئن ربيع واري فصل جون بقاياڻون وٺائن اڳڙي اچي. کيس تاڪيد ڪري ڇڏيائين ته خريف جو فصل ليستائين تقسيم نه ڪرائي جيستائين ربيع جي فصل جي بقايا جو ڪو فيصلو نه ٿيو آهي.

تيموربيگ وينجهڙي جي قلعي ۾ وڃي ويٺو. سميجا سونهري ڏيند جي وچاڳ ۾ اچي پر گهٽ ٿيا، جنهن جي چوڌاري

(١) گچيرو، سوري، ضلعي نوابشاه لڳ موجود آهي.

پاڻي هو. هنن ربيع واري فصل جي بقايائن ڏيڻ ۽ اڙيهڻي ڪئي،
آٺ گهوڙا ۽ ڏيا ته ڏنائون ڏي پر جيئن انهن نيا ڳن جي پر
آهي، انهن جي بها ٻيٽي ڏي ٻڌايائون. اها اڙي تيمور بيگ کي
نه آئڙي، سو سميجن سان وچڙي پيو. جڏهن سونهري ڏينڊ تي
پهتو ته (٢٩٧-٢) سميجن جو هڪ واهڻ سندس آڏو آيو. هن جي
ماڻهن واهڻائن کي پاڻيتال ۾ وڌو. ائين ڪندي تيمور بيگ کي
پريان ڌوڙ نظر آئي. پڇا ڪيائين ته اها رئي ڇاجي آهي؟ ڪن
وراڻيو واڇوڙو هوندو ته ڪن چيو، ڏي سگهي ٿو ڪو غنيم هجي.
انهي سوال جواب هلندي سميجن منهن ڪيو. تيمور بيگ جا
پير اکڙڻ لڳا ۽ هن جا ماڻهو ڀڄڻ لڳا. سندس لشڪر ته
شڪست کاڌي، پر ڪيئي ماڻهو پڻ مارجي ويس. سميجا سندن
هٿيار پنهوار ۽ وهٽ گهوڙا ڪاٺن ڦري هڪلي ويا. ان ڏينهن
اڻڙن جي ساري ڏي. تيمور بيگ پڇي اچي وينجهڙي واري قلعي
۾ لڪي ويٺو. سميجن قلعي کي گهيري ۾ آندو ۽ خريف
جي اناج سان گڏ رعيت جو ارڪو ترڪو به هٿ ڪري
(٢٩٨-١) بي اونا ڏي ويهي رهيا.

خواجه نورالدين، گهورڻي هندو جي پٽ ماڻڪ کي
جيڪو ڳاهن جي پرڳڻي جو حاڪم هو ۽ هتان جي قانون گوئيءَ
سان به تعلق هوس، پنهنجن ماڻهن سان گڏ رعيت جا ڪڻڪ
پڻ ڏيئي تيمور بيگ جي مدد لاءِ موڪليو. هي جڏهن درياهه
آڪري هن پر ٿيو ته سميجا قلعي جي پڇر ڇڏي، جيسلمير جي
پڻن ڏانهن هليا ويا. ماڻڪ، تيمور بيگ سان مليو، پڻن پاسي
سميجن جي ڪيد ويو، پر ڪي به ڪين وريس. تيمور بيگ
واپس سيوهڻ آيو، نورالدين به ڪا غزا نه ڪئي، اهائي ڳالهه
رعيت جي اپرائيءَ ۽ وڳوڙين جي سگهائيءَ جو ڪارڻ هئي.

## شيخ موسيٰ گيلانيءَ جي عملداري:

نورالدين کان پوءِ سيوهڻ شيخ موسيٰ جي جاگير ٿيو، جنهن پنهنجي پٽ جان محمد کي (۸۹۲–۲) هن پاسي اماڻيو. جان محمد وٽ ماڻهن جي کمي هئي، تنهن ڪري هي علائقو ويتر زبون ٿي ويو. هن ۾ ايتري همت ڪانه هئي جو قلعي کان ڪوهه پنڌ ٻاهر اچي ڪو شڪار ڪري. وڳوڙي ته رهيا پنهنجي ماڳ! شهر ۾ قلعي جي ڀرسان چورن ماڻهو ٻئي ماريا. ساڳيو حال سرحدن جو هو، هتي به رعيت جي هيڻائي ۽ وڳوڙين جي ڏاڍائيءَ جو سبب اهي ئي افعال هئا.

## قره بيگ جي عملداري:

ان کان پوءِ قره بيگ هتان جو حاڪم ٿيو. هن به پنهنجا عامل هيڏانهن ڏياري مُڪا. پهرينءَ سٽ جان محمد ۽ قره بيگ جي ماڻهن سيوهڻ شهر جي پريءَ بازار ۾ وڙهي هڪٻئي جا هڏ ڀڳا. قره بيگ جو ڪارندو آقا محمد ٽڏي تي جان محمد جي هٿان قتل ٿي ويو. ان جي مرڻ ڪري قره بيگ جي ماڻهن جوش مان جان محمد تي جُلهون ڪيون، جيڪو وڃي قلعي ۾ بند ٿيو. ڪو وقت پيءَ ڌر جو قلعي تي گهيرو رهيو (۹۹۲–۱). آخرڪار جان محمد هڪ رات درياهه جي پاسي کان قلعي جي ڪنڌي پچي فرار ٿي ويو.

قره بيگ جي ماڻهن جا به ساڳيا ئي پرڪار هئا. اهو ئي سبب هو جو ملڪ هيڪاري وڌيڪ وڳوڙ ۾ پئجي ويو. انهن ٽنهي عملدارين دوران وڳوڙي گهڻو زور وٺي ويا ۽ رعيت جي پيڙي پڌي ويئي، جا وڳوڙين جي وڪڙ ۾ هئڻ ڪري پنهنجو سڀڪجهه سر تي چاڙهي چڪي هئي. باقي ڪسر جاگيردارن پوري ڪري ڇڏي. ٻئي طرف هتان جي وڏن جڏهن جاگيردارن

جي لشڪر کي لانجهو ڏنو ته هنن جي ٻانهن ۾ اچي لڳي ۽ هڪ ٻئي جي چنبن پٽڻ ۾ لڳي ويا، جنهن ڳالهه ويتر ملڪ جو خانو خراب ڪري ڇڏيو- جيئن ڏيهي آکاڻين ۾ مشهور آهي ته ڪو شخص ڪنهن پڙيانگ شهر ۾ پهتو (٢٩٩-٢)، جتي راڪاس کهمي ويو هو. حقيقت ۾ ڪوبه راڪاس ڪنهن به ظالم عملدار کان وڌيڪ بدتر نه آهي.

## مير ابوالقاسم جي عملداري پهريون ڀيرو

قره بيگ جي تبديليءَ کان پوءِ مير ابوالقاسم کي بکرکان آڻي سيوهڻ ۾ جاگيرداو مقرر ڪيو ويو (١). تڏهن ڳاهن، جوڻيجن واوا مڇا پرڳڻا ۽ خطي جو اڌ پرڳڻو سيوهڻ کان الڳ هو. مير ابوالقاسم هتي اچي ملڪ ڀينگ ڏسي، ٽپيدارن کي پاڻ وٽ سڏائي چيو: هر پرڳڻي جا ڳوٺ تفصيلوار لکي ڪاغذ مون وٽ پيش ڪيا وڃن ته انهيءَ ۾ ڪيترا ڳوٺ آهن: ڪهڙا آباد ۽ ڪهڙا ويران ٿيا وهن؟ پوءِ ڪاغذ هٿ ڪري ڦٽي ويل ڳوٺن جي ماڻهن جي ڳولا ڪيائين. جتان به ڪو مليس، ان کي آڻي ساڳي هنڌ ويهاريائين، هر ڪنهن کي دم دلاسي سان گڏ فصل جي معافي ۽ ٻئي جي رعايت جو پروانولکي ڏيندو ويو (٣٠٠-٢). رعيت جي باري ۾ ڪنهن به چغل خور جي ڪن پرڻ تي ڪو ڌيان نه ڏنائين. ملڪ جو سرحدون نئين سر ٺاٺن سان محڪم ٿي ويون، ۽ سميجن انڙن تي به عملدار مقرو ٿي ويا. انهيءَ نموني پهرئين سال ئي ملڪ جا مڪا وڻ ساوا ٿيڻ لڳا، ۽ جتي به ڪو وڳوڙي هو، تنهن کي تڏڪ چاڙهي ڀل ڏيڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو.

---

(١) مير ابوالقاسم نمڪين، گهڙو ڪري ١٠٠٨ هه يا ١٠٠٩ هه ڌاري سيوهڻ آيو. ۽ لڳ ڀڳ هڪ سال کي مهينا نورالدين، موسيٰ گيلاني، گهورني ۽ قره بيگ جي هتي عملداري رهي.

هڪ دفعي سندس نائب بايزيد (جيڪو سن جي پرڳڻي تي وڪيل هو) جي موجودگيءَ ۾ سميجا سانجهيءَ جي مهل گجر ڳوٺ (١) سان زوريءَ لاڪن جو مال ڪاهي ويا، اهو ڳوٺ سن جي سامهون درياهه جي ٻرڻءَ پر آهي. بايزيد کي جو غيرت آئي تہ اڪيلي سر ٻنا ڪنهن بازوءَ جي گهوڙي سميت نديءَ ٻيڙيءَ تي چڙهي هن پر پهچي، سميجن تي ڪڙدي ڪيائين. هنن سدا سدورن (٣٠٠-٢) سندس گهوڙي جو پيچو ڪري ڪيس آفت ماري ڇڏيو. اها خبر امير ابوالقاسم کي پهتي ۽ هن گهوڙي تي سوار ٿي سميجن جو ڪس ورتو. ان کان اڳ سندس ساٿياري درياهه جهاڳي سپاهه سميت سميجن تائين وڃي رسيا ۽ انهن جا ڪم لاهي ڇڏيائون. پوءِ سندن سيون وڍي سرها ٿيا. هوڏانهن سميجن جا پريا مڙس ڏٺي پرلو، طيب ۽ فريد بہ اچي پيش پيا، جن کي مٿن جي سنڌين سميت ابوالقاسم وٽ آندو ويو، جو پڻ درياهه پار ڪري، خطي پرڳڻي جي ڳوٺ مهراڻ ۾ اچي ترسيو هو.

صبح جو سميجن جا باقي رهيل سردار بہ ڳچيءَ ۾ ڳارو ڪري ابوالقاسم وٽ آيا، ۽ چند ڏينهن جي ميڙ سان ڳڏ ڏنڊ ڏوهہ ڀري ٿاپر ۾ اچي ويا (٣٠٥-١).

مير ابوالقاسم پوءِ وينجهڙي وارو قلعو مضبوط ڪيو، جو سميجن وارن وستين جي ڏڻ ۾ آهي. ٻيو قلعو ديهہ جي ڳوٺ ۾ درياهه جي ڪنڌيءَ سان مضبوط ڪيائين، جو حويلي (سيوهڻ جي حويلي) واري پرڳڻي ۾ داخل آهي، ۽ ٿاڻن تي بہ پنهنجا ماڻهو ويهاري ڇڏيائين. اڄ ڏينهن تائين ڪتيءَ کن وڏايا جو سميجا ڪجهہ ڪچن، ۽ هاڻ رعيت سارو ڍل ڏيندا رهن ٿا.

---

(١) گجر ڳوٺ درياهه جي هن پر، سن کان ميل ٻہ پري محراب پور جي لڳ آهي، جتي مائي رونجهي راڻيءَ جي درگاهہ تي ماڻهو ايندا ويندا رهن ٿا.

ٻئي دنعي باغبانن جي ٻرڳڻي جا سميجا ٽيپا جن جي اڙڏاين جو احوال اڳ ۾ اچي چڪو آهي، چانڊين سان ملي وڳوڙ ڀڪيڙڻ لڳا. مير ابوالقاسم پاڻ وڃي ٽيبن جي ڳوٺن، ڪنڊڪوٽ، چني ۽ ٻيڻي (١) ۾ ڌاڙو ڪيو. خريف جو پلو فصل پنهنجي قبضي ڪيائين. ٽيپا ۽ چانڊيا ڪا پيٽي نه ڏسي، منهن پيلو ڪري ونس آيا ۽ معافيون وٺي مطيع ٿي ويا ۽ وري ڪو ڏقيڙ ڪونه ڪيائون (١٠٣-٢). سندن ڍل ٺيڪ ملندي ٿي رهي.

اهڙيءَ ريت ڪنهن اڳاڻ نومڙين ڪي ڪٽيءَ ڪميو سو سيوهڻ جي حويليءَ وارن ڳوٺاڻن جا مال هٽي ويا. ٽيڙهيءَ (٢) جو ٽاڻيدار قلي جان پنهنجي ماڻهن سان هنن جي ڪڍ پيو ۽ کين اهڙي مت ڏنائين جو وري نه ڪر کنيائون. هنن جي سردارن به ابوالقاسم سان قول ڪري ڪيس پرچايو. ان کان پوءِ انهن جا قافلا ڇهن پنجن هزارن اٺن سان سيوهڻ شهر ۾ اچي وڻج واپار ڪرڻ لڳا (٣٠٢-١)، جنهن جي عوض هتان جو اناج پنهنجي پاسي سودائي ڀئي وياه محصول طور اٺ ۽ دنبا هر پيري ڀئي ڀريائون.

جڏهن مرزا جاني بيگ فوت ٿيو (٣) ته سندس پٽ مرزا غازي بيگ ٺٽي ۾ هو، ان جي ڪَنَ مهٽ لاءِ اڪبر بادشاه سعيد خان (٤) کي بکر ۽ سبيءَ جي جاگير ڏيئي روانو ڪيو. هو دربيلي ۾ اچي ويٺو. مير ابوالقاسم کي حڪم ٿيو ته

---

(١) چني ۽ ٻيڻو ضلع دادوءَ ۾ آهن.
(٢) ٽيڙهي اڄا سيوهڻ پاسي موجود آهي.
(٣) ٢٧- رجب ١٠٠٩ هه.
(٤) ڏسو تعليقات.

پاڻ وٽ مرزا غازي بيگ کي گهرائي نٿي سگهيو. ان ڪري،
شاهي دربار ۾ آڻي پيش ڪري (۱). حڪم موجب هن
لشڪر سنبرائي اهو ارادو ڪيو ته سعيد خان جي پهچڻ کان
اڳ ٺٽي پهچي، مرزا غازيءَ کي زيربار ڪري، آگري وٺي اچي.
انهيءَ سانگي هو نصرپور کان وٽي نڪتو، جو شهر ٺٽي واري
پرڳڻي جي وچ ۾ آهي، ۽ پنهنجي پوچڻ کان اڳ نوڪرن مان مير
عطاءالله مشهدي کي جيڪو شعر ۽ خط جي فضيلت ۾ پليءَ
پت پڙ هو، ايلچي ڪري اڳيان آماڻيائين (۲۰۳-۲).

مرزا غازيءَ کيس چوائي موڪليو ته مون شاهي حڪم
جي آڻ مڃي آهي، توهان پليءَ واپس هليا وڃو، آءٌ به اوهان
جي پٺيان اچي وهيو آهيان. ابوالقاسم موٽ کائي سيوهڻ آيو.
سندس پٺيان مرزا غازي به پهچي ويو. ابوالقاسم ان کي ساڻ
ڪري سعيد خان وٽ آندو ۽ ٽيئي ڄڻا اتان گڏجي گاديءَ
جي هنڌ آگري ۾ آيا (۲). هي جڏهن شاهي دربار مان باريات
ٿيا ته بادشاه قندار جو صوبو ابوالقاسم جي حوالي ڪيو ۽ کيس
بکر، سبي ۽ سيوهڻ جا علائقا به تنخواه طور ڏنا ويا، ۽ شهم بيگ
خان کي اتان بدلي ڪيو ويو. جڏهن اڪبر بادشاه دنيا کان
منهن موڙيو (۳) ته جهانگير شاهي تخت تي ويٺو.

## سردار خان جي عملداري

جهانگير، تولخته بيگ خان کي ڪابل مان بدلي ڪري،

---

(۱) اڪبرنامي مان معلوم ٿئو ٿئي ته اهو فرمان ۴۷ سال اڪبري
۱۰۱۱ هه ڌاري صادر ٿيو هو. ان باري ۾ ابوالفضل لکي ٿو ته ابوالقاسم
نمڪين کي حڪم مليو ته مرزا غازيءَ کي پنهنجي غلام خسرو خان
سان، جو سندس اعتماد جوڳو آهي، شاهي دربار ۾ ڏياري موڪلي (۸۱۶-۳).
(۲) ڏسو تعليقات.
(۳) ۱۲ جمادي الثاني ۱۰۱۴ هه (۲۵ آڪٽوبر ۱۶۰۵ع)

(٣٠٣-١) ڪيس 'سردارخان' جو لقب ڏيئي، بکر، سبي ۽ سيوهڻ جـو جاگيردار مقرر ڪيو؛ قندار جو صوبو پڻ شهه بيگ جي بدران هن جي هٿ هيٺ رهيو. مير ابوالقاسم کي جلال آباد جي مهم تي رکيو ويو. سردار خان اڃا ملتان پهتو مس ته شهه بيگ خان کي شاهه عباس (ايراني) جي لشڪر قندار جـي قلعي ۾ سوگهو ڪٽي ڪيو. جهانگير مرزا غازي ۽ قره بيگ کي ڌار ڌار لشڪر ڏيئي قندار موڪليو، جي اچي سردار خان سان مليا ۽ گڏجي قندار ڏانهن راهي ٿيا. وستي ۾ قره بيگ فوت ٿي ويو. مرزا غازي ۽ سردار خان قندار وڃي رسيا. شاهه عباس جو لشڪر چغتائي فـوج اڳيان ڪو چارو نه ڏسي، جتان آيو هو اوڏانهن هليو ويو (١). مرزا غازي بيگ کي واپسيءَ جو فرمان مليو (٢) ۽ قندار جـي صوبه داري سردار خـان تائين رهي (٣). تڏهن درويش بيگ نالي سردار خان جو ملازم سيوهڻ جو حاڪم هو. هو گهورٽي جي پٽ ماڻڪ سان ملي سميجن تي ڪاهي ويو ۽ ڏيڙان جي ڳوٺ ۾ وڃي ويٺو. هڪ رات سميجن تاڙ ۾ پڌي هن جي لشڪر کي راتاهو ڏنو، جنهن ۾ هن جا پنج سو ماڻهو مارجي ويا. انهيءَ رات ماڻڪ پير ڪوڙي پاٽ ملهايو؛ صبح ٿيڻ تي درويش خان دل نه جهلي سگهيو ۽ سيوهڻ موٽي آيو، جتي فوت ٿيو. وقائع نويس اها خبر جهانگير تائين پهچائي.

## مير ابوالقاسم جي عملداري، ٻيو ڀيرو

سردار خان جي تبديليءَ تي سيوهڻ جي جاگير (٣٠٤-١)

---

(١) ڏسو تعليقات.
(٢) ڏسو تعليقات.
(٣) ڏسو تعليقات.
(٤) ڏسو تعليقات.

مير ابوالقاسم کي ملي(٣) هي آن وقت باجور جي ٺاڻي ڏي مامور هو. الڪان راقم الحروف (يوسف ميرڪ) کي پنهنجن ساٿين جي جٿي سان سيوهڻ موڪليائين، ۽ پڻيان پاڻ هلندو آيو، پنهنجي اکين سان ملڪ جي ويراني جا حال ڏٺائين ۽ وري رعيت کي سرچائي ملڪ آباد ڪيائين. ايتري ۾ سردار خان قنڌار ۾ فوت ٿي ويو (٤). سندس جاءِ تي مرزا غازي مقرر ٿيو، مير ابوالقاسم کي پڻ حڪم مليو ته مرزا غازيءَ سان گڏجي قنڌار وڃي. حڪم موجب هي سيوهڻ ڇڏي بکر ۾ وڃي مرزا غازيءَ سان مليو. پيئي اجا سنبت ۾ هئا ته ايتري ۾ مير ابوالقاسم کي جهانگير پاران حڪم مليو، جنهن جو تفصيل هن ريت آهي ته "اڳئين عملداريءَ دوران بدبخت سميجن انڙن، لاکن ٿٽان ڪاهي کين تاراج ڪيو هو ۽ سندن ملڪيتون ڦٻائي ويٺا هئا (٤٠٣-٢)، سو هنن جهانگير بادشاه جي دربار ۾ وڃي دانهن ڏني هئي. جهانگير کين مير ابوالقاسم ڏانهن دادرسيءَ لاءِ پروانو لکي ڏنو هو ته "لاکن جون ملڪيتون سميجن کان هٿ ڪري هنن کي ڏيارجن ۽ سميجن کي پوريءَ طرح سيکت ڏني وڃي جيئن وري نه اهڙي بچڙائي ڪن، جيڪڏهن اهو ڪم توکان نه پڄي سگهي ته جلد جواب موڪل جيئن اهو بار ڪنهن ٻئي تي رکيو وڃي ۽ مظلومن کي ظالمن ونان ڪو حق پنهنجي پوي."

اهڙيءَ ريت مير ابوالقاسم کي هڪ ٻئي وقت به حڪم

---

(٣) مير ابوالقاسم صفر ١٠١٦هه ۾ باجور جو ٺاڻيدار ٿيو. ان مهينن کان پوءِ رمضان ١٠١٦هه ۾ پيهر سيوهڻ جو صوبه دار ٿي آيو. (ڏسو تذڪره اميرخاني، سيد حسام الدين راشدي)

(٤) سردار خان ١٠ رمضان ١٠١٦هه کان اڳ فوت ٿيو. (ڏسو تذڪره اميرخاني) -

(٥) ڏسو تعليقات.

مليا ته مرزا غازيءَ سان گڏجي قنڌار وڃي، پيو هي ته سيوستان جي سرڪار ڏيئي لاڪن جون ملڪيتون واپس ڪرائي (٣٠٥-١).
هٿي پاسي سيوهڻ ائين ٿي ويران پيو هو ۽ ادائي پرڳڻا (پٽ، گاهن ۽ جوڻيجن وارا ۽ اذ خطي وارو) اچا مير ابوالقاسم جي جاگير ڪان الگ نه ٿيا هئا، جن جي آبادي اوچ تي هئي.

مير ابوالقاسم جي مرضي ٿي ته پنهنجي پٽ ابوالبقا کي پرجهلا ماڻهو ساڻ ڏيئي مرزا غازي بيگ جي همراهيءَ ۾ روانو ڪري ۽ پاڻ سيوستان اترن کي جئم ڏيڻ لاءِ سيوهڻ ۾ رهي پوي، پر مرزا غازيءَ اها ڳالهه قبول نه ڪئي، چي: اوهان منهنجي پيءُ جي جاءِ تي آهيو، سون سان سياڻن وارو سنگ ڪري، هڪ دفعو سون کي قنڌار هلي، پهچائي، ملڪ جي انتظام ۾ منهنجو ساٿ ڏيو، پوءِ پلي پنهنجي جاگير ڏانهن واپس هليا اچو. مير ابوالقاسم لاچار ٿي چار پنج سو قديمي مغل ساڻ ڪري مرزا غازيءَ جي رفاقت اختيار ڪئي. ويندي ويل ابوالبقا کي پنهنجي جاءِ تي سيوهڻ ۾ ڇڏيائين ۽ هڪ فرمان لکي ڪيس ڏنائين ته توکان جيتري قدر پڄي سگهي (٣٠٥-٢) بدبختن سميجن تي سختي ڪري رهجانءِ جيئن لاڪن کي پنهنجو سال موٽي ملي.

ابوالبقا، مرزا غازيءَ ڏانهن منهن ڪري چيو: جڏهن سميجن سان ڪا سختي ڪئي ويئي ته هو نصرپور پڄي ٿا وڃن جنهن جو تعلق اوهان سان آهي. انهيءَ لاڳاپي جي ڪري هو قاسم خان ارغون وٽ وڃي پناهي ٿا ٿين، ان حالت ۾ سون لاءِ ڪهڙو حڪم آهي؟

مرزا غازيءَ جواب ڏنو ته ڪيئن به ڪري سميجن کي سيڪت ڏيڻي آهي، سو هو جتي به اوهان کي هٿ اچن ڪين بنا پڇڻ قتل ڪري ڇڏيو، هنن جا پار پچا پڌي، سندن الهه تلهه باقي

نہ رهايو. مير ابوالبقا چيو تہ پوءِ پلاڻي ڪري مون کي بہ لفظ لکي ڏيو جيئن پوءِ پرينهن مون تي ڪا ميار نہ اچي. مرزا غازيءَ پنهنجي مُهر سان اهڙو اختيار لکي، ابوالبقا کي ڏيئي ڇڏيو (١٠٣٠٦) ۽ پاڻ مير ابوالقاسم سان قندار ڏانهن واهي ٿي ويو (١).

مير ابوالبقا بکر کان سيوهڻ روانو ٿيو. وات تي جلڌهن جوٽيجن واري پرڳڻي ۾ پهتو تہ اهو پرڳڻو مرزا غازيءَ جي جاگير ۾ هو ۽ اتان جي عاملن ابوالبقا وٽ اچي ڪيس دانهن ڏني تہ ڳچيري وارا سميجا بڪيجا نافرماني ٿا ڪن ۽ ڍل ڏيڻ کان بہ انڪاري آهن. ابوالبقا اتان ئي ڳچيري ڏانهن وريو. بڪيجا ڪاهيون ڪوني، چوڌاري لوڙها ڏيئي، ويٺا هئا. جنگ جون تياريون تہ اڳ ۾ ئي ٿيل هيون، سو ڀنهي ڌرين ۾ اچي ڀڙڌڪ مچيو. ابوالبقا جا ڪيئي سپاهي ۽ بہ گهوڙا زخمي ٿي پيا. نيٺ لوڙها ٽپي، هو اندر ٿيو (٢٠٣٠٦) ۽ ڪيترن کي قتل ڪيائين. پيا سردار ڪک وات ۾ ڪري اچي پيش پيا، جن کي هو مرزا غازيءَ جي عملدارن جي هٿ ۾ ڏيئي، پاڻ سيوهڻ پهتو ۽ سميجن جي وڏيڪ سڌ وٺڻ لاءِ درياهہ اورانگهي اڳتي وڌيو. ان کان اڳ سميجا ٽڙي پکڙي ياچ ۾ پيا ۽ ڪي جيسلمير جي پٽن ڏانهن تہ ڪي نصرپور هليا ويا.

مير ابوالبقا سندن پُٺ نہ ڇڏي ۽ نصرپور جي واڇڏانيءَ ۾ هالاڪنڊيءَ تائين هڪليندو ويو. آتي خبر پيس تہ طالب نالي سميجن انڙن جو سردار پنهنجن ساٿهن سميت سانڪڙي جو پاڻي جهاڳي نصرپور جي پٽن ڏانهن پيو وڃي. هو آن جي ڪڍ پيو،

---

(١) مير ابوالقاسم جي عملداري ٻئي پيري شوال ١٠١٦هہ کان رجب ١٠١٧هہ تائين هلي. رجب ١٠١٧هہ ۾ مرزا غازي سان قندار ويو.
(تذڪره اميرخاني)

الت وڃي اڳ ورتائينس. طالب سميجي کي (٣٠٧-٢) نصرپور جي واريامين پنن تائين پهچڻ جي به مهلت نه ملي.

انهيءَ دس ۾ صدگر (صيدگر) نالي قلعو هو جنهن ۾ قاسم خان اوغون جو چاڙو شر بيگ (١) ڀٽي رهيو. طالب پنهنجي ماڻارين سميت الي وڃي ٺانيڪو ٽيو. ابوالبقا به اچي قلعي کي گوڙو ڏنو، ۽ اندران تيرن، توبن ۽ بندوقن ڌُم لائي ڏني. شاهي لشڪر ڀريون واو سهسائي، جنگي هاٿي اڳيان ڪري، قلعي جو در اچي جهليو. خدا جي فضل ۽ بادشاهي اقبال سان هاٿين هڪ ٺي ڌڪ ۾ قلعي جي در جا تختا ڪيدي چڏيا ۽ لشڪر اندر ڌوڪي ويو. سميجن نياڳن جي اچي ڦيٽي، هزار ٻارهن سو ٽڏي تي قتل ٿي ويا. طالب قتل ٿي ويو. ائين مير ابوالبقا جي سوڀ ٿي.

پوءِ هو واپس ٿي (٣٠٧-٢) سميجن انڙن جا ڳوٺ- صاپو، وينجهڙو، ڪانڙي، ڏيڙان ۽ جانڙو زير ڪندو، سيوهڻ جي سامهون سنديهجي واري گهيڙ وٽان درياهه اڪري سيوهڻ ۾ آيو.

سميجن پنهنجي "بدذاتي بد بنياديءَ" موجب الان ڦري خطي واري پرڳڻي ۾ اچي ماندائڻ مچايو. ابوالبقا وري سيوهڻ ڇڏي باغبانن ۾ سميجن ٽيپن تي ڪاهي وڃڻ جو بهانو ڪري اڳتي وڌيو. جڏهن پاٽ ۾ پهتو ته اڳياڙيءَ جي نماز مهل مُهري وارو گهٽ ٽپي، سانجهيءَ ڌاري سميجن تي ڪاهه ڪيائين. ان رات، ٻئي ڏينهن ۽ ٻيءَ رات جيسلمير جي رڻ پٽ جو پاسو ڏيئي ڪاهيندو ويو، ۽ سوير صبح جو مٽ ڪوهه پنڌ جا هٽي ڏيڙان جي ڳوٺ تي ڪاهي، سميجن انڙن جا پنج سو ساٺهه (٣٠٨-١) ماري وڌائين ۽ ڪيترا قيد ٿي ويا. پوءِ انهن جا ڍور ڍڳا

---

(١) ڏسو تعليقات.

جيڪي شمار کان ٻاهر هئا ابوالبقا جي ماڻهن پنهنجي قبضي ۾ آندا.

ابوالبقا اتان منزل ڪري گجرن جي ڳوٺ ۾ آيو، جتي لاکن متوهه پريس ته اسان جي حفاظت لاءِ ٻه هتي ڪو قلعو هڻي ڪپي، جنهن ۾ سرڪاري ٿاڻو قائم ڪيو وڃي. سنڌن چوڻ تي قلعو اڏائي، ان کي جهانگير آباد جو نالو رکي، ميرابوالقاسم جي پراڻي ملازم فتح عليءَ کي پنهنجي ڪنڪ سان اتي ٿاڻيدار مقرر ڪيائين ۽ پاڻ سيوهڻ هليو ويو.

سنڌس واپسيءَ جي خبر نصرپور ۾ جڏهن قاسم خان ارغون تائين پهتي ته ٻاهران ڦيڪائي ظاهر ڪندي، صيدگر (١) جي قلعي ڊاهڻ جي بهاني پنهنجن پٽن، جنڌائي ۽ فتحي، کي سميجن انڙن ۽ سوڍن سان هڪ هزار سوار ۽ ٻه هزار پيادا ساڻ ڏيئي جهانگير آباد جي قلعي ڏانهن چاڙهي موڪليائين. اهو لشڪر جڏهن (٨٠٣-٢) جهانگير آباد جي قلعي جي ويجهڙائيءَ ۾ پهتو ته ابراهيم نالي هڪ افغان شڪار سانگي اتي ڪٿي ڦريو، جنهن فتح عليءَ کي وڃي خبردار ڪيو.

فتح علي پنهنجا توپچي ۽ تير انداز قلعي جي ٻانهينءَ تي ويهاري، پاڻ ڦڙتائيءَ سان پنهنجن ماڻهن سميت جيڪي وٽس موجود هئا، قلعي کان ٻاهر اچي، قلعي جي ڪاهيءَ ۽ لوڙهي جي وچ تي ٿي بيٺو. هن ڊر جو لشڪر ڊوڙي قلعي کي گهيرو ڪرڻ وارو هو ته متانئس تيرن ۽ گولين جا وسڪارا ٿي ويا، پهرئين ئي حملي ۾ خدا جي فضل سان دشمن جا ڏهه پندرهن ماڻهو جيڪي بروقت قلعي ڏانهن وڌي آيا هئا، پٽ تي ڇڙيون هڻڻ لڳا، باقي لشڪر بيهي نه سگهيو ۽ شڪست کائي موٽي ويو.

---

(١) انهيءَ قلعي جا آثار اڃا تائين نصرپور جي ڀرسان گرداڻيءَ ۾ موجود آهن.

فتح عليءَ هن آيت جي آسري:

كم من فئة قليلة غلبت فئة كثيرة باذن الله

(خدا جي حڪم سان ڪڏهن ٿورائيءَ وارا گهڻائيءَ تي غالب پئجي وڃن ٿا_)

انهن جي پويان پٺي (٩٠٣-١) ويهارو ڪن پيا ماڻهو به سنڌن لشڪر مان ماري وڌا، ۽ انهن جون مسيون ڏڙن ڪان ڏار ڪري مير ابوالبقا ڏانهن سيوهڻ ڏياري موڪليائين. تهان پوءِ سمجن آڏڙن ابوالبقا جي عملداريءَ ۾ ڪا به هوڙهيائي نه ڪئي. لاڪن ڪي پنهنجو مال موڙائي ڏنائون ۽ بيءَ رعيت وانگر ڍل ڀڄائيندا رهيا.

مير ابوالقاسم هڪ سال تائين مرزا غازيءَ سان گڏ قنڌار ۾ هو، ان ڪان پوءِ اجازت وٺي پنهنجي جاگير ڏانهن روانو ٿيو. اجا پنڌ ۾ ئي هو ته سنڌس ڏينهن اچي پورا ٿيا ۽ وڃي پنهنجي مولا سان مليو (١).

هنن واقعن بيان ڪرڻ جو مقصد هي آهي ته مير ابوالقاسم باوجود ان جي جو سيوهڻ جي سڄي راڄڌاني سنڌس جاگير ۾ نه هئي، پيئي دفعا سيوهڻ جي علائقي کي جيئن چئجي تيئن پنهنجي ضابطي هيٺ رکيو. ان جي مهابي ئي هتان جو لشڪر پيز علائقن جي وگڙين جي گوشماليءَ لاءِ سرڪار جو ساٿ ڏيندو رهيو. ملڪ جي آبادي ۽ فسادين جي بربادي‌ءَ جو انهيءَ ڪان وڌ پيو ڪهڙو مثال ٿي سگهي ٿو!

مير ابوالقاسم جي عملداريءَ جو دور (پيٺي پيرا) ڇهن سالن تائين هو. رعيت کي هن انصاف جي روءِ سان فصل ۾ معافيون ڏنيون، ڪيترن هنڌن تي پوکي راهيءَ سان صرف ڏيون

(١) ڏسو تعليقات.

يا چوٿون حصو وصول ٿي ڪيائين.

پاڻ وقت جي عالمن ۽ فاضلن کي چڱو مان ڏيندو هو، انهن لاءِ روزگار جي وسيلن جو بندوبست ڪيائين. هتان جي ڪيترن عالمن فاضلن کي اڪبر بادشاهه جي زماني ۾ پنهنجي پاران وظيفا ڏيئي پاڻ سان ميران صدر جهان (١) جي خدمت ۾ وٺي ويو، ۽ پوءِ هر ڪنهن کي پنهنجي لياقت موجب شاهي پروانا ۽ راهه خرچ ڏياري وري سيوهڻ پهچايائين.

## شمشير خان جي عملداري، ٻيو ڀيرو

جهانگير کي جڏهن مير ابوالقاسم جي هالاڪي جي خبر پهتي تہ شمشير خان اوزبڪ (٢) کي پنهنجي غلام زادن سان گڏ سيوهڻ ۾ مامور ڪيائين. مير ابوالبقا (١٠٣١) شمشيرخان جي شراڪت قبول نہ ڪئي ۽ پنهنجا ٻار ٻچا وٺي دارالخلافہ آگري ۾ جهانگير وٽ وڃي پهتو. بادشاهه سيوهڻ جو سمورو علائقو شمشير خان اوزبڪ جي جاگير ۾ ڏيئي ڇڪو هو. ٻـر او پاوڙو، گنجابو ۽ لانگاهن جي ربڙي ابوالبقا جي حوالي ڪيائين ۽ شاهي فرمان موجب آتي جا مڙئي قبيلا هن جا مطيع ٿي ويا.

> "راقم الحروف (يوسف ميرڪ) ان ڏينهن کان پنهنجو منصب ترڪ ڪري روزگار جي جزوي مدد تي قانع رهي سيوهڻ ۾ گوشي نشين ٿيو."

شمشير خان اوزبڪ بہ هن ملڪ کي چڱو آباد ڪيو ۽ گهڻو لشڪر گڏ ڪيائين. هن وٽ ست سو اهڙا اوزبڪ جوان موجود هئا جن مان سو کن سگهارن جوانن کي سدائين جڙائو

---

(١) ڏسو تعليقات.

(٢) ڏسو تعليقات.

پٽڪا مٿي تي ٻڌل هوندا هئا، سندن چيلهه سوني خنجر ۽ ترار سان سنواريل هوندي هئي ۽ روپهري زينون ران هيٺان ڍڪي رکيائون. هر هڪ وٽ (٢-٣١٠) ست اٺ عراقي ۽ ترڪي گهوڙا هوندا هئا باقي ٻين وٽ گهٽ کري ٻه گهوڙا (عراقي ۽ ترڪي) هئا. سندن ترارين جا مٺيا چانديءَ سان ڍڪيل هئا.

هن هر هنڌ مضبوط ٿاڻا قائم ڪري سرحدون سوگهيون ڪيون، سندس سپاهه کي ڏسي سميجن اڙن توڙي ٻين وڳوڙين کاٻه سرڪشي نه ٿي ڪئي ۽ جيئن تيئن وقت پئي گذاريائون.

مرزا غازيءَ جي مرڻ کان پوءِ (١) مرزا رستم قنڌاريءَ (٢) سان گڏجي، ٻي هزار چار سو اوزبڪ سوار ساڻ ڪري شمشير خان ٺٽي ڏانهن روانو ٿيو. واٽ تي سماواتي علائقي وارن سميجن دلن سان ڏاڍا ڪلور ڪيائين، جيئن اڳيا ۾ چاڙهيو ويو آهي. اٿين ملڪ هٿندو، وچي ٺٽي پهتو ۽ هڪ سال تائين اتي شاهي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو (٣). ساڳئي وقت سيوهڻ جو انتظام به سندس سنڀال هيٺ رهيو. هڪ سال کان پوءِ وري سيوهڻ واپس آيو.

## مير ابوالبقا جي عملداري

ٺٽي جو صوبه دار تاج خان (١-٣١١) وفات ڪري ويو ته (٤) شمشير خان کي آتان جي صوبه داري ڏني ويئي. ابوالبقا (٥)

---

(١) ١١ صفر ١٠٢١هه، قنڌار ۾ فوت ٿيو.

(٢) مرزا رستم ١٠ محرم ١٠٢٢ه ۾ ٺٽي پهتو. (ڏسو ماثرالامراءِ ج ٣ ص ٤٣٤-٤٤٠. ذخيره الخوانين ص ٥٧ ۽ تحفته الڪرام ۽ مقالات الشعراءِ ٨٨٤)

(٣) ڏسو تعليقات.

(٤) ڏسو تعليقات.

(٥) ڏسو تعليقات.

ڪي مرزا دوست محمد جي شراڪت سان سيوهڻ جي جاگير تي مقرر ڪيو ويو، پر مرزا دوست محمد ڪي وري ملتان جو خزانو قندار پهچائڻ جو حڪم مليو. هو اوڏانهن هليو ويو ۽ ابوالبقا پنهنجي استعداد موجب سيوهڻ جا (هيٺيان) ٻه ٽي پرڳڻا ضابطي ۾ رکيا ۽ هن علائقي جي ڪن فسادين تي چڱيون ڪاهون ڪيائين:

١- باغبانن واري پرڳڻي ۾ چانڊين ۽ سميجن ٽيپن ڪڍڻ شروع ڪري ڏني، انهيءَ پرڳڻي جا ٻه حصا مرزا دوست محمد جي جاگير هئا. هن جي عملدارن اچي ابوالبقا جو در ورتو جنهن سيوهڻ مان سنبري، رات ڏينهن منزلون هڻي، ٻئي ڏينهن مانجهاندي جي ماڳ ۾ اڪبر آباد پهچي، گهوڙن کي دائو پاڻي ڏيئي، ساهي پٽائي، مانجهيءَ جو (١١-٣-٢) وري اگهتي وڌڻ جي ڪئي. ائين رات ڏينهن وڃي اڌائيندي آخر وڃي داڙو بند واري نڪر جي هيٺانهينءَ ۾ چانڊين تي چڙهائي ڪيائين، جنهن ۾ انهن "چنڊالن" جا ڪيئي ماڻهو مارجي ويا ۽ ڪيترا ٻڌجي پيا.

موٽ تي وري باغبانن جي پرڳڻي ۾ سميجن انڙن جا تختا ڪيڏيائين، سندن سردار گهوريو ٽيپو قيد ٿي ويو جنهن کي پاڻ سان گڏ سيوهڻ وٺي آيو. نتيجو اهو نڪتو جو وري چانڊين ٽوڙي سميجن ٽيپن ڪنهن جو نالو نه ورتو ۽ ماٺڙي ڪري ڍل ڀڄائيندا رهيا.

٢- هڪ دفعي نومڙين ڌاڙائي ڪري سيوهڻ جي پرڳڻن وارن ڳوٺن ۾ رڻ ٻاري ڏنو. ابوالبقا لڪي جبل ۾ وڃي، سائن انڪيو. انهن بدبختن جا ڪيئي ماڻهو مارجي ويا ۽ رعيت کي مال واپس مليو (١٢-٣-١)، ۽ هنن پيش پئي، قول قرار ڏيئي، جان ڇڏائي. انهن جا قافلا وڻج واپار سانگي سيوهڻ ۾ ايندا رهيا ۽ هر فصل تي اَٽ ۽ دنبا پڻ پهچايائون.

٣- مير ابوالبقا پنهنجي هڪ خدمتگار منظور کي

جهانگير آباد جي قلعي (لاکن واري ٽپي) ۾ پنجاهہ سوارن سان
مترر ڪيو ۽ جمال خدمتگار کي سميجن آنڙن واري ٽپي تي
رکيائين. اتفاق سان منظور خدمتگار کن سميجن تي ڪاهہ ڪئي،
جا خبر اڳواٽ سميجن کي پئجي چڪي هئي. سو هن جي پٺ
وٺي سندس گهٽ سوگها ڪيائون، جيڏانهن بہ ڪاهڻ جي پئي
ڪيائين تہ سميجن مٿس وار ٿي ڪيا. انهيءَ چڪتاڻ ۾ ڏهہ
پندرهن سپاهي مارجي ويا. سندن گهوڙا، هٿيار ۽ نغارا سميجن
پنهنجي هٿ ڪيا. منظور ميدان هارائي جهانگير آباد جي قلعي
ڀيڙو اچي ٿيو.

جڏهن ابوالبقا کي پتو پيو تہ پاڻ بخار ۾ پيو هو ۽
سواري نٿي ڪري سگهيو، تنهنڪري پنهنجي وڏي پٽ
عتيق الله کي پنهنجن ماڻهن (سٺن مائٽن ۽ سپاهين) سان گڏي
کين سميجن جي مهم سپرد ڪيائين. هو جڏهن جهانگير آباد جي قلعي
۾ پهتو، تڏهن سميجا کن ماڻهن کي وچ ۾ آڻي مقتول سپاهين
جا گهوڙا سامان سميت ڪاهي آيا ۽ نغارا بہ ڏنائون ۽ ڏنڊ لاءِ
بہ آڻا ڏنا. عتيق الله کي جيئن تہ جوانيءَ جي هوا مٿي ۾ هئي،
ان ڪري صلح بدران جنگ لاءِ بضد ٿيائين. هوڏ منجهان
اچا صاپوءَ واريءَ ڍنڍ تي پهتو تہ پريان جوار جي پوک جي
پويان پرو پيس (٣١٣-١)، جتي سميجا پار پچا ۽ ڍور ڍڳا جيسلمير
جي پٽن ڏانهن روانا ڪري، پاڻ گهٽ وٺيو وينا هئا. عتيق الله
سندن پير کنيو، ويهارو کن جاڻا جوان پنهنجي سوٽ ڪامل
سان اڳتي ڏياري موڪليائين ۽ پاڻ بہ هڪيو تڪيو انهن جي
پويان روانو ٿيو. پنهي ترين جي وچ ۾ اچا ڪوهہ پن جي
وٿي هئي تہ سميجن عتيق الله جي فوج جي سامهون اچي ويڙهہ
شروع ڪري ڏني. الاتوهار ۾ ٽيهہ چاليهہ جوان جيڪي لشڪر
جي اڳ ۾ ويا پئي، سميجن انهن جي گهوڙن کي ورائي، سڀني
جو خاتمو ڪري ڇڏيو، خود سميجن جا بہ ڪيئي همراه قتل

ٿي ويا. مرزا عيسيٰ ترخان جو سالو لاکو پٽ پريو (سميجن جو سردار) به هن جنگ جو ٻئي ٿي ويو. ٻوءِ سميجا نغارن واري اٽ جي ڪڍ پيا (٣١٣-٢) ۽ لشڪر جي هار ٿي ويئي. عتيق الله اٽ تان نغارا لاهي، خچر تي رکي، ڏهن پندرهن سوارن سميت شڪست کائي لشڪر جي پٺيان جهانگير آباد جي قلعي ۾ اچي پهتو.

ابوالبقا اها خبر ٻڌي ڏاڍو ڪاوڙيو، ۽ جيئن تيئن ٿيو هو تيئن ئي بسترو چڙهيائين ۽ درياهه ٽپي خطي واري پرڳڻي جي ڳوٺ مهراڻ ۾ آيو. انهيءَ ڳوٺ ۽ جهانگير آباد واري قلعي درميان ٻارهن ڪوهن جو فاصلو هو. سميجن سڀڪجهه ٻڌي جاچيو، ۽ آخر ڪي ماڻهو وٺي اچي ابوالبقا جي آڏو مچيائون. عتيق الله وارو لشڪر به اچي ساڻس گڏيو. سميجن ڏوهه بخشائي دل ڏيئي ڪئي. ابوالبقا آتي ئي مهراڻ ڳوٺ ۾ ترسي پيو ۽ خريف ۽ ربيع جا معاملا (٣١٤-١) نبيريائين.

آتان ٿسي وري سميجن انڙن جي ٻئي پاسي ڏانهن رخ رکيائين. انهيءَ وچ ۾ ڏاڙيچا ۽ مناهيجا ساڻس وعدا وعيد ڪري وچي پنهنجن گهرن ۾ قراري ٿيا، سندن سردار ڏٽي پرٽو ۽ طيب ابوالبقا سان گڏجي نڪتا، ٻوات تي راهوجن، فيروزيجن ۽ منگوانن به اچي پرچاءُ ڪيو.

ابوالبقا تتي اونهاري ۽ سيوهڻ جي ڪوسين هوائن ۾ ڪڇڙي سنجهند جو مهراڻ جي ڳوٺ سان هلي، ٻيهريءَ جو وينجهڙي ۾ آيو، جو سميجن انڙن جي ٽاڪن جو دامن هو. هن جا سپاهي جهنگ جهر ۾ جا ڪوڙون ڪري به هزار ڍڳا ۽ راهوجن جا ڪي ماڻهو گهلي آيا. هيءُ اها رات وينجهڙي جي ڍنڍ تي ديرو دمائي ويٺو. پنهنجي سپاهه کي چيائين تهءَ آءٌ اڳتي وڃڻ نو چاهيان، سون کي سميجن جا سر کپن، انهن جي مال سان

منهنجو ڪو مطلب ناهي. اٿين چئي، ڪين حڪم ڏنائين ته اهي ڏڳا تراوين سان کهي ڇڏيو، جيئن اوهان کي انهن جي ڪا چنتا نه رهي. سپاهين حڪم جي پوئواري ڪئي. ٻئي ڏينهن ڏوپهري تائين اتي رهي، اڳين جي نماز کان پوءِ سوار ٿي، سميجن ڏانهن وُوڙ ڪيائين. رات ڏينهن سواري ڪري فجر جو ڪنوهڙ واري ڍنڍ تي پهتو. نماز پڙهي، هٿيار ٻڌي گهوڙن کي هنو رکيائين. اڃا منجهند ڪانه ٿي هئي ته هالاڪنڊي واري پرڳڻي جي ڳوٺن وٽ پهچي، منگواڻن جي مٺان وڃي پيو. ڪيترن پاڳ ڦيٽن کي ڦٽڪائي، ڪن کي جوکيو ڪري ٻڌائين ۽ ولر مال جا پنهنجي هٿ ڪيائين. پڇاڙيءَ مٿن جو مُنڊيون لاهي ٺٽي جي مير مظفر خان وٽ مڪائين. وري ساڳئي رستي موٽي اچي سميجن انڙن جي ماڳ کي (٣١٥-٢) جهانگير آباد جي قلعي ۾ پير کوڙيائين. چئني پاسن کان سميجن آنڙن اچي هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ پنهنجن وڏيرن سان گڏجي پنهنجن تپن ڏانهن واپس ويا. هاڻ وڻانئن ڍل جي اڳاڙي ٿيندي رهي.

ٻئي دفعي، سيوهڻ جي خاماٺي شورن واري ڳوٺ تي ڪاهي ويو. آتان ڦري، سن وٽان ٿي، وينجهڙي واري قلعي جي مرمت ڪرائي اتي خيما کوڙيائين. روزانو آڙين، تترن ۽ ڦاڙهن جا شڪار ڪندو رهيو. سميجن جتان ڪٿان ڍلون ڀئي ڏنيون. وينجهڙي وارو پاسو شڪار لاءِ ڏاڍو ڪاوائتو آهي، سو ابوالبقا خريف تائين اتي رهيو. پوءِ سميجن آنڙن مان هڪ کي هٿيڪو ڪري، مير ڪامل کي سپاهه سان قلعي ۾ رهائي، جوڻيجن جي پرڳڻي ڏانهن وک وڌايائين.

ايتري ۾ خبر پهتي ته ٺٽي جي صوبه داري مظفر خان (١) کي ڏيئي (٣١٥-٢)، شمشير خان اوزبڪ کي سيوهڻ موڪلي،

---

(١) ڏسو تعليقات.

ابوالبقا کي مظفر خان جي ٽابع ڪري، ننڍي ۾ جاگير ڏني وئي آهي. ابوالبقا اهو ٻڍي جوڻيجن جي ڳوٺ کان ٻوڻتي وري خطي پرڳڻي واري ڳوٺ رفيعن ۾ آيو، جو سميجن جو سرداري ماڳ آهي. هتي پهچي سميجن کان بقايائون وصول ڪرڻ لڳو. ويڃهڙي ۾ جيڪو لشڪر هو، تنهن کي هيڏانهن گهرائي، سميجن کي دٻائي، انهن کان آٺ گهوڙا بقايا ۾ وصول ڪندو ويو. ائين ڪندي شمشير خان جا ماڻهو اتي پهچي ويا. ابوالبقا ڏٺو ته هاڻ ڳالهه هٿن مان وڃڻ واري آهي، سو جتي رهيل هو، وسندي سيڻهن ۾ آتان چڙهي سميجن جا ٻه ٽي هزار ڍڳا ڦري، ڪاهي وڃي سيوهڻ نڪتو. شمشير خان ننڍي مان اچي ساڻس ملاقات ڪئي ۽ واپس ننڍي روانو ٿي ويو (٣١٦-١). سميجن جو اڃا نياڳ ۾ منهن هو لنهنڪري سڌا نه پئي هليا. ابوالبقا بدين (٢) وڃي، سندن ڪيترن ئي سرڪردن کي قاهيءَ تي چاڙهيو.

## شمشير خان جي عملداري، ٻيو ڀيرو

هن دفعي شمشير خان سيوهڻ ۾ آيو ته سميجن اڳين وري سرڪشي شروع ڪئي (١)، ڪيترن سوداگرن کي خشڪي ۽ لڙيءَ وارن رستن مان تاراج ڪيائون. هڪ ڀيري ڪي سوداگر هزارڪن آٺن جي وڳ سان ننڍي کان بکر پئي ويا. جڏهن هالا ڪنڊيءَ ۾ آيا ته ڪين درياهه اڪري سيوهڻ ڏانهن وڃڻ ۾ دشواري نظر آئي، چاڪاڻ ته درياهه جي ٻترڻين پاسي سميجن

(١) شمشير خان جي اچڻ کان، پوءِ ابوالبقا کي چاچڪن جي پرڳڻي مان بدين، چاڪر هالي جي راڄڌانيءَ مان نيرون ڪوٽ ۽ ٿال جي جاگير ملي هئي:

(٢) ڏسو تعليقات.

جو راج هو ۽ اورئين پاسي کين جبل جيڏو پنڌ جهاڳڻو ٿي پيو. لاچار ڪن سميجن کي ساڻ ڪري انهن رهزنن وارو ڪس ڏيئي هليا. اچا سميجن جي ديهه ۾ پير پاڙائون ته هو سوداگرن سان ڪيل سڀ اقرار ڀڃيءَ پويان اپلائي مٿن ڪاهي آيا ۽ ڌاڙو هڻي مندن آڻ ڪيدي ويا.

ڀڃي پيري ٿئي جا سوداگر اوني ۽ ريشمي ڪپڙن جون ٻيڙيون ڀري درياهه سان ٿي آيا، ته ماڳيا سميجا ويچارن سوداگرن جي ڪيترن ماڻهن کي ماري، سڄو سامان ڦري هليا ويا. شمشير خان همت ڪري ڪجهه سامان موٽايو، باقي مڏيءَ جي عيوض سميجن کان ڏنڊ ۾ آڻ وٺي سوداگرن کي ڏياريائين، ۽ جيڪو نقصان ٿيو تنهن جي رقم پنهنجي پاران ڀري ڏنائين. پوءِ انهن ڌاڙيلن جي بنياد پٽڻ لاءِ لشڪر چاڙهي درياهه جي هن پر وبو ۽ سپاهگريءَ جي چال سان سميجن جي ستياناس ڪري ڇڏيائين.

اها چال هيئن ڪيائين: هي (شمشيرخان) جڏهن درياهه ٽپي هُن ڀار ويو ته سميجن جا سردار، هڪ ڏٺي پرتو ڏاريجن طرفان ڀيو طيب مناهيجن پاران، اچي پيش پيا. پر واهوجن ۽ فيروزيجن سان ڪوبه نه آيو. شمشيرخان چيو ته هرڪو سميجو پنهنجن ڪکن ۾ ڀيو گذاري، منهنجو ڪنهن سان ڪو واسطو ناهي، جيڪي ماڻهو پڇن ٿا آءٌ انهن جي ڪٽيد ٿو پوان. انهيءَ دلجاءِ ڏيارڻ تي سميجا اڙ خاص ڪري ڏاريجا ۽ مناهيجا ڏيرن جي ڳوٺ ۾ پنهنجي اهل عيال سان وڃي جائيتا ٿيا ۽ صلح جي سانگي پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪري رعيت ٿي ڪهارڻ لڳا.

جنهن وقت شمشير خان جوگذر انهيءَ ڳوٺ وٽان ٿيو ته آءٌ (يوسف ميرڪ) به دوستيءَ جي ناتي وٽس حاضر هوس مون کيس صلاح ڏني ته اهڙو موقعو وري هٿ نه ايندو! پنهنجن ماڻهن کي سيڪ ڏي ته هن ڳوٺ جو تختو اونڌو ڪن، ان لاءِ

تہ سميجن جي هڪڙي سريءَ کي هٿ ڪرڻ جي گمان ۾ گهوڙا ڊوڙائڻ، پوءِ بہ اها ور چڙهي الائي نہ، (٣١٧-١) تنهن کان چڱو ائين آهي تہ اهڙيون هزارين سريون هٿ سلنديون. چو نہ انهن تي چنبا کوڙيا وڃن! (١)

جيتوڻيڪ سيوهڻ جي ڪن زميندارن کي منهنجي اها صلاح ڪانہ وڻي، تہ بہ شمشير خان ان سان ڏاڍو خوش ٿيو. سميجن سان تہ اڳ ۾ ئي راضي نامو ٿي چڪو هو. انهيءَ حيلي بهاني پنهنجي لشڪر ۽ رعيت کي تاڪيد ڪيائين تہ جيڪي فلاڻو چوي تنهن تي عمل ڪريو. انهيءَ هشيءَ کي خدا جي مهر ۽ بادشاهي اقبال طفيل، سميجن ۾ ڪنڪو پئجي ويو. ڏٺيءَ جي قدرت سان سندن هٿ ويڃي ويا، ۽ وري نہ ڏڏڙ ۾ پير وڌائون. اٽڪل هڪ هزار سميجا قتل ۽ ست سو کن قيدي ٿي ويا، جن ۾ ڪي سردار بہ هئا. پڇاڙيءَ سندن مال اسباب جنهن جو حساب خدا وٽ آهي، سپاهين ۽ رعيتي ماڻهن ۾ ورهايا ويا، جيڪي شمشيرخان سان گڏ هئا.

(٣١٨-١) هن ويڙهہ ۾ ڏٺيپرتو ۽ طيب ساوجي ويا. هيءَ پاڻ جنگ جي ئي ميدان ۾ منزل ڪري ويهي رهيو. صبح ٿيڻ تي اتان نڪري وينجهڙي واري قلعي ۾ آيو. ان جي مرمت کان پوءِ ٻي منزل اتي ڪيائين. ڏينهاڙي هڪ فوجي جٿو چڙوچڙ ٿيل سميجن کي ڪاهڻ لاءِ روانو ٿي ڪندو رهيو، ۽ سپاهي پنجاهہ سٺ سميجن جون مسيون ڏڙ کان ڏار ڪري ٿي آيا، جنهن ڳالهہ هيڪاري وڌيڪ سميجن کي زبون ڪري ڇڏيو.

سميجن ۾ جيڪي هوسڙا ملاح هئا ڪن بہ هنن جي زور تي دورياهي مسافرن تي ڌاڙا ٿي هنيا، انهن سان بہ

---

(١) يوسف ميرڪ جهڙي عالم فاضل کي قاضي قاضن واري انهيءَ ڪارنامي تي بيشڪ مبارڪون ڏيڻ کپن. (مترجم)

سو کن ماڻھو سپاھي ھٿ ڪري آيا. شمشير خان حڪم ڏنو تہ سيني کي لاڪات ڳوٺ جي گھيڙ وٽ درياھ جي ڪنڌيءَ مٿان سوريءَ تي لٽڪايو وڃي. ان کان پوءِ ھي پاڻ ھڪ ھفتو ونجھڙي جي قلعي ۾ رھيو. جيڪڏھن وڏيڪ ٻہ مھينا اتي رھيل ھجي ھا تہ سميجا ڳوليا نہ لڀن ھا، ۽ انھن جون ملڪيتون پنھنجي مرضيءَ موجب رعيتي ماڻھن ۾ ونڊي ورھائي ھا. (٣١٨-٢) مون ڪيس گھڻو ئي سمجھايو تہ ٻہ مھينا اجا ھتي رھيو پيو ھجا پر ڪونہ مڃيائين. انھن زميندارن جي چوڻ تي جيڪي سميجن سان سازباز ۾ ھئا، ھو ونجھڙي واري قلعي سان قيدين کي ساڻ ڪري نڪتو ۽ لاڪات جي ڳوٺ ۾ درياھ جي ڪپ تي اچي لٿو جتي ننڍڙو قلعو اڏائي ويھي رھيو. جبل واري پاسي جي سميجن شمشير خان کي ھڪ ھزار اٺ ڏيڻا ڪيا، پر ھن ڪونہ ورتا. سميجن پنھنجي ساٿياري زميندارن کي وچ ۾ آڻي شمشير خان سان ڳالھيون ڪيون. آخر زميندارن ھن کي پڪ ڏياري تہ سميجا ھر طرح مطيع ٿي چڪا آھن. انھنڪري اوھان کي سيوھڻ وڃڻ گھرجي. ھو خدا ترس ۽ سادو ماڻھو ھيو، ان ڪري سندس روح ۾ رحم پئجي ويو.(١) جمعي ڏينھن سيني سميجن کي جيڪي وٽس قيد ھئا، ڏوھہ بخشي سندن مائٽن جي حوالي ڪيائين. پوءِ اتان درياھ (٣١٩-١) ڪري سيوھڻ ۾ آيو.

ھڪ دفعي چانڊين، باغبانن ۽ ڳاھن واري پرڳڻي ۾ اڪبرآباد تائين لٽ ڦر شروع ڪئي ۽ زوريءَ ماڻھو ڪٽيو ٿي ويا. انھن پرڳڻن جي رعيت شمشير خان وٽ دانھن ڪئي

---

(٢) سبحان الله، سندس سادگيءَ ۽ خداترسيءَ جي حالت اھا ھئي، جو خود مؤلف چوائي، سميجن سان ويسا کھاتي ڪري انھن جا ھڪ ھزار ماڻھو قتل ۽ ست سو کن قيد ڪيائين. (مترجم)

ويئي. شمشيرخان انهيءَ ٿي مهل چانڊين تي چڙهائي ڪرڻ لاءِ اٿي هليو. واقم الحروف (يوسف ميرڪ) به دوستيءَ جي ڪري ساڻس گڏ هو. مون ڪيس راءِ ڏني ته چانڊين تي جاسوسيءَ ذريعي يڪو چڙهائي ڪري سگهجي ٿي. شمشيرخان اٿين يڪي چڙهائيءَ لاءِ راضي نه ٿيو ۽ وات تي منزلون ڪندي وڃي چانڊين کي رسيو. هو اڳ ۾ ئي سندس اچڻ جو ٻڌي جبل ڏانهن نڪري ويا هئا. شمشير خان جبل جي ُوٽ ِ سان پوکيل چانڊين جي جوارين تي قبضو ڪيو ۽ لشڪر جي چوڌاري ڪاهيون ۽ لوڙها ڏياري ڳاڙ ۾ ويهي رهيو.

رات جو چانڊين اچي لشڪر تي ڪهر وسايا (٣١٩-٢) پر خداڪٿي خير ڪيو. صبح جو سوير شمشيرخان جبل ڳائين ڪاهي ويو، چانڊيا جبل جي چوٽيءَ تي ويهي دهل وڄائڻ لڳا. هي ساڻن پڄي نه سگهيو، آخر سپاهين کي حڪم ڏنائين ته جوار جو فصل (جيڪو اڃا ڪچو هو) ڳارين سان ڪپڻ شروع ڪري ڏين، جيئن چانڊيا پنهنجي اکين سان زيان ٿيندي ڏسي ساڙ کان پچرڻ لڳڻ. سپاهين ائين ڪيو ۽ جيتري تائين پڄي سگهيا، جوار کي وڍي پٽ ڪري ويا. رات ٿي ته شمشيرخان واپس اچي ساڳئي هنڌ تي ويٺو.

چانڊين هيسجي پنهنجي پاڙيسرين پنهورن کي وچ ۾ آندو. شمشيرخان ڀل جي آچ تي ساڻن راضي نامو ڪيو. ان کان پوءِ سيوهڻ جي علائقي ۾ ڪجهه ٽاپر ٿي.

ٻئي پيري بوبڪ جي پرڳڻي ۾ جبل پاسي وهندڙ باريجن پروچن وصوليءَ ۾ گهٽتائي ڪئي. ان کان اڳ اهي هرفصل تي آٽ ۽ دنبا جاگيردار کي ڏيندا ٿي رهيا. شمشيرخان مون (مولف) کان پڇيو ته هنن جي ڪهڙي ڳڻ ڪجي؟ (٣٢٠-١) مون ورندي ڏني: جيڪڏهن چانڊين وانگي هنن تي به منزلون ڪري چڙهائي

ڪندين تہ ڪجھہ بہ نہ ورندءِ، هنن جا گهٽ ڏکيا آهن. سندن ڳوٺ هتان ڀنجن ڀهرن جي پنڌ تي ٿيندا، جي اٿي ڀڪو چڙهي هلين تہ ڪجھہ نہ ڪجھہ ٿي سگهي ٿو. منهنجي اها صلاح قبول ڪيائين. انت سانجهيءَ جي نماز کان پوءِ نڪري هليو، سڄي رات پنڌ ڪيائين، پوئين اسر جو جبل جي هيٺاهينءَ ۾ پهچي، باريجن تي ٻاهہ ٻاري ڏنائين. هنن جا ڪيئي ماڻهو سندن سردار قاسم باريجي ۽ پٽس سميت مارجي ويا. هنن جي زالن ۽ ٻارن کي قيد ڪري قتل ٿيل ماڻهن جون منڍيون ڪٺي سيوهڻ آيو. باريجن مان جيڪي باقي (٢-٣٢٠) بچيا هئا، ميرڙ ڪٺي اچي مائٽس مليا. ٻاندين کي ڇڏيو ويو ۽ اڳ وانگي وٺاڻن ڍل وصول ٿيندي رهي.

هڪڙي ڀيري سيوهڻ کان چوڏهن ڪوهن تي جبل جي ڀرسان ويٺل نوحاڻي ٻروچن ڦيٽارو ڪيو. معلوم هجڻ گهرجي تہ جبل مان بہ چشما ڦٽن ٿا هڪ کي ڪائي (١) ڪونجي ٿو ۽ ٻيو نئيگ ٿو سڏجي. نوحاڻين جون بہ ڌريون آهن، هڪڙا ڪائيءَ واري چشمي تي ٻيا نئيگ واري چشمي تي ٿا رهن. سيئي جو ڏنڊو ڀوڪي راهي آهي: ٻوٻڪن جي پرڳڻي سان واسطو ٿا رکن. بختيار بيگ ۽ مير ابوالقاسم جي عملداريءَ

---

(١) ڪائي جي مٿان ساڳئي نالي تي ڳوٺ اڃا موجود آهي، هتي نوحاڻي ٻروچن جو پڳدار رهي ٿو. انهيءَ ڳوٺ جي لڳ هڪ جبل آهي جنهن ۾ عاد ثمود جي قوم جي طرز تعمير تي قديم دور کان ست گهريون (گهر) ٺهيل آهن. ڇيو وڃي ٿو تہ آڳاٽي سمي اتي دراوڙن جا ماڳ هئا. (مترجم)

(١) نئيگ سيوهڻ کان ويهہ ميل ۽ دادو کان بہ ايترو پنڌ پري موجود آهي.

دوران هر فصل کي ريون ٻڪريون ڏيندا هئا ۽ شاهي لشڪر جي مدد پڻ ڪندا ٿي رهيا. شمشير خان جي عملداريءَ ۾ ٻه ساڳئي نموني ٻل پريندا ٿي آيا ۽ لشڪر جو ٻه ساٿ پئي ڏنائون. سمورن تي لشڪر ڪشيءَ مهل ٻه درياهه ٽپي هن پار وڃي، پنهنجون خدمتون سرانجام پئي ڏنائون (١-٣٢١) جابلو ماڻهو جيتوڻيڪ جهنگ ۽ بيابان اندر ڏتڙيل حال ۾ گذارين، تڏهن به شمشير خان سيوهڻ جي ڪن وڏيرن جي چوڻ تي (جيڪي هنن جا دشمن هئا) لڳي، سمورن انڙن تي ڪاهڻ جو سينهن ڪري سيوهڻ کان اڌ منو ڪوهه پرتي منديجيءَ واري گهٽ وٽ اچي ويٺو. اتان ٻپهريءَ جي نماز مهل نوحاڻي ٻروچن تي حملي ڪرڻ جو سوچيائين. اچا صبح ٿيڻ تي هو ته انهن ۾ وڃي ٺاڪوڙا وڌائين، ڪيئي ماڻهو مارجي ويا، نئيگ جو سردار ناڪالو ٻه پنهنجن پائرن، پٽن ۽ ڏهن ٻارهن ماڻهن سميت قتل ٿي ويو. ٻئي پاسي وارا ٻروچ ٻچي ويا پر هنن جون ٻاڙون پٽجي ويون. اچا تائين ڪجي نه ٿا سگهن. هنن جو ٻه هزارکن آدم هو، ۽ هن جنگ ۾ سندن پنجاهه سٺ مارجي ويا ۽ ٻين ٻچي جند ڇڏائي (٢-٣٢١).

شمشير خان جي انهيءَ اوڏائيءَ جو نتيجو اهو نڪتو جو نوحاڻي ٻروچن جن کي بختيار بيگ ۽ مير ابوالقاسم، جبل ۾ ويٺل نومڙين جي سڌ سماءَ لهڻ لاءِ داداوبون ڏيئي پاڻ ڏانهن ڪيو هو ۽ جڏهن ٻه نومڙين سيوهڻ جي ڳوٺن کي پئي ڪاهه ڪئي ته هنن ٻهرينءَ سٽ ۾ اچي رعيت کي خبردار ٿي ڪيو، ۽ رعيت سڄيءَ ٿي پنهنجا ڍور ڍڳا منجهر ڍنڍ ڏانهن ڪڍي ٿي وئي، ۽ هوڏانهن سيوهڻ جي جاگيردار به انهيءَ ڪُڙڪ پوڻ تي لشڪر ڏياري پئي موڪليو جو ڳوٺن جي وچ تي اچي مورچا ٻڌي ٿي ويٺو، ۽ جستائين نومڙيا ڪک پن ٿي هيڏانهن هوڏانهن

هليا ٿي ويا، تيستائين لشڪر واپس نہ پٺي وريو، ۽ انهيءَ ڪري نومڙين سيوهڻ جي ڳوٺن کي هٿ نہ پٺي لاتو؛

ليڪن هن واقعي کان پوءِ نوحاڻين جا پونير ٽڙي پکڙي وڃي نومڙين جي ماڳن ۾ مڙيا، ۽ هن علائقي جي پويان هوپاڻ ٿي ڏاڍ ٿي لڳا. هنن نومڙين کي گس وٺائي، ڪاٺن اهو کي ڪرايو، جو سندن وڙ هو. (٣٢٢-١) انهن لاهي پاهي سيوهڻ جي حويلي ۽ سن کي تباهہ ڪري ڇڏيو. شمشير خان آخر پيو ڪو چارو نہ ڏسي، مجبور ٿي، مريد نالي نومڙين جي سردار کي ريجهيءِ ريبي پنهنجي پاسي ڪري، ڪيس ٺهٽيءَ (١) واري ديهہ بوبڪن واري پرڳڻي کان الڳ ڪري جاگير ۾ ڏني، جنهن جي آمدني بہ ٽي هزار هئي. اها پهرين بدعت هن ملڪ ۾ پيدا ٿي، جو هڪ حاڪم هتان جي وڳوڙين کان هيسجي، کين جاگير بخش ڪئي ۽ مريد جهڙي سرڪش ماڻهوءَ سان ٺاهہ ڪيائين. پيچاڙيءَ شمشير خان پنهنجي خرچ سان ناو ڳوٺ جي چوڏاري قلعو اڏايو ۽ پنهنجو لشڪر اتي ويهاريائين.

پر پوءِ بہ نومڙيا پنهنجين بڇڙاين کان نہ مڙيا. صلح کان پوءِ جڏهن پوڙ آئي تہ ڳاهن ۽ بوبڪن جا رعيتي پراڻي دستور مطابق پنهنجا ڍور ڏيڍا (٣٢٢-٢) مڻي جبل ڏانهن ڪاهي ويا. نومڙين مريد جي صلاح کان سواءِ انهن جو ڌاڙو هنيو ۽ بوبڪن جي پرڳڻي وارن ماڻهن سان ڪيترن کي قتل ڪري ڇڏيائون. هنن کان پنجيتاليهہ هزار ڍور ڏيڍا ڦري ويا ۽ پيو بہ ڪيترو سامان کاٺن کسيائون. تڏهن مريد

---

(١) ٺهٽي، ڳوٺ شاهہ حسن ۽ ڇني (ضلع دادو) جي لڳ موجود آهي.

سيوهڻ ۾ شمشير خان وٽ حاضر ھو. ھن خبر ٻڌڻ سان سيني
ماڻھن شمشير خان تي زور آندو تہ مريد کي قيد ڪري ڪپي
جيئن رعيت جي ملڪيت سڀيءَ سڳي سميت واپس ڪرائي ڏيڻ
۾ سٽائي ٿئي. اھا ڳالھہ شمشير خان ڪانہ قبولي. ھنئون
مريد کي گھرائي ڪيس چيائين تہ متان ٻوٻڪن جا ماڻھو
ٿوتي دانھين ٿي مون وٽ اچن سو تون في الحال ھتان نڪري
ھليو وڃ. ان ڪان پوءِ پلي مون وٽ اچجانءِ! مريد رات
وچ ۾ وڃي پنھنجي ڳوٺ پھتو. ٿورن ڏينھن ڪان پوءِ جڏھن
جھيڙو ٺريو تہ شمشير خان وٽ موٽي آيو (٣٢٣-١) .

ھڪڙي ڏينھن وچينءَ نماز پيري جبل پاسي سيوهڻ جي
حويليءَ وارن ڳوٺن مان خابرن اچي شمشير خان کي ٻڌايو تہ
نومڙيا پنھنجن ٿاڪن مان نڪري سندن ڳوٺن ڏانھن ڪاھيو
پيا اچن. اتفاق سان ان ڏينھن لشڪر جا ڪيترا ماڻھو حاضر
ھئڻ بدران ٿاڻن ۽ جاگيرن ڏانھن موڪل تي وڃي چڪا ھئا.
بھرحال ھن وٽ جيڪي موجود ھئا تن مان سٺ ستر سوارن
کي سنبرائي، پنھنجي سالي بادشاھہ خواجہ سان گڏي، نار جي
ڳوٺ ڏانھن موڪليائين، جو سيوهڻ ڪان سٺن ڪوھن تي جبل
جي ھيٺانھينءَ ۾ آھي. ھو رات جو وڃي نار جي قلعي ۾
ويھي رھيو. ٻئي ڏينھن صبح جو شمشير خان پاڻ بہ وڃي
داديجيءَ واري واھہ جي ڪپ تي ويٺو، آسان پنھنجي ھڪ
عزيز شاہ خواجہ کي ويھارو سوارن سان روانو ڪيائين تہ نار
واري لشڪر سان وڃي ملي. (٣٢٣-٢)

انھيءَ وچ ۾ مؤلف بہ شمشير خان وٽ اچي نڪتو.
شمشير خان ڪيس ٻڌايو تہ اجھو ھي خبرون پيون ٻڌجن پرمون
ڳوٺن جي نگھبانيءَ لاءِ لشڪر ڏياري موڪليو آھي. مؤلف

(٣) نار جو ڳوٺ اجا تائين آھي.

چيس: جيڪڏهن تون پاڻ وچين ها ته ڏايو چڱو هو، چو ته اوزبڪ تنهنجي غير موجودگيءَ ۾ دل لائي نٿا وڙهن ليڪن تنهنجي هوندي ڏاڍي سوورهيائي سان سر ڌڙ جي بازي ٿا لڳائين. منهنجي اها واءِ ڪيس وڻي، ۽ اوڏيءَ مهل ڏهه پارهن ماڻهو جيڪي وٽس حاضر هئا، ساڻ ڪنيائين. مؤلف به ساڻس گڏ هليو. انهيءَ وچ ۾ بادشاهه خواجه ڪي پنهنجن ماڻهن سان گڏجي نارنگه واري قلعي تي آماڻيائين. هو اچا سيوهڻ ڪان ٿي ڪوهه پرڀي نيڙهيءَ جي ڳوٺ تائين مس پهتو ته مٿان نومڙين جي ڌڻ اچي نڪاءُ ڪيو، جنهن ۾ ٽي هزار سوار ۽ ست اٺ سو (١-٣٢٤) پيادا شامل هئا: ڏينهن ڏني جو ڪڇيءَ (١) واري ڳوٺ تي ڪاهه ڏي ويئي جو سيوهڻ ڪان پنجن ڪوهن تي آهي، ۽ اهو ڌڻ جو ڌڻ ڪيترا ماڻهو قتل ڪري، سمورو مال هڪلي وري جبل ڏانهن هليو ويو.

بادشاه خواجه سيڪجهه اڳين سان ڏسي، هڪليندو وڃي نومڙين جي ڌڻ کي رسيو، اتي پهچي اندازو لڳايائين ته هتي ٻير ۽ تراو جي جنگ جي جاءِ ناهي، ڇالاءِ ته نومڙيا گهڻي تعداد ۾ هئا ۽ هڪيا ٽڪيا ٿي، تير پئي هلايائون. سو هي پوئتي هٽي بندوق هٿ ۾ ڪري پريان ٿي پريان فائر ڪندو ويو. غنيم ڦري جڏهن مٿانس آلر پئي ڪئي ته هي ڇورن وانگي ان جو ڏڪ ڳسائي پنهنجو بچاءُ ڪندو ٿي رهيو. ان جي پاسيري ٽيڻ ٽي وري ان پويان لڳي، بندوق جا فائر ٿي ڪيائين.

شمشير خان اها خبر ٻڌي، ڪڇيءَ واري ڳوٺ تائين آيو، ۽ رعيت مان جيڪي ماڻهو قتل ٿي چڪا هئا، تن جي مٿان ٻيهي دل ۾ ڇوڻ لڳو: (٢-٣٢٤) آءٌ بروقت لشڪر تائين پهچي نه

---

(١) اهو ڳوٺ اڃا سوڌو مشهور آهي. (هتي ڪڇار ذات جا ماڻهو رهن ٿا).

سگهيس، هاڻ منهنجي ۽ لشڪر جي وچ ۾ غنيم جي ڪيپ آهي؛ ايڏو لشڪر به پاڻ سان ڪونه آڻم جو مٿس چڙهائي ڪري سگهان- اهو ويچار ڪندي اتان هو واپس وريو.

هوڏانهن بادشاهه خواجه غنيم سان وڙهندو ۽ وڌندو ٿي ويو. بيگ محمد قرق نالي هڪ اوزبڪ جيڪو شمشير خان جو خاص ماڻهو هو، انهيءَ ويڙهه ۾ مارجي ويو. بادشاهه خواجه 'نار' ڳوٺ جو پاسو وٺي اڳيان آيو ۽ غنيم به پويان واهه جي پوئين پير ورتي، جتي جبل مان ايندڙ سينهن جي پاڻيءَ جو لنگهه هو.

نومڙين، رعيت جا هٿ آيل ڍور ڍڳا پنهنجن ماڻهن سان جبل ڏانهن روانا ڪري ڇڏيا، ۽ پاڻ پير ڪوڙي تيرن سان جنگ ڪرڻ لڳا. ايتري ۾ رات ٿي ويئي. اوزبڪن جو لشڪر لاچار ٿي، آخر پنهنجي مالڪ وٽ واپس آيو (٣٢٥-١). اهڙيءَ ريت نومڙيا، سن ۽ سيوهڻ جي ڳوٺن سان جاڙون ڪندا ٿي رهيا ۽ شمشير خان سان صلح جون ڳالهيون پئي هلايون.

مقصد هي آهي ته فسادي ۽ ڳوڙي ماڻهو ترار هلائڻ کان سواءِ سدا ٽڪي نٿا سگهن. خاص ڪري نومڙيا، جن جو ڪوبه مڙهه مقام نه آهي. هي جبل ۾ جتي به ڪا آبادي ڏسن ته اتي جهڪور پڌي ويهي ٿا رهن. جڏهن اها جوءِ گاهه پٽي کان خالي ٿئي ٿي ته وري ٻئي هنڌ چارو جام ڏسي مال چارڻ لاءِ ڏرمي ٿا پون. هي ڪٿي به هڪ هنڌ رهي پوکي راهي نه ڪندا آهن، سندن ڏنڌو چوراڪاري ۽ ڦرلٽ آهي.

ٺورن ڏينهن کان پوءِ شمشير خان کي جهانگير بادشاهه طرفان بهادر خان اوزبڪ (١) جي مدد لاءِ قنڌار وڃڻ جو حڪم مليو، جنهن موجب هي چار پنج سو سگهارا اوزبڪ ساڻ ڪري قنڌار

---

(١) ڏسو تعليقات

هليو ويو. پويان قمبر خواجه نالي پنهنجي هڪ خاص ماڻهوءَ
کي حاڪم مقرر ڪيائين، جيڪو ٿوري عرصي اندر گذاري
ويو (٢-٣٢٥). شمشير خان قنڌار مان قمبر خواجه جي
جاءِ تي وري خوشم بيگ کي حاڪم ڪري موڪليو. هي
جڏهن سيوهڻ پهتو ته ناتجربيڪار هئڻ جي باوجود سميجن
اڻون تي ڪاهه ڪرڻ جي هامر هنيائين ۽ تڪڙ ۾ لشڪر سنبرائي،
رعيت جي ڪن ماڻهن سان گڏجي، درياهه ٽپي، سيوهڻ جي سيد
۾ وڃي ويٺو ۽ ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ لڳو ۽
جيستائين سندس ماڻهو گڏ ٿين تنهن کان اڳ هڙڙهيائي ڪري
اڳيئي وڌيو ۽ ڪاڪي ڳوٺ جي گهيڙ وٽان درياهه جي ڪنڌيءَ
تي پهچي، لوڙها ڏياري، وچ ۾ ويهي رهيو. سندس مٿين پاسي
کان لشڪر ۽ هيٺان پيڙيون هيون.

اڳياڙيءَ جي مهل هئي، ماڻهن نماز شروع ڪئي ته
خوشم بيگ به وڃي صف ۾ بيٺو. اوچتو سميجن طرفان طوفان
ڪڙو ٿي ويو. ماڻهن ۾ دانهوڙ مچي ويئي، جا خوشم بيگ ۽
سندس لشڪر جي ڪنن تائين پهتي. هي نماز ڇڏي پنهنجا
ماڻهو گڏائڻ لڳو، جيڪي سندس آڏو هئا (١-٣٢٦). ڪي
همراه لوڙهي کان ٻاهر موڪليائين ته جيئن ڪا خبر چار لهي
اچن. ويرم ئي ڪانه گذري ته سميجا لوڙها لتاڙي سندس لشڪر
تي ڪاهي آيا. ير وقت ڪيترا اوزبڪ مارجي ويا. شمشيرخان
جو مير منشي ملاواجو ڪمبوو به انهيءَ ويڙهه ۾ قتل ٿي
ويو. باقي سپاهي ڀڄي وڃي پاڻيءَ ۾ پيا، ۽ سميجا سندن هٿيار
۽ ٻيو سامان گهوڙن سميت هٿ ڪري ويندا رهيا.

خوشم بيگ هڪڙي سيائپ ڪئي ته پوياڙيءَ جي نماز
کان پوءِ باقي بچيل سوار ساڻ ڪري، ڪاڪي واري قلعي (٣)

---

(١) اهو قلعو اجا دادو ۾ آهي.

تي پهچي، اندر وجي ٽانيڪو ڏيو، جنهن تي سميجا اچي گهيرو ڪري ويهي رهيا. انهن ڏينهن ۾ ابوالبقا جو وڏو پٽ عتيق الله جنهن کي جهانگير بادشاه روجهڙين جي شڪار لاءِ ڏياري موڪليو هو (٦-٣٢٦-٢)- تڏهن سيد بايزيد بخاريءَ (١) جو پٽ سيد باقر بکر جو حاڪم هو ۽ هن کي به پڻس روجهڙين جي شڪار لاءِ اماڻيو- اهي ٻئي ان وقت سيوهڻ ۾ هئا. عتيق الله سندس همراهن سان گڏ راقم الحروف (يوسف ميرڪ) سميت ڪاڪي واري قلعي تي پهچي، خوشم بيگ سان مليا. پوءِ ڏينهن سيد باقر پنهنجا ماڻهو وٺي آيو. خوشم بيگ کي ڏڍ ملي ويو.

سميجا اهو حال ڏسي، قلعي جون ڪنڌيون ڇڏي، پري هليا ويا. هي لشڪر ڪيترو وقت اتي رهي پيو. ايتري ۾ سميجا ڪن ماڻهن کي وچ ۾ ڪري صلح جون ڳالهيون هلائڻ لڳا. آخر گهوڙا، هٿيار ۽ ٻيو سامان جيڪو پاڻ سان کڻي ويا هئا، واپس ڏيئي، ڏاهه ڪري، پنهنجن گهرن ڏانهن ويا هليا. خوشم بيگ به سيوهڻ اچي پهتو. آئندي لاءِ اهڙي چڙهائيءَ جي پچر ڇڏي، (٣٢٧-١) ملڪي معاملن ۾ لڳي ويو.

شمشيرخان ٽي چار سال قندار ۾ رهي شاهي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. هيڏانهن سيوهڻ به سرسبز ۽ آباد هو. اهو شمشيرخان ئي هو، جنهن سڀ ڪان ٻهريان شاهه عباس جي لشڪر تي توب ڇوڙي هئي (٢) جڏهن هو قندار جي قلعي تي گهيرو ڪري چڪو هو. پوءِ قندار جو قلعو شاهه عباس جي هٿ ۾ آيو ته اتان جا امير ملتان ۾ سپيرا افغان وٽ ويا، جنهن به

---

(١) ڏسو تعليقات.

(٢) شاهه عباس، سال ١٠٣١ هه ڌاري قندار واري قلعي تي قبضو ڪيو. (ڏسو تزڪ جهانگيري، ڇاپڻ نول ڪشور ص ٣٥٠- ٣٤٦-٣٥٨.) شاهجهان سال ١٠٤٧هه ۾ اهو قلعو واپس ورتو.

هزار آحدي (۱) سوار ۽ ڪي منصبدار سميجن انڙن جي سيڪت لاءِ شمشير خان سان گڏي سيوهڻ روانا ڪيا. افغان وارا (احدي) شمشير خان سان نہ نهيا، تنهنڪري هو سميجن ڏانهن نہ ويو ۽ لشڪر کي ملتان ڏياري موڪليائين.

مطلب هي تہ شمشير خان جي عملداريءَ ۾ ملڪ بهرحال سرسبز ۽ آباد هو، هتان جو لشڪر (۳۲۷-۲) هين پاسن ڏانهن پڻ شاهي مهمن سر ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو رهيو. اهاٿي رعيت جي آبادي ۽ وکوڙين جي لباهيءَ لاءِ مکيہ ڳالهہ هئي.

شمشير خان پيٺي پيرا جيڪا عملداري هلائي، تنهن جو عرصو پندرهن سالن جي لڳ ڀڳ هو. هن انصاف جي روءِ سان رعيت کي چرخي فصل ۾ بمٽي تي ورتي. ڪن جاين تي ٽيون حصو ۽ چوٿون حصو بہ پٽي ورتائين. اهڙيءَ طرح ڪچي ۾ داٽي بندي روا ٿي رکيائين. سپاهين کي بہ هن وٽان جاگيرون مليل هيون، جن ۾ فراش ٽوڙي سئيس شامل هئا. پنهنجي حڪومت جي پڇاڙيءَ ۾ رعيت جي عرض ڪرڻ تي چرخي فصل تي بہ داٽي بندي عائد ڪيائين ٿي. ملڪي حالتن ۽ شاهي دستور جو هن کي هر طرح خيال پئي رهيو. سندس گهڻو وقت مسجد ۾ ٿي گذربو، پنهنجن چوبدارن کي حڪم ڏيئي ڇڏيو هئائين تہ ڪوبہ رعيت جي مٿان ظلم نہ ڪري (۳۲۸-۱)، رعيت کي جنهن مهل بہ وڻي مون وٽ ايندي رهي. عدالت ڪرڻ وقت هن ڪنهن کي بہ نٿي ڇڏيو- جيتوڻيڪ هن وٽ ڪي اوزبڪ اهڙا بہ هئا، جن بعضي سندس حڪم نٿي مڃيو. پوياڙيءَ جي نماز مهل سندس ڪچهريءَ ۾ جيڪي نوڪر چاڪر ۽ عدالت

---

(۱) احدي هڪ ذاتي منصب هو، جيڪو اڪبربادشاه جي زماني ۾ مقرر ٿيو هو. اهڙي منصبدار وٽ سوار ۽ پيادا ڪونہ هوندا هئا. (مترجم).

ڪرڻ وارا اچي ڪڏ ٿيندا هئا، ٿن کي چوندو هو ته ”دوستو اوهان سڀئي مون کي مڃاڻو ٿا، جيڪو به مظلوم مون وٽ اچي ٿو ته آءٌ ان جي دادرسيءَ لاءِ تيار ٿو ٿيان؛ ڪي اوزبڪ پنهنجين جاگيرن توڙي شهرن ۾ رهن ٿا، جن تي مان اعتبار ته ڪريان ٿو، پر اهي سراسر نالائق آهن. هي ساڻهن تي ظلم ڪن ٿا، پر ڪو به سنڌن ڏپ جي ڪري مون وٽ دانهين ٿي نٿو اچي. توهان کي خبر هجي ته مون کي ٻڌايو! نه ته قيامت جي ڏينهن خدا اوهان کان ان جي پڇا ڪندو.“

ميوهڻ هن جي عملداريءَ دوران ايڏو سرسبز ۽ آباد هو، جو هند، عراق توڙي مغربي ملڪن جي هر شيءِ هتان ملي ويندي هئي (۳۲۸-۲). سوداگرن تي اصل محصول ڪان وڌيڪ ڪابه سختي نٿي ڪئي ويئي، ۽ هڪ ٻيڙيءَ تان رکيو هڪ سير وڌيڪ ثمر ورتو ٿي ويو. سنڌس عملداريءَ ۾ رعيت، ڪاريگر ۽ سوداگر سڀ خوش پيا گذاريندا هئا. جيڪڏهن اتفاق سان سنڌس جاگير ۾ ڪنهن سوداگر کي لٽيو ڦريو ٿي ويو ته ڪوشش ڪري ان جو مال ساڳيءَ جنس جي صورت ۾ واپس ٿي ورايائين، ۽ ان وچ ۾ ڪابه شيءِ ضايع ٿيندي هئي ته اها پنهنجي هڙان ڀري سوداگر کي ٿي رسايائين، جيئن هو راضي رهي.

خدا شاهد آهي ته هن جي عملداريءَ دوران هرڪو امن ۾ هو ۽ سڀڪنهن شڪرانا ٿي ڪيا. مسجدون آباد رهنديون ٿي آيون. هي پاڻ به روزي نماز ۽ تهجد جو پابند هو. هن ٻيڙيون تيار ڪرائي ڇڏيون هيون، جن جي ڪمائيءَ مان پنهنجي خوراڪ ۽ پوشاڪ جي خرچ جو پورائو ٿي ڪيائين. رعيت مان ڪابه شيءِ پنهنجي خرچ لاءِ ڪونه اگهاڙيندو هو.

## شير خواجہ جي عملداري:

شمشير خان جي بدليءَ کان پوءِ هيءُ ملڪ (٩٢٣-١) شير خواجہ ('باقي جان خواجہ') (١) جي عملداريءَ هيٺ آيو. جنهن کي اهو ربيع سچتان ئيل (٢) سال ١٠٣٢ هہ (هڪ هزار ۽ ٻٽيهہ) ڏاري تنخواہ طور مقرر ڪري ڏنو ويو. هو پنهنجا عامل هن پاسي آماڻي پاڻ جنت مڪاني (جهانگير بادشاهہ) جي خدمت ۾ رهيو. قضا سان ملڪ جا ڀاڳ اهڙا اچي ٿيا جو آن سال ربيع وارو اهو فصل ماڻهن داڻي بندي جي آسري حد کان وڌيڪ تہ پوکيو پر ان تي الاهي آفت اچي پيئي، جنهن ڪري ڪيتري ايراضي خشڪ ساليءَ جو شڪار ٿي ويئي، جتي ڪا ٿوري گهڻي پوک ٿي هئي تہ ان مان پنج ڪاسا (ٽويا) في جريب مس پليءَ ٿي پيا، جن جو وزن ٽيهہ سير جهانگيري هو ۽ چٽن جا ٽي ٽويا جريب مان ٿي آيا.

شير خواجہ جا عملدار جڏهن هتي پهتا تہ چغل خور ۽ خود غرض ماڻهن موقعي جو فائدو وٺي سندن خوب ڪن ڀريا. نتيجو اهو نڪتو، جو (٩٢٣-٢) هنن اشراف ڪيمني جا ڪمدا ڪٽي ڇڏيا. ڪنهن وٽ بہ ان جو داڻو نہ رهايائون. هنن ڪي الاهي آفت جو ڪوبہ احساس نہ هو. ٻري داڻي بندي ڪري، ان تي ٻاڻي ٻيڻا اگهہ چاڙهي، رعيت کان وصولي ڪيائون. رعيت ويچاريءَ سان ڏاڍا ناحق ٿيا. پر جيئن تہ اها رعيت ڪو وقت اڳ شمشير خان جي عملداريءَ ۾ خوشحال رهي چڪي هئي ان ڪري هن شير خواجہ جي هرڪا زيادتي گوارا ڪئي ۽

---

(١) ڏسو تعليقات.

(٢) "سچتان ئيل سال موش" (ڪوئي جو سال) ترڪن جي مقرر ڪيل ٻارهن سالن مان هڪ سال جو نالو. (مترجم)

هر ڪنهن جيئن ٽيئن گهاڙو سهي، ۽ ان جي پيدائش ۽ مال اسباب وڪڻي ظالمن جا پيٽ ڀري پريا.

انهن عملدارن، چغل خورن جي چرڻ تي لڳي، وڏ وڏيرن جون زمينون پنهنجي قبضي ۾ آنديون ۽ ڪئين ڳوٺ اڄاڙيون ڇڏيون، ڪيترن وڏيرن کي بازارين ۽ گهٽين ۾ چوڪنيو ٻڌي ڪاٺ چاڙهيو ويو، ۽ ڪانئن زوريءَ اڳاڙيون شروع ڪري ڏنائون. ساڳيءَ ريت سوداگرن جي ٻيڙين تي به محصول مڙهيندا ويا جيڪو هر حالت ۾ دستور کان زياده هو؛ هرهڪ ٻيڙيءَ کان آڪي اڳاڙي تي ڪيائون، ٽراوت ۾ جا شئي گهٽ پئي تي سا ٻيڻي ڪندا تي ويا (٣٣٠-١). انهن ظلمن جي ڪري واچ ٻاگ جي چڱن مڙسن رعيت جي ڪن ماڻهن سان گڏجي جهانگير جي درٻار ڏانهن رخ ڪيو. بادشاه سلامت تن ڏينهن ۾ لاهور واري دارالخلافه ۾ هو ۽ شير خواجه به سنڌس حاضريءَ ۾ هو. جڏهن فريادي لاهور پهتا ته سنڌن داد خواهيءَ کان اڳ شير خواجه (جيڪو پنهنجي عملدارن جي افعالن کان واقف هو) اٽڪل ڪري فريادين کي پاڻ وٽ گهرائي ورتو ۽ هرهڪ کي دم دلاسو ڏيئي گذر سفر لاءِ پروانا هٿ ۾ ڏنائين ته هو اڳئين دستور موجب پنهنجين زمينن تي وڃي قبضو ڪن. عملدارن جيڪي ڪانئن زوريءَ کسيو هو، سو به سڀ ڪنهن کي واپس ڏيارايائين. اهڙيءَ طرح رعيتي ماڻهن کي به دلداريون ڏيئي شهشيرخان واريون رعايتون ڀليءِ وڌائين (٣٣٠-٢). جيئن ته ماڻهو هن جي عملداريءَ دوران ڏاڍي آزار ۾ اچي چڪا هئا، ان ڪري سنڌس ايترن ايچن مان به راضي نه پئي ٿيا. هن جا ڪيو، جو انهن ظالم عملدارن کي (جن ماڻهن سان تعديون ڪري ڇڏيون هيون) قيد ۾ وجهي، ڪئانئن ڏند مڙهي ڇڏيائين، ۽ انهن جي جاءِ تي وري ٻيا عملدار آڻائيائين. غرض ته ماڻهن سان جيڪي ظلم ٿي چڪا هئا تن جو ازالو ٿي ويو. انهيءَ وٽ

پڪڙ جي ڪري هن جا عملدار وري ڪنهن ٻي ظلم ڪرڻ کان باز اچي ويا، رعيت سان گڏ وڏيرن به سامت جو ساهه کنيو، ليڪن ٻيڙين ٽان ماڳيو حد کان وڌيڪ محصول اڳاڙيو ٿي ويو ۽ سوداگرن سان ماڳيو ٿي ويل هو.

انهيءَ شير خواجه جي عملداريءَ ۾ سميجن انڙن سان ڇڪيون جهيڙون ٿيون. هن مير عاقل نالي هڪ سيد کي لاڪاڻ پرڳڻي جو فوجدار مقرر ڪري، پنهنجي پاران سميجن انڙن مٿان رکيو، جنهن پنهنجا پنجاهي سوار (١-٣٣١) اهڙي نموني سميجن مٿان ٿاڦي ڇڏيا، جو بيان ڪري نٿو سگهجي. هي لاڪاڻ جي ڳوٺ ۾ درياهه جي ڪنڌيءَ سان قلعو تيار ڪرائي ان ۾ ويٺو رهيو، ۽ جيڪي ٻيڙيون نئين کان ٿي آيون يا نئين ڏانهن پئي ويون تن کي هڪ هنڌ گڏ ٿيڻ بدران چوڪيءَ پاسي روانو ڪيو ٿي ويو، جتان اڪيلي ٻيڙي يا ٻه ٻيڙيون گڏجي فراغت سان اينديون وينديون پئي رهيون. هن هڪ هنڌ ٻيڙين جي گڏ ٿيڻ يا چوڪيءَ تي بيهڻ جو رواج ختم ڪري ڇڏيو. سميجن انڙن ٿوري هوسڙن سان ڪنهن کي به مجال يا حرص نه پئي ٿيو، جو ٻيڙين سان ڪا هٿ چراند ڪن. ان باري ۾ سميجن سان ڪي ڇڪريون به لڳي چڪيون هيون، جن ۾ کين شڪست آئي هئي. سميجن سان جيڪي ماڻهو جهلجي ٿي پيا تن کي فروخت ڪيو پئي ويو.

پڇاڙيءَ شير خواجه جي سيوهڻ واري عملدار يار محمد ڪوڪه جي مير عاقل سان عداوت شروع ٿي. هيءُ پنجاه ماڻهو مير عاقل جا ۽ چاليهه ماڻهو پنهنجا ساڻ ڪري (٢-٣٣١) باغبانن جي پرڳڻي ڏانهن روانو ٿي ويو. مير عاقل وٽ هاڻ باقي ڏهه ماڻهو وڃي بچيا، جن سان گڏ هو لاڪاڻ واري قلعي ۾ ويهي رهيو. سميجن جڏهن ڏٺو ته مير عاقل اڪيلو آهي ۽ سيوهڻ وارو (يار محمد جو لشڪر) به پري نڪري چڪو آهي، تڏهن پوياڙيءَ

جي نماز مهل وجهه وٺي قلعي جي ڀاهران ٻيڻل سندس آٽ ڪاهي ويا. مير عاقل پنهنجا ڏهه ماڻهو وٺي انهن بدبختن جي ڪيڏ پيو ۽ سانجهيءَ جي نماز مهل وچي ڪين رسيو. هن پنهنجن ڏهن ماڻهن کي چيو: منهنجي دل چوي ٿي ته اڄ هتي شهيد ٿيندس! توهان وچي پنهنجي پوين جي سار لهو! اهو ٻڌي پنج ڇهه ماڻهو انهن ڏهاڪو ماڻهن مان دل نه جهلي واپس لاڪاٽ جي قلعي ۾ موٽي آيا. باقي همراه مير عاقل جو ساٿ ڏيئي بيهي رهيا. سميجن اچي سڀني کي گهيرو ڪيو ۽ مير عاقل کي چيائون: تو پاڻ چيو هو ته جڏهن مڙس تي ڪا اوکي ويل اچي ته ڪيس گهوڙي تان هيٺ لهي اچڻ گهرجي ۽ اها ئي ويل آهي سو تون پنهنجي قول کي پاڻي ڏي!

مير عاقل ائين ئي ڪيو (۳۳۲-۱)، ۽ گهوڙي جي مشڪين ۾ هٿ وجهي، خدا کي ياد ڪري، هيٺ لهي آيو. اڃي ٿي پن ٽن ماڻهن سان منهن ڏيندي شهيد ٿي ويو!

خان خانان مهابت خان (۱) جي فتور وقت شريرالملڪ (۲) جيڪو سلطان شهريار (۳) کان اڳ ٺٽي جو صوبه دار هو،

---

(۱) زمان بيگ ولد غيور بيگ. خطاب، مهابت خان خان خانان. متوفي ۱۰۴۴ھ. اهو فتور سال (۲۱ جلوس جهانگيري جيڪو اڳاري ڏينهن ۲۲ جمادي الثاني ۱۰۳۵ھ ۾ شروع ٿيو) پت (جهلم درياه) وٽ واقع ٿيو (ڏسو ماثر الامراء ۲۹۷ تزڪ ۴۱۳)

(۲) شريف الملڪ ۱۰۳۵ھ ڌاري ٺٽي جو حاڪم هو. شهزادو شاهجهان رمضان جي پڇاڙيءَ يا شوال جي شروعات (۱۰۳۵ھ) ڌاري ٺٽي پهتو (ڏسو تزڪ ۴۲۱-۴۰۳-۴۲۵ ۽ تحفتہ الڪرام ج ۳- ص ۹۴۰)

(۳) سيد بايزيد بخاري. خطاب، مصطفيٰ خان، ذوالحج ۱۰۳۴ھ يا محرم جي شروعات ۱۰۳۵ھ ڌاري فوت ٿيو. ٺٽي جي حڪومت پوءِ سلطان شهريار کي ملي. (ڏسو تزڪ ص ۴۰۷).

سميجن انڙن تي چڙهائي ڪرڻ جي سانگي لاڪاٽ واري ڳوٺ ۾ اچي ويٺو هو ۽ يار محمد ڪوڪہ کي لشڪر سميت اتي گهرايو هئائين جيئن هڪٻئي جي سات سان سميجن انڙن تي ڪاهہ ڪئي وڃي. جڏهن يار محمد ڪوڪہ پنهنجي لشڪر سان آن وٽ ويو تہ شرير الملڪ (١) پنهنجي فوج کي سيوهڻ ڏي مقرر ڪيو، جا قلعي ۾ اچي داخل ٿي. ايئن هن بنا ڪنهن تحريري حڪم جي سيوهڻ جو علائقو شير خواجہ جي سائهن کان هٿ ڪري پنهنجي قبضي ۾ آندو.

## شمس الدين جي عملداري

ٻوءِ هو (شرير الملڪ) شمس الدين کي هتان جو حاڪم مقرر ڪري پاڻ ٺٽي ڏانهن هليو ويو. سميجن انڙن سان ڪابہ هٿ چوهي نہ ڪيائين. انهيءَ شمس الدين جي عملداري جهڙي هئي تهڙي نہ هئي، چاڪاڻ تہ هن وڳوڙين کي هٿ ئي نہ لاتو. پر هڪ دفعي (٢-٣٣٢) خواجہ عارف نالي پنهنجي ڪنهن عزيز کي سپاهہ سان ڏيئي باغبان واري پرڳڻي ۾ سميجن ڏيہن ڏي ڪاهي وڃڻ لاءِ موڪليائين. هن اتي وڃي ڪا سوبہ نہ ڪئي ۽ واپس اڪبر آباد جي ڳوٺ ۾ اچي پهتو. هتي پہ سميجا ٽپيا، پاسي وارن پنهورن ۾ مهمان ٿي ٽڪيل هئا، جن کي خواجہ عارف گرفتار ڪري سيوهڻ ڏانهن روانو ٿيو. پنهورن پنهنجي مهمانن جي پڪڙجڻ تي شورش ڪئي ۽ خواجہ عارف سان وڙهي کيس شڪست ڏنائون. سندس لشڪر مان ٻارهن کن بازو قتل ٿي ويا، جن ۾ ڪي سوار تہ ڪي پيادا هئا، خواجہ عارف پنهي (گرفتار ٿيل) سميجن کي ماري ڇڏيو ۽ پاڻ سهڪندو اچي سيوهڻ جي قلعي ۾ پهتو. شمس الدين بي پير، لطيف بيگ

---

(١) ڏسو تعليقات، ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾.

(٣٣٣-١) ۾ ٻين اوڙهن ڇڻن (شاهي ملازمن) کي شهيد ڪري
هڪ اونهيءَ کڏ ۾ دفنائي ڇڏيو. باقي ظلم ستم جيڪي شيرالملڪ
جي ماڻهن سان ڪيا ويا، سي به ساڳيءَ ريت عمل ۾ آيا.
انهيءَ ڪري هن جي جاءِ تي وري نوروز بيگ نالي
ٻئي عملدار کي رکيو ويو. وڃڻ وقت هن رعيت ۽ واپارين
کان سڀئي بقاياڻون چڪي تائي وصول ڪيون. اهڙيءَ طرح
قرض ۾ ڏنڊ آڳاڙي، ملڪ جو تختو اونڌو ڪري، ننڍي پيڙو
وجهي ڏيو.

اها پهرين بدعت هن ملڪ ۾ شروع ٿي
جو قرآن جي آيت ولاتزر وازرة وزر آخري -
کي عمل نه ڪيو ويو. (١)

## نوروز بيگ جي عملداري

هن (نوروز بيگ) جي عملداريءَ ملڪ کي ويتر زبون
ڪري ڇڏيو. ليڪن شيخ مصطفيٰ ڪروڙيءَ باغبانن واري پرڳڻي
۾ نوسڙين سان منهن ڏيندي چڱي مڙسي ڏيکاري. اهو واقعو هن
طرح ظهور ۾ آيو: هي باغبانن جي پرڳڻي سان وصولي ڪرڻ
لاءِ سيوهڻ ۾ اچي قلعي جي ٻاهران ترسيو، ونس ست سئو
پنهنجا سوار موجود هئا (٣٣٣-١). ايتري ۾ نوسڙين اچي سيوهڻ
جي پرڳڻن سان ڦر لٽ ڪئي. اها خبر ڏينهن لڙڻي مهل سيوهڻ
۾ اچي پهتي. شيخ مصطفيٰ جيئن قلعي جي ٻاهران ويٺو هو،
تيئن ڪاڙ ٻڌي، انهن نياڳن جو پيڇو ڪيائين ۽ نار جي ڀوٽ
وٽ وڃي ڪين پهتو. الي سانجهي ٿي چڪي هئي، تنهن ڪري
ماڻهن کيس چيو ته هاڻ اوير ٿي ويئي آهي ۽ غنيم به مال
هڪلي وڃي جبل ۾ ٺاهيڪو ٿيو، چڱو ائين آهي ته تون واپس

(١) ڪوبه بار کڻندڙ ٻئي جو بار نٿو کڻي.

هليو و ج! پر هو نه مڙيو، گهوڙن کي گاهه پٺو ڏيئي وري انهن کي سنجي، سانجهيءَ جي نماز کان پوءِ اڳتي وڌيو. سڄي رات پنڌ هنيائين، پٺي ڏينهن ڪانو سج مٿي چڙهي آيو ته به ڪاهيندو رهيو، وڳوڙين کي اچا ڪا به ڪل ڪانه پيئي هئي. هو بي اونا تي گهوڙا ۽ پيو مال چاري وارن پاسن ڏانهن آماڻي، پاڻيءَ جي هڪ تلاءَ تي سمهي پيا. اوچتو لشڪر مٿن ڪاهي آيو، ڪن پل ۾ نومڙين جا چاليهارو ماڻهو مارجي ويا، جن جون مسيون لاهي (١٤٣٣-١) سندن گهوڙا ۽ ٻڍا هٿ ڪيائين ۽ رعيت کي به ڀور ڀڳا موڙائي ڏنائين.

## سيف الملوڪ ڪاشغري جي عملداري:

نوروزبيگ جي تبادلي کان پوءِ سيف الملوڪ ڪاشغري هتان جو حاڪم ٿيو. هن سان پين منصبدارن جو جٿو به ساڻ هو. ڪيس خريف تنخواه ۾ ڏنل هئي. پر هي خريف جي فصل ڪڇڻ کان پوءِ آيو ۽ ربيع به آڪلاءَ ۾ هئي. نوروزبيگ اڳوات ئي خريف تي قبضو ڪري چڪو هو. سيف الملوڪ پنهنجو حصو وصول ڪري ڪانئس دستاويز لکرائي ورتو، جيئن خريف جي جوابداريءَ لاءِ ان کي ثبوت طور دربار ۾ پيش ڪري سگهي. باقي ربيع جي فصل تي هن پاڻ ئي ڌاڪو ڄمايو. هيءَ هڪ جري سپاهي هو.

هڪ دفعي مهدي نالي پنهنجي ڀاءُ کي لشڪر ساڻ ڏيئي سن جي پرڳڻي ڏانهن موڪليائين، انهي خيال سان ته جيئن ساڻهن تي لشڪر جو رعب وهجي وڃي ۽ سميجا آنڍ به ڏهڪاءَ ۾ اچي وڃن (١٤٣٣-٢). هن جي مرضي هئي ته سن جي ڳهيڙ وٽان سميجن انڙن ڏانهن ٽپي وڃي، پر اينتري ۾ سميجا سن جي سيدن کي وچ ۾ آڻي، پنهنجا چار سردار اڳ ۾ ڪري،

مهدي سلطان سان اچي مليا. هو کين پنهنجي پاڻ وٽ سيوهڻ
۾ وٺي آيو. پاڻس سپاهگيريءَ جي تدبير موجب انهن کي قيد
۾ وجهي ڇڏيو ۽ سميجن تي ڪاهي وڃڻ جا گهاٽ گهڙيندو رهيو.
ٻئي دفعي نومڙين حويليءَ جي پرڳڻي وارن ڳوٺن تي
چڙهائي ڪئي، جنهن جي خبر ماڻهن وڃي سيف الملوڪ کي ڏني.
هن وري مهدي سلطان کي لشڪر ساڻ ڏيئي نار جي ڳوٺ
ڏانهن آماڻيو. مهدي سلطان پنڌ هڻي وڃي نار جي قلعي ۾ رات
رهي پيو. صبح ٿي نومڙيا نڪر جو پاسو وٺي، نار ڳوٺ جي
مٿان لنگهي (٣٣٥-١)، ڪڇيءَ واري ڳوٺ تي (جيڪو نار
جي اورئين پاسي سيوهڻ جي قلعي طرف هو) ڪاهي، ماڻهن جو
مال ڪڍي ويا. پوياڙيءَ جي مهل اها خبر سيف الملوڪ تائين
پهتي، جيتوڻيڪ اڳ ۾ ئي لشڪر کي پنهنجي پاڻ سان ڏياري
موڪليو هئائين ۽ ونس ڪن پوڙهن سوارن کان سواءِ ڪو
سپاهي به ڪونه هو، ته به اها خبر ٻـڌڻ شرط غيرت ۾ اچي
آتاوليءَ مان چار پنج سوار ساڻ ڪري نڪتو. سندس پاڻ مهدي
سلطان ڪانئس اڳ نار جي ڳوٺ مان نڪري سانجهيءَ جي نماز
مهل وڳوڙين سان وڃي پيتو. هنن جبل جو پاسو ورتو، ۽ ٻنهي
ڌرين ۾ تيرن بندوقن جي ويڙهه شروع ٿي ويئي. انهيءَ ويڙهه
۾ ڪوبه ماڻهو نه مئو، پر غنيم شڪست کائي پوئتي موٽي ويو.
آخر مهدي سلطان به ماڻهن جا ڍورڍڳا نومڙين کان ورائي (٣٣٥-٢)
پوئتي موٽ کاڌي ۽ رات تي ٻيئي پاڻ گڏجي سيوهڻ هليا ويا.

## احمد بيگ خان جي عملداري: (١)

جيئن خريف جي فصل جو آڪلاءُ ٿيو ۽ سميجن تي
چڙهائي ڪرڻ جو وقت آيو، ته سيف الملوڪ کي بدلي ڪري

---

(١) ڏسو تعليقات، ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾.

جوڻيجن جي پرڳڻي کان سواءِ باقي سمورو علائقو احمد بيگ خان جي حوالي ڪيو ويو. احمد بيگ خان جي اچڻ تائين مرتضيٰ خان مرزا حسام الدين (١) جيڪو ان وقت ٺٽي جو صوبہ دار هو، پنهنجن ماڻهن محمد رضا بيگ کي حاڪم ۽ ابـراهيم بيگ کي ديوان جي حيثيت ۾ هتان جـي عملداريءَ لاءِ موڪليو. هنن اچي خريف جي فصل تي قبضو ڪيو. ايتري ۾ احمد بيگ خان بہ اچي پهتو. هن پنهنجي اوائلي ڏينهن ۾ ماڻهن سان مٺو سلوڪ ڪيو، ۽ هوريان ڏاڍيان سڀني پرڳڻن ۽ ڳوٺن جا ارباب توڙي مقدم وٽس اچي رهيا. احمد بيگ خان جڏهن ڏٺو تہ سڀئي ٻاهريان ماڻهو سيوهڻ ۾ پهچي چڪا آهن تہ پنهنجي پٽ مرزا يوسف کي (١٠٣٦-١) جو ساڻس گڏ هو ۽ ظلم ستم ۾ حجاج بن يوسف جي استاد جو درجو ٿي رکيائين، سڀڪجهہ حوالي ڪري، پنهنجي مهر سان کيس اختيار جو پروانو ڏيئي ڇڏيائين. هن پوءِ پنهنجي گهر کي سرڪاري دفتر بڻائي، ڪارروايون شروع ڪري ڏنيون.

مرزا يوسف پرينديءَ ٿي اهو ڪارنامو ڪيو جو اڳين عملدارن کي بنا ڪنهن پڇا ۽ حساب ڪتاب جي قيد ۾ وجهي ڇڏيائين. ان کان پوءِ ملڪ جي اربابن جي توڙي تپائي ڏنائين. پيو ڪم اهو ڪيائين جو چغل خورن جي چوڻ تي لڳي پوڻي جي آبادي وارن پنهورن جي ڳوٺن جهڙوڪ آراڙي وغيره (جن جو تفصيل اڳتي ڏنو ويندو) ۽ اڪبر آباد واري واهي جيڪي اڳ ڪڏهن بہ ضبطيءَ هيٺ نہ آيل هئا ۽ انهن تان ڪا بہ ڍل نہ ٿي ورتي ويئي، تن تي زوريءَ قبضي ڪرڻ ۽ مٿن ڍل مڙهڻ جو ارادو ڪيائين. تنهن کان سواءِ سيوهڻ جي ٻنهي پرڳڻن جي مال (ڍورن ڍڳن) لاءِ حڪم ڪيائين تہ انهن تي داغ (ڏنڀ) لڳايا وڃن ۽ مال جي ڳڻپ ڪرڻ ۾ اچـي. ان کان اڳ جهانگير

(١) ڏسو تعليقات.

بادشاه جي زماني ۾ اهو ڏنڊ ڏيڻ وارو رواج مغل سلطنت اندر ختم ڪيو ويو هو. (٢٣٦-٢) ۽ اڄ ڏينهن (١٤١٠هه) تائين اهو فرمان هن ملڪ ۾ جاري هو. اهو حال ڏسي پڇنديءَ وارا ڪي ارباب جهڙوڪ بهاءالدين پنهور ۽ ٻيا رات وچ ۾ ملڪ ڇڏي وڃڻ لاءِ تيار ٿيا، ليڪن پنهورن جا ٻيا سردار ارباب علي ۽ ارباب دائود جيڪي بهاءالدين جي برخلاف هئا، تن پڇڻ جي ڪانه ڪئي. انهن مان ايڪيتاليهن ڄڻن کي حڪم مليو ته اڪبرآباد واري واهيءَ جي ڳوٺ کي وڃي ضبطيءَ ۾ آڻين. ان لاءِ ڪي پنهنجا ماڻهو به ساڻن گڏجي موڪليائين. جڏهن اهي اڪبرآباد واري واهيءَ ۾ پهتا ته بهاءالدين پنهور جي ماڻهن جابلو ماڻهن سان گڏجي انهن ايڪيتاليهن ڄڻن کي قتل ڪري ڇڏيو. باقي وهيل اوباب، مقدم، پٽواري وغيره پنهنجن گماشتن سان گڏ دشمنن جا قيدي ٿي ويا. ان واقعي کان پوءِ هن بيت جي مطلب موجب آسمان گردش ۾ اچي ويو:

چو خواهد که ويران کند عالمي
نهد ملک در پنجهٔ ظالمي

”خدا جڏهن ڪنهن ملڪ کي ويران ڪرڻ
گهري ٿو ته ان کي ظالم جي هٿ ۾
ڏيئي ٿو ڇڏي.“

اهڙيءَ ريت ماڻهن سان عقوبتون ٿيڻ لڳيون. ڳالهه وڃي ايستائين پهتي، جو هر روز ڪنهن نه ڪنهن منزل تي وقت جي حاڪم پنجن ڏهن سون ماڻهن کي ناحق ڦاهيءَ تي چاڙهي قتل ڪرايو. اهي ڦٽڪا سو ڪان وٺي پنج سون تائين هڪ ماڻهوءَ جي پٺيءَ تي لڳندا ٿي رهيا. هڪ پاڻولي خاص انهيءَ ڪم لاءِ سيکاري ويهاريو ويو هو ته ڦٽڪا لڳندي جيڪڏهن انهن جون کهيون ڇڄي

پون تہ اهي بر وقت سبي ناهي نيڪ ڪيون وڃن.

احمد بيگ خان پنهنجي عادت موجب سارو ڏينهن محل اندر پيو رهيو. رڳو رات جو پاهراچي ڪچهري تي لڳرايائين، ۽ اها ڪچهري رات جي پوئين پهر تائين هلندي هئي. مرزا يوسف ان وقت بہ پنهنجي پاءُ وٽ اچي ان جي ووبرو بہ ماڻهن کي قتڪا پئي هٽايا. قتڪن هٽندي جيڪڏهن ڪو ماڻهو مري پوندو هو تہ ان جي ڪيس ڪا بہ پرواهہ نہ هوندي هئي. هوئن بہ عام طرح شيعي مذهب وارن لاءِ سنين کي آزارڻ (٢-٣٣٧) وڏي عبادت سمجهي وڃي ٿي. (١)

اهو ظلم ايتري تائين وڌي ويو، جو سيوهڻ شهر جي ڪنهن بہ زال يا مرد بابت جيئن بہ خبر پيئي ٿي تہ هن وٽ ڪا شيءِ آهي تہ ان کي گهرائي مٿس ڪانہ ڪا تهمت ڌري ڪيس قتڪا لڳرايا ٿي ويا ۽ جيڪي ڪجهہ وٽس هو تنهن تي قبضو ڪيو ٿي ويو. ملڪ ۾ جنهن وٽ بہ ڪو اٺ يا وهٽ هو تہ زوريءَ ڪانئس کسي ان کي سرڪاري ملڪيت ۾ داخل ڪيو ٿي ويو. اها هئي سندس ظلم جي نرالي نوعيت، جنهن مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ هن جا پيا ڪلور ڪهڙا هوندا.

هن سيني گهٽن تي پنهنجا ماڻهو ويهاري ڇڏيا هئا. سندس حڪم هو تہ منهنجي مُهر ڪان سواءِ ڪنهن کي بہ نہ ڇڏيو وڃي. جيڪا پيڙي مٿان ڪان هيٺ تي يا هيٺان ڪان مٿي پئي آئي ويئي، ان جي ماڻهن کي پاڻ وٽ گهرائي، قابو ڪري، ڪي ڏينهن پيڙيءَ کي اک ۾ ٿي رکيائون. سوداگرن تي زوربار وجهندا ٿي رهيا تہ اتي ئي پنهنجي مڏي لاهين، ۽ نيٺ اهي ويچارا تنگ ٿي سندن زوربار ڪان هر پيڙيءَ تي ڏن ڏيئي جند ڇڏائيندا ٿي ويا. تنهن ڪان پوءِ (١-٣٣٨) سوداگرن ۽ مهاڻن کي ڇڏي،

---

(١) حقيقت ۾ ظالم جو ڪوبہ مذهب نہ.

ٻـاقي نوڪرن چاڪرن کي قيد ڪري، ڪين ڦٽڪا هڻي زور پريو ٿي ويو ته سرڪاري غلام ٿين. سوداگرن کان جن ٻه موڙي هٿ پئي ڪئي تن کان اها موڙي اڌ ٻها ۾ ورتي ٿي ويئي. جنهن ڳوٺ جا رهاڪو ڀيڙيءَ تي ڌاڙو هڻي مال کڻي ٿي آيا، تن کي قيد کان معافي ڏيئي، سروپا ڏيکائي، سرڪاري ملازمت ۾ رکيو ٿي ويو. آئنده لاءِ انهن کي تاڪيد ڪيو پئي ويو ته اوهان کي جتان ٻه ڪا ملڪيت هٿ اچي سا حاڪم اڳيان آڻي حاضر ڪريو.

بنگال مان جوئارين جا ٽولا گهرائي انهن کي شهر جي گهٽين ۾ چيڪ چڙيو ويو. اهي جوئاري آئي وئي کي زوريءَ جوئا کيڏڻ تي مجبور ڪري، ان جا کيسا خالي ڪندا ٿي رهيا. جيڪڏهن هارائڻ کان پوءِ ڪنهن ڏانهن ڪجهه ٻـاقـي ٿي رهيو، ته ان ويچاري جا ڪپڙا بدن تان لهرايا ٿي ويا.

سيوهڻ جي شريف ۽ معزز ماڻهن کي گهرائي، انهن کان شهر جي چوڌاري قلعي جو آترو (بنياد) کٽائي، ڪين حڪم ڏنو ويو ته هرڪو پنهنجي مٽي تي مٽي ڍوئي، اڌاوت ۾ بيگار وهي (٨٣٢–٢). جيڪو ماڻهو پاڻ ڪم ڪرڻ جهڙو نه هو ۽ پنهنجي بدران ڪو مزدور مڙو ٿي وهائڻ گهريائين ته ان ويچاري مان ڄڻيون ٿي ڪرايون ويون.

هڪ دفعي سامتياڻين جي قاضي عبدالواحد کان زبردستيءَ سو رپين جو دستاويز لکرائي ابراهيم پروچ کي وڪرو ڪيو ويو. پوءِ قاضيءَ ۽ پروچ کي آهون ماهون ٻيهاري، ڦٽڪن هڻندڙ کي حڪم ٿيو ته تون ابراهيم پروچ کي هڪڙو ڦٽڪو هڻي ڪانئس سو رپئي جي گهر ڪر. هوڏانهن ابراهيم پروچ کي حڪم مليو ته تون وري قاضي عبدالواحد کي ڦٽڪو هڻي وٽانس هڪ سو رپيا طلب ڪرا

نيٺ سنئيل منصوبي موجب:

ڦڻڪي وارو ابراهيم پروچ کي هڪ ڦڻڪو وهائي
ڪيس چوندو رهيو ته جلدي ڪر هڪ سو رپيا هلاءِ!
ابراهيم پروچ وري قاضي عبدالواحد کي ڦڻڪو هڻي
ٿي چوڻ لڳو ته وارو ڪر هڪ سو رپيا هڙ مان ڪڍ!!
جنهن ڏينهن تي سيوهڻ ۾ اهو سانگ وڃايو ويو، اهو
ڏينهن شهر جي ماڻهن لاءِ ڪاري قيام برابر هو. ڪي
ماڻهو اهڙا به هئا، جيڪي تماشائي بڻجي ڪلمدا ٿي رهيا.
ان کان علاوه چغل خورن ۽ ڪمينن ماڻهن کي "حقيقت دان"
جو لقب سليل هو ۽ توورماپ جي دستور ۾ به گهٽي قدر واڌ
کان ڪم ورتو ٿي ويو. ماڻهن جون زمينون ضبط ڪري، انهن
تي ڳريون ڍلون مڙهي، زوريءَ وصوليون ڪيون ٿي وڃون.
(٩-٣٣١) اهي ڍلون اهڙيون اٿايون هيون جو ماڻهو پنهنجي
جان ڇڏائي نه ٿي سگهيا. آخرڪار انهن کي پنهنجي پوک
جي اپت سان گڏ ڍور ڍڳي ۽ ٻني ٻاري سميت گهر ٽڙ
وڪڻي پورت ڪرڻي ٿي پيئي.
هڪ ٻيري ربيع جي فصل تي اهڙي آسماني آفت اچي
نازل ٿي، جو ٻيڻل فصل صفا سوڪ ٿي ويا، جتي ڪو پوتو
باقي رهيو تنهن ۾ به ان ڪٽو ڪونه هو. مرزا يوسف (١)
جي مرضي هئي ته ٻنيون داڻي‌بنديءَ هيٺ آڻي، آسماني آفت
جي ڳالهه درگذر ڪري، ماڻهن کان ايندڙ خريف جي فصل
تان اڳاڙي ڪئي وڃي. رعيت ويچاريءَ کي خريف جي وصوليءَ ادا
ڪرڻ جي طاقت ڪانه هئي. تنهن ڪري هر ڪنهن پاڄ ۾
۾ منهن وڌو (٩-٣٣٢). نتيجو اهو نڪتو جو واڇن جا راڄ
پنهنجي پوک ڇڏي ڀڄي ويا. وڳو جيڪي ماڻهو اڳوات قيدن ۾
قابو هئا اهي اتيئي رهيا. جيڪي ٽڙ ٽڪڙ ۾ گهر ڇڏي وٺي

---

(١) نسخي 'ب' ۾ هتان هڪ ورق (٣٥٥) غائب آهي.

پيگا، تن جو ارڪو ترڪو احمد بيگ خان جا سپاهي تگائي
ويا. رهي ڪهي ڪسر وري وڳوڙين اچي پوري ڪئي.

اهڙو ڪوبہ ساءُ پٽ ڪونہ هو، جيڪو دل جهلي مرزا
يوسف جون قهري ڪارروايون وچي احمد بيگ خان وٽ بيان
ڪري تہ تنهنجي پاءُ اجهو هينءَ ٻارڻ ٻاري ڏنو آهي. نيٺ
راقم الحروف (يوسف ميرڪ) هڪ رات وجهہ وٺي احمد بيگ
خان ڪي چٺي ڏنو تہ ”هيءُ ملڪ خدا جو آهي، جنهن ان ڪي
بادشاهہ جي حوالي ڪيو ۽ بادشاهہ توکي پنهنجو نائب مقرر
ڪري ملڪ جو والي بڻايو، ۽ تو وري خدا جي مخلوق کي
پنهنجي ظالم ڀاءُ جي تحويل ۾ ڏيئي ان جو خانو خراب ڪري
ڇڏيو. قيامت جي ڏينهن توکان ضرور پڇاڻو ٿيندو. ان کان
اڳ بادشاهہ بہ توکي وٽ ڪندو (٣٤٠-١). قدرت سان
انهن ڳالهين جو مٿس ڪجهہ اثر پيو. اتفاق سان پاڻس ان
وقت هڪڙي چغل خور کي سروپا ڏڪائي، انهيءَ چبوتري
جي هيٺان وٺي آيو، جنهن تي احمد بيگ خان ويٺل هو. اهو
چغل خور پنگ پيتل هو ۽ پنڪيون پئي ڪاڍائين، سندس وات
آل ڪانوَ وانگر ڦاٽل هو. احمد بيگ خان پنهنجي هڪ ماڻهوءَ
کي حڪم ڏنو تہ هن پنگيءَ جي وات ۾ مٽي وجهہ ا هن
ائين ڪيو. ان رات بہ ٽي سو ماڻهو قيد سان آزاد ڪرايائين
۽ ماڻهن کي قلعي جي بيگار کان روڪيو ويو. تنهن کان پوءِ
پنهنجي مهر مرزا يوسف کان کسي پاڻ وٽ رکيائين. پر ان
سان ڪهڙو فائدو ٿي سگهيو ٿي، ان حالت ۾ جڏهن ملڪ
پينگ تي چڪو هو ۽ ماڻهو پنهنجيون پٽيون ڇڏي بہ سنهن
ڪري پڇي ويا هئا؟ ڪي ڳوٺاڻا جيڪي بوبڪن ۽ ڳاهن وارن
پرڳڻن ۾ (٣٣٠-٢) آرام سان وسندا هئا، تن کي بہ پنهورن،
جاباو ماڻهن سان ملي، اچي تاراج ڪيو هو.

احمد بيگ خان کي جڏهن ان جو پتو پيو تہ سيوهڻ مان نڪري

ڳاهن واري پرڳڻي جي ڳوٺ سامتياڻين ۾ اچي ويٺو، جو بهاءالدين پنهور جو ساڳ هو. اتي پهچي رعيت کي گهڻيون دلداريون ڏنائين، پر ڪنهن به مٿس اعتبار نه ڪيو. حالت اها هئي جو جيڪو شخص رات جو وٽس تي آيو سو صبح ٿيڻ تي پڇي هليو ٿي ويو.

راقم الحروف (يوسف ميرڪ) پنهنجي اختياري وطن جون اهي حالتون ڏسي، انهيءَ ڏي هنڌان احمد بيگ کان موڪلائي، مير جي بهاني سيوهڻ پرڳڻي جي جوڻيجن واري ڳوٺ ڏانهن روانو ٿيو، جيڪو ان زماني ۾ مير ابوالبقا جي جاگير ۾ هو. اهو بهانو ان ڪري ڪيائين ته جيئن اتان شاهجهان جي درٻار ۾ پهچي، احمد بيگ خان جي عملداريءَ جا ڪارناما (١٤٣-١) وٽس پيش ڪري.

هي جڏهن اهو ارادو ڪري بکر پهتو ته حڪيم صالح، (١) محمد علي بيگ (٢) ۽ مان سنگهه جيڪي ڪنهن زماني ۾ بکر جا حاڪم هئا، تن کي ڪوڙڪ پنجي ويٺي ۽ هنن احمد بيگ خان ڏانهن سچي روئداد لکي موڪلي. احمد بيگ خط پڙهي اچي ششدر ٿيو ۽ ماڻهن تان ظلم جي ٻاهه ڍري ڪري ڇڏيائين. ڪيترن کي ربيع جي فصل ۾ اَن جون ٻاريون بخش ڪيائين. وڏيرن کان به ساڳئي فصل ۾ جيڪي آني بهاني اڳاڙيون ڪيون هئائين، سي به ڪين واپس ڏنائين. ان سان گڏ راقم الحروف (يوسف ميرڪ) ڏانهن ميرهاشم نالي پنهنجي ملازم کي اماڻيائين، ۽ حڪيم صالح، محمد علي بيگ بندري ۽ مان سنگهه کي منتوهم پريائين ته دم دلاسو ڏيئي مون کي سيوهڻ موڪلين ۽ منهنجو خيال رکندا اچن، جيئن درياهه اڪري ٺٽي پاسي نه هليو وڃي.

---

(١) ڏسو تعليقات.

(٢) ڏسو تعليقات.

ليڪن مير هاشم جي پهچڻ کان اڳ (١٠٤١-٢) آءٌ بکر چڙهي پنهنجي منزل مقصود ڏانهن روانو ٿي چڪو هوس.

انهيءَ زماني ۾ جڏهن مؤلف جو پيءُ ميرابوالبقا ملتان جو صوبيدار هو، تنهن وٽ پهچي، مون اهو معمو ڪيو ته هندستان جي سفر لاءِ سنبت ڪري نڪران، پر انهيءَ وچ ۾ ميرابوالبقا ملتان مان بدلي ٿي ٺٽي جي صوبيداري لاءِ وڃي رهيو هو(١)، ۽ مون کي ٺٽي وٺي آيو، انهيءَ آسري تي ته ٺٽي پهچي مون کي هندستان جي سفر تي اماڻيو ويندو. قضا سان آب هوا جي تبديليءَ سبب مون کي نزلي جي تڪليف ٿي پيئي، جنهن ڪري مسافري ملتوي ڪرڻي پيم. بهرحال مون خدا جي در باس باسي چڙهي هئي ته بيماريءَ مان اٿڻ شرط سنڌ جي صورت حال کي ڪتابي صورت ۾ آڻي، پاڻ سان کڻي وڃي بادشاهه جي حضور ۾ پيش ڪندس. خدا جو شڪر جو هن تقاضا مطابق:

الاهي تو بر نيتم آگهي،
چو نيت بخير است خيرم دهي!

خدايا، تون منهنجي نيت کان واقف آهين، نيت چڱي آهي ته نتيجو به چڱو ڪجانءِ. آخرڪار هي ڪتاب ”مظهرالتدبير“ مڪمل ڪري ورتم، انهيءَ اميد تي ته (١٠٤٢-١) امير عادل، مقوي الاسلام، ابوالمظفر شهاب الدين محمد شاهجهان بادشاهه:

جيڪو ورهين کان خلافت جي ميدان سنواريندو اچي ٿو، جنهن کي هرڪو پنهنجو مونس ۽ غمگسار ٿو سمجهي، ضرور هن ڪتاب تي عنايت جي نظر

---

(١) مير ابوالبقا، يمين الدوله پاران ملتان ۾ نائب هو. مرتضيٰ خان حسام الدين انجوجي وفات کان پوءِ ٺٽي جو حاڪم ٿيو. هيءُ واقعو ١٠٣٩هه ۾ ٿي گذريو.

ڪرڻ فرمائيندو!

هوڏانهن احمدبيگ خان جا ساٿيا لانون ۽ ساٿيا چڱهه هئا. هيڏانهن ٻاهن واري پرڳڻي ۾ پنهورن سان ڦٽاياڻين، هوڏانهن خطي واري پرڳڻي کي سميجن آنڙن اچي ويران ڪيو. اهڙيءَ طرح بوبڪن، حويليءَ ۽ سن وارن پرڳڻن ۾ نومڙين ۽ سميجن تباهي آڻي ڇڏي!

هڪ دفعي نومڙين جي ڪٽڪ چڙهائي ڪري سن جي شهر ۾ گهڙيءَ ماڻهن جو مال ڪاهيو ۽ ڏاڍي ڦر لٽ مچائي ڏني. انهيءَ پرڳڻي جي ڄاڳيدارن شيخ فتحخان ۽ شيخ حبيب (پنهي ڀائرن) پڇي وڃي پنهنجن گهرن ۾ پناهه ورتي (٣٤٢-٢)، ڪن سپاهين ڏاڙيلن جو اڳ ورتو، پر انهن کي به نيا ٿن پورو ڪري ڇڏيو.

احمد بيگ خان کي جڏهن خبر پڏائي وئي ته هن ساٿهن کيسن شهرجي چوڌاري قلعي اڏائڻ جو حڪم ڏنو، جيڪو اڄاتائين (١٠٤٣هه) سوڏو قائم آهي. اهڙيءَ ريت ٻاهن، باغبانن، پاٽ ۽ اڪبرآباد پرڳڻن کي چانڊين برباد ڪري ڇڏيو. انهن چڪرين ۾ چڱا ماڻهو به چورن سان ملي ٿي ويا. چا لاءِ تهسچيءَ رعيت ۾ وڳوڙ پئجي چڪو هو. کي وڏيرا به وڃي وڳوڙين جي وچ ۾ پناهي ٿيا هئا. ڪن ماڻهن ظالم جاگيردارن جي خطري کان وڳوڙين سان ناهه ڪري ڇڏيو هو. انهيءَ حالت ۾ مضبوط لشڪر جي ضرورت هئي، جنهن جي وسيلي ساٿهن جي دل وڌي کين ٽانيڪو ڪري ويهاريو وڃي ها. ساڳئي وقت بلوچن، سميجن توڙي ٻين وڳوڙين (٣٤٣-١) جي ٻهڪن مهٽ ڏيڻ کپندي هئي جيڪي هتان هتان اچي ملڪ ۾ فساد پيدا ڪندا پئي رهيا.

احمد بيگ خان جي پاءِ مرزا يوسف جي بدمعاشين سبب لشڪر پاڻ بيزار ٿي چڪو هو. حالت اهڙي هئي، جو چئن پنجن مهينن کان سپاهين کي خرچ پکو ڪونه مليو ٿي. هن

وڳوڙ ۾ ويتر لشڪر جي سار سنڀال ڪانه لڌي ويئي، جنهن جي ڪري ڪيترا ڀيرا هي پنهنجي پڳار ڪاهي ويا، پر ڪامياب ٿي نه سگهيا جيڪو اصل الاهي آفت جو شڪار ٿي چڪو هو، سو به رعيت جي بدران لشڪر جي قبضي ۾ آيو، جتي ڪين مفت جي مڏي هٿ اچي ويئي. جيستائين احمدبيگ ڪو هٿ پير ٿي هڻيو، ۽ ڪِس ڪجهه نه ڪجهه هٿ ٿي آيو، تيسين سپ ڪجهه لفنگ ساٿي وٽي ٿي ويا. جيڪا مڏي وڳوڙين جي ور چڙهي سا انهن جي ٿي ويئي. انهيءَ احمد بيگ خان جي ايامڪاريءَ ۾ جيڪي وستيون ويران ٿي ويون، سي اجا تائين اسري نه سگهيون. رعيت جي ڪمزور ٿيڻ (۳۴۳-۴) ۽ وڳوڙين جي زور وٺڻ جا اصلي ڪارڻ اهي ئي هئا.

## ديندار خان جي عملداري:

احمد بيگ خان جي انڌير جون خبرون جڏهن بکر ۽ ٺٽي جي واقع نويس ابوالقاسم تبا تبا (طبا طبا) (۱) ۽ مانسنگهه جي وسيلي بادشاهي دربار ۾ پهتيون، ته هن کي هتان بدلي ڪري ملتان موڪليو ويو. سندس جاءِ تي ديندار خان آيو. ديندار خان (۲) جڏهن هتي پهتو ته ساري ملڪ جي ستياناس ٿي چڪي هئي، ليڪن ملڪ جي ڀلائيءَ لاءِ سوچيندي، هن سيڪنهن سان ساتيڪي ملوڪ جي روش اختيار ڪئي. هتان جي راج ڀاڳ وارن وڏيرن کي هڪ هڪ ڳوٺ جاگير طور ڏنائين. سڄي ملڪ ۾ سواءِ ڪن محالڪارين جي باقي زمينون پنهنجي قبضي ۾ رکيائين، جيڪي سپاهين کي جاگير ڪري

---

(۱) ڪتاب جي ٻنهي قلمي نسخن ۾ اهو لفظ تبا تبا لکيل آهي، جا ڪتابت جي غلطي سمجهڻ کپي- اصل لفظ ”طبا طبا“ ئي آهي.

(۲) ڏسو تعليقات.

ڏنيون ويون. هن جي ماڻهن ٻهرين سال جيتوڻيڪ ٿورو گهڻو فائدو حاصل ڪيو، پر ٻئي سال جڏهن رعيت کي دم دلاسو مليو، تہ سڀڪنهن لاءِ گهڻو ڪجهہ ٿي پيا. ڪن جاگيردارن کي ٻيڻو ڪان گهٽي وصولي ٿي. اهڙي نموني ملڪ وري آباد ٿي ويو (٣٤٤-١).

ملڪ جي وڳوڙين سميجن، نومڙين ٽوڙي چانڊين سان مٽي روش هلي، ڪين کي ڳوٺ جاگير ڪري ڏنائين. هنن جيتوڻيڪ گهٽ وڌايون بہ ڪيون، پر انهن سان چڱايون ڪندو رهيو. سميجن انڙن سيوهڻ شهر مان سپاهين جا وهٽ ڪاهيا، قلعي لڳ ماڻهو ماريائون ۽ لٽ ڦر ڪندا رهيا. مان سنگهہ جو گماشتو جيڪو سيوهڻ جو واقع نويس هو، تنهن کي قلعي جي لڳ ڪُٺو ويو. سانجهيءَ جي نماز کان پوءِ ڪوبہ ٻاهريون شخص شهر ۾ داخل ٿي نہ ٿي سگهيو ۽ ڪنهن کي بہ شهر کان ٻاهر وڃڻ جي اجازت نہ هئي. شهر جي پرسان رعيتي ماڻهن جون جيڪي ٻوڪون هيون تن کي سميجن رات جو اچي تاراج پئي ڪيو. جيڪڏهن ٻنيءَ جي مالڪ ڪجهہ ڪڇيو ٿي تہ ان کي قتل ڪيو ٿي ويو. شهر کان ڪوهہ سوا پري (٣٤٤-٢) منديجي (منزي جي) واري گهٽ ۾ سميجن ڌاڙا هڻي ماڻهن کي ٿي ماريو ۽ ڦرلٽ پئي ڪيائون، الان جي مهاڻن جو سامان ساڙيندا ٿي رهيا. جيڪو بہ ڪين سنهن پئي چڙهيو تنهن جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪري ٿي ڇڏيائون. سيوهڻ لڳ توڙي ڳوٺ جي مهاڻن کي بہ بيدرديءَ سان قتل ڪندا ٿي رهيا ۽ انهن جي گهرن کي باهيون ٿي ڏنائون جيڪي الان لڏي اچي شهر جي پر ۾ ويٺا هئا. شهر ۾ جيڪي ڪپڙي جا واپاري هئا، سميجن انهن کي بہ ڪونہ ڇڏيو.

نومڙيا ۽ چانڊيا ڏينهن ڏٺي جو سيوهڻ جي شهر مان ماڻهن جو مال ڪاهيو ٿي ويا ۽ بردہ فروشي پئي ڪيائون.

ديندار خان سيڪچھہ ڏسندي بہ سيوهڻ جي قلعي ۾ ويٺو رهيو. نہ پاڻ کنھن کي چڙهائي ڪيائين، نہ وري لشڪرکي ڪاهہ ڪرڻ جو حڪم ئي ڏنائين (١-٣٤٥). سيوهڻ جي شهر ۾ سميجن ڇوراڪاريءَ کان کين گھٽايو. ديندار خان پنھنجي خرچ تي سيوهڻ جي ڇوڌاري نئين قلعو تعمير ڪرايو. بس، اهو ئي وڏو ڪارنامو ڪري ڏيکاربائين.

هن پنھنجي سانتيڪي سلوڪ ۾ ڪابہ ڪسر ڪانہ رهائي ۽ هر تدبير سان ملڪ پنھنجي وس ۾ آڻيندو رهيو. هڪ دفعي سن پرڳڻي جا ارباب سيد يوسف ۽ سيد جنگ، جن کي جاگيرون ڏنيون هئائين، ڪانئس کنھن ڳالھہ تان ناراض ٿي پيا. سيد يوسف درياهہ ٽپي سميجن وٽ ويو ۽ سيد جنگ جبل تي وڃي نومڙين سان مليو، ۽ انھن کي ساڻ ڪري پيپھريءَ جي وقت سن جي قلعي جا دروازا پٽي شهر ۾ داخل ٿي لٽ ڦر مچائي ڏنائين. پوءِ سن کان ٻاهر عيد گاهہ ۾ وڃي ويھي رهيو. خليل الرحمان نالي (٢-٣٤٥) سن جو جاگيردار و ڳوڙين کان هيسجي پنھنجي گھر ۾ لڪي ويٺو. ديندار خان اها خبر ٻڌندي، سيوهڻ جي قلعي کان نڪري اچي شهر جي ٻاهران پير ٽوپڻ جي مزار وٽ ترسيو. سيد جلال کي ڪمڪ ڏيئي سن موڪليائين. جڏهن هو سن جي پرسان پھتو تہ نومڙين جبل جو پاسو ورتو. سيد جلال سن ۾ ويھي، پنھي اربابن (سيدن) کي سميجن ۽ نومڙين وٽان پاڻ وٽ گھرايو، ۽ کين دلاسن سان گڏ انعام اڪرام ڏنائين، ۽ اڳي کان وڌيڪ مانائتو ڪري پنھنجي ماڳن تي آندائين. اٿين فتني جي باهہ پري ڪري، هو ديندار خان وٽ اچي پھتو.

ٻئي دفعي عربي نالي، 'حلال خور' سميجو راهوجو جيڪو حدکان وڌيڪ ڪانڪو هو ۽ خشڪيءَ لوڙي (١-٣٤٦) درياهي رستي ڌاڙا هڻي، ماڻھن کي تنگ ڪري ڇڏيو هئائين، ڪيترا

ماڻهو هن جي هٿان قتل ٿي چڪا هئا، سوداگرن ۽ سپاهين جون ٻه ڪنڌيون ڪٽي ڇڏيون هئائين. اهو شاهينگ سميجن سان صلح ٿيڻ کان پوءِ ٻه سن ۾ اٻندو ٿي رهيو. شيخو بيگ نالي هڪ جوان، جنهن جو ٻاءٽ مٿئين ڪاڻڪوءَ هٿان قتل ٿيو هو، هڪ ڏينهن انهيءَ ڪاري چور کي ڏسي ورتو، ۽ کيس قتل ڪري ڇڏيائين. ديندار خان کي پتو پيو ته شيخو بيگ کي ڪيترا ڏينهن قيد ۾ هٽي اهو ارادو ڪندو رهيو ته انهيءَ چور جي قتل ٿي هن کي مارائي ڇڏجي، پر ڪن ماڻهن جي سفارش تي کيس مارڻ بدران نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيائين.

ديندار خان جي نيڪين جي ڪري وڳوڙين آخر نرمي اختيار ڪئي، ۽ سندس جاگير مان وڳوڙ گهٽجي ويا ۽ سيني سندس فرمانبرداري ۽ ڏانهن رخ رکيو.

ٿوري وقت ۾ ملڪ هن جي ضابطي هيٺ اچي ويو. (٢٤٦-٣٤٢). خريف تخاقوئيل (١) (١٠٤٣ هه) جي موسم ۾ ٻاڻ سان برجستو لشڪر ساڻ ڪري درياهه اڪري، هو جهانگيرآباد جي ڳوٺ ۾ وڃي ويٺو ۽ اتان جي لاکن جون پوکيل ٻنيون پنهنجي قبضي ڪيائين. پوءِ سميجا انڙ ميڙ وٺي وٽس آيا، ۽ جتي هئا اتي آرام سان رهي پيا ۽ دل ڏيڻ لڳا.

انهيءَ ٻامي جا لاکا، سميجن انڙن جي قهري ڪارروائين کان تنگ ٿي، شاهي دربار ڏانهن دانهين ڏي ويا هئا. اتان کين قليچ خان جي نالي پروانو مليو هو ته سميجن انڙن کي سيکت ملڻ کپي. هن بهادر خواجه نالي منصبدار کي لاکن سان گڏي، سميجن کي سيکت ڏيارڻ لاءِ ديندار خان ڏانهن ڏياري موڪليو. ديندار خان فريادي ڌر کي پنهنجي ٻاران زمين

---

(١) ترڪن جي ٻارهين سال جي دوري مان مريخ جي نالي ڏهون سال. (مترجم)

۽ روڪڙ انعام (٣٤٧-١) ڏيئي ڪانئن اقرارنامو لکرائي ورتو. پوءِ پاڻ جهانگيرآباد ڏانهن ڪوچ ڪري سميجن جا ڳوٺ وينجهڙو وغيره زير ڪندو، اڳتي وڌندو ويو. سميجا پنهنجن ماڳن لئي ٿي رهيا، پر سندن سردار دينـدار خان سان گڏ هئا. هو سنديجي واري گهٽ ڪان سيوهڻ جي شهر ۾ آيو، سميجن جا سڙيئي سردار وٽس موجود هئا. اهي پوءِ سيوهڻ ۾ رهي پيا ۽ ڪوبه ڦڏو نه ڪيائون. دينـدار خان ماڳئي سال درياهه اڪري سميجن انڙن وٽ وڃي ويٺو، جن پنهنجي پوک مان ڪيس اناج جو حصو ڏيڻو ڪيو. هاڻي اهو وقت اچي چڪو هو، جو هي سپاهگريءَ جي تدبيرسان انڙن کي مات ڪري، پنهنجي هٿ وس آڻي ٿي سگهيو، پر ايتري ۾ هن کي بدلي ڪري سندس جاءِ تي جان نثارخان (١) کي آندو ويو (٣٤٧-٢).

سميجن کي جڏهن دينـدار خان جي بدليءَ جي خبر پيئي تڏهن هنن سندس ماڻهن کي قتل ڪري ڇڏيو، جيڪي اناج جي اوڳاڙيءَ لاءِ سندن ديهن ۾ ويل هئا، ان سان گڏ سندن گهوڙا ۽ وهٽ به پنهنجي قبضي ڪيائون باقي جيڪي بچيا اهي پڇي دينـدار وٽ اچي پهتا. پر هو ماٺ ميٺ ۾ درياهه اڪري سيوهڻ جي قلعي ۾ هليو آيو. انهيءَ واقعي کان پوءِ سميجا ”ڪتي جا پُڇ“ سڏجڻ لڳا. جيئن ڪتي جي پُڇ مان ڪڏهن به ريت ور نڪري نه ٿو سگهي، تيئن سميجا هزار احسان هوندي به پنهنجي بڇڙائيءَ کان باز نه ٿا اچن ۽ ترار جي ڌڪ کان سواءِ سڌا ٿي نه ٿا سگهن.

دينـدار خان جي عملداري رعيتي راڄ تـوڙي پڳدارن ۽ سپاهين لاءِ هر طرح ڪارائتي ثابت ٿي. هي صوفين ۽ مجذوبن جو ڏاڍو معتقد هو (٣٤٨-١)، سدائين بزرگن جا عرس پيئي ڪيائين، ڪو ڏينهن يا ڪا رات اهڙي نه هئي جو ڪنهن

(١) ڏسو تعليقات.

نہ ڪنهن بزرگ جو عرس سندس جاءِ تي نہ پئي ٿيو. هر مهيني ڪيئي عرس ڪندو رهيو، جن ۾ راڳ ۽ سماع جون محفلون بہ ٿينديون هيون. هن وٽ ڪيئي قوال ۽ ميراثي موجود هئا. اهڙيءَ ريت قرآن جي تلاوت سان بہ گهڻو چاهہ رکندو ٿي آيو. گهڻو ڪري روزي ۾ پئي گذاريائين. شعبان جي مهيني ۾ اونهاري توڙي سياري چند وارن ڏينهن تي روزا رکندو هو. رمضان سان خاص ڪري ڏاڍي دل هوندي هوس، انهي مهيني خرچ گهڻو ٿي ڪيائين. سڄو سال رمضان جو سامان گڏ ڪندو ٿي رهيو، جيڪو انهيءَ مهيني ۾ صرف ڪري ٿي ڇڏيائين. روزي کولڻ مهل سندس مجلس ۾ بهترين کاڌا، ميوا ۽ مٺايون مال هوندا هئا. تراويحن جي نماز تي بہ ٽي چار سو ماڻهو وٽس ٿي آيا. هي قرآن جو ختم پڙهن پر بيهي پڙندو هو ۽ ستاويهينءَ جي رات تائين اهو سلسلو جاري رکندو پئي آيو. عالمن، حافظن (٣٤٨-٢) توڙي ٻين ڀلارن کي خوب خيراتون پئي ڏنائين، ۽ صبح کان پوءِ وري پاڻ قرآن کي هڪ ڏينهن ۾ پڙهي پورو ٿي ڪيائين.

سياري ۾ سيني سپاهين ۽ چاڻ سڄاڻ وارن کي سروپا ڏڪائيندو هو. ڪيترن اميرن ۽ رعيت جي پڳدارن کي ايتريون پوشاڪون پئي ڏنائين، جيڪي هو سڄو سال چوڙيندا ٿي رهيا. جيڪڏهن سفر ۾ هوندو هو تہ سيني ننڍن وڏن کي الڳ الڳ پنهنجي دولت خاني سان طعام وڌوائي سوڪليندو پئي رهيو. جتي بہ ڪنهن بزرگ جي مزار بابت پئي ٻڌائين تہ ان جي زيارت لاءِ پئي ويو، ۽ ان جي مرمت يا عمارت لاءِ خرچ ڪندو ٿي رهيو. (١)

ديندار خان جي ذاتي جاگير واري رعايا سندس وڪيل

(١) ڏسو تعليقات: قلندر شهباز ۽ چنو امرائيءَ جو بيان.

قاضي ٻيري جي جڙتو ٺيڪيداريءَ جي ڪري ڏاڍي عذاب ۾
مبتلا هئي. هو عين موقعي تي ڳوٺ جي وڏيرن ۽ مقدمن کي
پاڻ وٽ سڏائي، قيد ۾ وجهرائي (۹۴۳-۱) ڪائنس زبردستيءَ
ڳنڍيل سال جون هيڪوٽين جون، ٻيڻيون بقاياڻون لکرائي وٺندو
هو. هنن تي اهو زور به ٻڌي وڌائين ته آئندي هيتري يا هيتري
ٻني پوکائيندا، ٻيءَ حالت ۾ کين بيدخل ٿيڻ لاءِ تيار رهڻو پوندو.
هن اهو نه ٿي ڄاتو ته انهن جي گهر ۾ ڪجهه به موجود ناهي
۽ ٻوڪ جي آپت رعيت جي دل وڻ مان ئي وڌائي سگهجي
ٿي. انهن کي اهي ئي ڳالهيون وڌيڪ پورهئي ڪرڻ لاءِ همٿائي
سگهن ٿيون، جيڪي سندن دل وڻان هجن. ٻيءَ حالت ۾ ڪوبه
ظلم يا زوور ڪارگر ٿي نه ٿو سگهي.

هو فصل لهڻ وقت قانونگوين کي تاڪيد ڪندو هو
ته آپت جو اندازو لڳايو وڃي. سندس ڪوشش هئي ته ڪابه
شيءِ گهٽ وڌ شمار نه ٿئي. پوءِ وري سڄي حساب کي ڏهوڻ، ويهوڻ
تائين وڌائي اهي انگ اکر اربابن ۽ مقدمن کي ٿي ڏيکاريائين.
انهيءَ طرح سندس ظلم ستم جي ڪا حد ئي نه هوندي هئي. آخرڪار
ارباب ۽ مقدم سندس ٺيڪي جا شرط قبول ڪري دستاويز لکي
ڏيندا هئا. رعيت گهٽيون ٿي دانهون ڪوڪون ڪندي ٿي رهي،
پر هن کي ڪابه پرواهه نه هئي (۹۰۳-۲). اهڙيءَ طرح
رعيت کي اربابن ۽ مقدمن جي حوالي ڪيو ٿي ويو ۽ اربابن
۽ مقدمن وري پنهنجا حصا وڌائي ٺيڪي جي پورائيءَ جو بار رعيت
مٿان ٿي وڌو. رعيت کي فصل جا ٻيڻي پاسا ڏيئي پورت ڪرڻي
پوندي هئي ته به آن جي جند ڪانه ٿي ڇٽي. انهيءَ زيادتيءَ
جي ڪري هڪ دفعي ٻوبڪ جا هندو، پربت ۽ ٻيا، شاهي دربار
۾ دانهن کڻي ويا جن کي ٺيڪي جي رد ٿيڻ ۽ عام معافي
ملڻ جو پروانو مليو. انهيءَ کان پوءِ قاضيءَ جو دماغ جاءِ تي
اچي ويو.

هن سوداگرن جي ٻيڙين تي به ڳرو محصول وجهي ڇڏيو هو ۽ ڏراوت به دستور کان وڌيڪ وڪي ھٿائين. اناج جي هڪ خرار تي ٻه ڪاسا ڏي وصول ڪيائين (١-٣٥٠) هن ملڪ جي هڪ خرار ۾ سٺ ڪاسا ٿين ٿا.

ساڳيءَ طرح نير جي هڪ مڻ تان به ٽي رپيا محصول ورتو پئي ويو، جنهن ۾ ٻه رپيا وڪرو ڪندڙ کي ۽ هڪ رپيو خريدار کي ڏيڻو ٿي پيو، تڏهن نير جو مڻ ويهن رپئين ٿي وڪاڻو. تماڪ جي هڪ مڻ تي ٻه ست دام (هڪ دام هڪ رپئي جو چاليهون حصو ٿئي ٿو) اڳاڙيا ٿي وياه هڪ مڻ تماڪ جي قيمت اٺ تنڪا (رائج سڪو) هئي. انهيءَ حساب سان هر محصول حد کان وڌي ٿي ويو.

ٻيڙيءَ جي محصول جو ڪو به تفصيل ڄاڻايل نه هو. خالي توڙي ڀريل ٻيڙي جڏهن به سيوهڻ جي چڱن ٽي پتڻن تان لنگهندي هئي ته ان تان ٽيهه چاليهه رپيا يا گهٽ وڌ محصول ونڊ ۾ ٿي آيو. ڪن سوداگرن ۽ مهاڻن پنهنجي ساٿين کي واٽ تي ٻيهاري ٿي ڇڏيو (٢-٣٥٠) ۽ لڪ ڇپ ۾ سامان ڪڍائي ٿي ڇڏيائون. اها ڳالهه قانون گوين جي ڪاغذن جاچڻ سان معلوم ٿي سگهي ٿي.

راقم الحروف جي خيال ۾ سيوهڻ جي جاگيردارن جا احوال ٻڌڻ کان وڌيڪ ڏسڻ سان تعلق رکن ٿا. هنن جا ڪارناما آءٌ خود اکين سان ڏسي چڪو آهيان ۽ مون کي ملڪ جي آباديءَ توڙي ويرانيءَ جو چڱو تجربو ٿي چڪو آهي. ان کان علاوه مون ٻين ملڪن جا حال به ڏٺا آهن، جن کي ڌيان ۾ رکندي هتان ۽ هتان جو فرق معلوم ڪري سگهجي ٿو. انهي ڪري ئي مون ارادو ڪيو ته هر جاگيردار جي عملداريءَ ۾ ملڪ جي جيڪا آبادي توڙي ويراني ٿي چڪي آهي، تنهن جو تفصيل قلمبند ڪري ڇڏيان (١-٣٥١)، جنهن سان نيڪ بد نتيجو

نرواو ٿي رهي، ۽ ان مان ڳڻ اهي حقيقتون به ذهن نشين ٿين جيڪي هن باري ۾ ڀهرئين جلد اندر آنديون ويون آهن ته بادشاهن کي، هر ملڪ ۾ خطبي ۽ سڪي جاري ڪرڻ مان ڳڻ، هنن ٻنهي فائدن مان هڪ فائدو نظر ۾ رکيو آهي: يا ڏيل ۽ ٻي رقم جي وصولي جيڪا جاگيردار وغيره جي خرچ کان پوءِ هر سال هر فصل کان پوءِ شاهي خزاني ۾ جمع ٿيندي رهي ٿي، يا لشڪر جيڪو هر ملڪ جي ضرورت مطابق ملڪگيريءَ ۽ سرحدي حفاظت واسطي رکيو وڃي ٿو. ان لاءِ اهو ڏسڻو پوندو ته ڪهڙي جاگيردار جي عملداريءَ ۾ سڀ انتظام مڪمل ٿيا ۽ ڪهڙي جاگيردار جي ايامڪاريءَ ۾ ملڪ جي نگهبانيءَ لاءِ تدارڪ نه ڪيو ويو يا ماڳهين رعيت جيڪا بادشاه لاءِ خزاني برابر ٿئي ٿي، تنهن کي تباه ۽ برباد ڪيو ويو جنهن جو نتيجو سواءِ بدناميءَ جي ٻيو ڪجهه به نه نڪتو (١٥١-٢).

هن ملڪ جي حالت وڃي انهيءَ انتها کي پهتي آهي، جو هيءُ ملڪ ننڍڙو، رڳو ظالمن ۽ مظلومن جو ملڪ وڃي رهيو آهي. جيڪڏهن سيوهڻ جو جاگيردار سو ماڻهن کي ناحق ۾ مارائي ڇڏي يا تاراج ڪري ته ڪائنس ڪو پڇڻ وارو ڪونهي. ۽ جي ڪوبه فريادي ڏک ڏاکڙا سهي، ڪشالا ڪڍي شاهي دربار ۾ وڃي دانهين ٿي آتان ڪو پروانو وٺي ٿو اچي، ته ان جي هتي ڪا به پذيرائي نٿي ٿئي. ظلم تي ظلم وري اهو جو اهڙو ماڻهو چغل خورن جي آئيءَ ۾ اچي ٿو وڃي. ٿوري وقت اندر ان غريب کي سيوهڻ جي جاگيردار هٿان خوار خراب ٿيڻو ٿو پوي. جيڪڏهن ڪنهن هڪڙي جاگيردار کي به خدا جو خوف يا بادشاه سلامت جو لحاظ هجي ته رعيتي ماڻهو ۽ راڄ جا چڱا مڙس ظلم کان محفوظ رهي سگهن ٿا. نه ته ٻنهي جا کي برباد ٿيڻو پوي ٿو. ملڪ جي عملدارن مان اهڙو ڪو هڪڙو به عملدار قاضي، قانون گو تو ڙي ارباب

ڪونهي، جو جاگيردار کان ڪو حق حساب وٺي، بلڪ (٣٥٢-١) هرڪو سيڪجهه در گذر ڪندو ٿو رهي ۽ نفسا نفسيءَ جي عالم ۾ قيامت جو مشاهدو ٿو ڪري. ملڪ جو جاگيرداو وڏيرن مان ڪنهن تي به هٿ ڦيري ان کي پنهنجي پاسي ٿو ڪري ته اهو راڄ سان گڏ ڇڳن مڙسن جون به ڪنڌيون ڪٺي ٿو ڇڏي.

سڄي ملڪ ۾ شاهي واقع نويس موجود آهن ليڪن هن ملڪ جي واقع نويسيءَ کي شمشير خان کان پوءِ ڪوبه جاگيردار قبوليت لائق نٿو سمجهي.

ديندار خان جي عملداريءَ دوران بکر جي هڪ واقع نويس نعمت الله کي چورن سيوهڻ جي قلعي هيٺان ڪهي ڇڏيو (جنهن جو بيان اڳ ئي چڪو آهي) ته ڪنهن به شخص ان تي ڪو ڌيان نه ڏنو. حالانڪ ماڻهوءَ جو قتل ته ڇا پر ڪريءَ جو ڪُرُ به لهي پوي ته قيامت جي ڏينهن حاڪم کان ان جو به پڇاڻو ٿيندو - جيئن حڪيم ثنائي لکيو آهي (٣٥٢-٢):

> عبدالله پنهنجي پيءُ عمر کي هڪ رات
> خواب ۾ ڏٺو، کيس چيائين ته مون کي
> اتان جو ڪو احوال ٻڌاءِ، ٻارهن سالن جي
> عرصي ۾ خدا توسان ڇا ڪيو؟
>
> هن جواب ڏنو ته ان ڏينهن کان اڄ
> تائين، آءٌ هتي پورو حساب ڏيندو پيو اچان.
> منهنجا ڪم ڏاڍا ڏکيا هئا پر ڌڻيءَ
> پنهنجو رحم ڪيو. اهو هينءَ ته بغداد ۾
> هڪ ڏٻرو دنبو پُل تان لنگهندي ڪري
> پيو، جنهن جي ٽنگ ڀڄي پيئي هئي.
> دنبي جي مالڪ اچي مون کي دامن
> کان جهليو، ۽ چوڻ لڳو ته منهنجو

انصاف ڪري، ڇالاءِ تہ تون اسلامي امير آهين.
بس انهيءَ تان آءٌ اڄ ڏينهن سوڌو پورا
ٻارهن سال جواب سوال ۾ پورو هوس.
- چڱي اوصاف ۽ چڱي اخلاق وارا بادشاه!
توکان بہ هڪ ڏينهن ائين پڇاڻو ٿيندو.
جيڪڏهن عمر کي اهڙي وٿ پڪڙ
ٿي سگهي ٿي تہ ٻئي ڪنهن جو حشر جي
ڏينهن ڪهڙو حال هوندو؟ پنهنجي ذميدارين
کي ويسلائيءَ ۾ نہ وسار، نہ تہ ڏينهن
قيامت جي ونجي ويندين (۳۵۳-۱). توکي
ائين ٿيڻ کپي، جو جتي تنهنجو نالو ورتو
وڃي تہ هرڪو تنهنجي تعريف ڪرڻ لڳي.
تون ظالمن کي سيکت ڏي ۽ مظلومن جي
داد رسي ڪر- اهڙيءَ عدالت سان جو
ڪنهن کي بہ عمر جو عدل ياد نہ رهي.
ٻارن تي رحم ۽ ٻڍڙن تي عزت جي نگاه
ڪرڻ بادشاهيءَ جي بهترين ريت آهي.

ٻئي دفعي مانسنگهہ بکر مان پنهنجي گماشتي عبدالباقيءَ
کي واقع نويسيءَ لاءِ روانو ڪيو، پر هو ڪي ڏينهن هتي رهي وري
واپس هليو ويو. تنهن کان پوءِ ٺٽي جي مير منشي پنهنجي
ڪارندي کي واقع نويسيءَ جي حيثيت ۾ هيڏانهن آماڻيو، پر
ديندار خان ان کي نہ قبوليو. هو جيئن آيو هو تيئن موٽي ٺٽي
ويو. جيڪڏهن ڪنهن کي بہ ظلم جي نيت ناهي تہ واقع نويس
جي موجود هئڻ ۾ ڪهڙو نقصان آهي؟

اهڙيءَ طرح هن جي ڏي عملداريءَ ۾ قانون گوين ڏانهن شاهي فرمان
آيو تہ ڏهن سالن جي پيداوار جو پورو احوال لکي موڪلين،

۽ ملڪ جي ويرانيءَ جا ڪارڻ به سڄي تفصيل سان ڏياري مُنجن (٢-٣٥٣) يا پاڻ سان ڪٺي اچن ته ملڪ جاگيردارن جي ظلم ستم يا وڳوڙين جي فسادن ڪري ڪيئن ويران ٿي چڪو آهي. ليڪن ديندار خان انهيءَ حڪم جي پوئواريءَ کان به نٽائي ويو.

دراصل هن ملڪ ۾ اندير نگريءَ جي ابتدا احمد بيگ خان جي عملداريءَ کان ٿي، جنهن جي پاڻ مرزا يوسف جي ظلم ستم جو داستان بادشاه سلامت تائين پهتو، ليڪن بدليءَ کان علاوه ڪيس ٻي ڪا سزا نه ڏني ويئي. بلڪ مٿس شاهي رحمت جو نزول ٿيو. اهو هيڻ جو هن ڪي سيوهڻ مان بدلي ڪري ملتان جو حاڪم مقرر ڪيو ويو جيڪو سيوهڻ کان وڏيڪ اهم درجو هو. اهي ماڻهو جيڪي انهيءَ آسري ۾ هئا ته احمد بيگ سان گڏ شاهي درٻار ۾ وڃي سندس خلاف دانهن ڏيئي کانئس پنهنجو حق حساب وٺي رهندا، تن جو اهو حال ڏٺو ته ويچارا واٽ تان ئي واپس ٿي پنهنجي گهر هليا آيا. جيڪڏهن احمد بيگ خان کي شاهي فرمان موجب (٣٥٤-١) چار ڏينهن روڪي، سندس ظلم ۽ زيادتين جي تحقيقات ڪرائي، هر ڪنهن کي پنهنجو حق پلئي وڌو وڃي ها، ۽ اهي خون جيڪي هن جي هٿان ناحقيءَ ۾ ٿي چڪا هئا تن جو شرع ۽ شاهي عدالت موجب احتساب ڪرڻ ۾ اچي ها، ته ڪو به جاگيردار ملڪ جي تباهيءَ جو باعث نه بڻجي سگهي ها، بلڪ ٻين پاسن جا جاگيردار به ان مان سبق حاصل ڪري رهن ها ۽ آئنده لاءِ ڪنهن کان به ڪا ڏنگائي ظاهر نه ٿئي ها.

سنڌ جي تاريخي ڪتابن ۾ چاٽايل آهي ته سلطان محمد شاه بن تغلق شاه ٺٽي جي پسگردائي ۾ فوت ٿيو. (١)

---

(١) تاريخ ٢١ محرم ٧٥٢هه — برني ص ٥٢٥.

هن جي وفات کان پوءِ سندس وصيت موجب فيروزشاه تخت تي ويٺو (١). هو دهليءَ ڏانهن روانو ٿيو ته (٢) ڄام خيرالدين (٣) سنڌ جو والي ڪي منزلون هن جي همراه ويو (٣٥٤-٢). آخر سيوهڻ جي راڄڌانيءَ واري پرڳڻي مان وٽان واپس وريو. ڄام خيرالدين سلطان فيروزشاه جي وڃڻ کان پوءِ عدل احسان سان ملڪ هلائي رعيت جي خوشحاليءَ لاءِ ڪمال جا ڪارناما ڪري ڏيکاريا. هن جي گهڻين نيڪين مان هڪ نيڪي اها بيان ڪئي ٿي وڃي ته هڪ دفعي هو پنهنجي خاص ماڻهن ۽ خادمن سان گڏ سير تي نڪتو ته اوچتي ڪيس ماڻهن جا هڏا نظر آيا جيڪي هڪڙيءَ کڏ ۾ پيل هئا. هن سواري روڪائي انهن هڏن کي ڪا جهڙ غور سان ڏٺو، پوءِ پنهنجي ماڻهن ڏانهن ڪنڌ ورائي چيائين: اوهان کي خبر آهي ته هي هڏا مون کي ڇا پيا چون؟ اهو پڌي هرڪو ڪپرس ۾ اچي ويو. ڄام چيو ته هي هڏا ڪن مظلومن جا آهن جيڪي مون کي داد رسيءَ لاءِ پيا پاڏائين. پوءِ انهن جي دردشا معلوم ڪرڻ لاءِ ڪن ماڻهن تي ڪم وکيائين (٣٥٥-١). ائين ڪندي اتان جي هڪ پوڙهي ماڻهوءَ کي سندس دربار ۾ آندو ويو، جنهن انهن هڏن بابت ٻڌايو ته انڪل ستر سال اڳ (٤) گجرات جو هڪ قافلو هتان اچي لنگهيو هو ۽ فلاڻن ماڻهن سڀني مسافرن کي قتل ڪري سندن سامان ڦٻائي ڇڏيو هو، انهن مان ڪي اڃا

(١) ٺٽي کان ١٤ ڪوهه پري سنڌونديءَ جي ڪپ تي تاريخ ٢٤ محرم ٧٥٢، ڏسو فيروزشاهي، برني ص ٥٢٩-٥٣٧.

(٢) جمادي الاخر ٧٥٢ ه جي پڇاڙيءَ ۾ دهليءَ پهتو، برني ص ٥٤٦.

(٣) ڄام خيرالدين ولد ڄام نماڃي سنڌ جو والي (ڏسو تاريخ سنڌ، مير معصومي ص ٦٤).

(٤) تاريخ سنڌ ۾ ست سال لکيل آهي. (ڏسو ص ٦٥).

تائين موجود آهن. چام کي جڏهن سچو احوال معلوم ٿيو ته حڪم ڏيئي سچو سامان هٿ ڪرايائين ۽ انهيءَ کان پوءِ گجرات ڏانهن ماڻهو موڪلي، قتل ٿيل ماڻهن جي وارثن کي سامان واپس ڏياري، قاتلن کان قصاص ورتائين (١). هن وقت حالت اها آهي، جو سيوهڻ جا مظلوم اڃا تائين جيئرا ويٺا آهن ۽ احمد بيگ خان توڙي سندس پٽ پيئي عيش پيا ڪن -!

هن شاهي دور ۾ جيڪا ٿوري گهڻي رعيت (٣٥٥-٢) عملدارن جي ظلم ستم هوندي به ڪن وڏيرن جي زمين آباد ڪري ٿي، تنهن جو اصل سبب هي آهي ته وڏيرا پنهنجين پنهنجي آباديءَ لاءِ خود هارين نارين جي مدد ڪندا رهن ٿا ۽ ڪانئن ٿورو حصو وصول ٿا ڪن؛ انهيءَ ڪري هو وڏيرن کان علاوه ڪن جاگيردارن جون پنيون به پوکيندا ٿا رهن. بلڪ انهن جا ڏنڊ به پري ٿا ڏين. جيڪڏهن اها آبادي به نه ٿئي ته ملڪ ماڳهين پينگ ٿي وڃي.

منهنجيءَ تحقيقات موجب بکر کان علاوه ٺٽي جي ماتحت بن پرڳڻن چاڪر هالي ۽ نصرپور جي تباهي انهن وڳوڙين جي ڪري ٿئي ٿي، جن جو لاڳاپو سيوهڻ جي راڄڌانيءَ سان آهي. انهيءَ صورت ۾ سنڌ جي بهتريءَ توڙي سيوهڻ جي آباديءَ لاءِ سلطاني تدبير ۽ عالي همت جي ضرورت آهي. ان کان سواءِ اهو پڻ لازمي آهي ته هتي منشي، خزانچي ۽ واقع نويس مامور ڪيا وڃن، ان لاءِ جو (٣٥٦-١) هتي هميشه وڳوڙ ٿيندا رهن ٿا ۽ سدائين لشڪر جي ضرورت درپيش اچي ٿي. هن ملڪ جون سرحدون به مضبوط رکيون پونديون جيئن وڳوڙين لاءِ ڪا به واهه نه رهي.

هن وقت سيوهڻ جي اها حالت آهي، جو ڪو جاگيردار

(١) هي سچو احوال تاريخ سنڌ مير معصوم تان هو بهو نقل ٿيل آهي (ڏسو تاريخ سنڌ، ص ٦٤ کان ٦٥).

پنهنجي جاگير هوندي به ملڪي معاملن ڏانهن ڌيان ڏيڻ جي ڪا ڳالهه نٿو ڪري. ڪيترن ڏينهن کان بي پير ممڇن اڙن جي فسادن جون خبرون شاهي دربار ۾ پهچنديون رهن ٿيون ۽ ڪيئي عريضيون لڳي ٽوڙي ميوهڻ ۽ بکر جي جاگيردارن ڏانهن پيون اماڻيون وڃن ته هنن بدبختن جو ترت بلو ڪيو وڃي، ليڪن اڃا تائين هن ڪي ميڪت ڏيڻ جو ڪو انتظام نه ٿي سگهيو آهي، جنهن ڪري سندن ارهه زورايون ڏينهون ڏينهن وڌنديون پيون وڃن. وڌيڪ، ڇا ٿيندو، خدا بهتر ٿو ڄاڻي (٣٥٦-٢).

# فصل چوٿون

## سيوهڻ جي سرداري بابت

جيئن اڳ بيان ڪيو ويو ته هن ملڪ جي رعيت ڏاڍي ڏتڙيل ۽ دربدر ٿي چڪي آهي. هڪ ته هتان جا وڏيرا ۽ پوڙهين مان ملي هڪ ٿي ويا آهن ۽ ٻيو وري ظالم جاگيردارن جون ٻچڙايون اڃا تائين جاري رهن ٿيون. انهيءَ لاءِ ضروري آهي ته سڀ کان اول مؤلف جي جاچ موجب بختيار بيگ جي عملداريءَ جي شروعات ڪان وٺي، شمشير خان اوزبڪ جي عملداريءَ جي پڇاڙيءَ تائين هن ملڪ جي دستورالعمل ڪي بٽئي، داڻي بندي، ابرٿي، معافيءَ، اربابن، مقدمن جي انعامن، قانون گوين جي رسمن، پيڙين جي محصول توڙي ڏراوت سوڊو حساب ڪتاب معلوم ڪيو وڃي.

پهرين اها سنڀال ڪرڻ گهرجي ته هتان جي خرار ۾ مٽ ڪاسا ٿين ٿا. هر ڪاسو پراڻيءَ ريت موجب ڇهه سير اڍائي پاو جهانگيري ۽ هڪ دام جو ٿئي ٿو (۱-۳۵۷)، ۽ ان ۾ چار ٽويا اچي وڃن ٿا.

ٻيو ته هن ملڪ جي بٽئي وغيره ۽ معافيءَ کي ڏيان رکڻ رکڻ کپي. ايريو پڪيءَ پوک جي ايڪڙ موجب لکيو وڃي ٿو. جنهن مان ڇگيرڙا ويسا سلطنت جي ٻين علائقن جي دستور مطابق ڦٽل پوک مان رعيت کي معاف ڪيا وڃن ٿا. ان مان نابود ٿيل ۽ ٻج پوکيل ڪلراٺي زمين وارو حصو الڳ ڪيو ويندو آهي. ٻهڙيءَ ريت:

خريف: جوار، ڪرنگهه، ماريون: في جريب جنس مادا ٽيٽيهه ڪاما. روڪ هڪ ٽنڪو (رائج سڪو) مرادي. ۽ ڪپهه مادا پنجٽيهه دام.

گدرا، هندانا، پاڇيون، تير، موريون، چيٽو، ڪنگڻي ۽ سٽي: پنجويهه ٽنڪا مرادي ۽ اٺٽيهه دام.

گجرون: ٽي جريب پنجٽيهه ٽنڪا مرادي.

مانهن ۽ مُنگ: في جريب چوڏهن ٽنڪا مرادي ۽ ٻه دام.

ڪمانڊ: في جريب ٻاهتر ٽنڪا مرادي.

ڪچرو: في جريب مادا ڇهه ٽنڪا مرادي (٣٥٧-٢)

نير: في جريب پنجٽيهه ٽنڪا مرادي.

ربيع: ڪڻڪ ۽ جَو: في جريب جنس مادا ٽيٽيهه ڪاما. روڪ هڪ ٽنڪو مرادي، ۽ مادا پنجٽيهه دام.

چڻا: جنس مادا سترنهن ڪاما، روڪ پنجيتاليهه دام.

سرنهن: جنس اٺاويهه ڪاما ٽي ٽويا، روڪ هڪ ٽنڪو مرادي ۽ اٺ دام.

آهر: في جريب جنس مادا اٺاويهه ڪاما، روڪ ۽ پنجٽيهه دام.

چيٽو، بصر، هندانا، گدرا، سٽي ۽ واڱڻ: في جريب پنجويهه ٽنڪا مرادي ۽ اٺٽيهه دام.

منگ ۽ مٽر: في جريب چوڏهن ٽنڪا مرادي ۽ ٻه دام.

مٿُري: في جريب اٺاويهه ٽنڪا مرادي ۽ اڪٽيهه دام.

جهرو، وڏف، ٻوا ڙيءَ جا گل ۽ جاڻ، ٿوم، پمگ ۽ ڏوڏيون: في جريب اٺيتاليهه ٽنڪا مرادي. ستٽيهه دام ۽ ٽي پاوَ.

ڏماڪ: اڳئين دستور ۾ آيل نہ هو، پر ديندار خان جي عملداريءَ ۾ (٣٥٨-١) ان کي بہ لکيو ويو:
في جريب ادائي روپيا (هڪ ورهي ۾ ويهہ تنڪا اچي وڃن ٿا).

بٽئي: اڌو اڌ: ٻہ خرار، هڪ خرار رعيت باقي هڪ خرار
ٽيون حصو: ٽي خرار، ٻہ خرار رعيت باقي هڪ خرار
چوٿون حصو: چار خرار، ٽي خرار رعيت باقي هڪ خرار
پنجون حصو: پنج خرار، ٽي خرار رعيت باقي ٻہ خرار
٩ حصا: نو خرار، پنج خرار رعيت باقي چار خرار

## ڍل مان اربابن ۽ مقدمن جو انعام:

بختيار بيگ جي عملداريءَ ۾ اهو انعام ائين هو، جو هڪ سو خرارن تي وصول ڪيل ڍل مان پنج خرار انهن کي ڏنا ٿي ويا، ۽ ان ريت سو روپين تي پنج روپيا انهن جا هئا.

ان کان پوءِ شمشير خان جي عملداريءَ جي پڇاڙيءَ تائين انهن کي سو خرارن مان ٻہ خرار انعام طور ڏنا ٿي ويا، ۽ هڪ سو رپئي تي ڪين صرف ٻہ رپيا ٿي مليا (٣٥٨-٢).

قانون گوئين جون وسمون: هنن کي هڪ سو خرارن تان هڪ خرار ڏياريو ٿي ويو، ۽ هڪ سو رپين تان هڪ رپيو ٿي وصول ٿيو.

## ٻيڙين جو محصول:

بختيار بيگ ۽ مير ابوالقاسم جي پهرئين پيري واريءَ عملداريءَ دوران اڪبر بادشاهہ جي زماني ۾ زڪوات جو دستور هو، جنهن موجب سوداگرن جي مال جو حساب ڪري ان مان چاليهون حصو ورتو ٿي ويو.

سيوهڻ جي ايراضيءَ ۾ جيئن ته شهر وڏن پيڙين جي لنگهڻ جو هڪڙو ئي گهٽ هو، تنهن ڪري محصول جو اهو نمونو ڪنهن کي ڏکيو ڪونه ٿي لڳو.

مير ابوالقاسم جي ٻئي پيري واريءَ عملداريءَ دوران جڏهن جهانگير بادشاهه زڪواة معاف ڪري ڇڏي ته

پريل پيڙيءَ تان: اڌ سير نباتون جنس ورتيون ٿي ويون.

خالي پيڙيءَ تان: ڪابه اڳاڙي نٿي ڪئي ويئي.

سيوهڻ جي شهر وارو گهٽ به انهيءَ ۾ ٿي آيو.

شمشير خان اوزبڪ جي پهرئين پيري واريءَ عملداريءَ دوران،

پريل پيڙيءَ تان هڪ سير نباتون، اڳهه ڏهه ٽنڪا مرادي، اڳاڙيون ٿي ويون. اهو اڳهه اڳتي هلي ويهه تنڪا مرادي ٿيو.

ٻئي دفعي جڏهن شمشير خان ٺٽي کان ڦري هتي آيو ته هڪ روپيو پريل پيڙيءَ تان محصول وٺڻ جو رواج پيو. خالي پيڙيءَ تان ڪابه وصولي نٿي ڪئي ويئي. سيوهڻ جي شهر وارو لنگهه به انهيءَ ۾ شامل هو.

ڏراوتساپ تور: انهن عملدارين ۾ اهو دستور هو ته هڪ خرار تي هڪ ڏوڍيو وڪشنڊڙ کان ورتو ٿي ويو. ٻيءَ ڪنهن شيءِ تي اهو شرط ڪونه هو.

بهتر ائين آهي ته قانون گوين کي شاهي دربار ۾ گهرائي ڪنهن به هڪ عملداريءَ مثال طور ديندار خان جي عملداريءَ جي تحقيقات ڪرڻ ۾ اچي. جيڪڏهن ائين نه ٿي سگهي ته عملدارن جي پيداوار مان پورائي ڪرڻ کپي ان لاءِ ته خلق جي جان ۽ ملڪيت بادشاه جي حفاظت ۾ آهي (٩-٣٥٩-٢).

انهيءَ سان گڏ ملڪ جي هر پرڳڻي جي ڳوٺن جي جاچ ڪرائي وڃي ته هرهڪ پرڳڻي ۾ ڪيترا ڳوٺ اچي وڃن ٿا، انهن مان ڪيترا آباد آهن ۽ ڪيترا ويران ٿا رهن. تنهن کان پوءِ سلطنت پياران رعيت جي ڀلائيءَ لاءِ هڪ اهين

مقرر ڪرڻ گهرجي، جنهن کي شاهي فرمان سان گڏ دستورالعمل
جو پروانو به مليل هجي. هو هتي اچي هر پرڳڻي جي هڪ
هڪ ڳوٺ ۾ وڃي آباديءَ وارا ڳوٺ رعيت جي حوالي ڪري
۽ ان کي سمجهائي ته گذريءَ کي ياد ڪرڻ بدران حال تي
نظر رکي وڃي، ۽ هن کان پوءِ سڀڪجهه دستور مطابق ٿيندو رهندو.
هرڪنهن کي پوکيءَ راهيءَ ڏانهن ڌيان ڏيڻ کپي. اهڙي نموني
ملڪ جي آباديءَ ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿيندو ويندو. جيڪي
ڳوٺ ويران ٿي چڪا آهن، تن کي آباد ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي
دلاسو ڏيئي واپس ساڳئي هنڌ وسائڻ گهرجي (٣٦٠-١).

ڪنهن به ارباب، مقدم، جاگيردار ٽوڙي قانون گو کي
اها مجال نه ٿئي جو دستور کان وڌيڪ رعيت وٽان ڪا وصولي
ڪري، آن کي ظلم ستم جو شڪار بڻائي، جيئن رعيت کي پڪ
ٿئي ته هوءَ شهنشاهه جي ٿي رعيت آهي ۽ محفوظ رهي ٿي.
اربابن، مقدمن ٽوڙي قانون گوين کي به جاگيردارن وانگي
اهڙي تنبيهه ڪئي وڃي، جو کين پتو پوي ته رعيت واقعي
شهنشاهه لاءِ دولت مثال آهي ۽ امين خزاني جو نگهبان ـــ! اهڙيءَ
حالت ۾ رعيت کي ظلم ڪرڻ خرابيءَ جو باعث ٿيندو.

سوداگرن، واپارين ۽ ڪاريگرن تي به ڪرڙي نظر رکي
وڃي، جيئن هو به ڪنهن سان ڪو انڌير نه ڪري سگهن.
امين تي پڻ لازم آهي ته لالچ ۾ اچي جاگيردارن ســان ڪو
لاڳاپو نه رکي ۽ شاهي اجوري تي راضي رهي.

هر هڪ پرڳڻي ۾ اهڙا ڪارندا مقرر ڪيا وڃن جيڪي
جاگيردارن جي عمل دخل کان واقف ٿي روزانو پنهنجي منصب
کي (٣٦٠-٢) سربستو احوال لکي موڪليندا رهن. جتي رعيت
تي ڪو ظلم ٿئي ته ان جي دادرسي ڪرڻ ۾ اچي. جيڪڏهن
ان کان ائين نه پڄي ته جاگيردار ڏانهن رجوع ٿئي، پر جي جاگيردار
به دانهن نه ٻڌي ته شاهي دربار ڏانهن عرضداشت آمائي، جيئن

اٿان کي تدارڪ ٿئي. اهو امين خزانچيءَ وانگي هجي، جيڪو لڪ رشي تائين هُندي آهي، تہ ان کان مٿي ڪابہ رقم اُن لاءِ ڏيئي نہ سگهي. جيڪڏهن ڪو شخص زوريءَ ڪجهہ محول چڏائڻ چاهي تہ ان کي نہ ڇڏي ۽ جي هو وڌيڪ زور پري تہ هيءُ جاگير وٽ دانهين ٿي ويندو، ۽ جاگيردار ان جي تنبيهہ لاءِ تيار ٿي ويندو.

اهڙو امين جيڪڏهن خود جاگيردار کي ڏسي تہ هو دستور کان وڌيڪ رعيت وٽان ڪا اگاڙي ڪري ٿو تہ کانئس جواب طلب ڪري ۽ جي جاگيردار ڪو زور يا ظلم ڪري تہ امين اها ماجرا شاهي حضور تائين پهچائي (١-٣٦١) ۽ بادشاهہ رعيت جو لحاظ ڪندي خزانچيءَ جي فيصلي کان وڌيڪ ڏهوڻو ڏنڊ جاگيردار جي مٿان وجهي ڪيس اهڙي سيکت ڏئي ڇڏي جو ٻيا ان مان عبرت حاصل ڪن، ان لاءِ تہ رعيت خود بادشاهہ جي بهترين دولت ۽ خزاني برابر آهي، جيئن اڳ بيان ڪيو ويو. هن باري ۾ جيڪڏهن رعيت ۾ تفرقو پيدا ڪندڙ ڪي چغل جهلي، انهن جي ڪن مهٽ ڪئي وڃي تہ هيڪاري چڱو ٿئي. امين پنهنجي ڪم کان سواءِ جيڪو مٿس رکيل آهي، ٻئي ڪنهن بہ ڪم ڏانهن ڌيان نہ ڏئي هو صرف پنهنجي ذميداري پوري ڪندو اچي، چاڪاڻ تہ هڪ ماڻهوءَ کان بہ ڪم ٿي نٿا سگهن. جهڙيءَ طرح پهرئين حصي ۾ چاڻايو ويو آهي.

ملڪ جي هر پرڳڻي ۽ هرهڪ ڳوٺ جي آباديءَ جا انگ اکر سال بہ سال شاهي دفتر ۾ پهچڻ کپن، جيئن شاهي عملدارن کي (٢-٣٦١) سچيءَ حقيقت جي خبر چار پوندي رهي.

ڪنهن بہ قانونگو کي امين جي جاءِ تي مقرر نہ ڪيو وڃي، ان ڪري جو اهي پنهنجي گهٽ رتبي هئڻ ڪري جاگيردار کي مندس ظلم ستم کان باز آڻي نٿا سگهن. بلڪ هر انڌير ۾ ان سان شامل ٿي ٿا وڃن. امين بہ اهڙو هجي جو پنهنجي عزت

۽ ديانت جو احساس رکي، جيئن جاگيردار ان جي ڳالهه کي چڱيءَ طرح ڏيان ۾ آڻي.

لشڪر جي ڀلائيءَ بابت جنهن جي موجودگي هن ملڪ ۾ نهايت ضروري آهي، اڳتي هلي تفصيل پيش ڪيو ويندو، پر ٿورن لفظن ۾ ٻڌائجي ٿو ته هتان جي جاگيردار وڏان ايترا ماڻهو هٿ ڪري سرحدن تي و يهارڻ کپن، جيئن رعيت وگهوڙين جي فساد کان امن ۾ رهي ۽ پنهنجي پورهئي سان ڪم رکندي اچي. (٣٦٢-١) ۽ رعيت کان جائز ڍل ورتي وڃي. جيڪڏهن لشڪر جو حق جاگيردار پاڻ تائين محدود رکڻ جي ڪوشش ڪري ته ڪيس اهو سمجهايو وڃي ته هيءُ لشڪر شاهي ڪمن ڪارين ۾ ڪتب ايندو رهندو، ۽ جاگيردار بادشاهه کان مٿي نه آهي.

جيڪڏهن هڪڙو جاگيردار ڪنهن هنڌان بدلي ٿئي ته جيستائين ٻئي جاگيردار جو لشڪر ملڪ جي سرحدن تي مقرر نه ٿئي تيستائين پهرئين جاگيردار جو لشڪر اتان نه ڪڍيو وڃي.

اخبار نويسيءَ لاءِ به الڳ واقع نويس مقرر ڪيل هجي جيئن اڳين صوبن جو دستور هو. هاڻوڪي رواج موجب، اهو ڪم بخشي (مير منشي) کان نه ورتو وڃي.

هن ملڪ جا بزرگ جيڪي دعاگن جو لشڪر آهن اڪثر پريشان ۽ بي وقار پيا گذارين، اهي ٽن قسمن جا ليکيا وڃن ٿا:

١- اهل علم ۽ حافظ.

١- منصبدار جيڪي قاضي، مفتي، صدر ۽ محتسب آهن (٣٦٢-٢).

٣- سادات، مشائخ ۽ اصلي مغل، جيڪي دنيا کي ترڪ ڪري، گوشي نشينيءَ ۾ رهي، شاهي خزاني مان ملندڙ ٿورڙيءَ مدد تي گذارو ڪندا رهن ٿا. سندن گذر جو ٻيو ڪوبه وسيلو نه آهي ۽ انهيءَ تي قناعت ڪن ٿا.

اهي ٽنهي قسمن جا ڀلارا شخص اڪبر، جهانگير ۽

انهن جي پوئين وٽ پيش ٿي معاشي مدد حاصل ڪندا ٿا اچن. هي وڏيءَ محنت سان ٿوري پنيءَ سان پنهنجو پيٽ پالين ٿا. هر سال ۾ هر فصل جي موقعي تي ڪڙمين کي ايلاز ڪري، ٿوري گهٽي همراهيءَ سان، واهين وسيلي پاڻيءَ جو بلڙ ڪري، زمين جو ٽڪرو پوکائين ٿا. ايڏيءَ سخت مشڪل کان پوءِ به کين پنيءَ سان جيڪا پيدائش ٿئي ٿي سا بلڪل نه هئڻ برابر آهي (٣٦٣-١).

ء- وڏيرن جو طبقو آهي، جيڪي اربابيءَ ۽ مقدسيءَ سان پڻ تعلق رکن ٿا. هي ساٿهه اڪبر توڙي جهانگير جي حضور ۾ پيش نه ٿيا هئا، پر نورجهان بيگم جي دور ۾ پئسا ڏيئي پروانا خريد ڪيا هئائون. اهي جيئن ته اصل ۾ زميندار آهن، تنهنڪري چڱن هنڌن تان پليون زمينون هٿ ڪري انهن تي پوک ڪرائيندا ٿا اچن، رعيت سندن محتاج رهي ٿي ۽ کيڙ ڪانيءَ ۾ انهن جي مدد کان سواءِ ٿي سگهن پنهون آباد ڪري ٿي. انهيءَ ڪري وڏيرن جون گهڻيون زمينون آباد ٿيون ٿين، جنهن لاءِ هنن کي ڪا محنت نٿي ڪرڻي پوي. جيڪڏهن ملڪ جو ڪو جاگيردار شدت سان ڪنهن معاملي جي جاچ ڪرڻ ٿو گهري، خاص ڪري جنهن جاچ جو تعلق سٺي چاٽايل پلارين شخصيتن جي پني ۽ ان جي پيداوار سان آهي، ته وڏيرا جاگيردار جا کيسا پري سندس دل خوش ڪري سڀني بزرگن جي روزيءَ ۾ اکيون ٿا وجهن. هنن ويچارن کي انهن زيادتين کان بچڻ لاءِ ڪابه راهه نٿي سجهي (٣٦٣-٢). تنهنڪري پنهنجي سڄي موڙيءَ کان سواءِ وڌيڪ ڪتاب ۽ گهر جو سامان وڪڻي پري ٿا ڏين، تڏهن به سندن جند ڪانه ٿي ڇٽي. جاگيردار کين گهڻين ۽ بازارين ۾ ذليل ڪندا ٿا وتن، جنهنڪري هنن جا هيڪاري بيڙا حال ٿا ٿين ۽ سندن زمينون گهٽي پاڳي ڏنڊ ۾ ٿيون اچي وڃن. هئي پاسي وڏيرن کي ڪوبه ڏپ ڊاءُ ڪونهي.

وڏو قاضي جاگيردار سان ڪڇي نٿو سگهي، ڇو ته ان کي ائين ڪرڻ سان پنهنجي روزيءَ ۾ ڪتر وجهڻي ٿي پوي. انهن جو ڪو چاڙهو ڪرڻو آهي ته وڏي قاضيءَ جا هٿ مضبوط ڪرڻ کپن جيڪو پوريءَ طرح جانچ ڪري هنن کي پنهنجا حق واپس ڏياري (١-٣،٦٤) جيئن سندن زمين جي پيداوار سندن حوالي ٿئي. ٻيءَ صورت ۾ هنن لاءِ اهڙو بندوبست ٿيڻ کپي جيئن جاگيردار مٿن ڪوبه ظلم ڪري نه سگهي ۽ هو بي فڪريءَ سان پنهنجو گذران ڪري دعاگوئي ۽ ٻيون خدمتون سرانجام ڏيندا رهن جيڪي کين سونپيل آهن.

وڏي قاضيءَ ۽ ٻين قاضين لاءِ به اهڙو انتظام ٿيل هجي، جيئن هو قضا جي عهدي تي قائم رهي، عدالت ۾ ويهي، شرعي قانون موجب ماڻهن جا فيصلا ڪندا رهن. هنن ڀلارن کان ٻيو ڪوبه ڪم نه ورتو وڃي نه وري هي ٻاڻ حڪومت جي ڪنهن ڳالهه ۾ ڪو دخل ڏين. شاهي دربار طرفان جيڪي کين ملي ٿو ان ٿي اڪتفا ڪن ۽ ڪنهن به لالچ ۾ اچي جاگيردار جا محتاج نه ٿين (٢-٣٦٤).

# فصل پنجون

## سيوهڻ جي وڳوڙين جي سيڪت، ۽ ان لاءِ گهربل فوج بابت

هن کان اڳ هتان جي پرڳڻن بابت مختصر احوال پيش ٿي چڪو آهي، ۽ هر پرڳڻي جي ٽن گروهن جو بيان به اچي ويو، جيڪي سدائين وڳوڙ ڪندا رهن ٿا. هاڻ انهن کي سيڪت ڏيڻي، سڌارڻ جو تفصيل ڏجي ٿو، جنهن جي مهابي هر پرڳڻو وري آباد ٿي سگهندو. هن فصل ۾ ٽي رڪن آهن:

الف: سميجن انڙن جي سيڪت بابت جيڪي سڄن چئن پرڳڻن کان علاوه ملڪ جي ٻين حصن ۾ به وڳوڙ ۽ فساد پيدا ڪندا رهن ٿا ـ

١- جوڻيجن وارو پرڳڻو.
٢- (٣٦٥ـ١) خطي وارو پرڳڻو.
٣- لاڪات وارو پرڳڻو.
٤- سن وارو پرڳڻو.

۽ ڪي ڳوٺ حويلي سيوهڻ واري پرڳڻي جا جيڪي درياهہ جي هُن پير، انهن بدبختن جي تر ۾ آهن.

اهڙيءَ طرح چار پرڳڻا بکر جا جن تي به مٿين وڳوڙين جي ڌاڪ آهي:

١- ماتيلي وارو پرڳڻو.
٢- اروڙ وارو پرڳڻو.
٣- لڏي ڳاڳن وارو پرڳڻو.
٤- دربيلي وارو پرڳڻو.

نئي پرڳڻي جي نصرپور واري راڄڌاني به سميجن هٿان ويران ٿيل آهي. جيسلمير جو راجا به انهن جي اچڻ کان عذاب ۾ آهي، ڇيس خشڪي توڙي درياهي رستن کان هنن جي فتني فساد جو خطرو رهي ٿو. خشڪيءَ واري رستي جي حفاظت لاءِ پنجن ڇهن سون سوارن جي ضرورت رهي ٿي. ٻيءَ حالت ۾ سوداگر سلامتي نه هئڻ ڪري اتان اچڻ کان ڪيٻائين ٿا. درياهي رستي جي به اها حالت آهي جو سوداگر سيوهڻ واري گهٽ تائين پهچي (٥٦٣-٢) کي ڏهاڙا اتي ترسي ٿا پون، جتي سڄو محصول سيوهڻ جي جاگيردار ۽ چوڪيدارن کي ڀري ٿا ڏين. اتان چوڪي ساڻ ڪري من جي ٽڙ تائين اچن ٿا. جتي وري محصول ڀري، ٻي چوڪي ساڻ ڪري هالا ڪنديءَ تائين ٿا پهچن. ايڏي احتياط هوندي به اڪثر ڦيڙبون تاراج ٿين ٿيون ۽ سوداگرن جو قتل ٿي وڃي ٿو.

اهڙيءَ حالت ۾ سرڪاري فوجن تي لازم آهي نه هو انهن بدبختن سان چڱيءَ طرح منهن ڏين. هن تدبير سان جيئن ترخانن جي زماني کان وٺي شمشير خان جي عملداريءَ تائين اهو دستور هلندو پئي آيو ته ڪيئي رعيتي ماڻهو سميجن اترن جي ڳوٺن ۾ يا انهن جي آسپاس ويهاريل هئا، جيڪي وقت اچڻ تي سرڪار جو ساٿ ڏيندا ٿي رهيا. انهن مان سميجن جا دنگئي لاڪا خاص ڪري ساواهڻ جو ڳا آهن (٢٦٦-١) جيڪي سميجن کي سيڪت ڏيڻ ۾ اڳرا رهندا آهن. جڏهن به سميجن ڪا هوڙهيائي ٿي ڏيکاري ته راڄ ٻاڳ سان گڏ مقامي وڏيرن به انهن کي پئي ڪاهون ڪيون، جن مان چڱا نتيجا ٿي نڪتا. انهن ڪاهن ۾ ڪيترا

سميجا قتل ڪيا ويا يا قيد ڪيا ويا ۽ سندن ملڪيتون تاراج ٿي ويون.

انهن هنڌن تي ڪيئي ٿاڻا به قائم ڪيل هئا، جن ۾ فوج ڪي ٽانيڪو ڪيو ٿي وٺو. تنهن زماني ۾ لاڪات ڏوڙي خطي وارا پرڳڻا آباد وهندا ٿي آيا، جيڪي سميجن بدبختن جي پسگردائيءَ ۾ هئا. انهن ڪارروائين جي ڪري سميجا انڙ پوريءَ ريت آپري نه ٿي سگهيا. هي پنهنجي جند ڇڏائڻ لاءِ لاڪات پرڳڻي جو پاسو وٺندا ٿي رهيا. سندن مرضي هئي ته انهيءَ پاسي وارا ڪانئن ڪابه ڏيل نه وٺن. ان پاسي جو جاگيردار هنن کان ٿوري ڏيل وٺندو ٿي آيو ۽ جڏهن به (٦٦٣-٢) هنن کا اڙانگوڙي ٿي ڪئي ته اهو جاگيردار سڻن ڪاهي ٿي آيو ۽ ڪانئن پنهنجو انتقام ٿي ورتائين.

شمشير خان کان پوءِ ڪنهن به جاگيردار هنن رهزنن سان هٿ نه اٽڪايو، پر هڪ دفعي محمد علي بيگ بندويءَ بکر سان اچي، شير خواجه جي ساٿين سان گڏجي، سڻن ڪاهي، ڪين چڱي متت ڏيئي ڇڏي هئي؛ پوءِ سندن ساٺهو قيد ڪري سبيءَ جي پٺاڻن وٽ وڪيا هئائين. هنن جي لتٿ سردار بودلي ڪي به پڪڙي بکر گهلي آيو هو. انهيءَ تعديءَ کان پوءِ ٿن سالن تائين هنن جا ڏيڏر ڏرا ٿي ويا. وري ڪا ڦڏائي نه ڪيائون، جيئن اڳ بيان ڪيو ويو آهي.

محمد علي بيگ کان پوءِ سميجن وري زور وٺڻ شروع ڪيو. ٻئي پاسي رعيت به وڏيرن جي ظلم ستم کان زبون ٿيڻ لڳي. چاڪاڻ ته جنهن به (٣٦٧-١) جاگيردار، شيرخواجه کان پوءِ هن ملڪ جي واڳ ورتي ته لاڪات واري پرڳڻي جي آمدنيءَ مان سميجن جي ڳوٺن ۾ قائم ڪيل ٿاڻن جي خرچ جو پورائو ڪرڻ لڳو، پر ڪانئس اهو نه ٿي سگهيو ته سميجن تي ڪا چڙهائي ڪري، ۽ نه وري ٿاڻن جي ڪا سار سنڀال

لڏائين. انهيءَ عرصي ۾ سميجن، خطي ۽ لاڪاٽ پرڳڻي جي ستياناس ڪري ڇڏي ۽ پيڄاڙيءَ انهن تي ڌاڪو ڄمائي ويٺا.

هنن پهرينءَ سٽ ۾ چانڊين پروچن کي قتل ڪري ڇڏيو. باقي جيڪي مسڪين وڃي بچيا، ڏن ڀي واهه نه ڏسي سندن آڻ مڃي. اڳتي وڌي حويلي سيوهڻ ۽ جوڻيجن جي پرڳڻن جا ڪيترا ڳوٺ ناس ڪري ڇڏيائون. جڏهن رعيت پوريءَ طرح هنن جي آئيءَ ۾ اچي ويئي ته پر پاسي جي وڏيرن مٽي مائٽيءَ يا دوستي ياريءَ جي حيلي بهاني دورانديشيءَ کان ڪم وٺي ساڻن ناتا وڃي جوڙيا، جيڪي اڃا سوڌا هلندا پيا اچن.

جيڪڏهن چانڊين ۽ سميجن جي اڳوڻيءَ پاڙ پٽڻي آهي ته (٣٦٧-٢) هڪ سمجهدار ۽ اثر رسوخ واري ماڻهوءَ کي پنهنجي پاسي ڪري، ڪيس ڳاهن ۽ جوڻيجن واري آباد علائقي سان گڏ خطي ۽ لاڪاٽ پرڳڻي جون غيرآباد ايراضيون به جاگير ۾ ڏيئي، متس اهو ڪم رکيو وڃي ته هو انهن ٻنهي قومن سان پوريءَ طرح پڄي اچي ۽ هو ڪائنس ڪابه منهن موڙ ڪن ته انهن کي ڀن طريقن سان ٺيڪ ڪري سگهي.

١- شاهي فوجن کي حڪم ڏنو وڃي ته چئن ئي پاسن کان هنن بدبختن کي گهيرو ڪري وڃن. سرڪاري وصولي ڪندڙ بي‌ڊپا ماڻهو بکر واري جاگيردار جا سپاهي ساڻ ڪري دربيلي پرڳڻي جي ڳوٺ 'گڙنگ' ۾ اچي پڙاءُ وجهن، هوڏانهن ٺٽي مان سپاهه گهرائي هالا ڪندي جي پرڳڻي واري ڳوٺ 'ابڙيجن' ۾ ٺهائي (٣٦٨-١) جيسلمير جي راجا کي تاڪيد ڪيو وڃي ته هڪدم پنهنجا ماڻهو وٺي اچي هنن فسادين جي انهن ٿاڪن ۾ ويهاري ڇڏي، جيڪي جيسلمير جي پٽن ۾ ڪين پاڇڙ دوران ڪم اچن ٿا. اهڙيءَ طرح سيوهڻ جي جاگيردار تي اهو ڪم رکجي ته هو پنهنجي سپاهه کي خطي

پر ڳڻي جي ڳوٺ ڪاڪي ۾ جائيتو ڪري، جيئن چئن ئي پاسن کان هنن رهزنن کي اُن جو داڻو به نصيب نه ٿئي ۽ سندن راهون اهڙيءَ ريت رد ٿي وڃن جو پنهنجا ڍور ڍڳا توڙي ٻار ڪڍي نه سگهن.

جن به وڏيرن هنن هنگامن ۾ انهن جو پاسو ورتي سائن رشتا ناتا قائم ڪيا آهن، تن کي ڪاٺين الڳ ڪيو وڃي. ان لاءِ هر هنڌ پڙهو ڏياري ماڻهن کي چتاءُ ڏجي ته جنهن به ڳوٺ يا گهر ۾ سميجا انڙ پناهي هوندا يا سندن مال، عيال ۽ ٻيو سامان ڪنهن وٽ به موجود هوندو ته خبر پوڻ شرط ان ڳوٺائي يا گهر جي مالڪ کي به انهن رهزنن وانگي ڦاهيءَ چاڙهي سندس مال اسباب ضبط ڪيو ويندو (٣٦٨-٢). هن باري ۾ ڪنهن به ماڻهوءَ جو لحاظ نه رکڻو پوندو.

انهيءَ ڏهڪاءَ وسيلي سنڌ جا وڏيرا سرڪاري دٻاءَ ۾ اچي ذڪر ڪيل رهزنن سان اهي رشتا ٽوڙي ڇڏيندا، جيڪي هن کان اڳ سائن ڳنڍي چڪا هئا ۽ پوءِ اڳ وانگي ڪين اڪ ۾ رکي سندن ٻچڙاين جو ڪتو جواب ڏيڻ لڳندا. جيڪڏهن هڪ هزار بهادر سوار پلن گهوڙن ۽ پنج سو پاٽيءَ پريل اُنن سان سميجن تي چاڙهي موڪليا وڃن ته هي نامراد سنجهي مرن ۽ ڪين پتو پئجي وڃي ته بدمعاشيءَ جي سزا ڪهڙي ٿيندي آهي. پنج ڇهه هزار ٻاڻ، سندن زالون ۽ ٻار ڪل ويهن هزارن ٽائين ٿيندا، آخر ڪيڏانهن ڀڄي سگهندا؟ ليڪن شرط هي آهي ته سندن واهون بند ڪيون وڃن. ان کان سواءِ ڪين لڪڻ لاءِ به ڪا جاءِ ڪانهي، جو گهٽو ڪري پوک ۽ پاٽيءَ وارن هنڌن تي رهن ٿا، جنهنڪري هرهنڌ آسانيءَ سان هٿ اچي ٿا سگهن. شاهي لشڪر جڏهن به مٿن ڪڙڪيو ته (٣٦٩-١) هي ٻارين ٻچين موت جي منهن ۾ اچي ويندا. ڪيترن کي قيد به ڪري سگهجي ٿو. سندن مال مِڏي تاراج ٿيڻ کان پوءِ

جيڪي ڇڙوڇڙ ٿين، تن کي ڇٽن ٿي پاسن کان فوجي گهيري ۾ آڻي، پڌي قابو ڪيو وڃي. اڃا به هيڪڙ ٻيڪڙ کو هٿان نڪري ويو ته آخر ڪڏهن نه ڪڏهن ڦاسندو . گهڻو ڪري رهيا کهيا ماڻهو هٿيار ڦٽا ڪري رعيتي راڄ ٿيڻ قبول ڪندا آهن . ايڏي وڏي سوڀ حاصل ٿيڻ ۽ وڳوڙين جي پاڙ پٽڻ کان پوءِ اهو سڄو علائقو انهن رعيتي ماڻهن جي حوالي ڪيو وڃي ، جنهن تي اهي ڏاڙيل هاڻي ڏاڪ ڇمايو ويٺا آهن .

هنن بدبختن جا جيڪي علائقا سهتن واري پاسي ڏانهن آهن، اهي دوهيلي واري پرڳڻي ۾ شامل ڪري سهتن کي ڏنا وڃن. مٿن واجبي ڍل وجهڻ کپي، جيئن پيا هند به (۲۶۹-۲) چڱيءَ طرح آباد ڪري آهي آڻي رهن. سهتن کي ستوهه ڪيو وڃي ته گڙنگ وارو قلعو (جنهن کي سميجن ڦٽائي ڇڏيو هو) نئين سر آباد ڪري، آڻي وڃي ويهن .

بکر جي علائقي ۾ خريف جو فصل ڏاڍو پلو ٿئي ٿو. جڏهن خريف جو وقت ويجهو ايندو آهي ته سهتا انهيءَ گڙنگ واري قلعي ۾ وڃي ويهندا آهن . ان جي اوسي پاسي هرڪو پوکيءَ واهيءَ جو ڌنڌو ڪندو رهي ٿو. هتي سو سوار ۽ پنجاهه توبچي بکر مان گهرائي ويهارڻ کپن، جيئن سميجن جو هيءُ علائقو سهتا آباد ڪندا رهن.

ڪونريجن ۽ پنوهرن جي پاسي به سميجن جون جيڪي زمينون آهن، اهي جوڻيجن جي پرڳڻي ۾ داخل ڪري، مٿين پنهي قومن کي ورهائي ڏجن ، پر انهن تي به واجبي ڍل وجهڻي پوندي. انهيءَ احسان عيوض ماڻهو دل لائي پنهنجون آباد ڪندا. گچيري ۾ به هڪڙو قلعو قائم ڪري (۳۷۰-۱) ان ۾ سو سوار ۽ پنجاهه توبچي رکيا وڃن، جتي سيوهڻ جي جاگيردار پاران ڏاڍو هٿڻ گهرجي.

خطي واري پرڳڻي ۾ به هنن چورن جو جيڪو علائقو

آهي، سو انهيءَ پرڳڻي جي رعيتي ماڻهن هالي پوٽن جي حوالي ڪيو وڃي، ۽ ڪاڪي واري قلعي ۾ پنجاهه سوارن سان گڏ پنجويهه توبچي مقرر ڪرڻ کپن، جيڪي پڻ سيوهڻ جي جاگيردار پاران هجن، جيئن اهو پرڳڻو اڳ وانگي آباد ۽ سرسبز ٿي پوي.

لاکن جي پاسي به جيڪي سميجن جون دهون آهن، سي لاکن کي ڏياريون وڃن. هنن کي پنهنجي اڳوڻي سلڪيت سان گڏ جڏهن سميجن انڙن جون پنيون به ملنديون ته هي وڏيڪ ڏورائتا ٿيندا. اهي ماڻهو سميجن انڙن جا اصل ڪان ويري آهن، هي طاقت ۾ آيا ته سميجن جي چڙهه نڪري ويندي. انهيءَ پاسي وينجهڙيءَ واري قلعي جي مرمت ڪرائي (۲-۳۷۰) ان ۾ سيوهڻ جي جاگيردار جا توبچي ۽ سوار رکيا وڃن، ته جيئن لاکا بي‌اونا ٿي پوکي راهيءَ ۾ رڌل رهن.

نصرپور جي واڇڏانيءَ واري پرڳڻي هالا ڪنڊيءَ ۾ به سميجن جون زمينون پيل آهن، جيڪي پڻ هالا قوم جي حوالي ڪجن ۽ اهي پنيون هالا ڪنڊيءَ جي پرڳڻي ۾ شامل ڪرڻيون پونديون.

هالا ڪنڊيءَ وارو ٺاڻو هميشه ٺٽي جي صوبه دار جي واسطيداريءَ سان سميجن جي فساد ٽارڻ لاءِ قائم ٿيندو آيو آهي، اهو ٺاڻو وري به سو سوارن ۽ هڪ سو توبچين سان ساڳئي پرڳڻي جي ابڙيجن واري قلعي ۾ قائم ڪرڻ گهرجي. (اهو قلعو مؤلف جي پاءُ مير ابوالبقا جو ٺهرايل هو).

انهن ٺاڻن جي ماڻهن جو تعداد ساڍن ڇهن سون سوارن ۽ سوا ٽي سو توبچين تائين ٿيندو، جن مان هڪ سو سوار ۽ پنجاهه توبچي بکر جي حاڪم کان، ٻه سو سوار ۽ هڪ سو توبچي ٺٽي جي حاڪم وٽان (۱-۳۷۱)، باقي سوار ۽ توبچي سيوهڻ جي جاگير کان طلب ڪيا وڃن.

لاڪات جي پرڳڻي کي جيڪڏهن انهيءَ انتظام موجب سڌاريو وڃي ته هڪڙي مان پنج پرڳڻا ٿي پوندا. هتان جي ٺاڻن ۾ لاڳيتا چار سال ماڻهو مقرر ٿيل هجن. پيچاڙيءَ ۾ هڪ ٿاڻو وينجهڙيءَ ۾ قائم ڪرڻ کپي، جنهن لاءِ گهربل سوار ۽ توبچي سيوهڻ جي جاگيردار کان ورتا وڃن. اهو ٿاڻو دائمي طور هجي.

٢- سيوهڻ جي جاگيردار کي کپي ته هو ٺٽي، بکر ۽ جيسلمير جي فوجن کان سواءِ پنهنجي سر هنن رهزنن سان منهن ڏيڻ جي ڳڻ ڪري. اهو هيئن ته ٿي سگهندو جو هتي ڪنهن اهڙي ماڻهوءَ کي آندو وڃي جيڪو سرجوش، سپاهه دوست، رعيت پرور، ظلم کان پري رهندڙ ۽ سچاڻ هجي. اهو ئي ماڻهو جاگير لائق ٿي سگهي ٿو، جيڪو هتي اچي به شيون پنهنجي قبضي ڪري يعني رعيت جون دليون ۽ لشڪر! (١-٣٤١-٢)

انهن جي طاقت سان ئي وڳوڙين سان پوري پئجي اچڻ ۽ ملڪ کي آباد ڪرڻ جون تدبيرون ڪارگر ٿي سگهنديون. رعيت جي دل وٺڻ لاءِ هر پرڳڻي جو الڳ سڌارو ڪرڻو پوندو. جيڪي اٺ پرڳڻا قلعي جي هُن پاسي ۽ درياهه جي اورينءَ پر ٿي آهن، هي سڌارو انهن سان لاڳاپو رکي ٿو.

انهن مان هڪ باغبانن وارو پرڳڻو آهي. ان جو سڌارو هيئن ٿي سگهي ٿو ته سيوهڻ جي راڄڌانيءَ ۾ قلجيءَ ۾ تعمير ڪرايل سلطان محمد برنڪاني ارغون واري قلعي کي نئين سر محڪم ڪري ان ۾ ڪارائتن سوارن ۽ توبچين جو ٿاڻو قائم ڪرڻ ۾ اچي، ڇا لاءِ ته سميجن جون چار ئي طاقتور قومون هن ئي پرڳڻي ۾ رهن ٿيون جيڪي هي آهن:

١- ڀگهين جي قوم.
٢- جوڻيجن جي قوم.
٣- ٻرين جي قوم.

اهي ٽيئي قومون (٢٧٢-١) ڀل پرينديون رهن ٿيون ۽ منجهن ڪا به اڙانگوڙي ڪانهي.

٤- ٽيهن جي قوم.

هيءَ ڏاڍي ڦڏئي ۽ چورت قسم جي قوم آهي ۽ سدائين وڳوڙ پيدا ڪندي رهي ٿي.

جيڪڏهن جاگيردار وٽ سگهارو لشڪر آهي ته فصل جو موقعو تاڙي ٽيهن تي چڙهي وڃي ٿو ته هو وصوليءَ طور ڪجهه نه ڪجهه ڏين ٿا، نه ته تربون ٿي ٽي ٿا هٽي ڇڏين.

هتي بدبخت ۽ بي گُرا چانڊيا به رهن ٿا جن جو اڳ ۾ به احوال اچي چڪو آهي. هن پاسي ڏاڍن قائم ڪرڻ شرط چانڊين ۽ ٽيهن تي اهڙي ڪرڙي نظر رکڻ گهرجي جيئن پنهنجي جو ساهه مُٺ ۾ اچي وڃي ۽ ڪا به هوڙهيائي ڪري نه سگهن. رعيت ڪي به دلداري ڏيئي اڳئين دستور موجب هلايو وڃي ۽ وڻانس جيڪا وصولي ٿيندي رهي ٿي اهائي بحال رکڻ گهرجي. انهيءَ دستور جي هيءَ نوعيت هئي ته هتي ايرٽي جو رواج هو، ليڪن ٻين هنڌن تي اها ريت ڪانه هئي (٢٧٢-٢). اتي آهوڻ ويسن جي حساب سان رکيل هو ۽ هن پرڳڻي ۾ ٽن ويسن جي حساب ساڍ هو. اناج جي اڳهه مطابق به ويئي تي پاؤلي في جريب گهٽائي ٿيندي هئي. پاٽيءَ جون واهيون جيڪي اڳئين زماني کان وهنديون اچن ٿيون تن کي به نئين سر ٺاهي وري وهايو وڃي جيئن ڇڙوڇڙ ٿيل رعيت آباديءَ جي آسري وري اچي هن پرڳڻي ۾ پنهنجا اجها اڏي ويهي، انئين هوريان ڏاڍيان سڄي پرڳڻي ۾ وري وسندي ٿي ويندي.

ڪاڇي واريون زمينون جيڪي مها ڍنڍ ۽ ماروي واهه جي اوسي پاسي ۾ آهن، جن ۾ گنجابي ۽ سبيءَ کان پاڻي وهي اچي ٿو تن کي پڻ آباد ڪرڻ کپي، جيئن هڪڙو پرڳڻو چئن

پرڳڻن جيڏي اپت وارو ٿي پوي. باغبانن جو ڳوٺ سيوهڻ جي قلعي کان ڇاويهن ميلن تي آهي جنهن جي سڏاري بابت اڳي ئي ڪي ڳالهيون پيش ڪيون ويون آهن.

هيو پرڳڻو نيرون جي قلعي وارو آهي. هن جي سڏاري لاءِ بهتر ائين ٿيندو ته انهيءَ قلعي ۾ ويهه سوار ۽ ڏهه توبچي ويهاريا وڃن. رعيت سان به اهي رعايتون روا رکيون وڃن (٣٧٣-١) جيڪي بختيار بيگ جي عملداريءَ کان وٺي شمشير خان جي اياسڪاريءَ تائين معافيءَ جي صورت ۾ کين مليل هيون. اها رعايت هن نموني جي هئي ته ارباب بهاءالدين پنوهر جي پوک مان ڪيس ڏيون حصو معاف هو، جنهن موجب پوک جي ڏن حصن مان به حصا ان کي ڏنا ٿي ويا. هيو طريقو آهي نون حصن مان پنج حصا رعيت جا ۽ چار حصا حاڪم جا ليکيا وڃن، بلڪ ان ۾ به وڌيڪ ڪمي آڻڻ کپي، جيئن رعيت جمع ڪري سگهي، ڇا لاءِ ته اهو علائقو ڏاڍو ڏکيو آهي، جتي جابلو ماڻهن جو گهڻو زور رهي ٿو. ان ڪري ئي هتي ويراني وڌيڪ آهي. هي ڳوٺ سيوهڻ جي قلعي کان پنجويهن ڪوهن جي فاصلي تي ٿيندو.

ڏيون ڳاهن وارو پرڳڻو آهي، ۽

چوٿون پرڳڻو بوبڪن جو آهي: پنهي پرڳڻن جو سڏارو هيئن ٿي سگهي ٿو ته هنن پرڳڻن جا ڪي ڳوٺ اهڙا آهن جن جون زمينون درياهه جي ويجهو ڪي آباد ٿين ٿيون. اهي ڳوٺ اڄ به آباد رهن ٿا. هنن ڳوٺن جي آباديءَ لاءِ به معافيءَ جو سلسلو جاري وڪڻو پوندو جنهن ۾ ڪا به گهٽ وڌائي نه ٿيڻ کپي. اميد آهي ته ائين ڪرڻ سان آباديءَ ۾ ڏهوڻ واڌارو ٿيندو.

ٻيا ڪي ڳوٺ ڪاڇي جا آهن، جن جون زمينون جبل جي هيٺاهينءَ تي مينهوڳيءَ جي مند ۾ آباد ٿين ٿيون. هتي خريف ۾ جوار، ڳر ۽ ربيع ۾ سرنهن جي پلي پوک ٿيندي آهي. اهي

ڳوٺ شمشير خان جي عملداريءَ کان پوءِ بلڪل ويران رهندا اچن ٿا. ڇا لاءِ ته اهي سڙئي جابلو لڪن جي سخت هنڌن تي آهن. هتي سدائين جابلو قومن، چانڊين ۽ نومڙين جو خطرو رهي ٿو، جن جو احوال مٿي ڏنو ويو آهي. انهن هنڌن تي جيستائين پورو فوجي انتظام نه هوندو تيستائين ماڻهو پوکي راهي نه ڪري سگهندا (۳۷۴-۱).

شمشير خان اوزبڪ جي ايامڪاريءَ ۾ هتان جي رعيت جي دل بدل هئي، ڇو ته هتي پنوهرن ۽ ٻين قومن مان هزار سوار ۽ چار پنج هزار پيادا ڳاهن واري پرڳڻي مان ڀرتي ڪري سگهبا هئا. ساڳيءَ طرح بوٻڪن واري پرڳڻي مان به ٻه ٽي سو سوار ۽ ٻه ٽي هزار پيادا مقرر ٿيل هئا. تنهن کان سواءِ رعيت کي به جاگيردار پاران معافي ۽ ٻي رعايت مليل هئي. اهو جاگيردار پاڻ به پوري انسالي مان سيوهڻ ۾ رهندو ٿي آيو. هن پرڳڻي جا سيئي رعيتي ماڻهو آبڪلائيءَ جي موسم ۾ پنهنجا ڳوٺ ڇڏي، ٻارن ٻچن سميت وڃي جبل جي پاسي اجها اڏي ويهي رهندا هئا. جتي پوک مان گڏ ڪين سال جي چاري جي به سهوليت هوندي هئي. حاڪم جي پاران جبل جي پاسي جاسوس مقرر ٿيل هئا، ان لاءِ ته جيڪڏهن انهيءَ طرف کان ڪنهن وڏي لشڪر جي ڪاهه جي ڀاڻور پئجي وڃي ته (۳۷۴-۲) ماڻهو پنهنجا ٻار ٻچا ۽ ڍور ڍڳا اصلي ڳوٺن ڏانهن آمائي، مهاڏي لاءِ تيار ٿي وڃن. پر جي لشڪر ٿورو هجي ته جبل جي لڪن ۾ قائم ڪيل چوڪين کي جتاءُ ڏنو ٿي ويو، جيئن اهو لشڪر ڪنهن به وقت وجهه وٺي ماڻهن تي چڙهائي نه ڪري سگهي. ڪاڇي وارا ڳوٺ انهيءَ انتظام جي ڪري ٿي آباد پئي ٿيا ۽ جاگيردار کي ماڻهو وصوليون ڏيندا ٿي رهيا. اها جرأتمند رعيت سميجن بدبختن جي جنگ دوران به چڱو ڪم ڏيندي پئي رهي، جنهن جو ذڪر هن کان اڳ ڪيل آهي.

شمشير خان جي عملداريءَ کان پوءِ ڪن جاگيردارن ۽ پاران هتان جي رعيت تي زوريءَ ڍل مڙهي ويئي، جنهنڪري پنهي فصلن تي پن پٽي ڍيڻ کان پوءِ به ماڻهن جو ڍو گذار هو. سو لاچار ٿي زمينون وڪڻي ڇڏيائون ۽ سندن حال زبون ٿيندا ويا (٣٧٥-١). انهيءَ زبونيءَ ۽ بيوسيءَ جي عالم ۾ جابلو ماڻهن جي راتاهن جو وارو وريو، ڪيترا رعيتي شهيد ٿي ويا ۽ سندن ڍور ڍڳا ڌاڙ ۾ ويندا رهيا. اجا تائين بي پهچ رعيت ۾ اها سگهه ڪانهي جو پنهنجا ماڻهو سيڙي وڃي اتي ٿاڻيڪا ٿين ۽ پوکيءَ راهيءَ سان لڳن.

اهي ڳوٺ تڏهن آباد ٿي سگهندا جڏهن ڪين پوک ۾ معافي ۽ بٽئيءَ ۾ رعايت ڏني ويندي، جيئن بختيار بيگ، مير ابوالقاسم ۽ شمشير خان جي ايامڪاريءَ ۾ اهڙو رواج هو. اها ريت هن طرح دهرائي سگهجي ٿي ته مرحوم مخدوم جعفر بوبڪائي جي اولاد جي پوک چئن حصن ۾ ورهائي ان مان ٽي حصا مخدوم جي اولاد کي ڏنا وڃن ۽ هڪ حصو حاڪم کڻي. اهڙيءَ طرح ارباب بهاءَ الدين واريءَ پوک مان ٽيون حصو ڪيدي باقي رعيت جي ٻلي ڪجي (٣٧٥-٢). ۽ نون حصن واري ورهاست مان پڻ پنج حصا رعيت کي، چار حصا حاڪم کي ملڻ کپن: اجا به ان ۾ ڪتر وڌي وڃي، چاڪاڻ ته اڳ رعيت ۾ ساهه هو ۽ هاڻ سنجهس ڪو به ست ڪونهي.

سنڌ جي والي ڄام ننڍي (نظام الدين) جي زماني ۾ چاڳلي نالي هندو وزير کي ڄام نظام جي پٽيلي دريا خان سان گڏجي سيوهڻ موڪليو ويو هو، جنهن هتي اچي باراني پاڻيءَ تي وهندڙ ساوه (ساوي) واري واهه کي وهايو هو، جنهن جو پاڻي منڇر ۾ اچي گڏ پئي ٿيو. انهيءَ ڍنڍ جي اترئين پاسي گاهن واري رعيت پوک ڪندي ٿي آئي، ان جي ڏاکڻين پاسي بوبڪن جي ماڻهن ڳچ ۽ مانهن جي پوري جي ملاوت سان پڪو بند

ٻـڌي، ڪاڇي جي زمينن ۾ پاڻي پئي پچايو، جنهنڪري اڄ جام آبادي ٿيندي پئي وڃي (٣٧٦-١).

مؤلف (يوسف ميرڪ) کي نصيرالدين محمد ولد مرحوم مخدوم جعفر بوبڪائي واتان معلوم ٿيو تہ اهو بند ٻہ ٽي ڏينهن مضبوط رهيو، پر ڪنهن درويش جي پاراتي سبب منجهس ڪاهيہ پئجي ويئي.

انهيءَ ڪاڇي واري پوک ڏي ڏهون حصو ڀل وٺل هئي، جنهن مان نو حصا رعيت کي ۽ ڏهون حصو سرڪارکي ٿي مليو. تڏهن بہ ڄام ننديءَ کي هڪ لک خرار وصول پئي ٿيا.

اهو بند (جيڪو ڪنهن درويش پنهنجي ڪرامت سان ڀڃي ڇڏيو هو) ٻيهر ٻہ ٽي هزار خرچ ڪري مضبوط ٻـڌايو ويو ۽ مٿس قلعو اڏائي ان ۾ ٻن سون سوارن سان گڏ هڪ سو توبچي ويهارڻ کپن، جيڪي بند جي نظرداري ڪري رعيت جي استقامت جو خيال رکندا اچن.

پئي پاسي قاسم باريجي ۽ نوحاڻي بروچن جا ڳوٺ جيڪي بوبڪن واري پرڳڻي اندر جبل ۾ آهن ۽ (٣٧٦-٢) شمشيرخان ڪان پوءِ نڏٽڪا رهندا ٿا اچن، تن جي بہ ڪا پرگهور لهڻ کپي.

هتي هڪ چشمو آهي جنهن جو پاڻي جبل مان اچي ڪونلي ڳوٺ اورانگهي ڪلرائين زمينن ۾ پئجي ضايع ٿو ٿي وڃي. اهو چشمو گچ ۽ مانهن جي ڀوري سان ٻڌي ان جو پاڻي ڪاڇي وارين ٻنين ۾ ڪتب آندو وڃي. پوءِ الاهي قدرت جا ڪرشما ڏسجن تہ ڪيئن ٿي انهيءَ ڳوٺ مان پيداوار حاصل ٿئي! يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ هر ڳوٺ هڪ پرڳڻي سان ڪلهو هڻي لڳندو.

ڪاڇي جا ڳوٺ جيڪي هن پرڳڻي مان ليکيا وڃن ٿا، ڪل ٽي آهن: انهن مان هڪ اوٿل وارو ڳوٺ آهي، جيڪو

ٻوبڪن جـي پرڳڻي ۾ اچـي ٿـو. هي ڳوٺ ڇهن طـرفن ۾ ورهايل آهي:

١- ڊوسڪ
٢- آنڪي
٣- ساڏر
٤- ٽابڪ
٥- ڪوراٺو
٦- اڳناڙي.

ٻيو: اواڙيءَ جو ڳوٺ، ۽

ٽيون: ڪروٽيءَ وارو ڳوٺ آهي. انهن ٽنهي ڳوٺن جو تعلق (٣٧٧-١) ڳاهن واري پرڳڻي سان آهي.

اوٺل ۽ اراڙيءَ وارا ڳـوٺ سيوهڻ ڪان سورهن ڪوهه پري آهن. اوٺل وڏي جبل ڪان اٺن ڪوهن تي ۽ اواڙي ٻارهن ڪوهن تي آهي. ڪروٽي سيوهڻ ڪان ويهه ڪوهه پرتي ۽ جبل ڪان ڇهن ڪوهن جي وِٿيءَ تي ٿيندي. ڳاهن جو ڳوٺ سيوهڻ ڪان تيرهن ڪوهه پري آهي ۽ ٻوبڪن جو ڳوٺ سيوهڻ ڪان پنج ڪوهه ٿيندو.

پنجون پاٽ وارو پرڳڻو آهي. هتي ڪوبه فوجي انتظام ڪونهي. رعيت جي ڀلائي لاءِ معافيءَ جو دستور لازمي ٿيندو- جيئن اڳ هو. انهيءَ سان آباديءَ ۾ اضافو ٿيندو. پاٽ جـو شهر سيوهڻ ڪان ٽيهه ڪوهه پري آهي.

ڇهون نيرون وارو پرڳڻو آهي، جيڪو سيوهڻ ڪان هڪ ڪوهه جي فاصلي تي ٿيندو. هن جي چوڌاري ڳاهن، ٻوبڪن ۽ حويلي سيوهڻ جا ڳوٺ اچي وڃن ٿا (٣٧٧-٢). هتي رهندڙ مهاڻن کي ٽيڪا ڏنا ويندا آهن، جن ٽان محصول اڳاڙيو وڃي ٿو. هن هنڌ فوجي انتظام جي گهرج ناهي، ڇو ته هتي ڪا

خاص آبادي نٿي ٿئي، نہ وري هتي ڪا اهڙي ايراضي آهي جا پوکي راهيءَ جي ڪم اچي.

ستون پرڳڻو سيوهڻ جي حويليءَ وارو آهي. هن ۾ پندرهن ڳوٺ آهن. جن مان ڏهہ درياهہ جي هيٺ پر قلعي جي پاسي آهن. انهن مان وري اٺ ڳوٺ جبل پاسي جابلو قوسن ۾ اچي وڃن ٿا ۽ پنج ڳوٺ بوبڪن واري پرڳڻي ۾ آهن جيڪي ڪل ٻارهن ڳوٺ ٿين ٿا. اهي ڳوٺ هن ريت آباد آهن:

سائو: هي سيوهڻ جي قلعي کان اڻويهہ ڪوهہ ۽ جبل کان سورهن ڪوهہ پري آهي.

عزيزاڻي: هي سيوهڻ کان پندرهن ڪوهہ ۽ جبل کان اٺ ڪوهہ پرتي آهي (٣٧٨-١).

پاهڻي ڪوٽ: هي سيوهڻ جي قلعي کان تيرهن ڪوهہ ۽ جبل کان اٺ ڪوهہ ٿيندو.

ڏهڻي: هي سيوهڻ کان ڏهن ڪوهن تي ۽ جبل کان ٻن ڪوهن تي آهي.

اهي چار ئي ڳوٺ بوبڪن جي پرڳڻي مان آهن.

جهانگارا: هي سيوهڻ جي قلعي کان اٺ ڪوهہ ۽ جبل کان پنج ڪوهہ پري آهي.

ٻاجارا: هي سيوهڻ کان ساڍن پنجن ڪوهن تي ۽ جبل کان بہ ايتري پنڌ تي ٿيندو.

ڪجي: هي سيوهڻ جي قلعي ٿوري جبل کان پنج ڪوهہ پرتي آهي.

نار: هي سيوهڻ کان اٺ ڪوهہ ۽ جبل کان چار ڪوهہ ٿيندو.

هي سارو ڳوٺ آهي جتي گدرن ۽ هندائن جون پليون واڙيون ٿين ٿيون. انهيءَ لحاظ کان هن جي گهڻي هاڪ رهي ٿي. هتي هڪ چشمو بہ آهي جنهن ۾ جبل کان پاڻي اچي پوي ٿو.

(٨٧٣-٢) هن چشمي جا نارا ڳوٺ ڪان په ڪوهه پري جبل ۾ آهن، جنهن جو مشاهدو خود مؤلف به ڪيو آهي.

اهي نارا زمين مان ڦوهاري جيان ڦٽي نڪرن ٿا، جن جو پاڻي الان وهي اچي ڳوٺ ۾ پوي ٿو. آتان جي رعيت انهيءَ پاڻيءَ تي پوک ڪري ٿي. هتي ميون ۽ نير جي اپت گهڻي آهي، خاص ڪري اهو نير ڏاڍو عمدو ٿئي ٿو. پر پاڻي هتي تمام گهٽ آهي جنهن مان سال ۾ پنجاهي ڪن جريب زمين آباد ٿئي ٿي. جيڪڏهن پاڻي جام هجي ته زمين جي ڪمي ڪانهي، جنهن تي ويهن هزارن جريبن کان به وڌيڪ آبادي ٿي سگهي ٿي. هتي بزرگ آري شينهائيءَ جي مزار آهي جا انهيءَ ڳوٺ کان ڪوهه اڌ جي پنڌ تي اچي ٿي. هي ڏاڍي پلاري جاءِ آهي. هن بزرگ کي شينهائي ان ڪري ڪوٺيو وڃي ٿو، جو (٩٧٣-١) هڪ ڏينهن پنهنجي حياتيءَ ۾ پنهنجي دوستن سان گڏ سير لاءِ نڪتو، اوچتو هڪ شينهن سندس اڳ آيو، جيڪي ماڻهو ساڻس گڏ هئا اهي شينهن کي ڏسي پاسيرا ٿي ويا. پوءِ پاڻ شينهن کي ڪن کان وٺي مٿس سوار ٿي سير ڪيائين (١)

هتان جا ڳدرا جڏهن سير ابوالبقا هتان (جڏهن هو سرزا دوست بيگ سان گڏ سيوهڻ جو جاگيردار هو) جهانگير بادشاه ڏانهن موڪليا ويا (٢) ته پاڻ ڏاڍو خوش ٿيو. اهي ڳدرا

---

(١) اهي روايتون هند سنڌ جي هر پير سان لاڳو آهن. (مترجم)

(٢) جهانگير بادشاه (١٠١٤-١٠٣٧هه)

ولائتي گدرن سان پيش ڏنائين ته انهن کان وڏيڪ سوادي ثابت ٿيا. انهيءَ پسند جي ڪري اهو ڳوٺ نواب آصف جاهه کي بخشش طور ڏنائين (١) جو ڪيترن ورهين تائين سندس وڪيلن جي تحويل ۾ هو.

هي چار ئي ڳوٺ حويلي سيوهڻ جي پرڳڻي سان آهن جنهن ۾ ڪل اٺ ڳوٺ شامل آهن. ممڪن ناهي ته هتان جي رعيت هڪ سال تائين جابلو ماڻهن جي ڦرلٽ کان آجي رهي. ڪيترا دفعا ائين ٿيو آهي جو نومڙيا ۽ چانڊيا جيڪي جبلن ۾ رهن ٿا، هنن ڳوٺن تي ڪاهي ماڻهن جا مال ڪيدي پئي ويا آهن. اهو ته ٺهيو پر هنن ويچارن جا ٻار ٻچا به غنيمن جي ور چڙهندا رهن ٿا. جيڪو ماڻهو هنن نياڳن کي وات ويندي ملي ٿو تنهن کي قتل ڪري ٿا ڇڏين. انهيءَ ڪري هي ڳوٺ اڪثر ويران رهن ٿا. هتان جي رعيت کي پوک ۾ معافي ڏيئي، نون حصن مان پنج حصا سندن حوالي ڪيا وڃن ۽ چار حصا حاڪم کڻي. هڪ حصو هنن جي فوجي خدمتن جي بلي معاف ڪيو وڃي، جيئن پوريءَ طرح جابلو ماڻهن (٣٨٠-١) سان هٿ اٽڪائي سگهن.

(١) مرزا ابوالحسن ولد اعتماد الدوله غياث بيگ لقب آصف خان عرف آصف جاهه. نورجهان بيگم جو وڏو ڀاءُ ۽ ارجمند بانو (شاهجهان جي بيگم ممتاز محل) جو پيءُ، وفات ١٧ شعبان ١٠٥١ هه، لاهور ۾ دفن ٿيل (ڏسو ماثرالامراء ج ١- ص ١٥١)

ڏيڙهيءَ جو ڳوٺ: هي صفا پيڙنگ لڳو پيو آهي چاڪاڻ ته هتان جي رعيت اڪثر جابلو قومن هٿان تلف ٿيندي رهي ٿي، باقي ماڻهو طاقت نه هئڻ ڪري ڏڙي پکڙي هليا ٿا وڃن.

ديندار خان پنهنجي عملداريءَ جي پڇاڙيءَ ۾ هيءُ ڳوٺ مخدومن (لعل شهباز جي سيدن) کي انعام طور ڏيئي ڇڏيو هو، جيڪي هتان جي زمين جي پيدائش مان پنج حصا ڪري هڪ حصو پاڻ کڻندا ۽ چار حصا رعيت کي ڏيندا ٿي آيا. انهيءَ آڌار تي هن ڳوٺ ۾ ڪي جريب آباد پئي ٿيا.

احمد بيگ خان هتي هڪ قلعو اڏايو جيڪو سندس چڱو ڪارنامو ليکيو وڃي ٿو. انهيءَ قلعي جي نئين سر مرمت ڪرائي اتي سو سوار ۽ پنجاهه توبچي وهارڻ کپن. جيڪي ماڻهو ڳوٺ ڇڏي هيڏانهن هوڏانهن هليا ويا آهن تن کي ڳولي ڦولهي هٿ ڪري (٣٨٠-٢) دم دلاسي سان وري هتي وسايو وڃي. هڪ سال تائين ڪانئن ڪا به ڍل وٺڻ ۾ نه اچي، ان کان پوءِ سا ڳين پنجن حصن جي حساب سان چار حصا هنن کي ڏياريا وڃن ۽ هڪ حصو حاڪم کي ملي. انهيءَ رعايت مان ڳوٺ جي آباديءَ کي وڏو فائدو پهچندو. ۽ ائين ئي جابلو ماڻهن جي هٿ چراند جو آزار سيوهڻ جي خلق تان لهي ويندو. هي ڳوٺ سيوهڻ جي قلعي کان ڏن ڪوهن تي آهي. جبل هن کان ٻه ڪوهه پري ٿيندو. هتي ٽاڻي ٻوڻ ڪري ڏن پاسي

جا رهاڪو ساوي گهوٽ واري ڏاٽي جي ماڻهن
سان رابطو رکي هر خطري کان چوڪس
پيا رهندا.

ڪاهي ماجوبي (١): هيءَ لڪيءَ واري جبل جي ٽڪر تي آهي. اهو ٽڪر پنهي پاسن کان خوفائتو رهي ٿو. ڪيئي ماڻهو هتي پنهنجيون جانيون وڃائي چڪا آهن. درياهه هن جبل جي هيٺان وهي ٿو (٣٨١-١). سياري جو جڏهن پاڻي لهي ٿو وڃي ته جبل جي وٽ سان ماڻهن جي اچ وڃ ٿيڻ لڳي ٿي. پاڻيءَ جي چاڙهه وقت هرڪو لڪيءَ جي جبل واري ٽڪر تان اچي وڃي ٿو، جيڪو مٿي بيان ڪيو ويو. انهيءَ ٽڪر ۾ جابلو ڏاڙيل ۽ سميجا سنڌيون هٽي، ماڻهن کي ماري، سندن مال ڪاهي ڏا وڃن. ترخانن جي دور ۾ هتان جي ماڻهن کي آيل ۾ آٽي، مٿن واجبي اڳاڙي رکي ٿي ويئي، جنهنڪري اهو ٽڪر اچ وڃ لاءِ کليل پئي رهيو.

تنهن زماني ۾ هنن تي پوک جي پيدائش ۾ به ڍل جي رعايت روا رکي پئي ويئي. ان ڪري ترخانن جي دور ۾ هنن کي "سواجبي" ڪوٺيو ٿي ويو، جيڪو لفظ هاڻ هن ملڪ ۾ "ماجوبي" مشهور آهي.

بختيار بيگ جي عملداريءَ کان پوءِ سيوهڻ جي جاگيردارن رعيت تي ظلم شروع ڪري

---

(١) اها وستي اڄا سوڏي لڪيءَ ۽ سيوهڻ جي وچ تي موجود آهي. اصل ڪتاب ۾ "معجوبي" لفظ آيل آهي. (مترجم)

ڏنا، جنهنڪري هتان جا گهوٽاٽا گهر گهاٽ
ڇڏي دربدر ٿي ويا. جڏهن مير ابوالقاسم سيوهڻ
۾ آيو، هتان جي رعيت کي بکر مان گهرائي،
(۱۳۸۱-۲) آٽت ڏيئي، پنهنجي جاين تي ويهاريائين.
هن معمول جو ڏيون حصو مٿن مقرر ڪيو هو.
لڪيءَ واري گس جي اڌ حصي جي سنڀال
جو ڪم به هنن تي رکيائين. اهو گس سيوهڻ
ڏانهن ٿي ويو. پئي پاسي جيڪا واٽ من جي
پرڳڻي ڏانهن پئي ويئي، تنهن جي نظرداري
لڪيءَ ۾ رهندڙ نوت پروچن جي ذميداريءَ ۾ ڏني
ويئي. هي جيڪي پنيون آباد ڪندا ٿي آيا
اهي کين ئي بخش ڪري ڏنيون ويون. اهو
دستور شمشير خان جي عملداريءَ تائين هلندو
آيو. ان کان پوءِ ڪنهن به حاڪم هتان جي
رعيت سان ڪا رعايت نه ڪئي، جنهنڪري
هوريان ڏاڍيان ماڻهن جا حال هيٺا ٿيندا ويا.
هنن ۾ جيڪي جاندار ماڻهو هئا تن کي جابلو
ڌاڙيلن شهيد ڪري ڇڏيو.

ديندار خان جي زماني ۾ هڪ دفعي نومڙين
اچي هن ڳوٺ تي ڪاهيو، ۽ جيڪو نر ٻچو کين
نظر آيو تنهن کي ڪٺائون (۱۳۸۲-۱). زالن
جا ڪن وڍيائون ۽ ٻارن کي قيد ڪري وٺي
ويا، ۽ جيڪي ماڻهو باقي بچيا تن ڀڄي وڃي
سيوهڻ جا وڻ وسايا ته ڪي پين پاسن ڏانهن
ڀڪڙي ويا. اهو ڳوٺ انهين ويران ٿي ويو.
هي ڳوٺ سيوهڻ واري قلعي کان ٻن ڪوهن
تي آهي ۽ لڪيءَ جي جبل کان هڪڙي ڪوهه

تي ڦيندو. شهر جا ٻور ڏڳا انهيءَ پاسي چارڻ لاءِ نيا ڦي ويا ۽ ڪاٺير به اتان ئي ڪاٺيون آڻيندا هئا.

هي ڳوٺ جڏهن ويران ٿيو ته سميجن ۽ جابلو شاهينگن جا هٿ سيوهڻ تي ورڻ لڳا. هو هتان جا ٻور ڏڳا زوريءَ ڪاهي ڦي ويا، ۽ جيڪي جهنگ ۾ ڪاٺيون ڪرڻ ويندا هئا تن ۽ ٻين مسافرن کي قتل ڪيو ڦي ويو. سندن اها لٽ ڦر سدائين هلندي ٿي آئي، ايتري قدر جو سيوهڻ جي شهر ۾ ٻورن ڏڳن ۽ گهوڙن جي حفاظت تمام مشڪل ٿي پئي. ڪيئي سميجن جا ڪانڪو وچ شهر مان ديندار خان جي سپاهين کان زوريءَ گهوڙا ڦري ويا (٢-٣٨٢). ڪنهن کي اها طاقت نه ٿي جو انهن ڌاڙيلن جو اڳ وٺي. انهيءَ آزار کان ديندار خان سيوهڻ شهر جي چوڌاري قلعي کي مضبوط ڪرايو، جيئن مٿي ڄاڻايو ويو.

هڪ ڏينهن مولف، ديندار خان کي چيو ته ”ڳوٺن جي اها بربادي خاص ڪري اوهان جي ايامڪاريءَ ۾ نٿي ٿئي!“ اهي لفظ سندس لاءِ اثرائتا ٿيا ۽ اهو ڳوٺ سيد جلال جي تحويل ۾ ڏنائين، جنهن پنهنجي پٽ سيد ڪمال جي نالي ڳوٺ تي ڪمال پور جو نالو رکي، ان جي چوڌاري قلعو اڏائي، باقي رهيل رعيت کي دلجاءِ ڏيئي، پنهنجي ماڳ تي رهائڻ جو انتظام ڪيو. ماڻهن کي پوک جي آباديءَ ۾ معافي ڏنائين، جنهن موجب اپت جا چار حصا ڪري هڪ حصو حاڪم کي ۽ ٽي حصا

رعيت کي پٺي ڏنا ويا. انهيءَ آيل آسري ڪي رعيت ۾ ڪجهه ساهه پيو. اجا ڏهه ويهه جريب ايت ڏيل (١) جي ربيع ۾ (٣٨٣-١) مس پوکيا ويا ته ديندارخان جي بدلي ٿي ويئي.

هن ڳوٺ جو سدارو هر حالت ۾ لازمي آهي. هن ڳوٺ جو اهو پاسو سيد جلال وٽ ئي رهي جيڪو ڪيس مليل آهي، پر ان ۾ ڏهه تير انداز ضرور رهايا وڃن، جيئن رعيت هٿي ڪو جڳاهه ڪري سگهي ۽ لڪيءَ واري ڳس جي خبرداري به ٿيندي رهي. اهي ٻئي ڳوٺ حويلي سيوهڻ جي پرڳڻي ۾ آهن.

سيوهڻ جو شهر: هن جي سدارن بابت مٿي ذڪر ٿي آيل ڳوٺن جي باب ۾ اشارو ڪيو ويو. هتي رعيت جي بهتريءَ لاءِ اڳئين دستور مطابق معافيءَ جو سلسلو جاري رکڻ کپي. سيوهڻ جو قلعو جيڪو پراڻو ۽ بيڪار ٿي چڪو آهي، تنهن جي نئين سر مرمت ڪرائي وڃي ته ڏاڍو چڱو ٿيندو.

ڪاڻي ۽ نئيگ هي ٻئي هڪ ئي وسنديءَ جي نالي سان سرڪاري واري ڏيـڊ (٢) دفتر ۾ لکيا وڃن ٿا (٣٨٣-٢). هنن جو واسطو (چشما) بوبڪن واري پرڳڻي سان آهـي. ٻنهي هنڌن ٿي نوحاڻي ٻروچ رهن ٿا، جيڪي پوکي راهي

---

(١) ترڪيءَ جي ٻارهن سالن واري دوري سان ٻارهون سال. اهي ٻارهن سال جانورن جي نالي منسوب آهن، هر ٻـارهن سالن جي دوري ڪان پوءِ ٻئي دوري جي شروعات ٿئي ٿي، ايت ڏيلـ معنيٰ ڪتي جو سال. (مترجم)

(٢) نئيگ اڃا سوڌو موجود ۽ مشهور آهي.

ڪندا آهن، ليڪن اهي ٻين وانگي جاگيردار
کي ڍل نٿا ڏين.
هي بختيار بيگ، مير ابوالقاسم ۽ شمشير خان
جي عملداريءَ واري دور کان وٺي پنهنجي
رواج موجب هر فصل کي ريون ڀڪريون ڏيندا
رهن ٿا. سرڪار پاران جتي به ڪا چڙهائي
ڪرڻي ٿي پيئي ته ان ۾ به همراهي ٿي ڪيائون،
جيئن اڳ ۾ به پڌايو ويو. ليڪن هاڻ هي
ذاتڙجي ويا آهن ۽ ڪنهن به ليکي ۾ نٿا اچن.
ٻنهي ڍنڍن جي وچ ۾ هڪ ڪوهه جو فاصلو
آهي. هي سيوهڻ کان چوڏهن ڪوهن تي ٿيندا.
وچ ۾ جبل آهي.
هتي جيڪي جابلو چشما آهن، ان جي ڪنارن
سان گڏ ۽ سرهه جو شڪار جام ٿئي ٿو. مؤلف پڻ
پنهنجي پائٽي عتيق الله (مير ابوالبقا جي وڏي پٽ)
سان گڏجي جبل ۾ وڃي انهن جانورن جو شڪار
ڪيو هو، جنهن کي جنت مڪاني (جهانگير
بادشاهه) شڪار لاءِ روانو ڪيو هو (٣٨٤-١).
هنن پروچن کي انهن ڳوٺن جي نگهبانيءَ
لاءِ: جابلو قومن جي فسادن کان بچاءَ جو آسرو
ڏيئي سندن لاءِ ورهُ جو بندوبست ڪرڻ گهرجي،
هونءَ، به هنن جو ڪو ايڏو وڏو تعداد ناهي.
هي پيئي چشما ته هنن جي حوالي ڪيا وڃن،
پر نيڙهيءَ وارو ڳوٺ به ڪين جاگير ڪري
ڏجي، جتي سندن ئي قوم جا سو کن ماڻهو
ٿاڻي طور مقرر ڪيا وڃن. ايترائي ٻيا ماڻهو
متين چشمن وٽ پنهنجن ماڳن تي رهائجن.

نئينگ جي مٿان احمد بيگ خان جيڪو قلعو اڏايو هو، تنهن کي بہ وڌيڪ مضبوط ڪري، ويهارو سوار ۽ ڏهاڪو توبچي ان ۾ رهايا وچن، جيئن اتان جا بروچ شاهي لشڪر جي حڪم هيٺ (٢-٣٨٤) جابلو قومن جي چرپر تي نظر رکندا اچن. ذڪر ڪيل ٻارهن ڳوٺ انهيءَ تدبير سان ئي جابلو قومن جي هٿ چراند کان محفوظ رهي سگهن ٿا. تنهن کان سواءِ جاگيردار لاءِ بہ ڪو ڪٽڪو نہ رهندو.

هاڻ انهن ڳوٺن جو بيان ڪجي ٿو جيڪي ڏهن جي تعداد ۾ درياهہ جي اترينءَ پر حويلي سيوهڻ جي پرڳڻي ۾ اچن ٿا.

١- ڪبڙوٺ
٢- سانڪپور
٣- پوڙرو

هنن ٽنهي ڳوٺن ۽ انهن سان لاڳيتي جبل جي وچ تي منچر ڍنڍ آهي، جنهنڪري هتان جي رهاڪن کي جابلو شاهينگن جو ڪوبہ خطرو ناهي. هتان جي رعيت کي معافي ڏيئي آبادي وڌائڻ جا اپاءَ ڪرڻ کپن.

حويلي سيوهڻ جي پرڳڻي جا پنج ٻيا ڳوٺ درياهہ جي پرينءَ پر سميجن بيهودن جي پاسي آهن، جيڪي انهن نياڳن جي ڪري آباد نٿا ٿين ۽ سدائين ويران رهندا اچن ٿا (١-٣٨٥). هنن ڳوٺن جي سڌاري بابت خطي پرڳڻي واري بيان ۾ تفصيل پيش ڪيو ويندو.

اهي ڳوٺ هن ريت آهن:

١- لنجارن جو ڳوٺ
٢- ميدن جو ڳوٺ (موضع ميدان ڪاره)
٣- دولت آباد
٤- دهه ڳوٺ
٥- ٻيلي شيخ ستمون

اٺون سن وارو پرڳڻو آهي، جيڪو هن وقت نومڙين، سميجن ۽ انڙن جي ارڏائين ڪري پڙپانگ نظر اچي ٿو. هن پرڳڻي جا ڪيترا ڳوٺ آباديءَ کان محروم ۽ ويران پيا آهن.

هن پاسي هيءَ تدبير ڪاربگر ٿي سگهندي ته احمد بيگ خان آمريءَ جي ڳوٺ ۾ جيڪو قلعو ٺهرايو هو، تنهن جي وري مرمت ڪرائي، ان سان گڏ ساڳئي هنڌ پنجاه سوار ۽ پنجويهه توبچي ويهاريا وڃن، جيئن سن جي آسپاس ۽ الهندي وارا ڳوٺ آباد ٿي پون.

آمري ۽ ننڍي: (٣٨٥-٢) آمري ۽ ننڍي ولي محمد هن وقت ويران آهن. ٻنهي ڳوٺن ۾ ميدن جي رهائش هئي. اهي ٻيئي وسنديون شمشير خان اوزبڪ جي عملداريءَ ۾ آباد رهنديون ٿي آيون. ان کان پوءِ حالتن ڦيرو کاڌو، ۽ هتان جي ميدن کي نومڙين ۽ سميجن انڙن قتل ڪري ڇڏيو ۽ جيڪي ٿورا گهڻا باقي بچيا، اهي ڪڪ پن ٿي ويا.

آمريءَ وارو ڳوٺ ديندار خان سن جي ارباب سيد يوسف کي جاگير ڪري ڏنو هو، ۽ ننڍيءَ وارو ڳوٺ لکيءَ وارن ميدن سان سيد حسن کي مليل هو، جن هنن ڳوٺن ۾ ڪي ٻنيءَ جا ٽڪرا آباد ڪيا هئا.

هتان جا ماڻهو جيڪي پنهنجا اڇها ڇڏي
نڙي پڪڙي ويا آهن، تن کي ڳولي هٿ
ڪري، وري ساڳين وٽاڻن تي ويهاريو وڃي.
انهن کي به اها رعايت ملڻ کپي ته پوک
جي اپت مان چار حصا ڪري، هڪ حصو
حاڪم کي ۽ ٽي حصا رعيت کي ڏياريا
وڃن (٣٨٦-١).

لکيءَ جو ڳوٺ: هي به سيدن جو ڳوٺ هو. هتي ميرابوالقاسم
معافيءَ جي جيڪا رسم جاري ڪئي، اها اڃا
سوڌي قائم آهي. انهيءَ مطابق چوٿون حصو
پيداوار جو سيد ابوبڪر جي اولاد ٽي کنيو
۽ ٽيون حصو سيني رعيتي ماڻهن توڙي سيدن
وٽان جاگيرداري کي پئي مليو. باقي حصا رعيت
جي بلي هئا. انهيءَ رعايت جي ڪري، هيءَ
ڳوٺ وڏيڪ آباد پئي ٿيو. ايتري تائين جو
هتي زمين جو ڪوبه پوکيءَ لائق حصو غير
آباد نه رهيو. هي ڳوٺ حقيقت ۾ انهيءَ لحاظ
کان سن جي سڄي پرڳڻي ۾ مرس هو. هتان
جا ماڻهو پنهنجي زور تي جبل جي پاسي ۾ رهندا ٿا
اچن. جيڪڏهن انهن تي ڏکيو وقت پئي آيو
ته آمري ۽ نئي وارا سيد به جابلو ماڻهن
جي ونگوڙن کان بچي نه ٿي سگهيا ۽ ڳوٺ
به ويران پئي ٿيو (٣٨٦-٢). ۽ پوءِ ٿوري وقت ۾
ونگوڙ جي هڪ باهه سن ۾ ته بي سيوهڻ ۾ پري
ٿي پيئي، ۽ وچ ۾ سميجن انڙن ۽ جابلو
حملہ آورن جي قرسار کان ڪوبه ساهوارو
محفوظ رهي نه ٿي سگهيو.

هن ڳوٺ کي به ساڳئي ئي نموني هلائڻ کپي. ڳوٺ کان ٻاهر جيڪي ٻروچ وهن ٿا تن کي به فصل ۾ معافي ڏيئي، مٿن لکيءَ واري ڳس جي سنڀال جو ڪم وڪيو وڃي، جيئن اڳ ۾ بيان ٿي چڪو.

هن ڳوٺ ۾ ڪوهه کن پر تي جبل ۾ ڳندرف جو هڪ چشمو آهي. هتي رات ڏينهن سيوهڻ توڙي ٻين پاسن، بکر ۽ ٺٽي جا هندو ٻارن ٻچن اچي وهنجندا آهن، اهو تماشو سدائين لڳو پيو هوندو آهي. زالون توڙي مرد گوڏيون ٻڌي، بت اگهاڙا ڪري، پاڻيءَ ۾ پاڻ ڌوئيندا آهن (١-٣٨٧). مرزا جاني بيگ هن چشمي جي مٿان جبل جو ٽڪرو ڪاٽي، اتي جاءِ ٺهرائي هئي، جنهن ۾ ٺي ماٺهوساپي ٿي سگهيا ۽ آڻي ويهي تماشو ڏسي ٿي سگهيا. هندو هن چشمي کي تيرٿ ڌارا ڪوٺيندا آهن. سنڌيءَ ۾ هي عام طور وڏيءَ ديگ نالي مشهور آهي. هتان ٽي ڪوهه پرتي جبل تي هڪ وڏي قبر پڻ ڏسجي ٿي. پڪين سرن سان ٻڌل اها قبر پنجاهه سٺ گز ٿيندي. ماڻهن جي روايتن موجب اها قبر حضرت هارون جي آهي. مؤلف به انهيءَ پلاري قبر جي زيارت ڪئي هئي، نهايت فيض پري جاءِ آهي.

هتي سن واري اوپارئين پاسي جيسروت نالي ڳوٺ ۾ هڪ قلعو اڏائي، ان ۾ پنجويهن توبچين سان گڏ پنجاهه سوار ويهارڻ گهرجن. انهيءَ سان گڏ ڳوٺ ادوبيلي لاکي جي سار لڌي وڃي جيڪو هاڻ ته غيرآباد پيو آهي، پر

(٣٨٧-٢) شمشير خان جي عملداريءَ ۾ ڏاڍو آباد هو. هتي به رعيت کي پوک جي سلسلي ۾ معافيءَ جي رعايت ملڻ گهرجي. منِ توڙي ٻين ڳوٺن ۾ رهندڙ ماڻهن کي به اهڙيءَ معافيءَ سان نوازي سندن دل ورتي وڃي. سپني ماڻهن کي سپاهگريءَ جي سهولت ملڻ کپي. جنهن وٽ اهڙي سهولت نه هجي، ان کي به ڏني وڃي، جيئن رعيت وقت سر ٺاڻن تي مقرر ٿيل فوجين جو ساٿ ڏيندي رهي.

ٺاڻن تي مقرر ٿيل ماڻهن جي ورڻ ساڳئي پرڳڻي مان هٽ ڪئي وڃي، متان اهي پنهنجي ورڻ لاءِ ٻئي هنڌ هليا وڃن ۽ وڳوڙين کي فساد ڪرڻ جو موقعو ملي وڃي.

رعيت کي جائيتي ڪرڻ لاءِ هن قسم جا جيڪي جتن ڪيا ويندا، تن ۾ هڪ سال لڳي ويندو. ان کان پوءِ انهيءَ ٿي تدبير سان هي ملڪ خدا ڪندو ته ايترو آباد ٿي ويندو، جو بيان ڪري نه ٿو سگهجي (٣٨٨-١). ان وقت ٺاڻن تي مقرر ڪيل ماڻهن سان وڌيڪ رعايتون عمل ۾ آڻيون پونديون.

سن جو شهر: هي سيوهڻ کان ارڙهن ڪوهن تي آهي. جبل هتان ستن ڪوهن تي ٿيندو. سن کان پنج ڪوه پري ٺٽي جي طرف ڏانهن هڪ جبل آهي، جنهن تي حضرت خواجه اويس قرنيءَ جي مزار پئي ٻڌجي، جتي سندس والده جي مزار به آهي. هيءَ جاءِ اويس قرنيءَ جي نظرگاهه به ڪوٺجي ٿي. صبح جي موقعي تي جبل ۽ ٻين پاسن کان حشام ماڻهن جا زيارت لاءِ هتي ويندا وهن ٿا.

سيوهڻ جي جاگيردار کي کپي ته درياهه جي اورئين پر جيڪي پرڳڻا آهن، تن کي ڏيان ۾ رکي، ڇهه سو چاليهه

سوار، ٽي سو چاليهه توبچي ۽ تيرانداز انن ٽي پرڳڻن ۾ مقرر ڪري، پنهنجا ٿاڻا وجهي ڇڏي، ۽ رعيت تي هٿ وڪي (٢-٣٨٨)، ۽ سميجن اڙن جي سيڪت توڙي انهن ٽن پرڳڻن جي سنڀال لاءِ جيڪي انهن ناسرادن جي علائقي ۾ آهن، ڪافي تعداد ۾ سوار ۽ توبچي درياهه ڪان ٽپائي وينجهڙيءَ واري قلعي ۾ رهائي ڇڏي ۽ وينجهڙي واريءَ ڍنڍ جي پاسن ڪان پڻ باغ رکائي قلعي کي وڌيڪ محڪم ڪري. اهڙيءَ طرح جونيجن جي پرڳڻي واريءَ رعيت سان به رعايت ٿيڻ لڳي.

لاڪات پرڳڻي جا به پاسا هن ريت آهن:

هڪ پاسي لاڪا جيڪي پرامن رعيتي آهن، ۽

ٻئي پاسي سميجا چنڊال رهن ٿا.

لاڪن بابت اڳ به بيان ڪيو ويو آهي. بختيار بيگ کان وٺي احمد بيگ خان جي زماني تائين هنن کان فصل تي ٽيون حصو ورتو ٿي ويو. ديندارخان جڏهن رعيت کي زبون حالت ۾ ڏٺو ته رعيت ۽ حڪومت جي ڀلائيءَ جي نيت سان (١-٣٨٩) سڄن چوٿون حصو وٺڻ جي ڪيائين.

بهتر ائين آهي ته هنن لاءِ ساڳيو ديندار خان وارو دستور قائم رکيو وڃي، ۽ ڪائنن هر فصل تي چوٿون حصو اڳاڙڻ ۾ اچي. سميجن لاءِ به اهو ئي دستور هجي، جيڪو اڳ هو، جيئن بختياربيگ، ميرابوالقاسم ۽ شميشرخان جي زماني ۾ هنن کان هر فصل تي ٽيون حصو وٺڻ ۾ ٿي آيو. انهيءَ ئي دستور مطابق انهن چنڊالن کان زوريءَ توڙي ماري مچائي به ٽيون حصو وٺڻ گهرجي.

خطي واري پرڳڻي کان سواءِ حويلي سيوهڻ واري پرڳڻي ۾ به سميجن جي پاسي جيڪا رعيت رهي ٿي، تنهن جي پيداوار جا پنج حصا ڪري، ان مان ٽي حصا رعيت کي ۽ به حصا سرڪار کي ڏيارجن.

جونيجن جوڳوٺ سيوهڻ جي قلعي کان پندرهن

کوهن جي پنڌ تي آهي (٣٨٩-٢).
لاڪاڻ جو ڳوٺ سيوهڻ کان اٺ ڪوهه ۽
خطي پرڳڻي جو ڳوٺ ٺلٽيءَ کان ٽي ڪوهه پري
آهي، انهيءَ سڄي پرڳڻي کي خطو سڏيو
وڃي ٿو.

سيوهڻ جو جاگيردار جيڪڏهن پورو هڪ سال وينجهڙي
واري علائقي کي پنهنجي نظرداريءَ ۾ رکي ته سمجها انڙ هميشه
لاءِ نيست ۽ نابود ٿي وڃن. اهي نيئي پرڳڻا جن جو مٿي ذڪر
ٿي چڪو، اڳي وانگي آباد ٿي سگهن ٿا، هن طرح ته اهي
ماڻهو، جيڪي لاچار حالت ۾ پنهنجا اصلي ماڳ ڇڏي سميجن
۾ وڃي ويٺا آهن تن کي وري محبت سان نياڳن سميجن کان
ڪڍي ساڳين جاين تي آندو وڃي. اهڙيءَ طرح خطي، سن
واري پرڳڻن، جوڻيجن، لاڪن، لاڪاڻ جي پرڳڻي ۽ حويلي
سيوهڻ جي ڪن ڳوٺن ڏانهن به جيڪي ماڻهو فرار ٿي چڪا
آهن، تن کي به واپس آڻڻ گهرجي. انهن کي سمجهايو وڃي
ته سميجن سان چڱائي سور نه ٿيڻي آهي، بدبخت هر حالت ۾
اوهان کي انت پريشان ۽ دربدر ڪري ڇڏيندا (٣٩٠-٢).

پڇاڙيءَ ملڪ ۾ پڙهو گهمايو وڃي ته ڪوبه سميجو
يا سندس زال ۽ مال جنهن کي به هٿ اچي، ته انهيءَ کي نه ڇڏي. ان لاءِ
رعيت ۽ سپاهه کي پورو اختيار ڏنو وڃي. جاگيردار کي انهيءَ
ڳالهه تي پختو رهڻ گهرجي. سميجن تي سدائين چڙهت ۾ رهڻ
گهرجي. پوءِ ڏسي سگهبو ته قدرت سميجن سان ڇا ٿي ڪري! انهيءَ
طريقي سان سميجا ته قتل ٿي ويندا پر سندن ٻار ٻچا به قيد
ٿي پوندا ۽ سندن مال ملڪيت به تاراج ٿي ويندو. جيڪي باقي بچندا
اهي پاڻهي ڳچيءَ ۾ ڳارو ڪري اچي پيش پوندا ۽ آئندي
لاءِ رعيتي راج ٿي رهندا. پنجن سالن اندر هنن جو به اهوئي
حشر ٿيندو، جيڪو ڪاٺن اڳ چاڪر هاليءَ واري راڄڌانيءَ

جي شورن، پيرن ۽ دلن جو ٽيو هو، ۽ ماڻهو سندن فتنن فسادن
کان بنهه ڇٽي پوندا.

سرڪار نامدار کي اهو فڪر نه ڪرڻ گهرجي ته
سيوهڻ جي پيداوار مان ايترن سون توبچين ۽ تيراندازن جي
خرچ جي پوورائي ڪيئن ٿي سگهندي (٣٩٠-٢). جيڪڏهن
مٿي بيان ٿيل خاصيتن وارو ڪو شخص سيوهڻ جو جاگيردار
مقرر ٿيو ته ايترو سپاهه رکي، هر سال هزارن کان به مٿي
آمدنيءَ جي رقم شاهي خزاني ۾ پهچائي سگهندو، سواءِ پهرين
سال جي جيڪو رعيت ۽ لشڪر جي انتظام رکڻ ۾ لڳي
ويندو. پنجن سالن کان پوءِ هن ملڪ مان وڳوڙين جو به خاتمو
ٿي ويندو، پر هڪڙي علائقي مان ٻئين علائقن جي آمدني به
وڌيڪ پيداوار جي وسيلي ٿي سگهندي. پوءِ پلي ان جاگيردار
کي پٺي پاسي بدلي ڪيو وڃي يا هتي ڪانئس ڪا ٻي خدمت
ونڻ ۾ اچي.

اٺون پيلي ۾ جيڪا سرسي جي کاٺ آهي يا ٽاسي جي
کاٺ جو به آتي ڏس پوي ٿو، تنهن کي سلطنت جي تحويل ۾
آڻي، ٺاهو هٿ ڪري انهيءَ مان آمدني حاصل ڪري سگهجي ٿي.

هتي گهورڻي هندوءَ جي پٽ ساڻڪ جو مثال
پيش ڪجي ٿو، جنهن (٣٩١-١) اڪبر بادشاهه توڙي جهانگير
جي زماني ۾ رڳو ڳاهن واري هڪڙي پرڳڻي جي هٿ ۾
رکڻ ڪري سيوهڻ جي راڄڌانيءَ اندر ڪيڏو ڪم ڪري
ڏيکاريو هو، اها ماجرا هن ريت آهي ته

هن پرڳڻي جا به حصا گهورڻي هندو جي جاگير ۾ ۽
هڪ حصو شاهي جاگير ۾ هو، هن اهو حصو به ٺيڪي تي کڻي
سڄو پرڳڻو پنهنجي پٽ ماڻڪ جي سنڀال ۾ ڏنو. اهو ذڪر
اڳ به اچي چڪو آهي ته هن ڪيئن هتي مناسب تدبيرون
عمل ۾ آنديون هيون.

هيءَ ڳاهن ۾ قلعو جوڙائي پاڻ اتي ويهي رهيو. سوين ڪارائتا سوار مغلن ۽ افغانن مان ۽ سوين ڪوبچي ۽ تيرانداز پاڻ وٽ ملازم رکيائين، جن سپاهگريءَ جي فن ۾ سميجن، چانڊين، نوهڙين ۽ ٻين وڳوڙين توڙي جاہلو فسادين کي جوڳي سيکت ڏيئي ڇڏي هئي. بلڪ سبيءَ پاسي رهندڙ مگسي قوم تي چڙهائي ڪري، انهن جو به خانو خراب ڪري ڇڏيائين (٣٩١-٢). سندس مرضي هئي ته اجا به جبل جي اندر وڃي حب واري ڪوٽ ۾ قلعو تيار ڪرائي ان ۾ ڳاهن واري پرڳڻي جي هر ڳوٺ مان هڪڙي گهر تان هڪ ماڻهو آڻي، اتي رهائي، جيئن اتي پوکي راهي ٿيڻ لڳي. ان لاءِ پوريءَ طرح تيار ٿي، جبل جي وسندين تي چڙهائي ڪرڻ جو منصوبو سٽيائين، پر اهو معاملو سر ٿي نه سگهيو. سندس اهي ڳالهيون اجا سوڌيون سنڌ ۾ مشهور آهن.

هڪ دفعي رعيت مان پنوهرن ساڻس سرڪشي ڪئي. سو هيئن ته ڪنهن سواريءَ دوران هن جو ڇهبڪ هٿن مان ڪري پيو، تنهن تي عيسي نالي پنوهرن جي سردار پنهنجي ماڻهوءَ کي هڪل ڪري چيو ته واٽي جي تارازيءَ جي ڳنڍي ڪري پيئي آهي، سا کيس کڻي ڏيوا هو اهي اکر دل ۾ رکندو آيو. هڪ ڏينهن مهمانيءَ جي بهاني پنوهرن جي سردارن کي پاڻ وٽ گهرائي، قيد ڪري، ڳاهن واري قلعي ۾ رکيائين. هنن کي اتي هٽيڪو ڪري پنهنجا سپاهي وٺي وڃي سيڪرجيءَ واري ڳوٺ تي ڪڙڪيو (٣٩٢-١)، جتي عيسي پنوهر جو ماڳ هو. مير نالي عيسي پنوهر جي پٽ پنهنجي ماڻهن کي ڏاهه ڏيئي ماڻڪ سان مهاڏو اٽڪايو، ٻنهي ۾ زوردار ڇڪري لڳي، آخر مير قتل ٿي ويو ۽ پنوهرن کي شڪست نصيب ٿي. حالانڪ تن ڏينهن ۾ اهي پنوهر تمام طاقت وارا هئا، ونن ست اٺ سو سوار ۽ ٻه ٽي هزار پيادا سدائين موجود رهندا ٿي آيا.

انھيءَ کان پوءِ ماڻڪ چا ڪيو، جو ذڪر ڪيل مير ٻنوهر جي منڍي لاهي پڻس عيسي ڏانهن هينءَ چورائي موڪليائين ته توجنهن تارازيءَ جي ڳالهه ڪئي هئي، تنهن ۾ هيءَ منڍي وجهيءَ تورجا! پڇاڙي سپاهگريءَ وارا جيڪي وهٽ هئا، اهي سڀ زورهن، ترارين ۽ ڍالن سميت ڪانئن ڏنڊ ۾ ورتائين ۽ ٻيون ڄڻيون به مٿن وجهي، کين قيد مان ڪڍي ڇڏيائين. تنهن ڏينهن کان پوءِ ٻنوهرن جو لشڪر سدائين ماڻس گڏ رهندو ٿي آيو. جيئن ته رعيت ۽ سپاهه جو هن سان پورو ساٿ هو، انڪري ٿي ٻنوهرن کي اها سيڪت اچي وئي.

احمد بيگ جو چاڪاڻ ته رعيت توڙي لشڪرسان ڪو ناهه نه هو، تنهنڪري هو ٻنوهرن سان ٻچي نه سگهيو، حالانڪ سيوهڻ جي راڄڌانيءَ جا ڏهه پرڳڻا ۽ هڪ حصو چانڊڪا پرڳڻي جو به سندس جاگير ۾ هو (٣٩٢-٢). جهانگير جي زماني ۾ جڏهن ڳاهن وارو پرڳڻو مرزا غازي بيگ ترخان جي جاگير ۾ آيو، ته ماڻڪ واپسيءَ لاءِ شاهي دربار ڏانهن وڃڻ جو ارادو ڪري، اڃا ٻکر پهتو ته مرزا غازي بيگ قنڌار وڃڻ جي تيارين ۾ هو، جنهن کيس پاڻ وٽ گهرائي سندس دلجوئي ڪري، پنهنجي ملازمت ۾ آڻي، ڳاهن وارو پرڳڻو تنخواهه طور کيس جاگير ۾ ڏيئي ڇڏيو. ماڻڪ ڏيڍ سو جانباز سپاهي ساڻ ڪري مرزا غازي بيگ سان گڏ قنڌار روانو ٿي ويو.

وات تي سنگسي پروچن مرزا غازي بيگ سان لاپرواهي ڪئي ته هن ماڻڪ کي مٿن چڙهائيءَ جو حڪم ڏنو (٣٩٣-١). ڏن وڃي سنگسين جي ڳوٺن تي حملو ڪيو، جنهن ۾ ڪيئي ماڻهو قتل ٿي ويا. آخر انهن جا ڍور ڍڳا جن جو ڪو شمار ئي نه هو، مرزا غازي بيگ وٽ آڻي پيش ڪيائين. وري مرزا غازي بيگ جڏهن قنڌار پهتو، ته داور جي ايراضيءَ وارو ٿاڻو ماڻڪ جي حوالي ڪيائين، جنهن حيدو سان ڇڪيون

چڪريون ڏنيون، ۽ نيٺ ڪيترين چڪرين کان پوءِ هن کي شڪست ڏيئي سوڀارو ٿيو. اهڙيءَ ريت هزاري جي ماڻهن تي چڙهائي ڪري، انهن کي به پنهنجو مطيع بڻايائين. ڇاڙيءَ نوڪدو قوم جو سردار روشن سلطان گهوڙا، شڪاري لباس، باز ۽ شڪاري پرندا تحفي طور آڻي، هن وٽ پيش پيو.

ٺٽي کان پوءِ مرزا غازي بيگ ٺٽي جي حڪومت خسرو بيگ کان واپس ڪرائي، سائين ڏني نالي هڪ هندوءَ کي ڏياري ۽ نصرپور جي راڄڌانيءَ واري حڪومت قاسم خان ارغون جي پٽن کان ڦيرائي پنهنجي خدمتگار شهباز خان جي حوالي ڪيائين، جنهن جو ذڪر اڳ ۾ به اچي چڪو آهي. باقي ماڻڪ کي پاڻ وٽ فوجدار ڪري رکيائين (٣٩٣-٣). هو سائين ڏني ۽ شهباز خان سان گڏجي لشڪر جو وڏو تعداد ساڻ ڪري نصرپور آيو ۽ اتان جو قلعو قاسم خان ارغون جي پٽن کان خالي ڪرائي شهباز خان کي ڏنائين.

خسرو بيگ، قاسم خان ارغون جي پٽن سان ملي، سازش ڪئي ته ماڻڪ هن سڄي ٽولي جو اڳواڻ آهي، ان ڪري ڪنهن به حيلي سان قتل ڪرڻ کپي، باقي ٻين جي ڪا به حيثيت ناهي. قاسم خان ارغون جي پٽ فتحيءَ اهو ذمو پاڻ تي کنيو ۽ ماڻڪ کي مهمانيءَ جي بهاني پنهنجيءَ جاءِ تي گهرائي، قتل ڪري ڇڏيائين. ان کان پوءِ جنداڻي نالي فتحيءَ جو وڏو ڀاءُ وڏو لشڪر ساڻ ڪري، هاٿيءَ تي چڙهي ماڻڪ جي ماڳ تي آيو. شهباز خان ۽ سائين ڏنو هندو نصرپور جي قلعي جا دروازا مضبوطيءَ سان بند ڪري اندر ويهي رهيا. ايتري ۾ ماڻڪ جي پٽ راءِ سنگهه پنهنجي پيءُ جا لشڪري وٺي جنداڻيءَ سان جنگ ڪئي ۽ کيس شڪست ڏنائين (٣٩٤-١). انهيءَ جنگ ۾ جنداڻيءَ جي پاسي کان ڪيئي ماڻهو مارجي ويا. راءِ سنگهه هاٿي هٿ ڪري شهباز خان کي ڏنو. قاسم خان ارغون جو چاڻو شيربيگ

بهبين سان گڏ قتل ٿي ويو. (١) ماڻڪ جو پٽ ڀوءِ جنداڻيءَ جي ديري تي ڪاهي ويو، جو نصرپور کان پنجن ڇهن ڪوهن جي فاصلي تي هو، ۽ ديري مان جيڪو به مال متاع ڪيس هٿ لڳو سي تاراج ڪري ڇڏيائين. (٢)

اهڙيءَ ريت ماڻڪ رڳو هڪڙي پرڳڻي جي طاقت سان وڏا ڪارناما سرانجام ڏنا.

---

(١) شير بيگ جي قبر تي لڳل ڪتبي مان ظاهر آهي ته هو ١١- رمضان ١٠٢٠هه ڌاري قتل ٿيو هو.

(٢) تفصيل جي لاءِ ڏسو، تاريخ طاهري، بيگلرنامه ۽ مقدمو مثنوي چنيسرنامه -

"ب"

## چانڊين ٻروچن کي زير ڪرڻ بابت

هنن ماڻهن لاءِ باغبانن جي ٻهرڳڻي وارو ٺاڻيدار چگيءَ طرح بندوبست ڪري سگهي ٿو. جيڪڏهن ڪين پنهنجن ماڳن تي رهڻ ڏنو ويو جي ته هي به ٻيءَ رعيت وانگي ڀل ڏيڻ کان ڪين ڪيٻائيندا. ساڳئي وقت وڳوڙن کان به پاسو ڪري رهندا. ٻيءَ حالت ۾ ٺاڻيدار کي بروقت مٿن چڙهائي ڪري ڪين اهڙي سيکت ڏيڻ کپي جيئن ٻيا ماڻهو ان مان عبرت حاصل ڪن. اهي جيڪڏهن هي ملڪ ڇڏي اصلي وٿاڻن ڏانهن هليا ويا ته انهن علائقن (٤٩٣-٢) "سيوي ۽ گنجابي" ۾ ٺاڻيڪا ٿي اتان جي ماڻهن کي (جيڪي سدائين سندن دشمن آهن) بلڪل تباه ڪري ڇڏيندا.

"ج"

## نومڙين کي مت ڏيڻ بابت

هنن کي ٻن طريقن سان مات ڪري سگهجي ٿو:

١- جيئن مٿي ڄاڻايو ويو، هنن وٽ ماڻهن جي گهٽائي آهي، ۽ سنجهن هرڪو وڙهي ڄاڻي ٿو. ڪنهن چوڻي: انسان احسان جو غلام آهي. سوهتان جي سردارن لاءِ سيوهڻ جي جاگيردار کي گهرجي ته ڪين دم دلاسو ڏيئي شاهي دربار ڏانهن روانو ڪري، جيئن هرڪو اتان پنهنجي منصب مطابق سرفراز ٿي اچي. انهن سردارن کي چاڪرهالي پاسن جي پرڳڻن ۾ جاگيرون ڏياريون وڃن، جيئن هو جاگيريءَ جو مزو چکي سرڪار جي تابعداري ڏانهن (١-٣٩٥) مائل ٿين. انهيءَ نموني هو چڱيون خدمتون سرانجام ڏيندا رهندا.

اهي جابلو ماڻهو جيڪي ڇڙواڳ رهي، ملڪ ڀيليندا وتن ٿا، تن کي انهن سردارن هٿان سيوهڻ جي حاڪم وٽ رجوع ڪرايو وڃي، جيڪو مٿن ڏل مقرر ڪري سرڪاري خزاني ۾ جمع ڪندو رهي.

اهي ماڻهو قنڌار يا ڪيچ مڪران جي چڙهائي ڪرڻ ۾ حڪومت جو چڱو ساٿ ڏيئي سگهندا.

٢- هو تباهه ۽ برباد ٿين، ڇاڪاڻ ته انهيءَ ۾ ئي بادشاهيءَ جي ڀلائي آهي. اهو ڪم به سيوهڻ جو جاگيردار چڱيءَ طرح ڪري سگهي ٿو. اهي نومڙيا جيڪي جابلو علائقن سان واسطو رکن ٿا، ڪابه پوکي راهي نه ڪندا آهن، پر هنن وٽ ڍور ڍڳا جهڙوڪ اٺ، گهوڙا، دنبا ۽ ڏاند گهڻي ۾ گهڻا

ڏا ڏين ۽ سنڌ ڳنڍو بسر سيوهڻ ڏرڙي چاڪر هالي جي پرڳڻن تي مدار رکي ٿو. هي پنهنجا اٺ گهوڙا ۽ ٻيو جابلو سامان (١ـ٣٩٥) انهن علائقن ۾ آڻي وڪڻن ٿا، ۽ اتان اناج، ڪپڙا، هٿيار وغيره خريد ڪري ٿا وڃن يا وري ڪي واپاري اناج، ڪپڙا ۽ هٿيار جبل پاسي وڪرو ڪرڻ لاءِ ڏا نين ۽ ان جي عيوض اٺ، گهوڙا، دنبا ۽ ٻيو مال اتان ٿا آڻين. اهڙيءَ حالت ۾ اهي ماڻهو جيڪي ڏاڻن لي مقرر ٿيل آهن تن کي تاڪيد ڪيو وڃي ته هو جبل پاسي سوداگرن ۽ ٻروچن جي اچ وڃ کي روڪي ڇڏين، جيئن ڪوبه ماڻهو هنان جي مڏي چورائي اوڏاهين نه ڪڻي وڃي. ٺٽي جي صوبه دار کي به هدايت ڪرڻ گهرجي ته ملڪ جو هٿيار، اناج يا ڪپڙو انهن ماڻهن کي نه ڏياري. سرڪاري فوجن کي به انهن ماڻهن جي ڪنهن سامان جي ڪا ضرورت ناهي. جيڪڏهن انهن کي سواريءَ لاءِ اٺ کپن، ته اهي هتان جي ڄتن ونان هٿ ڪري سگهن ٿا، يا ڪين گهوڙن جي ضرورت آهي ته اهي به گهڻي انداز ۾ ڪيچ ۽ قنڌار مان ملي پوندا، پر جي هنن کي گوشت جي 'دروايش' (١) آهي، ته سنڌ ۾ ايتريقدر ٻڪريون ۽ ڪڪڙ (١ـ٣٦٨)

(١) هي لفظ "دروايش" ڪتاب جي ٻنهي نسخن ۾ ائين لکيل آهي جنهن جي ڪا معنيٰ نٿي سجهي. سنڌيءَ ۾ دراصل اهو لفظ "دروايش" ٿي آهي جو 'ضرورت' جي معنيٰ ۾ ڪتب آندو وڃي ٿو يا شايد صحيح (درهوس گوشت) هجي جنهن کي ڪاتبن بدلائي ائين لکيو آهي.

نوٽ: لفظ "دروايش" ايامن ڪان سنڌيءَ ۾ ضرورت جي معنيٰ سان استعمال ٿيندو اچي ٿو، جنهن کي سنڌ جا فارسي دان عالم ۽ شاعر به ائين ئي لکن ۽ ڪتب آڻين ٿا. جيئن سچل سرمست به پنهنجي هڪ فارسي شعر ۾ چيو آهي: آنچه دروايش ـ محبت کرد. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته هي لفظ آڳاٽي زماني کان استعمال ٿيندو پيو اچي، خاص ڪري، سنڌ جي اتراهين ڀاڱي سکر، لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد پاسي اڃا تائين اهو لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪتب آندو وڃي ٿو. (مترجم)

آهن جو انت شمار ڪونهي. باقي هنن بدبختن جو احتياج ڇا
لاءِ مناسب سمجهيو وڃي؟

چاڪرهالي جي راڄڌانيءَ وارن جاگيردارن هنن ڪي جيڪي
به جاگيرون ڏنيون آهن، سي ڪاڻن واپس ورتي ڪين، جيئن
هي پنهنجي اڳينءَ ريت موجب وري جبل پاسي لڏي هليا
وڃن. جبل پاسي ڪنهن سال ڪو مينهن نه وسي، جهڙيءَ طرح
ويجهڙائيءَ وارن سالن ۾ آئي برسات نه پئي آهي. ته به هنن ڪي
اتان نڪري آباد علائقن ڏانهن اچڻ نه ڏجي.

هي جڏهن چاڪرهالي جي راڄڌانيءَ ۾ پنهنجي جاگيرن
اندر ويٺل هئا ته ڪنهن به ساڻن هٿ نه پئي اٽڪايو. تنهن
زماني ۾ سيوهڻ جي جاگيردار توڙي ٺٽي جي صوبيدار جي
چڙهاين سبب هنن جا حال زبون ٿي پئي ويا، نيٺ ڳچيءَ ۾
ڳارو ڪري سيوهڻ جي جاگيردار وٽ اچي پيش ٿي پيا.

جڏهن به ڪا ضرورت پوي ته سيوهڻ جو جاگيردار
پوريءَ ريت جاسوسي ڪري مٿن ڪاهي سگهي ٿو ۽ خدا جي
فضل سان ڪيس ڪامياب ٿيڻ جو امڪان رهندو (٣٩٦-٢).
پر اهڙيءَ طرح جو هو بيخبر هجن ۽ هڪ ئي حملي سان ختم
ٿي وڃن. جيڪڏهن پنجن سالن تائين اهو سلسلو جاري رکيو
ويو ته رعيت کي ڪافي طاقت ملي ويندي ۽ نومڙيا
بلڪل تباهه ٿي ويندا ۽ انهيءَ صورت ۾ سيوهڻ لوڙي چاڪر
هالي جون راڄڌانيون هنن جي هٿ چراندڪان محفوظ رهنديون.
ٻئي پاسي جيڪڏهن ترخانن وانگي مٿن ساليانيءَ وصوليءَ جو
بار وڌو وڃي ته هي جبل جو پاسو ڪڏهن به ڪونه ڇڏين.
پر هاڻ ته سندن پيگهي متل آهي، چاڪاڻ ته سيوهڻ جو
جاگيردار به هنن سان ٻڌيءَ ۾ رهي ٿو، جنهن ڪين پنهنجي
راڄڌانيءَ مان جاگيرون ڏيئي ڇڏيون آهن. ساڳيءَ طرح چاڪرهالي

جي راڄڌاڻيءَ وارا جاگيردار به هنن جو پاسو ڪٽيندا رهن ٿا.

هڪ دفعي سيد بايزيد بخاري ٺٽي جي صوبيداريءَ واري زماني ۾ هنن توڙي ٻين جابلو ماڻهن سان اها تعدي ڪئي هئي، جو سيوهڻ سان گڏ ٻين هنڌن تي به پنهنجا ماڻهو انهيءَ مصلحت سان مقرر ڪري ڇڏيا هئائين ته ڪوبه ماڻهو جبل پاسي اچ وڃ نه ڪري سگهي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو، جو (٣٩٧-١) نومڙيا ٻين جابلو ماڻهن سان گڏجي ٺٽي ۾ اچي سيد بايزيد جي پيش پيا ۽ سيئي ڏنڊ پري ڏنائون. تنهن کان پوءِ هن جبل جا رستا مٿن کولي ڇڏيا ۽ پنهنجن ماڻهن کي واپس گهرائي ورتائين.

جيڪڏهن سيوهڻ جي جاگيردار وانگي هڪ شخص کي ٺٽي جي چاڪرهالي واري راڄڌانيءَ سان، ٻئي کي بکر جي پرڳڻن، جتوئي، چانڊڪا ۽ ٺڪر سان، ٽئين کي سيوي ۽ گنجابي واري علائقي سان جاگيرون ڏنيون وڃن ته اتان جا جاگيردار بادشاهي خدمتون بجا آڻي، ظلم ۽ جبر ڇڏي، عدل انصاف سان هلي پنهنجين جاگيرن کان سواءِ هر هڪ بندر تان وصوليون ڪندا رهن ۽ اهڙا ماڻهو مقرر ڪري ڇڏين، جيڪي دستور موجب ڪم هلائيندا اچن. انهن تي اها ذميداري به وڪيل هجي ته رعيت جي دلجوئي ڪندا رهن (٣٩٧-٢)، ۽ ملڪ جي آباديءَ بابت واسطيدار عملدارن کان جواب طلب ڪن. جيئن هي ملڪ ڏينهون ڏينهن آباد ٿيندو وڃي ۽ شاهي خزاني ۾ به واڌارو ٿئي. هرويرو ڍل جي حد کان وڌيڪ وصولي ڪرڻ ملڪ جي تباهيءَ جو ڪارڻ بڻجي ٿي. هونءَ ٿي دولت جي درحق بادشاهه وٽ ڪابه ڪمي نه آهي.

جيڪڏهن اهڙي طريقي سان سنڌ جو انتظام هلايو ويو ته هي ملڪ نهايت سرسبز ۽ آباد ٿي رهندو. هي علائقو هندستان جي گهڻن علائقن کان ڪيترين ڳالهين ۾ وڌيڪ ۽ بهتر آهي.

هتان جا ماڻهو مسلمان، مسڪين ۽ خدا ترس آهن، منجهن جاگيردارن جي ظلم سهڻ جي سگهه ڪانهي.

هن ڪمترين غلام جو چوڻ هي آهي ته سيوهڻ جو سدار وڏن ڏينهن تي سگهندو جڏهن سمي بيان ڪيل ڳالهين تي چڱيءَ طرح غور ڪيو ويندو. ائين ڪرڻ سان ملڪ به آباد ٿيندو ۽ وڳوڙين کي به پنجو اچي ويندو (٣٩٨-١). ساڳئي وقت سلطنت کي به ڪا پريشاني درپيش نه ايندي. ان ڪري جو هتان جا فسادي ماڻهو خاص ڪري بکر ۽ ٺٽي ۾ گهڻا وڳوڙ ڪندا رهن ٿا. پٺي پاسي خود سيوهڻ جي علائقي جي به اها ئي حالت آهي. جڏهن هتان جي صورتحال سڌري وڃي تنهن کان پوءِ پين ملڪن ڏانهن توجهه ڏيڻ جي ضرورت ٿيندي.

آن سان گڏ هي به معلوم هئڻ گهرجي ته انسان جي تخليق جو اصل مقصد اهو ئي آهي تــه هو زندگي ۾ پنهي جهانن کي ڌيان ۾ رکي. هڪ هيءُ جهان جنهن ۾ هو جيئي ٿو جتي کيس سک ۽ نيڪ نــامــيءَ سان رهڻو آهي ۽ ٻيو هو جهان، جڏهن:

كل شيء هالك الا وجهه - جي حڪم مطابق عالم الوهيت جــي منزل ۾ قدم رکي، ۽ ان ڏينهن جڏهن- يوم يفر المرء من اخيه و امه و ابيه و صاحبته و بنيه لكل امر منهم (٣٩٨-٢) يومئذ شان يغنيه - جو وقت اچي- و اما من اوتي كتابه بيمينه فسوف يحاسب حساب يسيرا و ينقلب الي اهله مسرورا - ۽ لكل لذتون علي سرر موضونة متكئين عليها متقابلين يطوف عليهم و لدان مخلدون باكواب و اباريق و كاس من معين لا يصدعون عنها ولا ينزفون وفاكهة مما يتخيرون ولحم طير مما

يشتهون وحورعين كامثال اللؤلؤ المكنون جزاءبما
كانو يعملون - حاصل ڪري. اهي پيئي
مرتبا، هن بيت جي مضمون مطابق بادشاهن
۽ اميرن کي ملي سگهن ٿا: (٣٩٩-١)

آسايش دو گيتي تفسير اين دو حرف است
بــا دوستان مــروت بـــا دشمنان مـدارا

پنهي جهانن جي ڀلائي، دوستن سان مروت ۽ دشمنن سان لحاظ ڪرڻ ۾ آهي. پنهي جهانن ۾ هنن (بادشاهن ۽ اميرن) لاءِ رعيت کان وڌيڪ ٻيو ڪو به دوستيءَ جو حقدار نه آهي. ڇاڪاڻ ته انهيءَ جي ڏي محنت ۽ مشقت سان کين دولت هٿ اچي ٿي. هوڏانهن رعيت مصيبت ۾ رهي ٿي ۽ بادشاهه لوڙي امير عيش ڪندا رهن ٿا. جڏهن رعيت سان رعايتون ڪيون وڃن ۽ شرعي حڪم خلاف ڪائين ڪجهه به وصول ڪرڻ ۾ نه اچي ته دنيا ۾ نيڪ نامي ۽ آسائش ملي ٿو ۽ قيامت ۾ اها ئي رعيت هنن جي عدل انصاف ۽ خوش اخلاقيءَ جي گواهي ڏئي ٿي ۽ اهي- عدل ساعته خير من عمل الثقلين جي مصداق ان جو اجورو حاصل ڪن ٿا. پوءِ ڪهڙو ضرور آهي جو بعض اميرن ۽ عملدارن جي چورڻ تي اهڙي دوستيءَ کان منهن موڙي، دنيا ۾ ظالم بڻجي، پاڻ کي بدنام ڪيو وڃي ۽ خلق کي آزار ۾ وجهي، خدا جي اڳيان پاڻ کي شرمسار ڪجي؟

حڪيم صالح بکر جي ملڪ ۾ جيڪو جواهرن سان ڀريل سوني پيالي جيئان آهي، جڙتو ٺيڪيدارن جي ڪري جمع بنديءَ ۾ گهٽ وڌايون پيدا ڪيون، ۽ رعيتي ماڻهو (٣٩٩-٢) جيڪي باقاعدي ڍل ڀريندڙ هئا، ان کان سرڪش ٿي ويا. جيڪڏهن هن ملڪ ۾ ڪو شاهي امين هجي ها ۽ دستور جي خلاف ورزي ڪرڻ نه ڏئي ها ته اهڙا المناڪ واقعا رونما ٿي نه سگهن ها.

وڏيڪ مصيبت وري اها، جو اهي ئي ظالم پنهنجي قهر جي ڪسر باقي رهائي، ماڻهن کي هٽرادو بقايائن جي عوض قيد ۾ وجهي ڇڏيندا هئا. ڪين اها چاڻ نه هئي ته انهيءَ معمولي حساب جي ڪري سندن سمورو نفعو ڪلاف ٿيندو پئي رهيو. جيڪڏهن رعيت قيد ۾ ڪڙجي وئي ته پوءِ ماڻهو ڪٿان ايندو جو سندن حاضري پريندو. انهيءَ جي بدران انهن وڳوڙين کي ڪان ۾ وجهڻ کپي، جيڪي ڏيل به نه ٿا پرين ۽ سدائين سرڪشي ڪندا ٿا رهن.

محمد علي بيگ بندريءَ بابت ڪنهن کي خبر نه هوندي ته هن وٽ ڪيڏو لشڪر موجود هو ۽ ڪهڙيءَ ريت رعيت کي پنهنجي حڪم هيٺ رکيو هئائين؟ ونس بهترين ماڻهو ملازم هئا (٤٠٠-١) جن سندن فرمان مطابق وڳوڙين کي مات ڪرڻ ۾ وسان ڪين گهٽايو. ايترو لشڪر خود حڪيم صالح وٽ به هو، جنهن چانڊڪا ۽ ٺڪر وارن پرڳڻن جي رعيت کي آزاري بيزار ڪري بکر ۾ وڳوڙ وجهرايا ۽ ماڻهن کي وٿان ڪڍي ڇڏيائين. حڪيم صالح، چانڊڪا پرڳڻي جي ارباب ننڍي جي پٽ صديق ۽ سندس چاني شهه بيگ تي الزام مڙهي کين قيد ڪري بکر آندو. ان کان اڳ ماٿيلي پرڳڻي واري ارباب کي به ڪاٺ ۾ وڌو هئائين، جو اتان جي ابڙن ديوان مان سنگهه جي مائٽ ديال داس ۽ بکر جي قانون دان وڏراج ولد ونس گوپال کي پنهنجي پٺيءَ تي قتل ڪري ڇڏيو هو. ان سان گڏ سڀيءَ جي هڪ قافلي کي به ڦريائون. انهيءَ تان ٺڪر پرڳڻي جي جاگيردار طاهر محمد اسي ماڻهن سان وڃي، انهن جي پرڳڻي جي ارباب (٤٠٠-٢) عبدالواحد کي (جيڪو ان وقت لاکيرن جي ڳوٺ ۾ هو) قيد ڪري وٺي اچڻ چاهيو، پر سميجا لاکير وچ ۾ آيل پاڻيءَ جو بند ڀڃي، لشڪر جي چوڌاري گهيرو ڪري بيٺا ۽ لشڪر تي تير وسائڻ شروع ڪري ڏنائون، جنهن ۾ اسي سوار ئي

ڪسجي ويا. تنهن کان علاوه هٿيارن ۽ گهوڙن جي به جيڪا ڦرلٽ ٿي ها پنهنجي جاءِ تي رهي، ۽ ها ڳهين خود طاهر محمد سميجن جي ورچڙهي ويو.

جنهن وقت پڇڻ جي ڪا واهه نه ٿي رهي
ته ماڻهو ترار جي ڌار تي هٿ به وڪندي
دير نه ٿو ڪري.

جيڪڏهن بروقت رعيت کان ڏل اڳاڙڻ ۾ ڪا اڙانگوڙي نه ڪئي وڃي ها، ۽ ان کي ظالم بگهڙن (ڪارندن) جي ارڏاين کان امان ڏني وڃي ها، ته اهو شرمناڪ واقعو ڪڏهن به پيش نه اچي ها. هاڻ جيڪڏهن حڪيم صالح کي وڏي ڳيا ڳيا ڪيو وڃي ته به ساڳيو بکر وري نه ٿي سگهندو. ان لاءِ سمجهدار ماڻهوءَ جي دم دلاسي جي ضرورت آهي.

هي بيت حڪيم صالح جي حال مطابق نظر اچي ٿو:

ڪو ڏنو ته بيوقوف گڏهه ڇا ڪيو؟
پاڻ ڪڏ ۾ پيو، مڏي پيا ڪٽي ويا.

اهي ڳالهيون هيون جيڪي سون هن ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ آنديون ۽ قصيدي جي هن بيت سوجب انهن کي رعيت جي زباني شاهي دربار ۾ پيش ڪرڻ گهران ٿو:

يا اکرم الخلق مالي، من الوذ به
سواک عند حلول الحادث العمم.

ترجمو: ساريءَ خلق کان وڌيڪ عزت وارا! مون
لاءِ پيو ڪوبه اهڙو شخص ڪونهي، جو
ڏکئي وقت وڃي وٽس پناهه وٺان.

هاڻ ڪتاب جي خاتمي ڏانهن قلم وڌائجي ٿو.

# پڇاڙي

بادشاهن، وزيرن توڙي اميرن جي سلوڪ،
دنياداريءَ جي شغل، مرتبن ۽ فضيلتن
حاصل ڪرڻ بابت جن جو بيان ڪتاب
جي پهرئين جلد، پهرئين باب ۽ پهرئين فصل
۾ (ص ١٠٤-٢) ڪيو ويو آهي. تنهن
کان سواءِ انهن مسئلن جي باري ۾ جيڪي
ٽئين باب جي ٻئي فصل ۾ اچي چڪا آهن.

معلوم هجڻ گهرجي ته مسلمان ٽن قسمن جا آهن:

١- جيڪي دنيا ۽ آخرت جا بادشاه آهن: چارئي خليفا ۽ عادل بادشاه انهن مان شمار ٿين ٿا.

٢- اهي درويش به دنيا توڙي آخرت جا بادشاه آهن جيڪي فقر فاقي تي صابر رهي، مصيبتن تي راضي ۽ رزق جي ڪميءَ تي قانع هوندا آهن.

٣- دنيا جا بادشاه ۽ آخرت جا درويش آهن. اهي دنيا ۾ غني ليکيا وڃن ٿا. دنيا جي بادشاهي آخرت جي بادشاهيءَ کان سواءِ عيب جوڳي آهي، اهڙيءَ طرح آخرت جي بادشاهي به دنيا جي بادشاهيءَ کان سواءِ ناقص آهي. ڪمال اهو آهي ته انهن مان هر شخص (٢٠٤-١) دنيا ۽ آخرت ٻنهي جو بادشاه آهي.

جنهن شخص کي خداوند ڪريم پنهنجي مهر سان نوازي بادشاهي عطا ڪري ٿو، ان کي کپي ته چڱائين لاءِ پاڻ پتوڙي ته جيئن کيس آخرت جي بادشاهي به هٿ اچي. جيڪڏهن ڪو سوال ڪري ته دنيا ۽ آخرت جي بادشاهي ڪيئن حاصل ٿيندي آهي؟ ۽ اهو ڪيئن ممڪن آهي ته دنيا جي دوستي ۽ مال مرتبي جي حصول جي اميد سان گڏ آخرت جو سلوڪ به ڪنهن کي نصيب ٿئي؟ ۽ اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو ته سلطنت توڙي امارت جا درجا مصيبتن جي موجودگيءَ ۾ به ڪنهن کي حاصل ٿين؟ ان حالت ۾ جڏهن ماڻهوءَ جو نفس فسق فساد ۽ دنيا جي لذتن ڏانهن مائل رهندو اچي ۽ شيطان به قوي هجي؟

انهيءَ لاءِ به طريقا بيان ڪجن ٿا:

١- (٢-٤٠٢) وهبي طريقو: جيڪو سواءِ ڪنهن ڪسب ۽ محنت جي هٿ اچي ٿو. اهو تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن خدا جو نور بادشاه جي دل ۾ ظهور پذير ٿئي، جنهن جي وسيلي خير ۽ شر جي امتياز جي خبر پئجي وڃي ٿي ۽ انسان خير جي تابع رهي، شر کان پاسو ڪرڻ لڳي ٿو. اها ڪا وڏي ڳالهه نه آهي، خاص ڪري ان شخص لاءِ جنهن کي خداوند ڪريم پنهنجو مطيع بڻائي، ممس مهربان ٿئي ٿو.

٢- ڪسبي طريقو: جيڪو محنتن سان حاصل ٿئي ٿو، جيئن ڪو شخص ڏينهن جو دنياداريءَ جي شغل ۾ رهي ۽ رات جو الاهي عبادت سان شغل رکي، ۽ خدا جي در ٻاڏائي جيئن هو سندس دانهن ٻڌي ۽ (٣-٤٠٣) ۽ کيس دنياداريءَ جي شغل دوران ڪنهن تي به ظلم ڪرڻ جي روش کان باز رکي.

انهيءَ سان ڪي ڳالهيون هن ريت آهن:

الف- بادشاه کي هن طريقي سان علم جي تحصيل ڪرڻ گهرجي: رات جي هڪ پهر لاءِ هڪ شخص مقرر ڪري جيڪو

پنهنجي حاضريءَ دوران هڪ ٻهر ٽائين بادشاه کي، عدل بابت حديثن ۽ مختلف واقعن جي بيان ذريعي هدايتون ڪري ۽ ظلم ستم کان باز رهڻ جون ڳالهيون ٻڌائي. ان لاءِ ته عدل ۽ بادشاهيءَ جي بقاء جي تدبير انهيءَ معاملي جي اصل رڪن سان آهي. اهو ڪم چئن ماڻهن تي رکيل هجي.

ب - بادشاه اهڙيءَ جاءِ ۾ آرام ڪري، جتي مظلومن ۽ عدل جي حاجتمندن جو آواز آسانيءَ سان پهچندو رهي.

نوشيروان عادل جي زماني ۾ اهو دستور هو ته هن هڪ وڏو زنجير پنهنجي آرامگاه واري پاسي ٻڌرائي ڇڏيو هو، جيئن ڪوبه دانهين ونس اچي زنجير کي لوڏي ته هڪدم بادشاه کي خبر پئجي وڃي ۽ مظلوم جي داد رسي ٿي سگهي (٣.٤-٢). جهانگير جي دور ۾ به اهڙي قسم جو زنجير ٻڌرايل هو، جنهن جو تعلق سندس شروعاتي زماني سان هو. ليڪن واقم (يوسف ميرڪ) جي گذارش آهي ته عدل جي در کڙڪائڻ لاءِ ڪنهن به زنجير جي ضرورت ناهي. ان جي بدران هڪ اهڙي جاءِ مقرر ڪئي وڃي جتان بادشاه جي نظر ٻاهر پهچندي رهي. اها جاءِ صرف مظلومن ۽ دادخواهن لاءِ مخصوص هجي ۽ ٻيو ڪوبه ماڻهو اتي نه اچي سگهي. ائين ڪرڻ سان هر حاجتمند اتي پهچي سگهي ٿو ۽ بادشاه جي نگاه سندس پئجي سگهي ٿي. بادشاه کي بروقت پتو پئجي ويندو ته هي مظلوم آهي، پوءِ ان جو احوال پڇي سندس باري ۾ غور ڪري سگهندو.

ج - بادشاه کي اشراق جي وقت روزانو ٻه رڪعتون نفل، استخاري جي نيت سان پڙهڻ گهرجن. پهرينءَ رڪعت ۾ الحمد کان پوءِ قل يا ايها الڪافرون ۽ ٻيءَ رڪعت ۾ قل هوالله احد پڙهي سلام ورائڻو پوندس (٤.٤-١). پوءِ ڪيس هيءَ دعا پڙهڻي آهي:

اللهم اني استخيرک بعلمک و استقدرک
بقدرتک و اسالک من فضلک العظيم فانک
تقدر و لاقـدر و تعلم و لااعلم و انـت
علام الغيوب ـ اللهم اني لااملک لنفسي
ضرا و لانفعا و لاموتا و لاحيواة و لانشورا
و لااستطيع ان آخـذ الاما اعطيتني و لا
ان اتـقي الاما و قيتني ـ اللهم و فقني
لماتحب و ترضي من القول و العمل في
يسر و عافيه ـ اللهم خرني و اخترني ولا
تکلني الي اختياري ـ اللهم اجعل الخيرة في
کل قول و عمل اريده في هذاليوم واللية.

هيءَ دعا حقيقت ۾ مرشد حاضر بجا آهي. جيڪڏهن
ڪو شخص اها پڙهندو رهندو ۽ نماز به ادا ڪندو ته يقيني
طور ان تي خدا جي رحمت هوندي. سندس قول، فعل حرڪت
۽ سڪون شريعت نبوي مطابق هوندو (ع.ع-٢). ۽ اهڙا ئي
ماڻهو بهشت ۾ وڏي مان مرتبي وارا هوندا.

د ـ عشاء جي نماز وقت وِتر کان اڳ ٻه رڪعتون
توبهه جون پڙهجن. جن آيتن جي ضرورت هجي اهي قرآن مان
پڙهيون وڃن، ۽ پڇاڙيءَ هي دعا پڙهڻ گهرجي:

اللهم اني استغفرک و اتوب اليک من کل
ذنب. تبت اليک منه ثم عدت فيه و استغفرک
من کل ما وعدتک نفسي فلم تـوف بـه
و استغفرک من کل عمل اردت به و جهک
ثم خالطته غيرک و استغفرک من کل نعمة
انعمت بهاعلي فاستعنت بهاعلي معصيتک و
استغفرک يا عالم الغيب و الشهادة من کل

ذنب اذنبته في ضوء النهار و سوادالليل
و في خلا و ملا و سر و علانيته ـ اللهم
اني استغفرک لکل ذنب قوي عليه بدني
بعافيتک (٥٠٤-١) و نالته قدرتي بفضل
نعمتک و انبسطتا اليه يـدي لسعة رزقک ـ
اللهم اني استغفرک لکل ذنب ظلمة بسببة
و ليامن اوليائک او نصرت بـه عدوا من
اعدائک ـ اللهم و استغفرک لکل ذنب لحقني
بسبب نعـمـة انعمتها علي فتقويت بهاعلي
معصيتک و خالفت فيها امرک و اقدمت
بهاعلي وعـيـدک ـ اللهم انـي استغفرک
لکل ذنب يورث الاسقام و الضني و الامراض
و البلاء و يکون في القيمه حسرة و ندامة
و صلي الله علي سيدنا محمدن النبي الامي
و علي آله و صحبه و سلم.

هن نماز يا استخاري جو فائدو هي آهي ته مشائخن جي
قول موجب اهو کهڙو مريد صادق آهي جيڪو ڪراماً ڪاتبين
مان کاٻي پاسي واري فرشتي کي بدين لکڻ کان باز رکي سگهي
ٿو (٥٠٤-٢)؟ چون ٿا ته اهو ئي مريد صادق آهي جنهن کان
ڪوبه گناه سرزد نٿو ٿئي، ليڪن جيئن ته هو غير معصوم آهي
تنهنڪري ڪانئس گناه سرزد ٿئي ٿو. پر فرشتو سندس نند
واري وقت جي پڇاڙيءَ ڏائين هـن جا گناه نٿو لکي. انهيءَ
حالت ۾ انسان کي توبهه ڪرڻ گهرجي ۽ اهـا توبهه سچي
چمار دهرائيندو رهي. اهڙيءَ صورت ۾ فرشتو ان جا گناه نه
لکندو. جيڪو ماڻهو سمهڻ کان اڳ پابنديءَ سان اها نماز ۽
دعا پڙهندو رهندو تنهن تي خداوند ڪريم جو فضل جاري هوندو

۽ فرشتا ان جون نيڪيون لکندا رهندا.

قيامت جي ڏينهن جڏهن سندس اعمال نامي مان نيڪيون گڏ ڪيون ويندديون ته ان ۾ بدين جو شمار نه ڪيو ويندو (٦.٤٣-١) ۽ هن کي بنان ڪنهن حساب جي بهشت ۾ داخل ڪيو ويندو. انهيءَ ريت بادشاهن کي به بهشت جو درجو حاصل ٿي سگهي ٿو. خدا جي رحمت ڪنهن به حالت ۾ گهٽجي نٿي سگهي، انهن بندن لاءِ جيڪي هر وقت آن ڏانهن رجوع رهن ٿا.

اهي ٿي اهم ڳالهيون هيون جيڪي سون ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ آڻي ان کي مڪمل ڪيو آهي. خدا جي رحمت مان اها اميد اٿم ته جيڪي ڪوتاهيون هن ڪتاب ۾ رهجي ويون آهن پنهنجي ڪرم سان معاف فرمائيندو ۽ هن ڪتاب کي وقت جي عاليشان بادشاه ابوالمظفر شهاب الدين محمد صاحب قران ثانيءَ جي حضور ۾ مقبوليت جو درجو عطا ڪندو.

نظم: تا نبود صبح را از سوي مغرب طلوع
روز بقاي تو باد هفته اي يوم الحساب
چار ملک در دو صبح داعي بخت تواند (٦.٤٣-٢)
(باد) به آئين خضر دعوت شان مستجاب

معنيٰ: جيستائين صبح جو سج اولهه مان نه اڀري (قيامت نه اچي) تنهنجو ڏينهن يوم الحساب جي هفتي برابر هجي. چار ئي ملڪ تنهنجي بخت جا دعاگو آهن. انهن جي دعا سان تون شال عمر خضري مائين.

شعر: يا نفس لاتقنطي من زلة عظمت
ان الكبائر في الغفران كا للمم
لعل رحمة ربي حين يقسمها
تاتي علي حسب العصيان في القسم

يا رب فاجعل رجاي غير منعكس
لديک واجعل حسابي غير منخرم
و الطف بعبدک في الدارين ان له
صبرا متي تدعه الاهوال ينهزم
و اذن لسحب صلواة منک دائمة
علي النبي بمنهل و منسجم
والال و الصحب ثم التابعين لهم
اهل التقي و النقي و الحلم و الكرم
مارنحت عذبات البان ريح صبا
و اطرب العيس حاوي العيس بالنغم

معني: اي دل توں گهڻن گناهن هوندي به خدا جي رحمت کان مايوس نه ٿيءُ. وڏا گناه خدا جي بخشش اڳيان ذرِ مثال آهن.

جڏهن خدا جي رحمت جي ورهاست ٿئي ٿي ته گهڻن گناهن لاءِ بخشش به گهٽي ٿيندي آهي (٧٠-١٤١).
اي خدا مون کي اميد آهي ته تون مون کي مايوس نه ڪندين. قيامت ۾ جڏهن آءٌ حساب لاءِ پيش ٿيان ته ان کي آسان بڻائجانءِ.

هن بندي تي دنيا ۽ آخرت ۾ پنهنجو ڪرم ڪجانءِ ۽ زماني جي سختين ۾ مون کي صبر جي سگهه ڏجانءِ. پنهنجي رحمت جي ڪڪر کي حڪم ڪر ته حضور پاڪ تي صلوات جي بارش مان رحمت وسائي.

الاهي رحمتون نبيءَ جي اولاد، صحابين ۽ سندس تابعين تي جيڪي پرهيزگار سخي ۽ بردبار هئا. جيستائين باد صبا باغ ۾ وڻن جون ٽاريون لوڏيندي رهي، تيستائين

اُنن کي هڪلڻ وارا قافلي کي اڳتي وڌائيندا رهن.

والله اعلم بالصواب، واليه المرجع والماب.

هي ڪتاب ١٩ محرم ١٠٤٤ه ۾ ظهر جي وقت ڇنڇر جي ڏينهن مطابق - سال ٧ جلوس شاهي (٢-١٤٠٧) لکجي پورو ٿيو.

(١)

# مخدوم لعل شهباز

(متعلق ص ١٥٧-ح ١)

ماخذ اول: تاريخ ضياء برني ۾ هن بزرگ بابت احوال جيڪو ڪجهه آيل آهي تنهن مان معلوم ٿو ٿئي تہ هي بزرگوار سلطان محمد خان شهيد (٦٨٤ع) بن سلطان بلبن جي سلطنت جي زماني ۾ ملتان آيو هو. تاريخ فيروز شاهي ۾ هيئن لکيل آهي تہ: شيخ عثمان مريدي (؟) (مرندي) جيڪو پلارو شخص هو ملتان پهتو. خان شهيد ان جي سچائپ ۽ عقيدت جي جي ڪري هن جي ڏاڍي پذيرائي ڪئي ۽ ڪيس نذر نياز ڏنائين. خان ڏاڍا وس ڪيا تہ هي بزرگ ملتان ۾ رهي، ۽ ان لاءِ خانقاه ٺهرائڻ ۽ زمين ڏيڻ جو ارادو بہ ڪيائين، پر شيخ عثمان اتي رهي پوڻ جو خيال نہ ڏيکاريو. هڪ ڏينهن خان شهيد، شيخ عثمان ۽ شيخ صدرالدين (متوفي ٦٧٤ هه) ولد شيخ بهاءُالدين ذڪريا کي پنهنجي دربار ۾ گهرايو ۽ عربي غزلن جي سماع جو اهتمام ڪيائين. هي ۽ ٻيا درويش مستيءَ ۾ اچي رقص ڪرڻ لڳا. خان شهيد اهو سمورو وقت هٿ ٻڌي بيٺو رهيو ۽ زار زار پئي رنو (ص ٦٧-٦٨). پڻ ڏسو تاريخ فرشتہ جلد ٻيون ص ٤١٠. مير معصوم ص ٣٠ ۽ تحفتہ الڪرام جلد ٽيون. تحفتہ الڪرام واري (جلد ٽئين ص ١٣٦ تي) لکيو آهي تہ

شيخ عثمان (٦٦٢ هه) ڌاري ملتان ۾ وارد ٿيو. اها ٿي روايت نزهت‌الخواطر واري ڏني آهي (ج ١).

سيوهڻ ۾ اچڻ جي تاريخ:

تحفته‌الڪرام ۾ لکيل آهي ته شيخ عثمان شاه شمس (؟) بوعلي وٽ پهتو، هن کيس چيو ته ٿي قلندر اڳ ئي هندستان ۾ موجود آهن سو بهتر آهي ته اوهان سنڌ ڏانهن هليا وڃو، انهيءَ اشاري تي هو سيوهڻ ۾ آيو.

لب تاريخ سنڌ جو مصنف ڏسو لکي ٿو ته شيخ عثمان (٦٤٩ هه) ۾ سيوهڻ پهتو، جنهن جي تاريخ جو سال هيٺئين قطعي مان نڪري ٿو:

چو باز آشيان قدس شهباز ـ سوستان را نموده جنت آسا

خرد تاريخ آن از روي اخلاص ـ "نمود آفتاب دين" بگفتا (٦٤٩)

هي ڇهه سال سيوهڻ ۾ گذاري فوت ٿيو. مولوي فتح محمد مرحوم حيات نامه قلندري ۾ هڪ سال سندس اقامت لکي آهي (ص ٤٠).

ڄمڻ جي تاريخ: سندس ولادت جي تاريخ فقط ٻن ڪتابن ۾ ملي ٿي! گزيٽيئر لاڙڪاڻه (ص ٤٠) هن جي ولادت ٥٣٨ هه ڄاڻائي آهي، ۽ سندس عمر بابت سُڌ پوي ٿي ته هو هڪ سو ٻارهن سالن جو هو.

معلوم ٿو ٿئي ته اها تاريخ حيات نامه قلندري جي هيٺئين قطعي مان ورتل آهي (ص ٤٠).

بجو تاريخ شمس‌الدين عثمان ـ بدرڪن "رنج" "از فلڪ ڪرامت"

٧٩١ ٢٥٣

من عمرش "ولي‌الله" وفاتش ـ سروش غيب مي گويد "برحمت"

٦٥٠ ١١٢

لب تاريخ جي مصنف به سندس ولادت جو سال (٥٣٨) لکيو آهي.

وفات جي تاريخ: سندس وفات جي تاريخ ۾ ڪي اختلاف آهن، هيٺئين ته:

٦٥٠ هه گـزيئي، ۽ اب تـاريـخ سنڌ، حيات نـامه قلندري ٢١ شعبان ٦٧٣ هه:

مآثرالڪرام، آزاد (ص ٢٨٥) ٢١ شعبان- مقالات الشعراء (ص ٤٣٤) ٢١ شعبـان، مقالات الشعراء ۾ هـيءَ تـاريـخ لکيل آهي.

چون رفتم سوي جنان آن شيخ ـ کو زبده آل و پاک نام است
از هاتف غيب مي شنيدند ـ عثمان به دوازده امـام است

٦٧٣ = ١٢ + ٦٦١

تحفته الڪرام جـلـد ٽيون ۽ نـزهت الخواطر: ٦٢٣ هه خزينته الاصفياء جلد ٻيو، ص ٤٧.

چو عثمان ولـي از دار دنيا- برفت و باب جنت شد بر او باز
ز "مخدوم اجل" جو ارتحاش- بفرما "عارف محبوب شهباز"

تذڪره فقراء تذڪرة الانساب (٢٠ شعبـان)

شاهباز نشيمن لاهوت ـ شـاه اورنـگ خطه ملڪوت
اهل دل معارف حق ـ صاحب وجـد و تارڪ مطنق
شاه عثمان شاهباز لقب ـ اشرف الذات هم شريف نسب
بحر عرفان ڪنوز دانـائـي ـ مهر ايقان چـراخ بينائـي
مست خمخانه محبت و شوق- بلبل گلستان عـالم ذوق
صاحب حال و ڪامل ابدال- محرم خلوت حريم وصال
در سنه هفت صد و بست چهار ـ بست شعبان بود فصل بهار
چند از روضه اش به سبوستان ـ عطر افزا چو روضه رضوان
فيض افـزاي گنبذ پرنور ـ چون جهازي ز چشمه ڪافور

خاڪ آن آسـتـان قبله نشان
سرمه بينش عيـون شـهـان ص ١٠١

رياض الاولياء- برڪات اولياء (ص ١١٥) تاريخ الاولياء (جلد ٢ ص ٣٢٦).

نسب جو شجرو: (١) شيخ عثمان بن سيد ڪبيرالدين احمد بن سيد صدرالدين اولاد اسمٰعيل بن امام جعفر صادق. (تحفتہ الڪرام)

(٢) شيخ عثمان بن سيد ڪبيرالدين بن سيد شمس الدين بن سيد نور شاه بن سيد محمود شاه بن سيد احمد شاه بن سيد هادي بن سيد مهدي بن سيد منتجب بن سيد غالب بن سيد منصور بن سيد اسمٰعيل بن امام جعفر (لب تاريخ سنڌ ۽ حياتنامہ قلندري).

(٣) شيخ عثمان بن سيد حسن ڪبيرالدين بن سيد شمس الدين بن صلاح الدين بن سيد شاه بن سيد خالد سيد محب بن سيد مشتاق بن سيد نورالدين بن سيد اسمٰعيل بن سيد امام جعفر صادق بن امام محمد بن امام زين العابدين علي بن امام حسين (خزينتہ الاصفياء اخبارالاولياء ج ٢ ص ٤٧) جي حوالي سان تذڪرة الانساب، سلسلتہ السادات، رياض الاولياء ۽ تاريخ الاولياء جي حوالي سان.

طريقت جو شجرو: (١) شيخ عثمان لعل شهباز مريد شيخ جمال مجرد، مريد سيد ابراهيم مجرد، مريد شيخ عاقل شهيد، مسڪين شهيد، مريد سيد مرتضيٰ سبحاني، مريد سيد امام جعفر صادق (خزينتہ الاصفياء جلد ٻيو ص ٤٧- تاريخ الاولياء، اخبارالاولياء جلد ٻيو ص ٣٢٦ جي حوالي سان.

(٢) عثمان مرندي، مريد شيخ بهاءالدين ذڪريا ملتاني، مريد شيخ شهاب الدين سهروردي، دارا شڪوه جي طريقت جو سلسلو پڻ ڪيترن واسطن جي ڪري شيخ عثمان سان وڃي ملي ٿو. دارا شڪوه مريد ملا شاه بدخشي، مريد ميان مير سنڌي، مريد شاه خضر سيوهاڻي، مريد شاه اسڪندر، مريد شيرالاولياء خواجہ حاتي، مريد سيد قادري. مريد شاه عثمان لعل قلندر، مريد شاه جمال مجرد، مريد شيخ ابواسحق ابراهيم، مريد شيخ مرتضيٰ سبحاني، مريد حضرت احمد بن مبارڪ، مريد شيخ

عبدالقادر جيلاني، (تذڪرةالفقراء ص ٨).

تذڪرةالفقراء جي مصنف لکيو آهي تہ، سهروردي خانوادي جي سترهين گروہ مان هڪ گروہ، "لعل شهبازي" آهي. جنهن جي شروعات شيخ عثمان قلندر شهباز کان ٿئي ٿي. (ص ٢١) پنجون گروہ جنهن جي شروعات حضرت ڪرم علي جهلي کان ٿئي ٿي. ڪن وچين واسطن جي ڪري شيخ عثمان لعل شهباز ذريعي سهروردي خانوادي تي ختم ٿئي ٿي. (تذڪرةالفقراء ص٢١).

قلندر جو ظاهري طريقو: خزينۃالاصفيا جي مصنف "معارج الولايہ" جي حوالي سان لکيو آهي تہ، هي نهايت جذب ۽ مستيءَ جي عالم ۾ هوندو هو، تنهنڪري شرعي احڪامن جي پابندي نہ ٿي ڪيائين. پاڻ ملامتي طريقي جو قائل هو، ماڻهن جي سامهون نشيدار شين واپرائڻ ۾ مشغول رهندو هو ۽ پنگ تمام گهڻي ٿي پيئندو هو، سدائين ڳاڙها ڪپڙا پائيندو هو سندس مرشد کيس شهباز جو لقب عطا ڪيو. ملامتي طريقي جي ڪري ماڻهن ۾ شهباز قلندر مشهور ٿيو. ڪيترين ڪرامتن جي ظهور سبب هزارين ماڻهو سندس معتقد ۽ مريد ٿيا. (جلد پهريون ص ٤٢٦) ڏسو تذڪرةالانساب ص ١٠١، رياض الاولياء تذڪرةالفقراء (ص ٢١) برڪات الاولياء (ص ١٤).

پڻ اخبارالاولياء ۽ تاريخ الاولياء (ص ٣٢٦).

مير غلام علي آزاد جو قول: مير غلام علي آزاد بلگرامي، تذڪرہ ماثرالڪرام (ص ٢٨٥) ۾ لکي ٿو: راقم الحروف، مولانا محب علي ٺٽوي (ڏسو مقالو راقم الحروف جو "مولانا محب علي سنڌي" جي عنوان سان ڇپيل مجلہ تاريخ و سياست ڪراچي) جي خط ۾ آهي تہ هي زماني جي بزرگن مان هو، سندس ذڪر شاهجهان نامي ۽ ٻين ڪتابن ۾ آيل آهن. جنهن مان معلوم ٿيو تہ اها عبارت تہ: حضرت مخدوم لعل شهباز جو نالو آهي. ان مان گڏ ڪاري پٿر جي تختيءَ تي پڻ ڏنو ويو تہ ان

تي ”شيخ عثمان مرندي قطب الدين، اچو باز“- مرند (ميم ۽ ري جي زبر سان) تبريز جي اوسي پاسي ۾ هڪ ڳوٺ آهي. سندس نسب ٽيرهين پيڙهيءَ ۾ امام جعفر صادق سان وڃي ملي ٿو.

تذڪره مشائخ سنڌ جي مصنف لکيو آهي ته ”مرند مخدوم لعل شهباز جي ڄمڻ جو هنڌ آهي. آتان پنهنجي رتبي کي رسي، شيخ جمال مجدد جي مريد بابا ابراهيم جي خدمت ۾ پهتو ۽ سندس مريد ٿيو. هڪ سال ان وٽ رهي پنهنجي رتبي جي تڪميل ڪيائين، خلافت جي گودڙي ۽ اجازت کان پوءِ مجرد گهارڻ لڳو. آخرڪار هندستان آيو جتي شيخ فريد گنج شڪر ۽ شيخ الاسلام بهاؤ الدين ذڪريا جي ملاقات کان علاوه شيخ صدرالدين سان به صحبتون ڪيائين، ۽ آتان ٿي سيوهڻ ۾ اچي رهائش پذير ٿيو.“

راقم الحروف جڏهن ١٠ ربيع الاول ١١٤٣هه ڌاري سيوهڻ ويو ته مير سيد محمد خان، بخشي گريءَ ۽ وقائع نگاريءَ جو عهدو مون کي ڏيئي پاڻ بلگرام هليو ويو. ٿوري وقت کان پوءِ منهنجي ملازمت جو امڪان نه رهيو، جنهن ڪري پريشان ٿي پيس. هڪ رات خواب ۾ ڏٺم ته شهر جي ڪنهن گهٽيءَ مان لنگهيو پيو وڃان، ڪو شخص منهنجي سامهون آيو جنهن کان پڇا ڪيم ته اڳيان گهٽي ڪهڙي آهي؟ هن عربيءَ ۾ جواب ڏنو، سيلقاڪ رجال (توکي ڪي ماڻهو ملندا). اڳيرو ويس ته هڪ جاءِ ۾ ڪي مشائخ ويٺا هئا جن کي سنڌي پوشاڪ پهريل هئي. انهن مان هڪڙو اڳواڻ ڏسڻ ۾ ٿي آيو. مون انهن جي ويجهو وڃي سلام ڪيو ۽ سندن اڳواڻ شيخ اڳيان گوڏا کوڙي ادب سان ويهي ڪانئس سوال ڪيم ته منهنجي ملازمت بحال ٿيندي؟ اهو ٻڌي هو مراقبي ۾ هليو ويو ۽ ڪافي دير کان پوءِ ڪنڌ مٿي ڪڻي چيائين، هائو بحال ٿيندي. ڇهن، واقعي

انئين ڏيندو؟ فرمايائين تہ اسين ڏنا ڇئون . نيٺ هڪ سال کان پوءِ منهنجي ملازمت بحال ٿي ۽ شيخ جو قول پورو ٿيو. انئين معلوم ٿيو تہ اهو بزرگ جنهن بشارت ڏني هئي، حضرت لعل شهباز هو. مقدس هڪ پهر واري مراقبي کان مراد هڪ سال جو عرصو هو. هن پلاري جي وفات ٢١ شعبان ٦٧٣هہ ڌاري ٿي هئي.

مقدس مقبرو ۽ خانقاہ: هن جو مقبرو سيوهڻ ۾ آهي جتي هند سنڌ ۽ افغانستان جي خلق ايندي رهي ٿي. هر سال مقدس درگاہ تي عقيدتمندن جو ميلو لڳي ٿو جو ٽي ڏينهن هلندو آهي.

ابن بطوطہ ٧٣٤ هہ ڌاري سيوهڻ جي سفر دوران اهو مقبرو ڏٺو هو. هن شيخ محمد بغداديءَ سان الي ملاقات ڪئي هئي جيڪو ان وقت هڪ سو چاليهن سالن جي وڏي ڄمار جو هو ۽ ايترو عرصو قلندر جي خانقاہ ۾ گذاريو هئائين. اها خبر نہ پئجي سگهي آهي تہ اُن زماني ۾ اهو خانقاہ ڪهڙيءَ ويت هو. ڇاڪاڻ تہ ابن بطوطہ صرف خانقاہ لکيو آهي، عمارت ۽ قبي بابت ڪا بہ سُڌ نٿي پوي تہ انهيءَ جو وجود هو يا نہ؟

سلطان فيروز تغلق، سلطان محمد تغلق جو لاش ڪٿائي سيوهڻ آندو ۽ هن خانقاہ جي پر ۾ دفن ڪرايائين، جنهن جا بہ ڪتبا اڃا لڳل آهن. سلطان محمد تغلق ٢١ محرم ٧٥٢ هہ ڌاري ٺٽي لڳ وفات ڪئي هئي. سلطان فيروز تغلق لاش دفنائڻ کان پوءِ خانقاہ جي متولين ۽ سيوهڻ جي ٻين بزرگن کي ڏاڍيون خيراتون ڏنيون هيون . (برني ص ٥٢٤-٥٢٥-٥٣٥).

هڪڙو ڪتبو جيڪو خانقاہ ۾ لڳل آهي، تنهن مان پتو پوي ٿو تہ هي قبو ۽ مقبرو انهيءَ سلطان فيروز جي فرمائش تي تيار ٿيو هو. جنهن تي لکيل آهي تہ ”ياران ملڪ رڪن الدين

عرف اختيار الدين جي تاريخ ٧ رجب ٧٥٧ هه ڌهي راس ٿيو
جنهن ۾ ست ونگ ۽ ڇهه قبا آهن." ڪتبي جي پوري عبارت
هن ريت نظم ڍيل آهي:

بعهد دولت فيروز شهه سلطان دين پرور
که خاڪ درگهش سازند شاهان جهان افسر
عمارت شد مقام شيخ عثمان مرندي کو
ولي الله باز اسفيد مير بحر بود و بر
اگرچه اولياء اندر زمان شيخ بس بودند
ولاکن دو کرامت بود او از همگنان برتر
چه زيبا بارگاهي شد بهفت طاق و شش گنبذ (ڪذا)
که رنگ نه فلک گشته ز رشک بام او اخضر
بروز هفتم از ماه رجب مبني شد اين روضه
بسال هفصد و پنجاه و هفت از هجرت مهتر
بنايش کرد والي اختيار الدين ملک ارشد
امير عادل و باذل تهمتن ثاني اسڪندر
که تابود است سيوستان نبود است اين چنين والي
تقي و مشفق و مڪرم سخي و پاک دين ديگر
اميد آنست مي يابد جزاي اين چنين خيري
هزاران قصر در جنت بفضل ايزد اڪبر

(متين پڙهڻي مولانا محمد شفيع لاهوريءَ جي آهي.)

تذڪره مشائخ سيوستان ۾ هڪ بيت وڌيڪ لکيل آهي
جيڪو پهرئين بيت کان پوءِ اچي ٿو:

ازان گاهي که بر تخت شهنشاهي نشست آن شهه
سراسر گشت گيتي از شعاع دولتش انور

انهيءَ تذڪري ۾ ڇوٿون بيت هينءَ آيل آهي:

چه زيبا بارگاهي شد، بهشتي طاق بر گنبذ
که ونگ نه فلک گشته ز زنگ بام او اخضر

ستون بيت پڻ هن طرح لکيل آهي:

که آبود است سيوستان، نبود است اين چنين والي
سخي و مشفق و مکرم، تقي و پاڪ دين پرور

"تذڪره مشائخ سيوستان" مان ظاهر آهي ته ان کان پوءِ
ٺٽي پيري سنڌ جي حاڪم مرزا جاني بيگ ترخان پنهنجي زماني
۾ نئين سر قبي ۽ خانقاه جي اڏاوت جي شروعات ڪرائي پر
اها اڃا پوريءَ ريت تيار ٿي نه هئي، ته خان خانان ان تي
سوپيارو ٿيو ۽ کيس سنڌ مان ڪڍي اڪبر بادشاه جي درٻار
جا در ڏيکارياڻين. ڪيترن ورهين کان پوءِ وري سندس پٽ
مرزا غازي بيگ انهيءَ عمارت کي تڪميل تي رسايو. قبي جي
اڳيان خانقاه وارو حصو به انهيءَ ئي ٺهرايو.

شاهجهان جي دور ۾ سيد ديندار خان (سيوهڻ جي صوبه دار)
خانقاه جي باقي تعمير سان گڏ هڪ جريب ويڪرو آڳر به
ڪاشيءَ جي سيرن سان سنواريو ۽ مسجد پڻ جوڙايائين، جن جي
پٿين تي هيٺيان ڪتبا موجود آهن:

چون در عهد سلطان فيروز مرحوم روضه
قديم حضرت مخدوم بناشده بود، و اين
دو سنگ تاريخ نوشته نصب کرده بودند.
آخر چون گنبذ کلان در عهد ميرزا جاني
ترخان بنا يافته اين سنگها برهم افتاده
بودند. الحال که اين فقير سيد بهووه عرف
ديندار خان باشد در عهد دولت حضرت
صاحبقران ثاني صحن روضه را ترکيب داده

و دو مسجد راست مي ساخت، اين دوسنگ
هم د ر ديـوار خانقاه بنهاده تـا يادگار
سلاطين گذشته باشد.

"جڏهن سلطان فيروز مرحوم جي زماني
۾ مخدوم شهباز جو پراڻو روضو تعمير ٿيو
هو ته ان تي به پٿراهان ڪتبا لڳايا ويا
هئا. پوءِ جيئن وڏو قبو مرزا جاني بيگ
ترخان جي دور ۾ تيار ٿيو تہ اهي پٿر
ٽڙي پکڙي چڪا هئا. هاڻ هن فقير سيد
بهوه خـان عـرف ديندار خـان شاهجهان
بادشاه جي زماني ۾ روضي جي اڱڻ ٺهرائڻ
سان گـڏ به مسجدون بہ تيار ڪرايون،
انهيءَ دوران اهي ڇڙوڇڙ ٿيل پٿر به روضي
جي پٺين ۾ لڳرايا ويا ته جيئن اڳين بادشاهن
جا يادگار قائم رهن."

جنهن ڪتبي مان فرش جي تعمير جي تاريخ نڪري
ٿي سو هي آهي:

به دوران شهاب الدين جهان شاه ـ جهان از عدل او خرسند و آباد
شـده تعمير فـرش عـرش مسند ـ حسيني سيـدي، شهباز آزاد
قبول آمـد نياز خـان ديندار ـ دران حضرت ز عون طالع شاد
چه گويم وصف آن صحن مقدس ـ بجاي خشت انجم چيده استاد
چو خواهي سال وي باچشم دانش ـ بمقطع بين كم آمد سال بنياد

يكي باشد ز "فـرش مسند شاه" ١٠٤٠هـ
دگر بـاشد ز "فـرش جنت آباد" ١٠٤١هـ

مسجد جو ڪتبو جا ١٠٤٣هه ۾ تيار ٿي هئي:

به دور شهنشاه شاه جهان ـ جهان از نـوازش چـو باغ بهشت

چو مسجد بنا کرد دیندار خان - بدرگاه شهباز عالي سرشت
خرد گفت سالش که "بيت العتيق" ۱۰۴۳ھ
دگر "مسجد شيخ بهووه" نوشت ۱۵۴۱ھ

سنڌ جي واليءَ مياں غلام شاه ڪلهوڙي جي زماني ۾ خانقاه اندران هڪ ڏيڍي ٺهرائي ويئي ۽ هڪ انگاس (علم) پڻ پيش ڪيو ويو، جنهن جو ذڪر هيٺين ڪتبي ۾ آيل آهي.

چه خوش جناب مبارک که نور حقاني
ز روضه است عيان ظاهري و پنهاني
قلندر و سخي و کام بخش اهل يقين
ولي و سيد عثمان پير نوراني
بخاص و عام که مشهور لعل شهباز است
بپادشاه گدا باز داد سلطاني
باين جناب هر آنکس که ارادتي دارد
بکام مي رسد از دولت فراواني
غلام شاه ميان صاحب سعادتمند
نشان حضرت عباس کان احساني
سخي و غازي و فياض معدن الطاف
چو سرفراز شد از لطف و جود رباني
ز خاص نيت خود کرد تازه خوش تعمير
که فرش و صحن در روضه شد گلستاني
قبول حضرت مخدوم شد نشاني کو
ز رحمت نبوي و علي عمراني
هر آنکه ديد و بيند ز شوق نور ظهور
شود دو چشم و دلش روشن و درخشاني
هزار يک صد و هفتاد و سه ز هجري بود
ز کارداريءِ باقر نشان شد ارزاني

قبوليت كہ ز تعمير جستم از هاتف
نداء بگوش من آمد ز لطف سبحاني
ز يمن مصرع تاريخ خوش بگو صابر
"قبول باد نشان در جناب شاهاني"
١١٧٣هه

ٽالپرن جي دور ۾ سنڌ جي واليءَ مير ڪرم علي خان پراڻين عمارتن جي مرمت ڪرائي ۽ هڪ چانديءَ جو دروازو جيڪو اڄا تائين موجود آهي، روضي ۾ لڳرايائين. مير غلام علي "مائل" ان تي قطع تاريخ لکيو:

چون بہ آن روضہ جنان رفعت
كہ بہ بابش بود فلك دربان
روضہ شاهباز روضہ قدس،
لعل شهباز شيخنا عثمان
داد اكنون كرم علي خان مير
از كرم هاي ايزد منان
بهر ترويج كار اجر و خير
كہ بود احسن از شهان زمان
خوش بہ ترميم روضہ زين نو باب
زيب و تكميل زينت شاهان
باب اين روضة الصفا كردند
از زر و سيم مهر و مہ وخشان
لوحش الله كہ بخت و اقبال است
از درش بخش مقبلان جهان
بسكہ باب كشود كام دل است
باب اين بارگاه فيض نشان

دلم از شوق آمتان بوسیش
صبحدم دردعای بانیء آن
خواند تاریخش این چنیق "بکمال"
۹۱
قبل الله خیر وز احسان
۱۲۳۱هم =۱۱۴۰ +۹۱
باز سالش به "باب" گفت دگر
"ضاعف الله اجره" برخوان
۱۲۳۱ هم =۱۱۲۶+۵
حبذا بارگاه باب سلام
با سر گام باز کرد بیان
هم دگر کرد گل دلم این سال
"آمد این باب روضه باب جنان"
۱۲۳۱ هم =۱۲۱۱ ×۲۰
خوش براین باب "سائل" حق است
سائل خیر و خوبیش هم آن

بي تاريخ :
حبذا این باب باب روضهء جنت نظیر
کامد از خیر امیر ذ والکرام اکرام جفت
هاتفم سال درستي اش ز لوح سیم و زر
از طلا و نقرهء مهر و مه است این باب گفت

( ٢ )

# مخدوم چنو امراڻي

( متعلق ١٥٧ - ح ٢ )

تحفة الڪرام ۾ هن بزرگ بابت لکيل آهي :

پانيرن (برهمڻ آباد) شهر جي بربادي جي باري ۾ مشهور آهي ته راجا دلوراء اروڙ جي تباهيءَ کان پوءِ هن شهر ۾ اچي رهيو. هن کي چنّي امراڻي (آمر جي پٽ) نالي هڪ ڀاءُ هو جنهن کي خدا تعاليٰ هوندي اسلام جي توفيق عطا ڪئي هئي. هي برهمڻ آباد ڇڏي ٻاهر هليو ويو، اتي قرآن مجيد جي حفظ سان گڏ اسلامي عقيدن کان به واقف ٿيو، ۽ جڏهن واپس ساڳئي شهر ۾ آيو ته ماڻهن کيس شاديءَ لاءِ زور پريو پر هن انڪار ڪيو. ڪنهن ماڻهوءَ مسخري ڪندي چيس ته تون به چڻ ڪو تُرڪ آهين جو ڪعبي ۾ وڃي عرب جي فلاڻيءَ زال سان نڪاح ڪندين. اتفاق سان انهن ئي ڏينهن ۾ کيس حج جو خيال ٿيو. عرب ۾ پهچي ٿوري وقت کان پوءِ ڪنهن زال کي هڪ دڪان تي قرآن پڙهندي ڏٺائين ۽ اتي ويهي رهيو. مائيءَ کانئس پڇيو: ڇا لاءِ ويٺو آهين؟ هن چيس: قرآن ٻڌڻ ٿو چاهيان، جيڪڏهن تون قرب ڪرين ته مون کي قرآن سيکار، مان تنهنجو ٿورائتو ٿيندس. مائيءَ وراڻيو: فلاڻي زال منهنجي

استاد آهي، جيڪڏهن تون ويس بدلائي ڇوڪرين جي حال ۾ اتي وڃين ته تنهنجو مقصد پورو ٿيندو. اهڙيءَ ريت هي زنانو ويس ڪري اتي ويو ۽ قرآن سکڻ لڳو. اها زال نجوم جي علم ۾ ماهر هئي. هڪ ڏينهن ڪنهن زال اچي آن مائيءَ کان پنهنجي ڌيءَ جي ستاري بابت پڇا ڪئي ته انهيءَ جي ڪڏهن شادي ٿيندي؟ جڏهن ان کي جواب ڏيئي فارغ ٿي ته چنيءَ اسرائيءَ کيس چيو: تون جنهن صورت ۾ پنهنجي باري ۾ سيڪجهه ڄاڻين ٿي ته توکي ضرور پاڻ بابت به ڪا خبر چار هوندي؟ مائيءَ چيس: چڱو جو ياد ڏياريئي! ائين چئي پنهنجو ستارو ڏسي ٻڌايائين ته آءٌ هڪ سنڌيءَ سان شادي ڪنديس. هن پڇيس ته اها شادي ڪڏهن ٿيندي؟ ته مائيءَ چيو، جلد ٿيڻ واري آهي. چنيءَ چيس، اهو ماڻهو ڪٿي آهي؟ مائيءَ استخارو ڪيندي چيو، اهو شخص تون ئي آهين. اها ڳالهه ٻڌي هو ڏاڍو خوش ٿيو. مائيءَ چيس ته هاڻ هتان هليو وڃ، پوءِ هتي نه اچجانءِ. ان سان گڏ اها هدايت به ڪيائينس ته زالاڻو ويس بدلائي وڃي منهنجي مائٽن کان منهنجي سنگ جي گهُر ڪر، آءٌ تنهنجي ئي ڀاڳ ۾ لکيل آهيان.

ستت ئي هنن جي شادي ٿي ويئي ۽ چنو پنهنجي زال فاطمه کي وٺي وطن ڏانهن وريو. جڏهن برهمڻ آباد پهتو ته پنهنجي ڀاءُ دلوراءِ جي ڪڌن ڪرتوتن جي خبر پيس جو پرايون زالون زوريءَ کڻائي انهن جي عصمت لٽيندو ٿي رهيو. چنيءَ گهڻو ئي کيس سمجهايو پر هو باز نه آيو، ويتر سندس حالت اها وڃي ٿي جو فاطمه جي سونهن جي تعريف ٻڌي وڃي وٺي ان جي ڏسڻ لاءِ چنيءَ جي غير موجودگيءَ ۾ سندس گهر هليو آيو. چنيءَ کي ڪشف ذريعي اها پڪ پئجي ويئي. هو اوڏيءَ مهل گهر پهتو ۽ زال کي ساڻ ڪري شهر کان ٻاهر نڪري ويو. ويندي ويل اها وائي ڪيائين ته اجهو ڏو شهر ناس ٿئي. ٿورن ڏينهن

ان ڳالهہ تي اعتبار ڪيو، پهرينءَ رات هڪ پيڙي زال چرخو ڪتيندي رهي جنهن جي رينگٽ ۾ وقت گذري ويو ۽ ٻيءَ رات اجا هوءَ ٻاهر نڪتي ته سارو شهر ٻباهه تي ويو، جنهن جو رڳو هڪڙو منارو يادگار طور باقي رهيو. (جلد ٻيون ص ٥٤)

تاريخ طاهري (تاليف ١٠٣٠ هه) ۾ انهيءَ روايت کان پوءِ هي اضافو ڪيل آهي: چنو اسرائي پنهنجي زال سان گڏ برهمڻآباد مان نڪري سيوهڻ هليو آيو ۽ عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول ٿيو، ۽ اتي ئي سندس حياتي پوري ٿي. هي جيئن پنهنجي جيئري پهتل شخص هو تيئن مرڻ کان پوءِ به اهو ئي درجو هوس. جيڪو به سندس قبر تي اچي ٿو تنهن جي مراد پوري ٿئي ٿي. اها قبر اجا تائين سيوهڻ ۾ آهي جتي جمعي ڏينهن ماڻهن جا ميڙ اچي گڏ ٿين ٿا. (تاريخ طاهري، قلمي)

چني اسرائيءَ جو مقبرو سيوهڻ جي شهر ۽ ريلوي اسٽيشن جي وچ تي آهي، جنهن تي ديندار خان (سيوهڻ جي صوبہ دار) ڪتبو لڳرايو هو، جو اولاهينءَ پٽ ۾ نصب ٿيل آهي:

بـدور شهنشاه شـاه جـهان
خديو خـرد مند، صاحب قرآن
چـو خلد بـرين روضہ شاه چهتہ
بنا کـرد نـواب ديندار خان
ز سـال بنايش طلب داشتند
”بهشتي بہ روي زمين“ گفت عثمان(؟)

پوئين مصرعي مان تاريخ جو سال ١٠٤٢ هه نڪري ٿو، جنهن مان ظاهر آهي ته انهيءَ ئي سال اهو مقبرو ديندار خان تعمير ڪرايو هو جو اجا تائين موجود آهي. سيد حاجي حسن علي شاه سيوهاڻي تذڪره مشائخ سيوستان ۾ لکيو آهي ته اهو

ڇڻو امرائي، عمران نالي ڪنهن عرب جو پٽ هو. سندس تعلق
تميم قوم سان ڄاڻايو وڃي ٿو، ۽ هو ڪجهه وقت برهمڻ آباد جو
حاڪم به ٿي رهيو هو. دلوراءِ به انهيءَ جو ئي پٽ هو،
جيڪو پنهنجي ڀيءُ جي مرڻ کان پوءِ ان جي گاديءَ تي
ويٺو. وڏيڪ خدا ٿو ڄاڻي. ٻيبي فاطمه جي تربت ڇڻي جي
مزار لڳ ننڍيءَ ٻنيءَ ۾ اڄ به موجود آهي.

(٣)

# مرزا انور

(متعلق ص ١٩١ ح ٢)

مرزا انور، زين خان ڪوڪه جو ڇاٽو هو (ماثر الامراء ص ٣٩٣-٢). ذخيرة الخوانين ۾ لکيل آهي ته هو سهڻو، ميٺو ۽ چڱين خصلتن وارو جوان هو. زين خان ڪوڪه جي ڏيءَ هن جي گهر ۾ هئي. بکر جي حڪومت دوران پنجاب ۾ ميٺهن پاڻيءَ جي قلت جي ڪري ڏڪار جو خطرو پيدا ٿيو. هن ڇا ڪيو جو آڏان جي هارين جڏان گوڏ ٻڌي ٻنيءَ تي وڃي هر هلائڻ لڳو. سندس زال (زين خان ڪوڪه جي نياڻي) ٻاهراڙيءَ جي زالن وانگي جوار جو ڏوڏو ۽ لسيءَ جو لوٽو مٿي تي رکي کيس پهچائڻ ويئي. اوڙيءَ مهل خدا جي فضل سان ميٺهن جا وسڪارا ٿي ويا ۽ پنجاب جا درياهه پاڻيءَ سان آٽلڻ لڳا. سندن ۾ پنهنجين نيڪين جي ڪري چڱو نالو ڪڍيائين.

(ذخيره، قلمي، ص ٣٧٢)

(۴)

# سعيد خان

(متعلق ص ۲۰۱- ح ۴)

سعيد خان چغتو، يعقوب بيگ ولد ابراهيم بيگ جو پٽ هو. ماثر الامراء (۳-۴۰۳-۲) ۾ هن بابت هيٺين عبارت آيل آهي:

مرزا غازي بيگ جڏهن (۱۰۱۱ هه) ڌاري پنهنجي پيءُ مرزا جاني بيگ جي مرڻ کان پوءِ ٺٽي ۾ خود سريءَ جي روش اختيار ڪئي ته اڪبر بادشاهه، ملتان ۽ ٻکر جي جاگير سعيد خان کي ڏيئي، کيس مرزا غازي بيگ جي مٿان مقرر ڪيو. سعيد خان جڏهن ٻکر ۾ آيو ته مرزا پنهنجي خود سريءَ وارو خيال بدلائي ڇڏيو، پوءِ هو خسرو خان سان گڏجي سعيد خان وٽ آيو ۽ ان جي پٽ سعد الله کي وٺي سعيد خان جي همراهيءَ ۾ بادشاهي دربار ۾ ويو (۴-۴۰۴-۲).

ذخيرة الخوانين جو مصنف جيڪو مير نمڪين جو شاگرد ۽ همعصر هو تنهن لکيو آهي ته ۱۰۱۱هه ۾ ملتان ۽ ٻکر جي جاگير ملڻ کان پوءِ هن کي مرزا غازي بيگ ترخان تي، ٺٽي هٿ ڪرڻ لاءِ، مقرر ڪيو ويو. مرزا غازي پنهنجي وڪيل خسرو خان سان گڏجي ٻکر جي راڄڌانيءَ جي ڳوٺ سيڏارجن ۾ اچي سعيد خان سان مليو ۽ ان جي پٽ سعد الله خان کي ساڻ ڪري بادشاهي دربار ۾ پهتو. (۱۱۳ قلمي)

## (٥)

## (متعلق ص ٢٠٢- ح ٢)

اڪبر نامي ۾ لکيل آهي ته ٤١ع مهر الاهي (١٠١٣ھ) ۾ معيد خان پنهنجي پٽ سميت ۽ ميرابوالقاسم نمڪين شاهي ملازمت ۾ آيا. مرزا غازي بيگ ولد مرزا جاني بيگ ترخان ٺٽي مان اچي بادشاهي دربار ۾ پهتو ۽ پنهنجا نذرانا پيش ڪيائين. مرزا غازي، ابوالبقا اوزبڪ ۽ خواجه جمدر کي ١٨ سال شاهي اڪرام مان نوازيو ويو. (ج ٣- ص ٨٣٩)

(٦)

# توخته بيگ خان

(متعلق ص ٢٠٢)

ماثر الامراء (١-٤٨١) ۾ لکيل آهي ته هيءُ مرزا حڪيم جي ماڻهن مان هو. هڪ جنگ ۾ (جيڪا هن اڪبري فوجن سان ڪئي هئي) دليريءَ جي ڪري ناميارو ٿيو. مرزا جي وفات کان پوءِ ان جي پٽن کي ساڻ ڪري ٽئين سال جلوس اڪبريءَ ڌاري شاهي دربار ۾ ويو، ۽ کيس ڪيئي انعام اڪرام مليا. پوءِ هن کي ڪابل صوبي لاءِ مقرر ڪري ڪنور مانسنگهه ۽ زين خان ڪوڪه سان گڏي، يوسف زئي قبيلي کي سڌو ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو. ٣٩ سال ڌاري هي شهزادي سلطان سليم جو مقرب مقرر ٿيو ۽ کيس لاهور جي پسگردائيءَ ۾ جاگير ڏني ويئي. پڇاڙيءَ ۾ پشاور ۾ ٿاڻيدار ٿيو ۽ ڪيئي دفعا سرڪشن کي سيکت ڏنائين. چڱين خدمتن جي ڪري هن کي ٤٩ سال ڌاري ”خاني“ جو خطاب مليو. جهانگير بادشاه جي جلوس کان پوءِ هرات جي حاڪم حسين شاملو سان قندار واري قلعي کي گهيري ۾ آڻڻ ڪري کيس ٻه هزاري منصب ۽ سردار خان جو خطاب ڏنئي، مرزا غازي بيگ جي همراهيءَ ۾ قندار جي حاڪم شاه بيگ خان جي مدد لاءِ اوڏانهن اماڻيو ويو. پر هنن جي پهچڻ کان اڳ قزلباش جي فوج قلعي جو گهيرو ڇڏي چڪي هئي، سو هي واپس وطن هليا آيا. شاه بيگ جي بدليءَ کان پوءِ هن کي قندار جو حاڪم مقرر ڪيو ويو، ۽ ٿورن ڏينهن گذرڻ تي (١٠١٦ هه) ۾ اتي ئي وفات ڪيائين.

(٧)

# قنڌار تي چڙهائي

(متعلق ص ١٩٤)

مآثر الامراء (ج ٢- ص ٣-٦٤٣) جي لکت مطابق، سال ٣٩
ڌاري جڏهن مرزا مظفر حسين قنڌاري صفويءَ بادشاهي بندگيءَ
جي خواهش ڪئي، تڏهن شاه بيگ خان (شاه بيگ ارغون خان دوران
ولد ابراهيم بيگ چريڪ) قنڌار جو حاڪم مقرر ٿيو.... سال ٤٢
۾ هن کي ٽي هزار پنج سو جو منصب مليو. ٻهرئين سال جلوس
جهانگيري، حسين خان شاملو، اڪبر بادشاه جي وفات جو ٻڌي،
(هرات جي حاڪم جي حيثيت ۾) خراسان جي لشڪر سان اچي
قنڌار جي ڪنڌ تي چڙهيو. شاه بيگ همت سان دل ٻڌي روزانو
پنهنجي ماڻهن کي سنبرائي جنگ جي ميدان ۾ موڪليندو رهيو،
۽ رات جو قلعي ۾ عيش عشرت جي محفل مچائڻ لڳو. قزلباش
جو ايلچي هڪ ڏينهن قلعي ۾ آيو ته اُن جي آئاٿ ڏنائين.
هيڏانهن شاه بيگ سڄي ملڪ جي ڳوٺن ۽ بازارين مان اناج هٿ
ڪري گڏ ڪندو رکندو ويو، جنهن مخالف ڌر وڌيڪ جٽاءُ نه ڪري
سگهي. اها چڙهائي ايراني بادشاه عباس صفويءَ جي اجازت کان
سواءِ شروع ڪيل هئي، تنهنڪري حسين خان ٻوءِ شاهي عتاب
سبب خالي هٿين واپس هليو ويو.

جهانگير پنهنجي تزڪ ۾ لکي ٿو، ”آءٌ اربع ڏينهن نائين

محرم تي (١٠١٥هه - بيورج جي قول موجب ٨ محرم نوروز جي پهرئين جشن پيري) مباركيءَ لاءِ لاهور جي قلعي ۾ آيس. سيني درٻارين عرض ڪيو ته اڄڪلهه ان حالت ۾ جڏهن گجرات دکن ۽ بنگال جي صوبن ۾ گوڙ گهمسان لڳا پيا آهن، بهتر آهي ته آگري ڏانهن ڪوچ ڪجي، جتان ويجهي هٽ ڪري هر معاملي سان منهن ڏيڻ آسان ٿيندو. اها صلاح مون کي نه وڻي ڇو ته قندار جي حاڪم شاه بيگ خان جا مقدما فيصل ڪرڻا هئا، جن ۾ قندار جي فسادي اميرن ۽ مرزائن جي ڪجهه لشڪرين سدائين گڙ ٻڙ پئي ڪئي ۽ مخالفن کي قندار هٿ ڪرڻ لاءِ پڙڪائيندا ٿي رهيا، خطرو هو ته متان قندار تي ڪا چڙهائي ٿئي. پيو وري هي شڪ جاڳيو ته متان عرش آشياني (اڪبر بادشاه) جي لاڏائي جي صورت کان پوءِ خسرو انهيءَ مخالفت جو فائدو وٺي قندار تي ڪاهه ڪرائي سو جيڪي پهه پچايم پئي تن جو نتيجو نيٺ ظاهر ٿيو.

"هرات ۽ سيستان توڙي ٻين پاسن جي جاگيردارن پاڻ ۾ ملي، حسين خان هرات جي حاڪم سان گڏجي، قندار کي ڪات ڪهاڙا آڻيا ڪيا، پر آفرين آهي شاه بيگ خان جي همت ۽ مردانگيءَ تي جنهن مڙسا مڙسيءَ قلعي کي قابو ڪيو ۽ پاڻ ٽئين نمبر مٿئين محل تي اهڙو محڪم ٿي ويٺو جو ٻاهرين کي سندس مجلسن جي سڄي ڪارروائي ڏسڻ ۾ پئي آهي. هي قلعي کي گهيري وارن ڏينهن ۾ اگهاڙي مٿي سان عيش عشرت جون محفلون مچائيندڙ رهيو. ڪو ڏينهن اهڙو نه هو جو پنهنجون فوجون غنيم جي لشڪر سان لڙڻ لاءِ قلعي کان ٻاهر نه پئي موڪليائين ۽ پنهنجا حوصلا بلند رکندو ٿي آيو. جيستائين قلعي ۾ هو اهائي مڙسي ڏيکاريائين، مخالفن جو لشڪر ٽن پاسن کان قلعي کي گهيرو ڪري ويٺو رهيو.

اها خبر جڏهن لاهور پهتي، ته محسوس ٿيو ته امان جو

هن پاسي رهڻ وقتائتو ۽ ڪمائتو ٿيندو. بروقت مرزا غازي ۽ سندس ماڻهن سان گڏ دربار جي ٻين منصب دارن ۽ ملازمن قرا بيگ کي قراخاني جو خطاب، ۽ تختہ (توختہ بيگ) کي سرداري خاني جو خطاب ڏيئي مامور ڪيم. مرزا غازي بيگ کي پنج هزاري ذاتي منصب ۽ سوارن سان گڏ نغارو پڻ عنايت ڪيم."
(تزڪ نولڪشور ص ٣٣)

مرزا غازي تاريخ ١٢ شوال ١٠١٥ ھہ قنڌار پهتو. اهو اطلاع تاريخ ٢٢ ذوالقعد ١٠١٥ ھہ تي جهانگير کي لاهور ۾ مليو، جنهن لاءِ پاڻ تزڪ ۾ لکي ٿو تہ "هن مبارڪ ڏينهن تي قنڌار مان عريضو آيو تہ لشڪر مرزا غازيءَ جي سرڪردگيءَ ۾ شاه بيگ جي مدد لاءِ ويو. ساڳئي سال تاريخ ١٢ شوال هن جو قنڌار ۾ پير پيو. هوڏانهن قزلباش شاهي لشڪر جي آسد جو ٻڌي پريشان ۽ پشيمان ٿي پوئتي هٽيا ۽ هلمند کان پنجاهہ سٺ ڪوهہ پري وڃي دنگ ڪيائون، هاڻ پوئتي واڳ نٿا ورائين."

(تزڪ ص ٤٢)

## (٨)

### (متعلق ص ٢٠٤ – ح ٥)

مرزا غازي قنڌار کان بکر آيو، آتان ٿي لاهور ڪوچ ڪيائين. جهانگير ان ڏينهن ۾ ڪابل جي سفر تان واپس ٿي لاهور ۾ اچي قيام ڪيو هو. تزڪ ۾ آهي ته سومر ١٢ شعبان (١٠١٦ هه) مرزا غازي، جيڪو لشڪر جو اڳواڻ ٿي قنڌار ويل هو، دربار ۾ وري آيو، جنهن تي ڪيئي عنايتون ڪيون ويون. (تزڪ – نولڪشور ص ٦٣)

## (٩)

## (متعلق ص ٢٠٢)

شاه بيگ قنڌار کان پوءِ ڪابل جو حاڪم ٿيو. ماثر الامراء جو مصنف ٿو لکي: شاه بيگ خان حڪم موجب ١٠١٦ هه ۾ قنڌار کان ڪابل اچي شاهي ملازمت تي مامور ٿيو. کيس پنج هزاري منصب سان گڏ خان دوران جو خطاب ڏنائين، ڪابل جي صوبه داري ۽ افغانستان جي نگهداري سونپي، حسن ابدال وٽان رخصت ڪيو ويو. هو آني ڪيئي سال انتظام سنڀاليندو رهيو.

(متعلق ص ٢٠٤)

جنهن وقت مرزا غازي بيگ (٢ شعبان ١٠١٦هه) لاهور ۾ جهانگير جي حضور پهچي، لاهور ۾ ئي رهي پيو، ان کان هڪ مهينو پوءِ اتان ١٠ رمضان ١٠١٦ هه ڌاري هن کي قندار جو حاڪم مقرر ڪيو ويو.

جهانگير اهو واقعو تزڪ ۾ هيئن درج ڪيو آهي:

سال ٢ جهانگيري (١٠ رمضان ١٠١٦) کيس پنج هزاري ذاتي منصب ۽ سوارن سان سرفراز ڪري، ٺٽي جي سڄي جاگير سان گڏ جا اڳ ۾ ئي کيس مليل هئي، ڪجهه حصو ملتان سان بہ سندس تحويل ۾ ڏنو ويو. پوءِ هن کي قندار جي حڪومت ۽ حفاظت لاءِ متعين ڪيو ويو، جو هندستان سان دنگئي آهي. پڇاڙيءَ جڙائو تلوار ۽ خلعت سان نوازي کيس رخصت ڏني ويئي (تزڪ نولڪشور ص ٦٤).

مرزا موڪلائي پٺي حڪم پهچڻ تائين بکر ۾ اچي ٽڪيو. جهانگير تزڪ ۾ لکيو آهي: ١٤ رجب ١٠١٧ هه مرزا غازيءَ کي قندار وڃڻ جو حڪم موڪليو ويو، اتفاق سان بکر مان مرزا جي آسهڻ کان اڳ خبر پهتي تہ اتان جو حاڪم سردار خان فوت ٿي ويو آهي. هي سردار خان، مرزا محمد حڪيم جهڙي داناءَ امير جي ملازمن مان هو، ۽ کيس تخته بيگ خان سڏيو ٿي ويو. (تزڪ نولڪشور ص ٧٣)

( ١١ )

# شير بيگ

( متعلق ص ٢٠٧- ح ١ )

صحيح شير بيگ آهي. جنهن وقت مرزا غازيءَ قنڌار کان ٺٽي جي نائب خسرو بيگ جي معزوليءَ جو حڪم موڪليو ۽ قاسم خان ارغون جي اولاد کي به نصرپور جي حاڪميت تان لاٿائين، ته انهن خسرو بيگ سان ملي بغاوت شروع ڪئي. نصرپور ۾ راءِ سنگهه (ماڙڪ راءِ جي پٽ) قاسم خان جي اولاد سان جنگ ڪئي ۽ کين شڪست ڏنائين. انهيءَ جنگ (١١ رمضان ١٠٢٠ هه) ۾ شير بيگ شهيد ٿيو. سندس قبر خان زمان جي قبرستان ۾ (نصرپور لڳ) هن ڪتبي سان موجود آهي:

مير شير بيگ (مرحوم بن)مير علي شير ارغون،
سوسر ڏينهن منجهند جو، ماه رمضان ١٠٢٠ هه
ڌاري جنگ ۾ شهيد ٿيو."

(ڏسو مقدمه مثنوي چنيسر نامه، سيد حسام الدين راشدي، ص ٥٦)

# مير ابوالقاسم نمڪين (پير غلام)

(متعلق ص ٢٠٩- ح ١)

مظهر شاهجهاني جي مؤلف يوسف ميرڪ پنهنجي پيءُ مير ابوالقاسم نمڪين کي "پير غلام" لکيو آهي. مير ابوالبقاء لقب امير خان، مير نمڪين جو وڏو پٽ ۽ يوسف ميرڪ جو پاءُ هو، جنهن جو پڻ ذڪر اڳي چڪو آهي. امير خاني سيد هن جي ئي اولاد مان آهن. سندس پٽ مير ابوالمڪارم "شهود" فاضل شخص، يگانو شاعر ۽ صاحب ديوان هئڻ کان علاوه مثنوي "پري خانه سليمان" جو مصنف به هو. هن جو پٽ امين الدين حسين خان (امير خان جو پوٽو) عالمگيري عهد جي پڇاڙيءَ ۾ ٺٽي جو حاڪم هو. رشحات فنون ۽ معلومات آلافاق هن جي تاليف هئا.

مير نمڪين پنهنجي قبرستان کي صفه صفا جو نالو ڏيئي، روهڙيءَ لڳ درياهه جي ڪنڌيءَ تي تعمير ڪرايو هو. پاڻ اتي ئي دفن ٿيل آهي ۽ هي ڪتبا سندس مزار تي موجود آهن:

(١) مير ابوالقاسم آن يگانه عصر
ڪه بجز تخم دين و داد نه ڪشت.
ملڪ و اقبال در تصرف داشت
چون اجل در رسيد، جمله بهشت

دیدهٔ دل کشاده برگیرید،
عبرت اي عاقلان پاک سرشت

(۲) گر بود بستر از حریر چه سود
چون نهد مرگ زیر بالش خشت
خلف خیر او ز "داغ ابي" ۱۰۱۸ھ
چونکه تاریخ سال فوت نوشت
گفت ملهم مرا به گوش ضمیر
سال فوتش که "باد جاش بهشت"

(۳) خان زمان میر ابوالقاسم آنکه او
لوح وجود از رقم غیر ساده کرد
.... دودمان .... گلبن حیا،
سال وفات او طلب از "داغ داده" کرد - ۱۰۱۹ھ
(دُسو تذکره امیرخاني)

(١٣)

# ميران صدر جهان

(متعلق ص ٢١٠- ح ١)

لکنو جي پاسي جو هو، اڪبر بادشاه جي زماني ۾ شيخ عبدالنبيءَ جي واسطيداريءَ سان مقبوضه علائقن جو مفتي ٿيو.... سال ٩٤٠ تائين ستن سون جي منصب تي پهچي، صدارت جو عهدو ماڻيائين. پوءِ ترقي ڪندي امير جي مرتبي تي پهتو ۽ ڪيس به هزاري منصب ڏنو ويو. جهانگير جي دور ۾ به ڪيس به هزاري منصب مليو. هڪ سو ويهه سال جيئرو رهيو، ١٠٢٠ھ ۾ رحلت ڪيائين. (ماثر الامراء جلد ٽيون ص ٣٤٩)

( ١٤ )

# شمشير خان اوزبڪ

( متعلق ص ٢١٠ - ح ٢ )

ماثر الامراء ۾ لکيل آهي- "شمشير خان ارسلان بي اوزبڪ جهانگيري عهد جي اميرن مان هو. ان ڪان اڳ ڪمرد (١) جي حاڪميت مليل هيس. اصل ۾ ولي محمد خان (توران جي والي) جي وچولن نوڪرن مان هو. جڏهن ڪمرد ڪي سرڪار شاهي (مغل بادشاهت) جي حوالي ڪيائين ته ٽئين سال جلوس ۾ اچي جهانگير جي دربار ۾ ملازم ٿيو. ڪيس مناسب منصب ۽ خلعت سان نوازيو ويو. پڇاڙيءَ سيوهڻ جو حاڪم مقرر ٿيو. ڪجهه وقت ٺٽو به سندس تحويل ۾ رهيو.

سال پنجين جلوس جهانگيريءَ ۾ هن کي شاهي اميرن ۾ شامل ڪيو ويو. نائين سال جلوس جهانگيري ۾ جڏهن ٺٽي جي صوبه داريءَ تي مظفر خان معموريءَ کي مقرر ڪيو ويو، ته هي معزول ٿي شاهي دربار ۾ آيو ۽ راڻي واري مهم ۾ شهزادي سلطان خرم سان همراه ٿيو، واپسيءَ تي سندس وفات ٿي.

چون ٿا ته زندگي سادگيءَ سان بسر ڪيائين، هميشه عبادت ۽ قرآن جي تلاوت ۾ منهن هوس، سندس همت ۽ نيڪيءَ

---

(١) ڪمرد (ڪهمرد) جو قلعو ڪابل جي حدن ۾ واقع آهي. (مترجم)
ماثرالامراء اردو ج ٢ ص ٨٩، مطبوعه مرڪزي اردو بورڊ، لاهور.

۾ ڪا گهٽتائي نہ هئي. ڪيس ٽي هزاري منصب مليل هو.
(ص ٦٣٣-٢).

ذخيرة الخوانين ۾ سندس احوال هيٺينءَ ريت تفصيل سان موجود آهي:

هي ٽوران جي وڏن ماڻهن مان هو، جهانگيري دربار مان ٽي هزاري منصب حاصل ڪري شمشيرخان جي لقب سان ٺٽي جو صوبہ دار ٿيو. اٿي امير خسرو خان چرڪس (مرزا جاني بيگ ۽ مرزا غازي بيگ) جي خاندان مان شادي ڪيائين، ۽ وري سيوهڻ جي جاگير ۾ آيو ۽ ڪي ڏينهن اتي گذاريائين. سندس ساڳيءَ جڙن ڳالهيون لاڳيتيون شاهجهان وٽ پهچنديون رهيون جنهن ڪانئس جاگيرداريءَ جو منصب واپس ورتو. ڪي سال لاهور ۾ رهي فوت ٿيو.

سندس ڳالهين مان هڪ هيءَ آهي تہ ڪنهن ڏينهن محل ۾ ويو، ڏٺائين تہ هن جي گهر واري جنهن سان تازو نڪاح ڪيو هئائين، هار سينگار ڪري نهي نڪي ويٺي هئي؛ پڇا ڪيائين تہ هيءَ ڪير آهي؟ ڪنهن عورت گـار ڏيئي چيس تہ هيءَ تنهنجي گهر واري آهي. اهڙيءَ ريت هن جون ڪي پيون بہ بي وقوفيءَ واريون ڳالهيون هيون، ان ڪري جو هي ديندار ۽ عارف ڪامل هو. رات ڏينهن روزي نماز ۽ قرآن جي تلاوت ۾ محو ٿي رهيو. خيرات گهڻي ٿي ڪيائين ۽ پنهنجي قبيلي تي خاص مهربان هو. (قلمي ٣٥٥)

(١٥)

# مرزا رستم

(متعلق ص ١١٢- ح ٢)

مرزا رستم (متوفي ١٠١٥ هه) هڪ سال ٺٽي ۾ رهيو ۽ معزول ٿي ويو. ذخيرة الخوانين ۾ هن بابت هيئن لکيل آهي:

مرزا رستم ولد سلطان حسين مرزا ولد بهرام مرزا ولد شاه اسماعيل صفوي .... سال ١٠٣١ هه تاري جهانگير جڏهن اجمير پهتو ۽ مرزا غازيءَ جي وفات جي خبر پڌائين جو ٺٽي ۾ حاڪم هو، ته ان جي جاءِ تي مرزا رستم کي ٺٽي ۾ مقرر ڪيائين. کيس هدايت ڪئي ويئي ته ٺٽي جي حاڪميت هڪ صديءَ کان وڌيڪ ترخانن جي هٿ هيٺ رهي چڪي آهي، خسرو خان چرڪس انهن جي پيڙهين جـو وڪيل رهندو اچي ٿو، متان ڪا غداري ڪري. سو ٺٽي پهچي ان کي دربار ڏانهن موڪلي پاڻ ٺٽي ۾ رهي پوي ۽ عبدالرزاق معموريءَ جي شراڪت سان ٺٽي جي جمعبندي ڪري. هي جيتوڻيڪ ٺٽي پهچي جمعبنديءَ کي لڳي ويو ۽ خسرو خان کي مرزا غازي توڙي مرزا جانيءَ جـي عزيزن ۽ ملازمن سان ٺٽي روانو ڪيائين، پر ماڻهن سان شاناٿتي نموني نه هليو جنهن ڪري ڪيئي ماڻهو وطن ڇڏي ويا.

قاضي محمود جيڪو آتان جو اعلم العلماء هو، مرزا جي تعدين سبب پنهنجا ٻار ٻچا وٺي بکر ۾ آيو ۽ راقم (ذخيرة الخوانين جي مصنف) جي والد جي گهر ۾ اچي رهيو. اها خبر جهانگير کي

ملي، جنهن مرزا کي پنهنجي دربار ۾ گهرايو. ڪيترا ڏينهن هو دربار کان ٻاهر پئي پنڪيو، نيٺ دربار ۾ سڏ ٿيس ۽ قدمبوسيءَ کان مشرف ٿيو (ص ٥٨) ماثر الامراء ج ٣، ص ٤٣٨.

جهانگير تزڪ ۾ لکي ٿو: سال نائون جلوس، نائين صفر جي رات ١٠٢٣ هه کان شروع ٿيو، مرزا غازي جنهن کي ٺٽي، قندار ۽ آسپاس جي حڪومت مليل هئي، پنهنجي خدا ڏانهن ويو. خيال ڪيم ته مرزا رستم کي ٺٽي موڪليان جئن اتي وڃي پنهنجا ذاتي جوهر ڏيکاري ۽ انهيءَ علائقي جي حفاظت ڪري. بروقت کيس پنج هزاري ذاتي منصب ۽ سوارن سان سرفراز ڪري، ٻه لک رپيا روڪ خرچ جي مدد طور ڏيئي، روانو ڪيم. اميد هئي ته هو اتي وڃي پنهنجون خدمتون سرانجام ڏيندو، ليڪن توقع جي خلاف هن ڪو پورنو نه پاريو. ماڻهن سان ايذا ظلم ۽ تعديون ڪيائين، جو چؤطرف ڏانهن پڄي ويئي. پيون به ڪيئي خراب خبرون هن بابت پڌرٽ ۾ آيون. ان ڪري کيس واپس گهرايم. تاريخ ٢٦ اردي بهشت منهنجو هڪ خاص ماڻهو کيس سون وٺ وٺي آيو. جيئن ته خلق کي هن ڏاڍو آزاريو هو، تنهنڪري کيس عدالت ڏانهن رجوع ڪرڻو پيو، جنهن لاءِ هن کي راجا اني راءِ سنگهه جي حوالي ڪيم، جيئن کانئس حقيقت حال بابت باز پرس، ڪري کيس جوڳي سزا ڏئي، جنهن مان ٻين کي عبرت جو سبق ملي. (نولڪشور ١٢٩-١٣٠)

(١٦)

# تاج خان

(متعلق ص ٢١١- ح ٤)

تاش بيگ خان عرف تاج خان ڪابلي مرزا حڪيم جي ساٿين مان هو، پوءِ اڪبر بادشاه جي دربار ۾ پهچي وڏي رتبي تي پهتو. جهانگير جي زماني ۾ "تاج خان" جي خطاب سان مشرف ٿيو، پهريان بکر جو جاگيردار ٿيو پوءِ ڪيس ٺٽي ۾ مقرر ڪيو ويو. جتي وفات ڪيائين. (ذخيرة الخوانين قلمي ص ٣٩٧)

لب تاريخ سنڌ مان پتو پوي ٿو ته ١٠٢٠ هه ڌاري بکر ۾ حاڪم ٿي آيو ۽ مرزا رستم جي معزوليءَ کان پوءِ ١٠٢٣ هه ۾ بکر کان ٺٽي ويو، ۽ انهيءَ سال رحلت ڪيائين. تنهن کان پوءِ شمشير خان سيوهڻ مان ٺٽي ويو. ماثر الامراء جو مصنف تاش بيگ جي باري ۾ لکي ٿو:

جلوس جهانگيريءَ کان پوءِ ٽي هزاري منصب جي اضافي سان سر بلند ٿيو. ٻئي سال جڏهن بادشاه ڪابل کان هندستان ڏانهن واپس وريو (١٠١٦ هه) ته انهيءَ صوبي جي حڪومت شاه بيگ (خان دوران) کي ڏني ويئي جيڪو قنڌار مان معزول ٿي هيڏانهن اچي رهيو هو. تاش بيگ کي حڪم مليو ته خان دوران جي ڪابل کان اچڻ تائين هشيار رهي. پڇاڙيءَ منصب حاصل ڪري، هي ٺٽي جي صوبه داريءَ تي مامور ٿيو. نائين سال (مطابق ١٠٢٣ هه) اتي وفات ڪيائين (١–٤٨٣). هي ڪابل مان روانو ٿي پهريائين بکر آيو ۽ مرزا رستم جي معزوليءَ کان پوءِ ٺٽي پهتو.

( ١٧ )

# مير ابوالبقا

(متعلق ص ٢١١- ح ٥)

مير ابوالبقا (لقب امير خان) سال ١٠١٩ هه جي پڇاڙيءَ
يا ١٠٢٠ هه جي اڳياڙيءَ ۾ آپاوڙي ۽ گنجابي جو جاگيردار
مقرر ٿيو. هي آگري مان اچي پنهنجي جاگير تي پهتو. جڏهن
(١٠٢٣ هه) ڌاري تاش بيگ ٺٽي ۾ لاڏاڻو ڪيو ته انهيءَ سال
شمشير خان ٺٽي ۾ حاڪم مقرر ٿيو ۽ مير ابوالبقا آپاوڙي -
گنجابي مان تبديل ٿي سيوهڻ ۾ آيو. (ڏسو تذڪره اميرخاني)

( ۱۸ )

# عتيق الله

( متعلق ص ۲۱۳ )

مير عتيق الله مير ابوالبقا جي وڏي پٽ جو احوال ڪنهن به هنڌان نہ ملي سگهيو. هن جي قبر سندس والد (مير ابوالبقا امير خان) جي مزار لڳ روهڙيءَ جي صُفہ صفا ۾ هيٺين ڪتبي سان موجود آهي:

۱- عتيق الله مرزا ڪز فراقش
محبان را جگرها چاڪ آمد
چو در خيل شهيدان شد خراسان
فلڪ را ديدهٔ نمناڪ آمد
ز روي درد گفتا سال تاريخ
عتيق الله شهيد پاڪ آمد ۱۰۳۷ هہ

۲- يکتاي روزگار عتيق الله آن جواد
کاندر جهان جود نبودش کسي عديل
نگذاشت آسمان .... ازانکہ بود
مشتاق .... او فردوس سلسبيل
سال شهادتش چو نوشتم بصفحه بر
از غم بريخت آب زچشمم چو رود نيل
- لا الہ الا الله محمد رسول الله -

بتاريخ روز پنج شنبہ چھارم
شھر رجب المرجب ١٠٣٧ھ
بدوجہء شھید شد.

هن ڪتاب مظهر شاهجهانيءَ مان به معلوم نہ ٿي سگهيو تہ هي کهڙي معرڪي ۾ شهيد ٿي ويو هوندو. انهيءَ سال سنڌس پيءُ (مير ابوالبقا) ملتان ۾ يمين الدوله جو نائب هو. گمان آهي تہ مير عتيق الله سنڌ ۾ سميجن سان وڙهندي مارجي ويو هوندو.

(١٩)

# مظفر خان معموري

(متعلق ص٢١٥- ح ١)

مظفر خان معموري، مرزا غازي جي وفات (١٠٢١ هه) کان پوءِ ٺٽي صوبي جي جمعبنديءَ لاءِ (تزڪ ص ١١١) مرزا رستم کان اڳ ٺٽي پهتو ۽ مرزا رستم جي اچڻ کان پوءِ (١٠ محرم ١٠٢٢هه) ترخانن جي واسطيدارن سان گڏ جهانگير جي خدمت ۾ اجمير ويو (تزڪ ١١٨)، ۽ کيس مظفرخان جو خطاب مليو. (ترخان نامه)

مرزا رستم جي معزوليءَ ۽ تاش بيگ جي وفات (١٠٢٣هه) کان پوءِ ٺٽي جي حڪومت شمشير خان جي حوالي ٿي. يارهين سال جلوس (١٥ ربيع الاول ١٠٢٥هه) مظفر خان معموري ٺٽي جو حاڪم ٿيو. (ماثر جلد ٢- ص ٦٣٣ ۽ تزڪ ص ١٥٧)

ماثر الامراء جي مصنف معموريءَ جي باري ۾ هن ريت لکيو آهي:

مير عبدالرزاق معموري مظفر خان، معمور آباد جي چيدن سيدن مان هو، اهو ڳوٺ نجف اشرف جي پسگردائيءَ ۾ آهي. هن جا وڏا هندستان ۾ آيا هئا. هي پنهنجي قابليت ۽ تدبر جي لحاظ کان يگانو شخص هو.

اڪبر بادشاه جي زماني ۾ حالتن جي گردش سبب بنگال

جي لشڪر جو مير منشي مقرر ٿيو.... مرزا غازيءَ جي وفات کان پوءِ ننڍي جو صوبو مغل سلطنت ۾ آيو ته مرزا رستم صفويءَ کي اتي جو حاڪم ڪري رکيو ويو. مظفر خان منشي گيريءَ ۾ قابل هئڻ ڪري ننڍي ۾ مامور ٿيو. پنهنجي ڪم ۾ هوشيار هئڻ سبب جمعبندي پوري ڪري ۽ مرزا کي پوري حساب ادا ڪرڻ کان پوءِ وري واپس هليو آيو. جهانگيري عهد جي پڇاڙيءَ ۾ کيس مالوا صوبي جو حاڪم مقرر ڪيو ويو. (٣٧٨-٣)
(هن حاشيه جي بقايا لاءِ ڏسو نمبر ٢٠)

مير معموري سال ١٠٢٢هه ڌاري ننڍي ۾ هڪ جامع مسجد تيار ڪرائي، جيڪا خضري مسجد جي نالي اچا تائين مشهور ۽ هن ڪتبي سان موجود آهي:

١- خاڪ آستان حضرت نبوي صلي الله عليه و سلم عبدالرزاق
٢- الحسيني المعموري الملقب به مظفرخان، بتاريخ ١٠٢٢هه تمام شد.
(ڏسو مقالو مير مائل، راقم الحروف، سماهي مهراڻ ١٩٥٥ع)

( متعلق ص ۲۱۵- ح ۲ )

ماثر الامراء جو مصنف لکي ٿو: نائين سال (۹ صفر ۱۰۲۳ھ کان ۷ صفر ۱۰۲۴ھ تائين) جڏهن ٺٽي جي حڪومت مظفر خان معموريءَ جي حوالي ٿي تہ هو معزول ٿيڻ کان پوءِ شاهي دربار ۾ آيو ۽ شهزادي خرم سلطان سان گڏ واڻي جي مهم تي ويو. (ج ۲- ص ۶۳۳)

ليڪن اها روايت هن ڪتاب جي متن موجب صحيح نہ آهي:

شمشير خان، مظفر خان معموريءَ جي مقرري کان پوءِ، ٺٽي کان سيوهڻ آيو ۽ ڪي ڏينهن اتي رهيو، جيستائين شير خواجہ سيوهڻ جو حاڪم مقرر ٿي آيو.

"تزڪ جهانگيري" جي لکت مطابق (۱۵۷) شمشير خان جي بدلي سال يارهين جلوس ۱۵ ربيع الاول (۱۰۲۵ھ) ۾ ٿي نہ سال نائين ۾ جيئن ماثر الامراء جي مصنف لکيو آهي.

(٢١)

# بهادر خان اوزبڪ

(متعلق ص ٢٢٦- ح ١)

سندس نالو ابوالنبي ۽ تعلق توران جي بزرگن سان هو. عبدالمؤمن خان جي دور ۾ ترقي ڪري مشهد جو حاڪم مقرر ٿيو. ان جي قتل کان پوءِ جيتوڻيڪ باقي خان ڪيس گهڻي ئي دلداريون ڏنيون پر ڪعبي وڃڻ جو بهانو ڪري هندستان هليو آيو. سال ٤٠ جلوس جي اڪبر بادشاه جو ملازم ٿيو. ڪيس منصب سان گڏ جڙائو خنجر به عنايت ڪيو ويو. جلوس جهانگيري کان پوءِ ڪيس چاليهه هزار رپيا راه خرچ ڏيئي، ستونجاه منصبدارن سان گڏ شيخ فريد مرتضيٰ خان جي مدد لاءِ موڪليو ويو. جو خسرو جي پويان ويل هو. پنجين سال تاج خان (ملتان جي صوبه دار) جي بدليءَ کان پوءِ هي اوڏانهن ويو. اٺين سال اصل عهدي سان گڏ ٻي هزاري منصب، ٽن هزارن سوارن ۽ بهادرخاني خطاب سان سرفراز ٿيو. مرزا غازي جي وفات کان پوءِ ڪيس قنڌار جو حاڪم مقرر ڪيو ويو. تنهن کان پوءِ مختلف اضافن سان پنج هزاري منصب ۽ ٻي هزار پنج سو سوارن جي عهدي تي پهتو. پندرهين سال (١٠ ربيع الثاني ١٠٢٩هه) اکين جي روشني گهٽ هئڻ جو عذر پيش ڪري قنڌار جي تعلقداريءَ تان استعفا ڏنائين.

چون ٿا ته جڏهن ايران جي بادشاه جي فوج جي ڪاهي
اچڻ جو هاواڻو ٿيو ته هن پنهنجي بي پرواهيءَ سبب پنهنجي لک
روپيا مهم سازيءَ ۾ خرچ ڪري اها تعلقه داري ڇڏي هئي.
پڇاڙيءَ ۾ کيس اڪبرآباد ۾ جاگير ڏني ويئي.

(ماثر الامراء جلد ١- ص ١٤٠١)

( ٢٢ )

# سيد بايزيد بخاري

( متعلق ص ٢٢٨- ح ١ )

سيد بايزيد بخاري، قطب الاقطاب حضرت دمـدبہ (؟) مدفن پٽنہ (؟) جي اولاد مان هو. مرتضيٰ خان هن جي تربيت ۽ مٿس عنايت ۾ ڪين گهٽايو. ڪي ڏينهن اڪبر بادشاه جي دور ۾ داغ (١) جـو داروغو هو. ان ڪان پـوءِ ڪيئي حيلا هلايائين تہ ڪيس مرتضيٰ خان وارو عهدو ملي پر ڪجهہ نہ وريس. آخر مصطفيٰ خاني خطاب ۽ ٽي هزاري منصب کي وَسيو، ٺٽي جو صوبہ دار مقرر ٿيو ۽ اتي ئي مـري جهان ڇڏيائين. سندس لاش آچ ۾ مخدوم سيد جلال بخاري جي روضي اندر دفن ڪيو ويو. هن جا پٽ ڏاڍا قابل هئا - سيد عبدالواحد ۽ محمد باقر وغيره منصب مالڪي، ڪابل جي مهم تي مامور ٿيا، ميان پـڇو دنيا کي ترڪ ڏيئي وڃي گوشي نشين ٿيو. اهي پٽ پنهنجي پيءُ جا فرمانبردار هئا، جيڪو منصب کين مليل هو تنهن موجب

---

(١) اڪبر بادشاه جي زماني ۾ سڃاڻپ لاءِ جانورن جي مختلف عضون تي داغ ڏنا ويندا هئا، جنهن لاءِ ڪي قاعدا قانون وضع ڪيل هئا. (مترجم) (ڏسو آئين اڪبري جلد پهريون ص ٢٧٤ کان ٢٧٨ آئين ٧ ۽ ٨)- مطبوعہ جامعہ عثمانيہ دکن.

سڀ ڪجهہ حاصل ڪندا ٿي رهيا. هر هڪ لاءِ روزينو مقرر ٿيل هو جنهن ڪان وڌيڪ ڪجهہ بہ طلب نہ ٿي ڪيائون. وقتي ميران جيو ساڻن بي غرضيءَ واري هلت ڪندو هو پر هي ڪڏهن بہ ڪانئس بيزار نہ ٿيا.

ميران جيو وڏي شان شوڪت ۽ نالي وارو هو، پنهنجي ۽ پٽن جي منصب توڙي خطاب تي ڏاڍو پئسو خرچ ٿي ڪيائين. بکر جي حڪومت جي زماني ۾ هڪ ڏينهن ميران صدر جهان، شيخ عبدالرحمان مير عدل، قاضي ابو سعيد ۽ قاضي محمد حسين گڏجي ميران جيو وٽ ويٺا هئا. هُن خوش طبعيءَ سان ڪين چيو تہ ـ الضدان لا يجتمعان (هڪ ٻئي جا ضد پاڻ ۾ گڏجي نٿا سگهن) پر اڄ اوهان چار ئي ضد هتي اچي مڙيا آهيو جا ڳالهہ نحو جي اصول مطابق ناهي. ڇاڪاڻ تہ اوهان چئني کي قتل ڪيو وڃي، جيئن بکر جي راڄڌانيءَ ۾ ڳڙٻڙ فساد کان آجي ٿي پوي. اهو ٻڌي ٻين تہ ڪجهہ بات ڪئي پر ميران صدر جهان جيڪو خدائي جلال جو مظهر هو تنهن جواب ڏنو: اوهين تہ برابر آهيو پر پنجون سردار شمار ۾ نٿو اچي ....جيڪڏهن ان کي بہ قتل ڪيو ويندو تہ بکر جي راڄڌانيءَ جو ڀلو ٿي پوندو. ميران جيو پڇيو اهو پنجون ڪهڙو آهي؟ هن چيو، اوهان ئي آهيو. ان تي ميران جيو ڏک سان آئيو. ٿوري وقت کان پوءِ .... ڪنهن سان اهڙو چرچو نہ ڪيائين، نہ وري ڪنهن کي ڏيءَ تي گار ڏنائين. هي صحيح نسب وارو سيد، ڀلارو شخص برد بار ۽ ڪم آزار هو. منجهس ڪابہ عيب جهڙي ڳالهہ ڪانہ هئي، سواءِ ان جي تہ رعيت مٿان ڪا بہ سختي نٿي ڪيائين (ذخيرة الخوانين قلمي ص ٩٤٣). جهانگير پنهنجي تزڪ ۾ لکي ٿو: يارهين سال جلوس جي (جيڪو ١ ربيع الاول ١٠٢٥هہ کان شروع ٿئي ٿو) بکر جي حاڪم بايزيد کي (٢٨ ربيع الاول ١٠٢٥هہ) ۾ هڪ هاٿيءَ جي واڳ حوالي ڪيم (٥٨٠). ان سان

ظاهر ٿئي ٿو ته هو انهيءَ ئي سال بکر جو حاڪم مقرر ٿيو هو.

لب تاريخ سنڌ جي مؤلف به اهو ئي سال لکيو آهي:
سال پندرهين جلوس جهانگيري هو بکر کان بدلي ٿي
ٿئي ويو (جهانگير تزڪ ۾ سال پندرهين جي واقعن بابت جيڪو
(جمعي ڏينهن ١٥ ربيع الثاني ١٠٢٩ھ ۾ شروع ٿئي ٿو) لکيو
آهي: ڇنڇر ٢٥ ربيع الثاني (١٠٢٩ھ) ڌاري بايزيد بخاريءَ
کي بکر جي فوج داريءَ جي عهدي تان ٺٽي جي حاڪميت تي
مامور ڪيو ويو. کيس اصل منصب سان گڏ اضافي طور به
هزار ذاتي ۽ پندرهن سو سوارن جو عهدو ۽ جهنڊو عنايت
ڪيم (٣٠٩).

انهيءَ بيان مان معلوم ٿئي ٿو ته بايزيد ١٠٢٥ھ ۾
بکر جو حاڪم مقرر ٿيو، ڇٽن سالن تائين اتي رهيو، ۽ ١٠٢٩ھ
ڌاري اتان تبديل ٿي ٺٽي ۾ آيو، اتي ئي وفات ڪيائين جتان سندس
لاش کڻائي وڃي آچ ۾ دفن ڪرايو ويو.

سندس وفات جي تاريخ بابت جهانگير تزڪ ۾ ويهين سال
جي واقعن تي لکندي چوي ٿو: (سال ٢٠ جهانگيري تاريخ
١٠ جمادي الثاني ڇنڇر ڏينهن ١٠٣٤ھ کان شروع ٿيو) ٺٽي
جي حاڪم مصطفيٰ خان (سيد بايزيد) ١١ محرم ١٠٣٥ھ ۾
وفات ڪئي. ان کان پوءِ اهو صوبو شهريار جي حوالي ڪيو
ويو. (٤٠٧)

انهيءَ مان خبر پوي ٿي ته ذوالحج جي پڇاڙي ١٠٣٤ھ
يا محرم جي مهيني ١٠٣٥ھ ڌاري هن وفات ڪئي هوندي.

# باقي جان خواجہ

( متعلق ص ۲۳۱- ح ۲ )

ماثر الامراء (ج ۲- ص ٦٥٠) ۾ هن بابت لکيل آهي:
بادشاه خواجہ نالي آڳاٽي سيدن مان ۽ ماءُ جي پاران نقشبندي هو. سندس بهادريءَ جي ڪارنامن سبب اڪبر بادشاه کيس شير خواجہ جو نالو ڏنو. اڪبر جي وفات کان پوءِ جهانگير هن کي خلعت عطا ڪئي. پٽ درياهہ (۱) واري وڳوڙ ۾ جڏهن مهابت خان (جهانگير سان) زبردست گستاخي ڪئي هئي تہ هي جهانگير سان شامل هو. جهانگير جي وفات کان پوءِ هي آصف جاهي سان گڏجي شهزادي شهر يار خلاف لڙيو.

شاهجهان جي پهرئين سال جلوس ۾ قدمبوسيءَ کان مشرف ٿيو. کيس چار هزاري ذات هڪ هزار سوارن جو منصب ۽ خواجہ باقي خان جو خطاب مليو، پوءِ ٺٽي جي صوبہ داريءَ تي فائز ٿي، اوڏانهن روانو ٿيو. واٽ ويندي (۱۰۳۷ هہ) ۾ وفات ڪيائين، سندس پٽ خواجہ هاشم پنج سو ذات ۽ هڪ سو سوارن جي منصب تي فائز ٿيو.

ماثر الامراء ۾ سندس سيوهڻ واري صوبہ داريءَ جو ذڪر ڪونہ ڪيل آهي. "بادشاهہ نامہ" (ص ۱۸۱-۱) مان خبر پوي ٿي تہ شاهجهان ۱- رجب ۱۰۳۷ هہ ڌاري خواجہ باقيءَ کي ٺٽي جي حڪومت جو پروانو ڏنو.

---

(۱) پٽ، جهلم درياهہ جو پراڻو نالو آهي. (مترجم)
(ماثر الامراء ج ۲- ص ٦٥٠ جي حوالي سان)

# شرير الملڪ

(متعلق ص ٢٣٥- ح ١)

هن جو اصل نالو نواب شريف الملڪ هو. شهزادو شاهجهان جنهن زماني ۾ ٺٽي آيو ته شريف الملڪ قلعي جا دروازا بند ڪري مقابلي لاءِ تيار ٿيو ۽ ڪي نازيبا حرڪتون ڪيائين جنهن ڪري شاهجهاني مؤرخن هن کي شريف الملڪ بدران شرير الملڪ جو نالو ڏنو. اهو واقعو تحفته الڪرام ۾ هن ريت آيل آهي:

نواب شريف الملڪ عرف شريف خان (هڪ اک کان ڪاڻو) ٺٽي جو حاڪم ٿيو، سندس دور ۾ سال ٢١ جلوس جهانگيري مطابق ١٠٣٥ هه شهزادو شاهجهان پيءُ کان ڪاوڙجي عراق عجم جي بهاني پنهنجي خاص ماڻهن سان گڏجي ٺٽي پهتو. سندس ارادو هو ته ڪي ڏينهن اتي رهجي. تنهن تان شريف الملڪ ماڻس مهاڏو ڏنو، ۽ پنهنجي پاسن کان لڙائي هلي. شهزادي شهر جي ڪيترن پاسن کان حملا ڪيا پر شڪست کاڌائين. مڪلي ءَ لڳ پير بدر جي پرمان پنهنجي تورين پاڻ ۾ ڏاڍيون چڪريون ڏنيون، جتي اڃا سوڙا مٿن جا هڏا موجود آهن.

چون ٿا ته هڪ ڏينهن شاهجهان جي گهورهاري بيگم ڏاڙهن جي طلب ڪئي، شهزادي پنهنجي هٿ اکرن سان چٺي لکي

شريف الملڪ ڪي ڏياري موڪلي. هن جواب ۾ لکيو ته اهي ڏاڙهون آهه پاڻ بيگم ڏانهن آماڻيان پيو، انهن ڇٽي فرنگي توب انداز کي حڪم ڪيائين ته بيگم ڏانهن توب جا گولا اڇلاءِ. بوءِ واڪو ڪري چيائين ته هتي اهي ئي ڏاڙهون آهن. توب جي صدمي کان بيگم جو هار ڪهائي ٽي پيو. اها توب خود شريف الملڪ دوربين مان ڏسي باهه ڏئي ڇوڙي هئي. سندس خيال هو ته خود شهزادو زد ۾ اچي ويندو، پر هوڏانهن شهزادو اڳ ئي اک ڇنڀ ۾ پاسيرو ٿي ويو هو، جنهن ڪري توب جو وار خطا ٿي ويو. شريف الملڪ وار خالي ڏسي خار مان اگر پنهنجي اک ۾ وهائي ڪڍي، جنهن مان نشانو ٻڌو هڻائين؛ طيش ۾ سندس تارو ٻاهر نڪري چڪو هو. ان ڏينهن کان ڪيس ڪاڻو ڪوٺيو ويو. ڪهن چوائي پنهنجا ئي پرڪار ڪيس پيچي آيا. پڇاڙيءَ شهزادي جي جلوس کان اڳ انهيءَ انتقام ۾ ونجي ويو ۽ سندس ڪي منصبدار به معتوب ڏيا.

(ج ٣- ص ٩٤)

تزڪ جهانگيري جي تڪملي ۾ محمد هادي خان ٢٠ سال جلوس (جنهن جي شروعات ٢٢ جمادي الثاني ١٠٣٥ هه ۾ ٿي هئي) جي واقعي ۾ لکي ٿو: شاهجهان پنهنجا ڪي ماڻهو ساڻ ڪري ٺٽي روانو ٿيو. تنهن زماني ۾ ايران جي بادشاهه، شاهه عباس سان سندس دوستي ۽ خط ڪتابت جي وات هئي، خود شاهه عباس به هن جي احوال جو منتظر پئي رهيو. ان ڪري شهزادي سوچيو ته انهيءَ پاسي وڃي، جيئن شاهه عباس جي ويجهڙائيءَ ۾ هجي، ممڪن آهي ته ان جي ايلڇي سان سيئي جهڳڙا ختم ٿي وڃن. جڏهن اها ڳالهه ڪري هو ٺٽي ۾ آيو ته شريف الملڪ آتان جو حاڪم هو: سو نو هزار سوار ۽ ٻارهن هزار پيادا گڏ ڪري، شهر جي قلعي جا ڳهٽ سوگها جوڙي، جنگ لاءِ آماده ٿيو. ٻي پاسي ٿي چار سو سوار شهزادي سان هئا تنهن ڪري

هو مقابلي بدران شهر ۾ داخل ٿي گهيري اندر اچي ويو. شريف الملڪ اڳي ئي قلعي جي مرمت ڪرائي اتي توبچي ۽ بندوقچي ويهاري ڇڏيا هئا، ۽ هو يڪدم قلعي ۾ گهڙي آيو ۽ جنگ شروع ڪري ڏنائين. شاهجهان پنهنجي ماڻهن کي جنگ کان جهلي ڇڏيو ۽ کين هدايت ڪيائين ته هرو ڀرو رعيت کي به انهيءَ ۾ نه آڻين. ان جي باوجود ڪي ماڻهو همت ڪري قلعي تي چڙهي ويا، ليڪن ٻيءَ ڌر جي مڪمل انتظام هئڻ سبب ڪجهه نه ڪري سگهيا. آخر موٽي هڪ هنڌ اچي گڏ ٿيا. ٿورن ڏينهن کان پوءِ وري قلعي تي ڪاهه ڪيائون. جڏهن مٿي ويا، ته ڏٺائون ته قلعي جو ميدان سئون سڌو هو، ان ۾ ڪا به هيٺ مٿانهين يا ٻي ڪابه اڙ ڪانه هئي. هنن پنهنجون ڍالون منهن تي ڏيئي ڪاهيو پر قضا سان پريان پاڻي پريل کڏ کين نظر آئي جنهن کان وڌي اڳتي وڃڻ به محال ته پوئتي ورڻ به هنن لاءِ مشڪل ٿي پيو. نيٺ ميدان ۾ ترسي توڪل جو ترهو ڀڌائون. پر انهيءَ وچ ۾ شاهجهان کي حالتن سبب مجبور ٿي پيو. سندس عراق وارو سفر پوئتي پئجي ويو؛ تنهن کان سواءِ کيس شهزادي پرويز جي بيماريءَ جي خبر ملي ۽ پڪ ٿيس ته هو انهيءَ مرض مان چڙهي نه سگهندو. آن لاءِ نورجهان بيگم کيس لکيو هو ته مهابت خان کي ابتا پير کڻڻ شروع ڪيا آهن، متان اوهان جي اولاد تي ڪا مصيبت اچي ان ڪري ڀلائي ان ۾ آهي ته تون دکن ڏانهن موٽي وڃ جيستائين حالتون سازگار ٿين. متت ئي هو بيماري ۽ ڪمزوريءَ هوندي پالڪيءَ ۾ سوار ٿي، گجرات ۽ بهار جي پاسي کان دکن ڏانهن ورڻ لڳو. ايتري ۾ شهزادي پرويز جي وفات جي خبر اچي پهتيس. (پرويز جي وفات اربع ڏينهن ٧- صفر ١٠٣٥هه ۾ ٿي هئي.) (تزڪ ص ٤٢٥-٤٢٦)

( ۲۵ )

# احمد بيگ خان

( متعلق ص ۲۰۷- ح ۱)

احمد خان (ابراهيم خان فتح جنگ واد اعتماد الدوله جيڪو مرزا غياث جو پائٽيو هو) ماثر الامراء جي بيان موجب: شاهجهان جڏهن (۸- جمادي الثاني ۱۰۳۷ هه) هندستان جو بادشاه ٿيو ته هن کي ٻه هزار ذاتي ۽ پندرهن سون سوارن جو منصب عطا ڪري سيوهڻ جو فوج دار ۽ جاگيردار مقرر ڪيائين . ان ان کان پوءِ هو يمين الدوله آصف خان جي نائب جي حيثيت ۾ ملتان، جو حاڪم ٿيو. (ج ۱- ص ۱۹۵)

(٢٦)

# مرتضيٰ خان مرزا حسام الدين

(متعلق ص ٢٣٩- ح ١)

مير حسام الدين مرتضيٰ خان انجو ولد مير جمال الدين عضدالدوله، احمد بيگ جي پيٽ پرٽيل هو (ماثر ج ٣- ص ٣٨٢). ماثر جي مصنف لکيو آهي: شاهجهان جي تخت نشينيءَ کان پوءِ گذريل ڪارنامن جي ڪري هن کي چار هزاري منصب ۽ ٽي هزار سوارن سان سرفراز ڪيو ويو. انهيءَ سال کيس مرتضيٰ خان جو لقب ۽ پنجاهه هزار روڪ ڏيئي سيد خواجه جي جاءِ تي جيڪو ٺٽي ڏانهن ويندي واٽ تي فوت ٿيو هو، ٺٽي جي صوبه داريءَ لاءِ مقرر ڪيو ويو، پر قضا سان هي اڃا اڳي ٿانيڪو مس ٿيو ته سال ٻئي جلوس (١٠٣٩ هه) ۾ گذر ڪري ويو. (ج ٣- ص ٣٨٤)

بادشاه نامه (ج ١- ص ٢٨٧) مان معلوم ٿئي ٿو ته مرتضيٰ خان جي رحلت کان پوءِ مير ابوالبقا امير خان جيڪو ان وقت ملتان ۾ يمين الدوله جو نائب هو تنهن کي ٺٽي جو حاڪم مقرر ڪيو ويو. بادشاه نامه جي عبارت هن ريت آهي:

جڏهن خبر پيئي ته مرتضيٰ خان ولد مير جمال الدين حسين خان انجو ٺٽي جو صوبه دار هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو آهي ته امير خان (ابوالبقا) ولد قاسم خان (مير ابوالقاسم) نمڪين کي جيڪو يمين الدوله جي نائبيءَ ۾ ملتان پاسي هو تنهن کي انهيءَ صوبي .... کي مقرر ڪيو ويو.

( ٢٧ )

# حڪيم صالح

( متعلق ص ٢٤٥ - ح ١ )

جڏهن بکر جي راجڌاني آصف خان جي جاگير ۾ آئي ته حڪيم محمد صالح آتان جو عامل مقرر ٿيو، هي ڪي سال انهيءَ عهدي تي آئي رهيو.

ٽاريخ معصوميءَ جي ضميمي مان معلوم ٿئي ٿو ته سال ١٠٣٨ هه کان سال ١٠٤٢ هه ٽائين بکر، نواب آصف جاهي جي جاگير ۾ هو ۽ حڪيم محمد صالح ١٠٤٣ هه تائين اتي رهيو. شيخ فريد بکري مؤلف ذخيرة الخوانين جيڪو آن وقت خان جهان لوڌيءَ جي ملازمت ڇڏي بکر ۾ قيام پذير هو، مرزا حسين جي سلسلي ۾ حڪيم محمد صالح بابت هڪ واقعو بيان ڪيو آهي ته ڪتاب (ذخيرة الخوانين) جو مؤلف دولت خان جي تفرقي ۽ ناراضگيءَ سبب عجيب غريب حالت ۾ ڏڪا ٿابا کائيندو اچي پنهنجي وطن بکر ۾ پهتو. مرزا حسين جيڪو تن ڏينهن ۾ بکر جو صوبه دار هو، تنهن سرڪاري اختيار ۽ اعزاز هن ڪمترين کي عطا ڪيا، پنهنجو چڱو گذر ٿيڻ لڳو ۽ ڪافي ماڪيت به هٿ اچي ويئي . اهـا ڳالهه حڪيم محمد صالح، نواب آصف جاهي جي عامل کي نه وڻي. هُن مان سنگهه (وقائع نويس) کان لکرايو ته فلاڻو (شيخ فريد) هتي اچڻ کان پـوءِ

افغانن کي هڪ هنڌ گڏ ٿيو ڪري، خان جهان جيڪو سرونج(١) تائين پهچي چڪو هو تنهن کي بکر اچڻ لاءِ ٿي پڙڪايائين، ۽ شير خان ترين، شال ۽ مستونگ کان اچي بکر جي ڀاڄائيءَ واري ڳوٺ گنجابي ۾ لٽ ڦر مچائي ڏني هئي، ان ڪري هن جو هتي وهڻ نقصانڪار آهي. نيٺ فرمان جاري ٿيو ته هن (شيخ فريد) کان معتبر ضامن وٺي ڪيس شاهي دربار ڏانهن موڪليو وڃي. پڇاڙيءَ مرزا حسين به اڌان بدلي ٿي، هن سان گڏ برهان پور وڃي، شاهي دربار ۾ حاضر ٿيو.

---

(١) ڏکڻ هند جو هڪ علائقو، خان جهان انهيءَ پاسي شاهجهان جي فوجن سان لڙندي، ١٠٤٠ هه ۾ مارجي ويو هو.
(ڏسو ماثر الامراء جلد پهريون ص ٧٢٣)

(٢٨)

# محمد علي بيگ بندري

(متعلق ص ٢٤٥- ح ٢)

محمد علي بيگ بندري اصفهاني هو. جهانگير جي زماني ۾ کي ڏينهن لاهري بندر جو حاڪم رهيو ۽ کيس بندري لقب ڏنو ويو. پوءِ بکر جو فوجدار ٿيو، جتي سميجن ۽ ٻين وگهوڙين جا فساد جاري هئا. انهن کي پنهنجي سياڻپ سان هٿ آڻي بکر جي قلعي ۾ بند ڪيائين.

جڏهن بکر نواب آصف جاهي ۽ نورجهان بيگم جي جاگير ۾ آيو، تہ هن کان کي ڪوتاهيون ٿيون جنهن ڪري قيد ۾ پيو. آخر گهڻيءَ خواريءَ کان پوءِ اتي وفات ڪيائين. سندس ڀاڻيجو سلطان احمد نالي ڏاڍو تعصبي هو، ٽن خليفن جا نالا جتيءَ جي ترري تي لکي هلندو هو. هن جاهل هٺ ڪري ائين ٿي ڪيو. جيڪڏهن پڙهيل هجي ها تہ ائين نہ ڪري ها بر نُپ جاهل هو. نيٺ کيس بہ موت اچي ويو.

(ذخيرة الخوانين قلمي ص ٢٠٤)

تاريخ معصومي جي ضميمي ۾ لکيل آهي: "سال ١٠٣٨ھ ۾ بکر جو صوبو نورجهان جي جاگير مان ڦيري نواب آصف جاهه

ڪي مليو. انهيءَ سال محمد علي بيگ بکر جو فوجدار مقرر ٿيو. هي ڏاڍو چڱو ماڻهو، خدا ترس ۽ بهادر هو. هن سميجن گهڻي ڪاهي ڪين تاراج ڪيو هو، ۽ بودلي نالي سميجي کي پڪڙي بکر جي قلعي ۾ آندو هئائين. محمد عليءَ جي بدلي کان پوءِ بکر جي راڄڌانيءَ تي مرزا حسين حاڪم ٿي آيو.“

# ديندار خان

(متعلق ص٢١٥- ح ١)

هن جو اصل نالو سيد بهوو هو، مرتضيٰ خان بخاريءَ جي عزيزن سان تعلق ٿي رکيائين. ١٨ سال جلوس جهانگيريءَ ڌاري دهليءَ جو حاڪم ٿيو. پوءِ جڏهن مهابت خان گستاخيءَ جو مرتڪب ٿيو ۽ سلطنت جي نافرماني ڪيائين تہ هن کي ان جي پٺيان ويل فوج سان شامل ڪيو ويو. اهي اجمير پهچي هڪبئي سان دوبدو ٿيا. انهيءَ وچ ۾ جهانگير جو انتقال ٿيو ۽ شاهجهان انهيءَ مهم کي سر ڪرڻ لاءِ ويو. هي پهرئين سال جلوس شاهجهانيءَ ڌاري بہ هزاري منصب پارهن سو سوارن ۽ ديندار خان جي لقب سان سرفراز ٿيو. ڪيس خلعت، جڙائو خنجر ۽ گهوڙو عنايت ڪري دوآبي جي فوجداريءَ تي رکيو ويو.

اٺين سال جلوس ڌاري شاهجهان لاهور کان آگري جي دارالخلافہ ڏانهن آسهيو، ۽ اسلام خان کي هڪ فوج سان گڏجي دوآبي جي وڳوڙين کي سيکت ڏيڻ لاءِ روانو ڪيائين. ديندار خان بہ ان جي همراهيءَ ۾ اوڏانهن ويو. ان کان پوءِ ساڳئي سال شهزادي محمد اورنگزيب بهادر سان گڏ جڏهن هو ججهار سنگهہ بنديلي سان منهن ڏيڻ لاءِ روانو ٿيو تہ هن کي بہ ان مهم تي مقرر ڪيو ويو. ٿوري عرصي کان پوءِ (١٠٤٥هہ) ۾ وفات ڪيائين. (ماثر الامراء جلد ٢ ص ٢٣-٢٤)

ذخيرة الخوانين جي مؤلف لکيو آهي: هي شاهجهان جي دور ۾ ديندار جي خطاب سان سرفراز ٿيو. ڪيس سيوهڻ جي راڄداني جاگير طور ڏني ويئي. آتي چڱا ڏينهن گذاريائين. هر مهيني هڪ بزرگ جو عرس پئي ڪيائين، جنهن ۾ ديگيون جام پئي چڙهيون. نماز، روزي، اشراق، اضحيٰ ۽ تهجد ڏانهن گهڻو مائل هو. خيرات به گهڻي ٿي ڪيائين. مرتضيٰ خان کي ياد ڪري سدائين پيو روئندو هو. پنهنجي پٽ تي شيخ فريد نالو رکيو هئائين جيڪو قطب الاقطاب ميران سيد جلال ولد ميران سيد محمد بخاري گجراتيءَ جو ناتي هو. ديندار خان جو جهڙو نالو هو تهڙا ئي اوصاف هيس، هي طبعي موت مري ويو هو.

قلندر جي درگاه ۽ شيخ چٽي امرائي جي مزار تي هن جيڪي ڪتبا لڳرايا هئا تن مان معلوم ٿئي ٿو ته هي سال ١٠٤٠-١٠٤١-١٠٤٢-١٠٤٣ هه تائين سيوهڻ ۾ هو.

# جان نثار خان

(متعلق ص ۲۵۲ ح ۱)

ڪمال الدين حسين نالي، جان نثار خان جنيري، شاهجهان جي شهزادگيءَ واري زماني ۾ سندس چڱن خدمتگارن مان مزاج شناس وفادار ۽ فداڪار ملازم هو. ٽئين سال جلوس شاهجهانيءَ ڌاري ديانت خان جي انتقال کان پوءِ هي احمد نگر جو قلعي دار مقرر ٿيو، کيس چاليهه هزار رپيا راهه خرچ جي مدد طور مليا. چوٿين سال جلوس شاهجهانيءَ ڌاري هن کي پنج سؤ منصب ۽ پنج سؤ سوارن سان سرفراز ڪري، مکي جهنگل جو فوجدار مامور ڪيو ويو. ان کان پوءِ هي سيوهڻ جو فوجدار مقرر ٿي آيو. يارهين سال جلوس ڌاري جڏهن شاهي فوجن قنڌار واري قلعي تي چڙهائي ڪئي ۽ اوسي پاسي جا صوبہ دار تـوڙي فوجدار پنهنجي سپاهه سميت مدد طور اوڏانهن وڃي پهتا تہ جان نثار خان بہ پنهنجي علائقي مان اوڏانهن ويو ۽ پنهنجون خدمتون انهيءَ مهم سر ڪرڻ لاءِ سرانجام ڏنائين.

جان نثار خان، قنڌار جي صوبہ دار قليچ خان جي همراهيءَ ۾ قلعي تي چڙهائيءَ دوران ڏاڍي سورهيائي ڏيکاري چڪو هو. سال ٻارهين جلوس ڌاري سندس منصب ۾ پنجن سون سوارن جو اضافو ڪري کيس سيوهڻ کان ٻکر موڪليو ويو، جتي يوسف محمد خان جي بدليءَ سبب پنهنجي عهدي تي فائز ٿيو، ۽ انهيءَ ئي سال سندس رحلت ٿي.

ذخيرةالخوانين ۾ لکيل آهي: جان نثار خان جڏهن سيوهڻ جو حاڪم هو ته آتان جي وڏيرن سميجن ۽ سوڍن مان ڪيئي ڇوڪريون پنهنجي نڪاح ۾ آنديون هئائين، تنهنڪري سندس عملداريءَ وڏيڪ جنڊا ڪيو ۽ ڪوبه گوڙ وڳوڙ پيدا نه ٿيو. ٻچاڙيءَ جڏهن مئو ته وڏيرن مان هرڪو پنهنجي ڌيءَ کي پنهنجي پنهنجي گهر وٺي ويو. شايد اهي واقعا بکرجي راڄڌانيءَ سان تعلق رکندا هجن، جا سيوهڻ جي راڄڌانيءَ لڳ آهي. اهو گمان ان ڪري پيدا ٿئي ٿو ته هن جي وفات سيوهڻ ۾ ڪانه ٿي هئي.

(ماثر الامراء ج ١- ص ٥٢٧-٥٢٩)

# ڏسڻي

## ماڻهن جا نالا

# قومون ۽ قبيلا

# جاگرافيائي ماڳ

# کتاب



1608-1700 A.D.
ADMINISTRATIVE
MAP OF SIND
SCALE
1 Inch = 15·78 Miles or 1·014 Inches = 16 Miles
INDEX
(1) TOWNS AND VILLAGES OF 16th & 17th CENTURY
(2) TOWNS IN RUINS IN 17th CENTURY
(3) PRESENT COURSE OF RIVER INDUS
(4) COURSE OF RIVER INDUS AND ITS BRANCHES IN 17th CENTURY
(5) PRESENT DISTRICT BOUNDRIES
(6) BOUNDRIES OF SARKARS IN 17th CENTURY
(7) BOUNDRIES OF PARGUNA IN 16th & 17th CENTURY
(8) MODERN TOWNS
Karachi
NOTE.
THE ADMINSTRATIVE DIVISIONS IN THE 17th CENTURY WERE THE SAME IN THE 16th CENTURY, EXCEPT THAT IN 1608 A.D. PARGUNAS OF GAHA AND BAGHBAN WERE SEPARATED FROM BAKHAR SARKAR AND ADDED TO SEHWAN SARKAR.
MULTAN SARKAR
RAJA OF BIKANIR
RAJA OF JAISALMIR
SIBI PARGUNA
FATEHPUR PARGUNA
JATOI PARGUNA
MATHELO PARGUNA
CHANDUKA PARGUNA
TAKAR PARGUNA
BAKHAR SARKAR
ALORE PARGUNA
KAKRI PARGUNA
BAGHBAN PARGUNA
DARBELA PARGUNA
SEHWAN SARKAR
GAHA PARGUNA
JUNEJO PARGUNA
SEWAN HAVELI PARGUNA
KHITA PARGUNA (LARHAT)
PUBAK PARGUNA
SANN PARGUNA
CHOCKAR HALLA PARGUNA
NASARPUR PARGUNA
NERUN PARGUNA
SAKRA SUB DIVISION
TATTA SARKAR
TATTA PARGUNA
CHACKAN PARGUNA
LAS BELAS SAMMA PRINCES (UNDER MUGHALS)
ARABIAN SEA
JARKJA SAMMA RULERS OF CUTCH UNDER MUGHALS
Jacobabad
Kandhkot
Shikarpur
Sukkur
Rohri
Khairpur
Larkana
Mohen-jo-Daro
Dadu
Sehwan
Nawabshah
Sanghar
Manjhand
Thano Bula Khan
Kotri
Hyderabad
Tajpur
Mirpur Khas
Karachi
Umarkot

# نسب نامۂ پدری نورجہاں بیگم

خواجہ علی طہرانی رازی



# نسب نامۂ مادری نورجہاں بیگم

میرزا علاء الدولہ آقائی ملا دوات دار قزوینی (۵۴)



# نسب نامۂ مؤلفِ کتاب

- **میر ابوالقاسم "نمکین" بن ملا میر سبزواری** — وفات ۱۰۱۸ھ مدفن "صفۂ صفا" روہری — مصنف: منشآت نمکین

## سادات قاسم خانی

- میر ابوالبقا امیر خان — وفات ۱۰۵۷ھ مدفن "صفۂ صفا"
- یوسف میرک — وفات بعد ۱۰۴۴ھ — مصنف: "مظہر شاہجہانی"
- لطف اللہ
- نور اللہ
- میرزا کشمیری (بزمانِ جہانگیر)
- میرزا حسام الدین
- میرزا ید اللہ (ملازم خان جہان لودھی)
- دختر (زوجۂ جمیل بیگ)

## سادات امیر خانی

(اولاد میر ابوالبقا امیر خان)

- ضیاء الدین یوسف خان (بزمانِ شاہجہان و عالمگیر) — وفات بعد از ۱۰۶۰ھ
  - دختر
    - ابوالوفا وفا (بزمان عالمگیر داروغۂ جانماز)
- عبدالکریم امیر خان سندھی (مصاحب خاص عالمگیر - شاعر) وفات بعد از ۱۱۳۱ھ
  - سید اشرف خان — مؤلف "رقائم کرائم" — سال تالیف قبل ۱۱۵۴ھ
  - ابوالخیر خان — رفیق خانِ دوران خواجہ عاصم
- میر ابوالمکارم شہود — وفات: ۱۰۷۳ھ مدفن سیوہن — مصنف "پری خانۂ سلیمان"
  - معین الدین خان حسن (شاعر) — وفات ۱۱۳۳ھ
  - حافظ الدین
    - میر حفیظ الدین خان علی — شاعر - وفات بعد ۱۱۸۸ھ
  - میر رضی الدین خان فدائی — شاعر - وفات ۱۱۲۰ھ
    - میر حیدر الدین ابو تراب کامل — شاعر - وفات ۱۱۶۴ھ (استاد قانع و رجا)
  - امین الدین خان حسین — مصنف معلومات الآفاق و رشحات الفنون — گورنر ٹھٹھ - وفات ۱۱۲۷ھ - مدفن مکلی
    - متین الدین خان اسمعیل — وفات ۱۱۷۷ھ - مدفن مکلی
      - میر محمد غوث (منصبدار میاں نور محمد کلہورہ) — وفات ۱۱۷۲ھ - مدفن مکلی
        - قنبر علی ۱۲۱۹ھ
        - میر محمد کریم الدین (منصبدار میاں غلام شاہ کلہورہ ۱۱۸۲ھ - ۱۲۰۱ھ)
          - متین الدین ثانی ۱۲۴۸ھ
      - میر ابوالمفاخر (۱۱۲۷ھ)
    - میر محمد گدا — شاعر - وفات قبل از ۱۱۸۰ھ — یک فرزند
    - میر محمد عطا عطا — وفات ۱۱۸۶ھ — مدفن مکلی
      - دو فرزند
  - میر عبدالحکیم (۱۱۰۶ھ)
  - میر علی اکبر (۱۱۰۶ھ)
- میر عبدالرزاق — متوفی ۱۰۶۲ھ — مدفن صفۂ صفا
- ابوالقاسم — وفات ۱۰۴۵ھ — مدفن "صفۂ صفا"
- شمس الدین خان
- عتیق اللہ — وفات ۱۰۳۷ھ — مدفن "صفۂ صفا"
- میر کامل بیگ
- دختر — زوجۂ مراد بخش سنہ ۱۰۶۸ھ

سنڌ جي تاريخ جي بنيادي ماخذن مان **'تاريخ مظهر شاهجهاني'** ٻه هڪ اهم تاريخ آهي. هن ڪتاب جي مؤلف **يوسف ميرڪ** هي ڪتاب فارسيءَ ۾ لکيو. هن تاريخ مان سنڌ جي سترهين صديءَ جي شروعاتي دؤر جي معلومات اهڙيءَ طرح ته ڏني ويئي آهي، جو هي تاريخ ڄڻڪ هڪ گزيٽيئر هجي. هي اهو دؤر هو، جڏهن مغلن جي سنڌ تي حڪومت هئي. جيتوڻيڪ مغل ڪارندن جي هٿان سنڌين تي نازل ٿيندڙ مصيبتن جو احوال اهڙيءَ طرح ته پيش ڪيو آهي، ڄڻڪ سنڌي مظلوم نه پر ظالم هجن. پر ان ۾ يوسف ميرڪ جو ڪو ڏوهه ڪونه هو، جو سندس مادري زبان فارسي هئي. مغلن جي مڙهيل حاڪم مرزا احمد بيگ جهڙي ظالم جي احوال مان ئي ظاهر آهي ته مظلوم ڪير هو ۽ ظالم ڪير هو. مرزا احمد بيگ عيد مبارڪ جي ڏينهن (انهيءَ خيال ۾ ته سنڌين جا راڄ عيد نماز ۾ مصروف هوندا) موقعي جو فائدو وٺي، بکر مان گهوڙا ڪاهي وڃي سهتن ۽ سميجن تي ڪڙڪو ڪيو، جنهن ۾ هنن ويچارن جا ڪئين ماڻهو مارجي ويا. پڇاڙيءَ ۾ مقتولن جي ٻارن ٻچن کي قيد ڪري بکر آندو ويو.

هن تاريخ جي مؤلف سنڌين کي جيڪي وکوڙي ۽ فساديءَ جا لقب ڏنا آهن، سي مغل شاهي ۽ ان جي ڪارندن جي طرفداري ڪن ٿا، پر ايترين شڪايتن هوندي، اسان هن مورخ جا ٿورائتا آهيون، جو هن مغل شاهيءَ جي پهاڙ سان سِر ٽڪرائيندڙ غيرتمند، بهادر ۽ وطن دوست سنڌين جو طويل تر داستان (ڪنهن نه ريت) قلمبند ڪيو آهي.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻَڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بِين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصِي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَکَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر ٻَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي ڀائي ڇيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)